اوهان جي ڪهڙي ٻلي ماري؟

پنڻ : ٻلي تہ نہ ماريندي پر ڪوئو ضرور ماريندي، ڀلا ٻڌاءِ تہ هن جو پٽ ڪمائي ڪٿي ٿو؟ سو هوءَ رپيو ڪٿان آڻيندي؟ رپيا ڇا ٻنيءَ ۾ ٿا پوکجن جو هوءَ ڪنهن ٻنيءَ مان ڪٽي ايندي ؟

ڪيمن : سائين وري بہ چوان ٿو هڪ رپئي جو سوال آهي. ڀلو ڪندو تہ اوهان جو ڀلو ٿيندو.

پنڻ : نہ تہ برو ٿيندو. ائين نہ ؟ ٽنگہ ڀڃندي يا ٻانهن ڀڃندي؟

ڪيمن : سائين ڪئر ڳهرو. ٻانهن ڀڃي اوهان جي دشمن جي. اڃا هڪ بہ ٻار نہ ڄڻيو اٿو، سو ٻانهن ڪي ٿا هاڻي ڀڃايو.

پنڻ : اڙي مردودا! مان اها ٻانهن نٿو چوان. ٻي ڪا ٻانهن ٿي نہ ٿيندي آهي ڇا؟(ٿورو ترسي) ڇڏيو وناڻي ماءُ، پوءِ رپيو ڪڏهن واپس ڪندينءَ؟

ماءُ : ادا، مان ويندي ٿي وناڻي کي چوندس تہ رپئي جو قرض ڪنيو اٿم. ائون قرض آهي مرض ڪال چڙهي پر قرضي ڀڃر ٿي نہ چڙهي.

ڪيمن : سچ ٿي چوين، وناڻي ماءُ. ڪال چڙهي پر قرضي نہ چڙهي. ائون ٻڌ وناڻي ماءُ.
پوءِ ڏائي ڪان قرض نہ ڪڍجي، توڙي لڪہ لتائي،
ماڻس سندس پينهون ڪٽي، پٽس دمبورو وڄائي.

پنڻ : ڇورا مونکي تو پوءِ ڏائو ڇئين ڇا؟

ڪيمن : سائين اوهان ائون پوءِ ڏاوا؟ ڪانداني سيٺ آهيو، سيٺ.

پنڻ : پوءِ اهو ٻاڪرو سُر ڇو آلاپيئہ؟

ڪيمن : سائين ائين ئي نڪري ويو. سيٺ جي موڪل ڏيو تہ هڪ ڳالهہ وناڻي ماءُ کي ٻڌائي ڇڏيان هن جي فائدي جي آهي؟

ماءُ : ڪهڙي ڳالهہ؟

ڪيمن : هڪ ماڻهو ٻئي ماڻهوءَ کي ڪجهہ پئسا لهڻندو هو. ٿورن ڏينهن ڪان پوءِ اهو ماڻهو مري ويو. قرضي وڃي مساڻ جي در تي ويٺو. ماڻهن پڇيس تہ ''ادا، ڪبر ڏي، هتي ڇو ويٺو آهين؟'' جواب ڏنائين تہ فلاڻي کي ڪجهہ پئسا لهڻان ۽ اهو گجر ڪري ويو آهي ۽ هاڻي جڏهن هن جي ارٿي هتي ايندي تہ هن ڪان پئسا وصول ڪندس؟

پنڻ : تنهنجي مرضي ڇا آهي ڇورا؟ مان بہ وڃي قبرستان جي در وٽ ڪٽ وجهي ويهي رهان تہ جڏهن وناڻي ماءُ کي ڪفن ۾ ويڙهي اچن تہ اُن ڪان رپيو وصول ڪريان؟

ڪيمن : سيٺ ڳالهہ نهندي تہ ائين.

پنڻ : لڪہ جي لانت هجني ڇورا. جمڻ وقت ماڻهين نڙيءَ تي ننهن نٿي ڏنئہ ؟

ڪيمن : سيٺ، اُن وقت هوءَ خود سورن ۾ هئي، مونکي ڪيئن ننهن ڏئي، سو بہ نڙيءَ

بخيل، هيرا ۽ موتي، ڇڄن ۾ پيا ڇڙين.

پنھل : ڇورا مونکي تو نوڪين ڇا؟

کيمن : نہ سائين. اوهان کي ڪيئن نوڪيندس. نوڪري تورونئي ويچائيٺي اٿم.

پنھل : پوءِ هيءَ کھڙا ريڊا ٿر پيو آلاپين؟

کيمن : سائين ڇا ڪريان؟ هٿ هاڃ ۾، دل يار ڏانھن.

پنھل : پوءِ وڃ نہ يار وٽ. (وتائي ماءُ کي) وتائي ماءُ، اُتي هبڏانھن اچ.

ماءُ : ڇئہ پٽ پنھل.

پنھل : ادي، هڪ ڳالھہ ٻڌاءِ، تنھنجي وتائي هن کيمن کي بہ تہ گڏه نہ بٽائي ڇڏيو آهي؟

ماءُ : هن کي پنھنجو گڏه اڳ ۾ ئي آهي، جنھن تي وتي پيو سواري ڪندو. سو هن کيمن کي ڇا ڪندو؟

پنھل : ڏسين ويني نہ، تہ هيءُ کيمن اڄ ڳالھيون ڪھڙيون پيو ڪري؟

ماءُ : مونکي ڪھڙي خبر..... مونکي تہ ڪپن ڇانور.

پنھل : ڳھٹن ڇا؟

ماءُ : رڳو هڪ رپئي جا.

پنھل : ائون رپيو آندو اٿئي؟

ماءُ : ادا الله جو ويئو آهي.

پنھل : اُهو تہ ستين آسمان تي ويئو آهي، اُتان اچي مونکي رپيو ڏيئي ويندو ڇا؟

ماءُ : ادا الله مان تو آسرو لاهن. کبر(خبر) کانہ اٿئي تہ ياونا ڏئي ياڙو ، سب کنھن کي پنھنجو. ياونا سلي رک، الله تنھنجو کٹر ڪندو.

پنھل : مائي، اِهي آهن آسرپوناٹيون ڳالھيون. هن هٿ ۾ ڏی ڳن هٿ ۾ وٺ.

کيمن : (سُر مان) الا هڪ چانديءَ جو رپيو

رپيو رپيو نا گھري تو، هيءَ گھري تو ناٹو

ائون جي هجئي ناٹو تہ گھر لاڙڪاٹو

مانتو ناٹی بنا نر ويڳاٹو، ويڳاٹو، ويڳاٹو.

پنھل : کيمن پٽ ييمن حا! وات کي ڏي تالو. وڃ ۾ تون ڇو تو ديکُ ڏين- سيٹ مان آهيان يا نون؟

کيمن : سائين- پئي. مانڻو مان توريان تو ۽ اوهين ڏوڪڙ تا ونو. جی مان توريان نہ تہ اوهان جو گڏھہ تہ گپ ۾ گپي پوي نہ؟

پنھل : هاٹي چپ بہ ڪندين، ڪين رينگٽ چالو رکندين؟

کيمن : سائين هڪ رپئي جو تہ سوال آهی. رڳو هڪ رپيو. الله جي بندي جي ماءُ بی بہ اوهان جو پروسو ڪونھی. اوڌر نی بين کي بہ تہ مال ڏيندا آهيو. پوءِ هن اديءَ

پنڻ : پوءِ هن پنهنجي الله جي پٽ وتائي کي موڪلي ڏين ها نه؟

ماءُ : ادا، توکي ته خبر آهي ته وتايو پنهنجي پاڙيءَ ۾ ئي نه هوندو آهي. صبوح ٿيندو آهي ته جهنگ منهن ڏيئي الائي ڪيڏانهن هلي ويندو آهي.

پنڻ : چڱو، تورو ترس، اتي ئي ڪٿي ويهي رهه.

ماءُ : ادا پنڻ وهڻ لاءِ ڪا ڪرسي ٻرسي به ته ڏي نه؟

پنڻ : واه ادي واه! منهنجو دڪان اوطاق ته ڪانهي جو ڪرسيون ٻرسيون رکان يا تڏا وڇائي ڇڏيان. پوءِ ته حقو به رکٽو پويم جيئن آيو ويو ڦوڪ ڏيئي وڃي.

ماءُ : چڱو ادا، جيئن تنهنجي مرجي، پر جلدي ڪج. ڪٿي تنهنجي دڪان اڳيان نه سڏي الله وٽ پهچي وڃان.

پنڻ : ادي، اِئين نه ڪج. پوءِ ته پوليس جا ڏاند اچي ڳٽڙ ڪان وننداءِ پنڻ کي پينهي ڇڏيندا. (ڪيمن کي) اي ڪيمن گهيرت پيو ڪائين ڇا، جلد ڪر.

ڪيمن : سائين نجومي ٿا ڏسجو. برابر گهيرت پيا اچن.

پنڻ : ڇورا ، ڪم تي آيو آهين يا ننڊون ڪرڻ آيو آهين؟

ڪيمن : سائين ڇا ٻڌايانو رات هئي ڀڳت ڪنور جي ڀڳت. شروع ۾ ئي ڇيائين:

" نالي الک جي ٻيڙو تار منهنجو
نڌر آهيان مان نماڻي، آڌار تنهنجو."

سڄي پڇ منهنجو ٻيڙو ئي تري ويو. اکين مان ننڊ ئي رام رام ڪري هلي وئي.
سڄي رات وينو رهيس. هوش تڏهن آيم جڏهن ڪنور سائين چيو:

"ڪيئن ريجهايان، توکي ڪيئن ريجهايان؟
سرڙو نمايان يا ڦيرڙيون پايان."

تڏهن اوهان جي ياد پيم ائون گهر ۾ هٿ منهن ڌوئي سڌو هيڏي هليو آيس.

پنڻ : پوءِ ته منهنجو ٻيڙو تار تي ويو. پاءُ بدران ڏيڍ پاءُ توري ڏيندين.

ڪيمن : سائين جي ائين به ٿي ويو ته ڀڳوان اوهان کي سرڳ ۾ مُجرا ڏيندو.

پنڻ : مُجرا ڏيندو يا مُجرو ڪرائيندو؟ تون ڀڳوان کي سڃاڻين سهين؟

ڪيمن : سڃاڻانس ته ڪونه . پر هن لاءِ ٻڌو گهڻو اٿم.

پنڻ : ڇا ٻڌو اٿئي؟

ڪيمن : ته ڀڳوان ماڻهن جو حساب ڪتاب برابر رکندو آهي.

ٻگهلو ريس ڪري هنسن سان حساب ري،
هو موتي ڪائي مانس، هو مڇيءَ ڪاڻ مري.

پنڻ : ڇورا، الائي ڇا پيو بڪين؟

ڪيمن : (پنهنجي ئي مستيءَ ۾)

سڃا جهان ۾ بڪ ڪان پيا ڪڙيون گهرڙين

(ڏيکہ پهريون)

(پنڻ مل جو دڪان-پنڻ مل ڪيمن کی چئی ٿو)

پنڻ : اڙي ڪيمن، ايڏي دير؟ مال ٿو تورين يا مکيون ٿو مارين؟

ڪيمن : ٻئي ڪم پيو ڪريان.

پنڻ : اهو وري ڪيئن، چورا؟

ڪيمن : ڳڙ واري ڳوڻ وٽ مکين جا ڍير اچي ڪٺا ٿيا آهن. سو في الحال تہ ڏاڪو ڪن مکين کی نرڪہ موڪلي ڇڏيو اٿم.

پنڻ : ۽ اُهي مئل مکيون؟

ڪيمن : اُهي ڳڙ جي ڳوٿريءَ ۾ ئي دفن ٿي ويئيون.

پنڻ : چورا، آهستي ڳالهاءِ، پتيون ڪي بہ ڪن آهن.

ڪيمن : پر سائين، هتي پتيون ڪٿی آهن؟ هتي تہ سڀ ماڻهو آهن.

پنڻ : پوءِ بہ تون ڏاڍيان وينو بڪين. چڱو جلدی ڪر. پائی ناشومل ٻبجی بيحی بند ڍڪجي ويو آهي ۽ اڃا سندس تيل توريو ئی ڪونهی.

ڪيمن : سائين تيل ۾ بہ ڪجهہ مکيون پييون ترن.

پنڻ : (آهستی) پييون ترن، تيل جو وزن ڪٿ ٿيندو.

ڪيمن : سائين ڏاڍا سياڻا آهيو. وسُ پڄيوَ تہ سڀ مکيون ماري، اُنهنجو بہ تيل ڪڍي وڪڻو.

پنڻ : هاڻي ڇڏ اجائی بڪ بڪ، گراهڪ ٿي ويا آهن شڪ

ماءُ : ادا پنڻ، آهين تہ ٺيڪ نہ؟

پنڻ : چو وتائی ماءُ،توکي مان بيمار ٿو نظر اچن ٿا؟

ماءُ : نہ ادا، بيمار پون تنهنجا ويری، شل ٿي وڃن ڍيري، تون بيمار پوين تہ ڳوٺ ئی بکہ مری وڃی.

پنڻ : چڱو ڇڏ اِنهيءَ ڳالهہ کي، ٻڌاءِ اڄ ڪيئن رستو ڀلجي آئي آهين؟

ماءُ : واہ ادا،واہ. پہ ڪو رستو بہ ڀلجی پوندو آهي، جڏهن ڪم ڦاسندو آهي تڏهن ماڻهو ماڻهوءَ وٽ ويندو آهي. چيو ڪونہ اٿن تہ :-

يار سڏائي سيکو ڇاني زباني

ناحي آساني، ڪم پوی تي ڪل پوی.

پنڻ : اهو تہ برابر ٿي چوين. ماڻهو آهي مطلبي، نہ ليکي پاءُ نہ پايی. سو تنهنجو هن پنڻ ۾ ڪهڙو مطلب ڦاٿو آهي؟

ماءُ : ادا ڪجهہ چانور کپن.

پنڻ : تہ پوءِ ٿورو ترس، توکان اڳ بہ چار گراهڪ آهن. اهي پتائی وٺان.

: ادا، مون ۾ ترسڻ جي ڪاڪت ڪانهي. بيمار آهيان، اٿئي ڪيئن آئي آهيان.

ماءُ : ٻڙي، ڪجھہ چانور ڪٽا ڪپنم گھر ۾ نئِ نئن گوپال آهي.

هيتل : تہ هتي وري اَنبار آهن ڇا؟ آٽيون ۽ چاڙهيون ڏٽ ڏِهاڙي.

ماءُ : ڇو بصر پيءُ ڪمائيندو ڪونهي ڇا؟

هيتل : ڪمائي ڇونہ؟ پر ڪنجوس جو آهي. جڏهن ڪجھہ ڪتي تہ وني اڇي. سو ب
جڏهن ڇئہ ڇئہ ڪريس.

ماءُ : اِئين ڀلا ڇو؟

هيتل : شايد سمجھندو هوندو تہ مان سندس پرپٺِ مالپُڙا ناهي کائيندي آهيان ۽ اُن
طرح سندس انُ ڪپي ويندو آهي.

ماءُ : ٻڙي-توبھہ-مڙس ٿيو ڪين مچر. ڀلا ڪو رپيو اڌُ اُڌارو ڏيندينءَ؟

هيتل : توکي ڇا ٻڌايان مني، هو گھر ۾ آڏيلو بہ نہ ڇڏيندو آهي جو ڪٽي ڪڏهن ڀڳڙا
وني ڪان.

ماءُ : ٻڙي، اوڌر جي ماءُ مئي ڪانهي. رپيو واپس ڏينديسانءَ.

هيتل : مني، اهو سوال ئي ڪونهي. هجي تہ ڏيانءَ نہ.

ماءُ : منهنجو تہ نصيب ئي ڪوٽو آهي. وتايو الائي ڪٽي پيو وسي! گھر گھات جو
خيال ئي ڪونهيس. مان ڪريان تہ ڪريان ڇا؟

هيتل : ادي! ڇيو ڪونہ اٿن تہ جيڪي هوندو ڀاڳہ ۾، سو پوندو ڀاڳہ ۾.

ماءُ : هائو،لکيو منجھہ للاٽ، قلم ڪياڙيءَ نا وهي. اسان جي نصيب ۾ آهن پٽر ۽
نکر، سو ڪٽان ملندا ڪٽڪہ ۽ چانور! خئر وچان ٿي پنڻ مل ڪرياٽي واري
وٽ. مُئو آهي تہ مرچوٽ، پر شل ڪا ٻاجھہ پويس.

هيتل : تون بہ اڪن ڪان ٿي آما گھرين. پنڻ ۽ ٻاجھہ! توبھہ، توبھہ، دمڙي وات ۾
وجھي مُکَ هٽيس، مجال آهي جو دمڙي ٻاهر ڪڍي.

ماءُ : سچ ٿي چوين ٻڙي، مُئي جي چمڙي ويندي پر دمڙي ٻاهر نہ ڪڍندو. وري بہ
آجمايانس تہ وڃي.

هيتل : آجمائي ڪي آجمائي، ڏوڙ منهن ۾ پائي.

ماءُ : ڏوڙ نصيب ۾ هوندي تہ ڏوڙ ئي پائي ايندس.

هيتل : پر ٻڙي تون تہ نيڪہ بہ نتي لڳين، سو بجار ۾ ڪٽي ڪرِي نہ پئين.

ماءُ : ڇا ڪريان، رات ڪان وني بخار اٿم، سچ پڇين تہ بٽ پيا ٿا ٻرن پر لاچار لاءِ
ڪھڙو آچار؟

هيتل : تنهنجي مرجي، پر جي پيڻ منهنجو وس پڄي تہ توکي هن حال ۾ جيڪر
وڃڻ ئي نہ ڏيان.

ماءُ : ٻڙي جو خُدا کي منجور هوندو، سوئي ٿيندو. بندي جي وس ۾ ڇا آهي؟

# هڪ رپئي جو سوال ......

## جڳديش شهدادپوري

ناٽڪ جا پاترا:

| | | | |
|---|---|---|---|
| (١) | پنڻ مل | : | ڪرياڻي وارو |
| (٢) | ڪيمن | : | پنڻ مل جو نوڪر |
| (٣) | وٽايو فقير | : | وٽايو |
| (٤) | وٽائي فقير جي ماءُ | : | ماءُ |
| (٥) | هيتل ڀائي | : | وٽائي فقير جي پاڙيسرڻ |
| (٦) | گلاب خان | : | زميندار جو ڪمدار |

ماءُ : (هيتل جي در وٽ) اڙي هيتل، او هيتل- ٻڌين ٿي ڪين نه ؟ (ڪو به جواب نه، ٿورو ترسي) ٻڌي جندي آهين ڪين مري وئينءَ؟

هيتل : مرن منهنجا دشمن، مان ڇو مران؟

ماءُ : نه تون ڇو مرين؟ ڪالهه جي هڏي جو ڪاڏي اٿئي.

هيتل : ڀلا وٽائي ماءُ، هن وقت ڪيئن آئي آهين؟

ماءُ : ٻڌي مالهوءَ جو مالهوءَ ۾ ڪم هوندو ته ايندو نه؟منهنجو به تو ۾ آهي ڪم ڪالهه.

هيتل : چئه، ملي اهڙو ڪهڙو ڪم آئني؟

| | | |
|---|---|---|
| نالو | : | جڳديش شهدادپوري. |
| ڄم | : | احمدآباد ١٢-١-١٩٦١. |
| ڇپايل ڪتاب | : | سنڌي ۾ پنج. |
| انعام | : | گجرات ساهت اڪادمي طرفان ''ممڪندڙ مکڙين تي''. |
| پيشو | : | نوڪري. |
| پتو | : | ڪلاڪنار پون، بلاڪ نمبر-٣/٧٠٠، اماواڙي، سردار نگر، احمدآباد-٣٨٢٤٧٥. |

وجيہ : توهان بہ مون کي بيوقوف بڻائي رهيا آهيو، پر مان بيوقوف ڪونہ بڻجندس

شيلا : ( روئندي ) اهو سچ آهي سوامي ! اهو سچ آهي. منهنجو پيءُ جيڪو چئي رهيو آهي اُهو بلڪل سچ آهي.

وجيہ : بڪواس ٿي ڪرين تون ! جيڪڏهن تنهنجو پيءُ هجي ها تہ هوُ مسواڙ جي جڳهہ ۾ ڇو رهي ها. تنهنجو پيءُ تہ لکاپتي آهي. موٽر ڪارن وارو نوڪرن چاڪرن وارو بنگلن وارو.

پريتمداس : وجيہ تون پورو ٻڌ ........

وجيہ : ( ڪتيندي ) هل جي تنهنجو پيءُ هجي بہ تہ تو مون سان ڳالهہ ڇو نہ ڪئي.

پريتمداس : هن کي مون ئي جهليو هو پٽ - مون ئي جهليو هو تہ وجيہ سان ڳالهہ نہ ڪجانءِ.

وجيہ : ( عجب ۾ ) توهان ئي هن کي جهليو هو ! پر آخر ڇو ؟

پريتمداس : ڇو جو مان تنهنجي سامهون اَچڻ نہ پيو چاهيان.

وجيہ : مون توهان جي چوڻ جو مطلب نہ سمجهيو؟

پريتمداس : مون کي ڌنڌي ۾ تمام گهڻو نقصان پهتو هو، منهنجا پٽ مون کان حصو وٺي مون کان ڌار رهڻ لڳا. اَڪيلو هئڻ سبب نوڪرن بہ دوکو ڪيو سڀ ڪجهہ ختم ٿي ويو. مان برباد ٿي ويس. مان توهان کي گهر مان ڪڍيو هو توکي بي عزتو ڪيو هوم اِن ڪري شرم جي ڪري مان تنهنجي سامهون اچڻ نہ پيو چاهيان. مان شيلا کي چئيون لکيون هيم اِن ۾ لکيو هئو مانس تہ توسان ڳالهہ نہ ڪري. منهنجي طبيعت نيڪ نہ رهڻ لڳي. شيلا کي هن جي ساهيڙيءَ جي گهوٽ جي آفيس ۾ پارٽ ٽائيم نوڪري ملي ويئي. هن مون کي هتي گهرايو ۽ مسواڙ تي روم وٺي ڏنو. هوءَ منهنجي شيوا ڪندي هئي. هوءَ مون سان ئي ملڻ هِتي ايندي هئي،هن کي پگهار سنيملندي هئي، جنهن سان هوءَ منهنجي دوا بہ ڪندي هئي مون کي پاليندي هئي ۽ پنهنجي گهر ۾ بہ مددگار ٿيندي هئي.

شيلا : ( روئي رهي هئي )

وجيہ : شيلا ..... آءِ ايم سوري .... مون کي معاف ڪر شيلا.

شيلا : معافي تہ مون کي وٺڻ گهرجي سوامي، جو مان توهان سان ڳالهہ نہ ڪئي.

پريتمداس : هڪ ريت مان ئي توهان ٻنهي جو گُنهگار آهيان. مان ئي شيلا کي توسان ڳالهہ ڪرڻ لاءِ منع ڪئي هئي، جنهن ڪري تنهنجي دل ۾ شڪ جي ديوار پئدا ٿي هئي. پر ڀڳوان جا لکہ شڪرانا جو تنهنجي من مان شڪ جي ديوار هٽي ويئي.

پريتمداس : بس اڌ ڪلاڪ ڪن ٿيو آهي ته مان آيو آهيان.

وجيه : سنو ٿيو جو توهان اچي ويا. توهان ..... توهان .....

پريتمداس : ( ڪلپيندي) ڇنه وجيه ڇنه ڇاٽو چوڻ چاهين- ڇا توکي منهنجو هتي اچڻ پسند نه آهي ڇا؟

وجيه : نه ڊڄدي نه اهڙي ڳالهه ته نه آهي..... پر ......

پريتمداس : آخر تون چوڻ ڇاٽو چاهين؟

وجيه : توهان وڃڻ وقت شيلا کي به پاڻ سان گڏ وٺندا وڃجو.

پريتمداس : هي تون.... هي تون ڇا چئي رهيو آهين وجيه، آخر ڳالهه ڇا آهي؟ ڪهڙو ڏوهه ڪيو آهي منهنجيءَ ڌيءَ.

وجيه : پڇيوس ڪونه ڇا ته ڪهڙا ڪرتوت ڪيا آهن هن.

پريتمداس : وجيه، هي سڀ ڇا آهي؟ مون کي ته ڪجهه سمجهه ۾ نٿو اچي. هينئن گول گول ڇا پيو ڳالهائين. صاف ٻڌاءِ نه، ته آخر ڳالهه ڇا آهي.

وجيه : ( غصي ۾) ٻڌڻ ٿي چاهيو ٿا نه، ته ٻڌو، توهان جي ڌيءَ...... توهان جي ڌيءَ بيوفا، مڪار، نيچ، نالائق آهي.

پريتمداس : بيوفا، مڪار، نيچ نالائق آهي. مون تنهنجي چوڻ جو مطلب نه سمجهيو. ( شيلا جو آهستي روئڻ چالو آهي)

وجيه : ( غصي ۾ ) هيءَ نئي پرائي مرد سان نڪيل آهي. منهنجي اکين ۾ ڌوڙ وجهي رهي هئي، آخر ڪن ڪي ڇتري تان پڙدو لهي ويو آهي. هيءَ هڪ مرد سان ملڻ روز ويندي آهي.

پريتمداس : نه نه ، اِئين نٿو ٿي سگهي. منهنجي ڌيءَ اهڙي نه آهي وجيه.

وجيه : مان پنهنجي اکين سان هن کي اُتي ويندو ڏٺو آهي.

پريتمداس : اکيون دوکو به کائي سگهن ٿيون وجيه. ٿي سگهي ٿو ته اُهو هن جو يار نه، پر بيو ڪو هجي، عزيز هجي جنهن سان هيءَ ملڻ ويندي هجي.

وجيه : امپوسيبل ! ( غصي ۾ ) هتي اسان جو ڪوبه مٽ مائٽ ڪونه رهندو آهي.

پريتمداس : ها - ها - ها ، وجيه مان داوي سان چئي سگهان ٿو ته شيلا نردوش آهي. هوءَ نالائق، بيوفا، مڪار، دوکيباز ڪينهي. وجيه تون مون تي وشواس ڪر هوءَ

وجيه : ... تنهنجي يار سان ملڻ نه ويندي آهي.

پريتمداس : ... مون پنهنجي اکين سان ڏٺو آهي، ڇا اُهو به غلط آهي.

پريتمداس : ... پرش کي ڏٺو، اُهو بيو ڪونه پر مان ئي هوس مان، بيو ڪير نه ... گي ايندي هئي.

وجيہ : ( غصي ۾ ) تون اڄ ليٽ ڪانہ آئينءَ ڇا ؟ ايترو سويل آئي آهين تون، تنهنجي
ساهيڙيءَ توکي جلد موڪل ڏيئي ڇڏي ڇا؟ ڀلا ٻڌاءِ تہ سهين تنهنجي ساهيڙي
مرد آهي ڪين عورت.

شيلا : ( غصي ۾ ) بند ڪيو اِها بڪواس مان ڪجهہ بہ ٻڌڻ نٿي چاهيان. آخر توهان
سمجهيو ڇا آهي. مون تي وشواس بہ ايترو رکيوَ نہ .

وجيہ : وشواس! وشواس ڪهڙو رکٽو، روز روز ديرسان گهر اچٽو، ڇا آهي اِهو سڀ؟ اڄ
بہ ويئي هئينءَ نہ پنهنجي يار سان ملڻ. نالائق! مان اڄ سڀ ڏٺو آهي پنهنجين
اکين سان.

شيلا : ( وينتي ڪندي) پليز ڀڳوان جي نالي اِئين نہ چئو. مان - مان نردوش آهيان -
مون تي ڪلنڪ نہ لڳايو- مان نردوش آهيان.

وجيہ : ( چمات هڻندي غصي ۾ ) نالائق، بيوفا، مڪار، دغاباز ڪوڙي ڪوڙ تي
ڳالهائين. مان پنهنجين اکين سان ڏٺو آهي.مون کي بہ ڪوڙو ٿي ٻڌائين.
صبوح جو ڪونہ ويئي هئينءَ بس ۾ پنهنجي يار سان ملڻ ٻڌاءَ ( ٻي چمات).

شيلا : ....... ( شانت) ( رئندي).

وجيہ : ( غصي ۾ رڙ ڪندي ) بس چپ ٿي وئينءَ نہ ؟ مان هڪ پل بہ نہ رهندس هاڻي
هتيھڪ پل بہ نہ .

شيلا : هيڏانهن....... ٻڌو...... ٻڌو تہ سهين..... ڪيڏانهن ٿا وڃو بيهو تہ سهين.
مان - مان سڀ توهان کي ٻڌايان ٿي. ( روئهارڪي آواز ۾ ) ( در زورسان بند
ٿيڻ جو آواز...... شيلا سڏڪا ڀري روئي ٿي ).
( در تي نڪ نڪ...... در کلڻ جو آواز).

شيلا : ڊئڊي توهان! (عجب ۾ ).

پريتمداس : ها پٽ، مان آهيان. ڇو توکي منهنجو اچڻ سنو نہ لڳو ڇا؟

شيلا : نہ ڊئڊي نہ ، اهڙي ڪائي ڳالهہ نہ آهي. توهان آيا، اِهو تہ پاڻ تمام سنو ٿيو.

پريتمداس : شيلو پٽ، ڇو تنهنجي اکين ۾ آنسون؟ تون روئين ٿي ڇا؟ ڇوٿي روئين تون؟

شيلا : ( گهبرائجي ) نہ نہ - مان ڪٿي ٿي روئان- مان ڪانہ ٿي روئان، ڊئڊي مان
ڪانہ ٿي روئان.

پريتمداس : مون سان ڪوڙ ٿي ڳالهائين، پٽ ٻڌاءِ ڪهڙو دکہ اٿئي.

شيلا : ...... روئي ٿي.

پريتمداس : ڇا وجيہ سان جهڳڙو ٿيو اٿئي ڇا؟

شيلا : ...... ڊئڊي..... روئڻ جو آواز.
( در تي نڪ نڪ..... در کلي ٿو).

وجيہ : ( غصي مان ) ڊئڊي توهان! ڪنهن مهل آيا؟

گھسجڻ جو آواز )

وجيہ : ( پاڻ مرادو ) هون ! چوڻ تي تہ جلدي اچجو، من ۾ تہ خوش ٿيندي تہ پلي دير سان اچي. هوءَ پلي پاڻ کي سير چوائي پر مان بہ سوا سير آهيان، اڄ مان هن جو پول کولي ئي رهندس. هوءَ مون کي بيوقوف بڻائي رهي آهي، آخر سمجهي ڇاٿي هوءَ پاڻ کي. اڄ پلي آفيس ۾ دير ٿئي، مان اهڙي هنڌ هلي وهان، جيئن هن کي خبر نہ پوي. ها هوءَ سامهون هوٽل آهي، اندر وڃي وهان ٿو.

( هوٽل ۾ ريڊيو چالو آهي، ڪوپ پليٽن جي ٽڪرجڻ جو آواز )

ويٽر : ڇئو سيٽ ڇا آڻيان، بادشاهي اميري ڪيئن چالو؟

وجيہ : هڪ بادشاهي ۽ ٻہ ڪارا بسڪيٽ ( ترسي )

ويٽر : هان ولو سيٽ هي بادشاهي چانهہ ۽ هي ٻہ ڪارا بسڪيٽ.

( وجيہ چانهہ پيئي ٿو هلڪو ريڊيو جو آواز بہ چالو آهي. چانهہ پيئڻ جو آواز )

وجيہ : ( پاڻ مرادو ) اڇا هوءَ ڪونہ آئي آهي. ٻہ ڪوپ چانهہ جا پيتا اٿم، پندرهان منٽ گذري چڪا آهن. ها، هوءَ نڪتي تہ سهين ها، هوءَ شيلا ئي آهي. هون، اڄ برابر موقعو مليو آهي. ( بس بيهڻ جو آواز )

وجيہ : ( پاڻ مرادو ) اڙي هوءَ تہ بس ۾ چڙهي ويئي ۽ بس هلي ويئي. هي بس الائي ڪنهن محل اچي. ( رڙ ڪندي ) رڪشا ( رڪشا جي بيهڻ جو آواز ) جلدي هن بس جو پيڇو ڪر ( رڪشا جي هلڻ جو آواز ) بس بس هتي بيهار. ( رڪشا جي بيهڻ جو آواز )

وجيہ : ( پاڻ مرادو ) شيلا لٿي آهي. هاڻي مان بہ جهٽ هن جي نظر ۾ ڪونہ ايندس. ( موٽرن، رڪشائن، سائيڪلن هلڻ جو آواز، ٽايرن گسڻ جو آواز ) هوءَ هڪ جڳهہ ۾ داخل ٿي آهي. ها مان هتي بيهي ڏسان تہ ڪٿي ٿي وڃي هوءَ. هوءَ هڪ جهڄهہ وٽ بيٺي آهي. در کڙڪائي رهي آهي، هاڻي ( ٽڪڙو هلڻ جو آواز ) در تہ بند آهي ها دري کليل آهي پر دريءَ کي پڙدو لڳل آهي. هوا جي زور تي پڙدو اُڏيو، مان ڏسان ٿو تہ .... ڏسان ٿو تہ .... ڏسان ٿو تہ شيلا هڪ پرائي پرش طرف جُهڪيل آهي، پرائو مرد پلنگ تي ليٽيو پيو آهي - هيءَ - هيءَ مان ڇا ڏسي رهيو آهيان. هي پڳوان هيءَ هيءَ سڀ ڇا ٿي رهيو آهي. شيلا .... شيلا هحڙي نڪرنٽي، بيوفا، مڪار، دغاباز، نالائق .... مان هتان هليو ويندس .... ڪٿي هوءَ ڏسي نہ وٺي مون کي. ( ٽڪڙو ٽڪڙو هلڻ جو آواز ) ( ميوزڪ چالو ..... ميوزڪ بند ) ( در تي ٺڪ ٺڪ ..... در کولڻ جو آواز )

شيلا : توهان اچي ويا؟ سٺو ٿيو، جو توهان جيئنڊر آيا.

وجيہ : ( عجب ۾ ) صبوح جو ويئي آهي، اَڃا ڪونہ آئي آهي !؟

منوُ : ڊئڊي، هي تہ روز صبوح جو ويندي آهي ۽ هن مهل شام جو گهر ايندي آهي
بس اچڻ ئي گهرجي.

وجيہ : ( ويچاريندي ) صبوح جو ويندي آهي ! شام جو ايندي آهي !! ڪيڏانهن
ويندي هوندي شيلا هر روز ! هيءُ پئسو - ڪٿان ٿو اچي هيءُ پئسو ! بجيٽ
ڪيئن ٿو پورو ٿئي گهر جو ! ڪٿي شيلا نوڪري تہ ڪانہ ڪندي آهي. مون
کان بنا پڇئي !؟ پر نوڪري ڪري ٿي تہ مون کي خبر نہ پيئي ! پر - پر هو
نوڪري نہ ڪندي هوندي، مون هن کي منع ڪئي هئي. ڇا شيلا ( ترسي ) نہ
مان بہ ڪهڙا گندا ويچار من ۾ آڻي رهيو آهيان. شيلا لاءِ نہ .... نہ، شيلا اهڙي
نہ آهي،شيلا اهڙي نہ آهي.

شيلا : توهان ! - توهان اَچي ويا ؟ اڄ سويل آيا آهيو.

وجيہ : ( غصي ۾ ) تون - تون - ڪيڏانهن ويئي هئينءَ ؟

شيلا : ( مسڪرائيندي ) ساهيڙيءَ جي گهر ويئي هئس.

وجيہ : ( رڙ ڪندي ) ڪوڙ ٿي ڳالهائين !؟

شيلا : ( آهستي ) ڪوُڙ ! ڇا جو ڪوُڙ ؟ مان ڪوڙ ڪونہ ٿي ڳالهايان سمجهوَ

وجيہ : ( غصي ۾ ) ڪوڙ ڳالهائيندي شرم نٿو اچيئي. صبوح جو ويئي هئينءَ ۽ هينئر
موٽي آهين، ايتري دير ڇا ٿي ڪيئہ ساهڙيءَ وٽ ؟ ٻڌاءِ ؟

شيلا : ........ ( چپ ٿي رهي جواب نٿي ڏئي )

وجيہ : منهنجي سوال جو جواب نہ مليو شيلا .

شيلا : پليز هينئر مون کي ڪجهہ نہ ڇئو. ڪجهہ بہ نہ. مون کي مٿي ۾ سخت سور
آهي.

وجيہ : مون کي منهنجي سوال جو جواب گهرجي ؟ ( غصي ۾ )

شيلا : پليز شانتي رکو.

وجيہ : نيڪ آ شيلا پر تون جيڪو ڪجهہ ڪري رهي آهين، اِهو نيڪ نہ آهي. پر ياد
رکہ تون مون کي گهڻو وقت گمراهہ نہ رکي سگهندينءَ. ( ميوزڪ چالو ....
ميوزڪ بند )

وجيہ : ( پاڻ مرادو ) اوهہ ڏهہ ٿي ويا ! ( رڙ ڪندي ) شيلا - اَڙي او شيلا .

شيلا : ( اندران ئي ) ڇئو ڪهڙو ڪم اَٿوَ ؟

وجيہ : ڏس مون کي اڄ آفيس ۾ ضروري ڪم آهي. سو مان اڄ شايد دير سان اَچان تہ
خيال نہ ڪجِ. سمجهيئہ نہ.

شيلا : ( اندران ئي ) ٿي سگهيوَ تہ جلد اَچجو.
( رستي تي وري سائيڪلن جي گهنڊڻين جو، موٽرن جي هارن جو ۽ ٽايرن جي

وجيه : هون ( چرڪ پريندي ) !! ؟
شيلا : توهان ڪهڙن ويچارن ۾ گم ٿي ويا آهيو، جو توهان کي ننڊ ئي نٿي اچي. توهان ٿڪجي پيا هوندا، توهان کي آرام ڪرڻ گهرجي.
وجيه : ( غفي ڏيندي ) آرام! هون !! شيلا آرام ڪٿي لکيل آهي منهنجي قسمت ۾. صبح جو تڙ تڪڙ ۾ ڪم لاءِ آفيس ۾ وڃان، اُتي آفيس جي منز ماري ، گهر اچان ته گهر جي ڪل ڪل مٿان وري مهانگائي. شيلا - شيلا جيڪڏهن هڙي ئي حالت رهي نه ته مان پاڳل ٿي ويندس، شيلا مان پاڳل ٿي ويندس. ٻه هزار ته قرض چڙهي ويو آهي. هر مهني گهر جي خرچ جي بجيٽ وڌي ٿي وڃي ٿي، وڃجي ته وڃجي ڪيڏانهن.ڪيئن گهر جي پوُرت پوندي، ڪيئن قرض لهندو؟ ( ترسي ) تون ڪجهه - تون ڪجهه اُيا خرچ گهٽائي سگهنديون!؟
شيلا : ( غصي ۾ ) توهين هي ڇئي چا رهيا آهيو ؟ ڪهڙو خرچ گهٽائي ڪهڙو خرچ گهٽايان ؟
وجيه : شيلو پاڻيءَ جو گلاس ته ڏي.
( گلاس ۾ پاڻيءَ جو آواز )
وجيه : چڱو شيلا، سمهون هاڻي رات ڪافي گهٽي وڌي ويئي آهي. ( ميوزڪ )
( ميوزڪ بند )
وجيه : (رستي هلي رهيل سائيڪلن جي گهنڊڙين، موٽرن جي هارن ۽ ٽاير گهسڻ جو آواز ) ( پاڻ مرادو ) اح - اح برابر ٻه مهنا ٿي ويا آهن جينئر گهر ۾ ڪنهن به قسم جي ڪمي نه رهندي آهي، بجيٽ پوري ٿي ويندي آهي. بچت به ٿيندي آهي. آخر ٻن مهنن ۾ اهڙو ٿيو چا ؟ مهانگائي ته هٽئون پاڻ ڏينهون پوءِ ڏينهن وڃي ٿي وڌندي. ( ترسي ) هوُنءَ مان به ڪهڙو نه بيوقوف آهيان. منهنجي زال سمجهوُ آهي. ڪيئن نه ويچاري ڪر ڪسر سان گهر ويني هلائي. شاباس اٿس. اَج ته اوچتو شيلا کي ياڪر پائي هڪ چُمي ڏيندس ۽ کيس شاباسي ڏيندس.
( در تي نڪ نڪ ) ( در کلي ٿو )
منوُ : ڊئڊي ! توهان !! اچي ويا. اج سويل آيا آهيو.
وجيه : منو تنهنجي ممي ڪٿي آهي !؟ رنڌڻي ۾ آهي چا ؟
منوُ : ڊئڊي ممي ته اجا ڪونه آئي آهي.
وجيه : ( عجب ۾ ) چا چيئه اَجا ڪونه آئي آهي ! ڪيڏانهن ويئي آهي تنهنجي ممي !؟
منوُ : ممي ..... ( ويچاريندي ) ممي - ته الائي ڪيڏانهن ويئي آهي. صبوح جو ويئي آهي اجان ڪونه آئي آهي.

آهيان. مان شادي ڪندس تہ وجيہ سان ئي ڪندس.

پريتمداس : تون چپ ڪر شيلا . تون سکن ۾ پليل آهين، تون دکہ سهن نہ ڪري سگهندينءَ مان توکي ڪيترو نہ لاڏ ڪوڏ سان پاليو آهي، مان توکي دکي نہ ڏسي سگهندس شيلا مان توکي دکي ٿيڻ هرگز هرگز نہ ڏيندس.

شيلا : اُهو منهنجي قسمت ۾ جيڪو لکيل هوندو اُهو ئي ٿيندو ڊئڊي. سکہ لکيل هوندو تہ سکہ جي دکہ لکيل هوندو تہ دکہ ئي ملندو. مان وجيہ سان ئي شادي ڪندس. اِهو جنهن حال ۾ رکندو اُن حال ۾ ئي رهندس. غريب ۽ شاهوڪار ڪو انسان ڪونہ بڻايا آهن ڊئڊي.

پريتمداس : ( غصي ۾ ) تنهنجو دماغ تہ ڪونہ ڦري ويو آهي شيلا. ( نرم ٿيندي ) شيلو پٽ، چڱو هڪ ڳالهہ ٻڌ، جي توهين شادي ڪرڻ چاهيو ٿا تہ پلي ڪيو پر منهنجو هڪ شرط آهي.

شيلا ۽ وجيہ : شرط ! ڪهڙو شرط آهي ڊئڊي ؟

پريتمداس : شرط اِهو آهي تہ وجيہ کي هت رهڻو پوندو اَسان سان گڏ.

وجيہ : توهان جي چوڻ جو مطلب تہ مان گهر جمائي ٿي رهان.

پريتمداس : ها، ان ۾ خرابي ئي ڇا آهي. هت تون سکہ سان رهندين دکہ نہ ڏسندين، موٽرن ۾ گهمندين،مون کي ڏنڌي ۾ ساٿ ڏج.

وجيہ : سيٺ پريتمداس بس ڪيو هاڻي پليز، ڪونہ گهرجن مون کي توهان جون موٽر ڪارون، توهان جا ڏنڌا. مان گهر جمائي ٿي رهڻ نٿو چاهيان سمجهيوَ

شيلا : ڊئڊي ! توهان وجيہ جي بي عزتي ڪئي آهي. توهان هن جي سوَمان کي ڌڪو لڳايو آهي. ڊئڊي مان وڃان ٿي وجيہ سان گڏ. اسين سِوِل مئريج ڪنداسين. مان هينئر ننڍي نہ آهيان بالغ آهيان، پنهنجو پلو برو مان خود سوچي سمجهي سگهان ٿي.

پريتمداس : توهان جو اِهو آخري فيصلو آهي !؟

شيلا وجيہ : ها

پريتمداس : ٻڌي ڇڏ شيلا توکي منهنجي ملڪيت مان هڪ پائي بہ نہ ملندي هڪ پائي بہ نہ سمجهيئہ ؟

شيلا : اسان کي توهان جو ڪجهہ بہ نہ گهرجي ڊئڊي.

پريتمداس : ( غصي ۾ ) نڪري وڃو هتان، مان توهان جو منهن بہ ڏسڻ نٿو چاهيان. تنهنجو ڊئڊي تو لاءِ مري چڪو آهي سمجهيئہ. (رڙ ڪندي)

( فلئش بئڪ پورو )

شيلا : توهان اڃان جاڳي رهيا آهيو، اَڌ رات ٿي ويئي آهي.

شيلا : هيڏانهن - هيڏانهن

منهنجي نبڻن ۾ ننڊ ڪونهي. ويچارن منهنجي دماغ کي گهيري ڇڏيو آهي. (ترسي) اڙي هن پٽ تي ڇا ٿو هلي ؟ هيءَ ته .... هيءَ ته ڪرڙي آهي، هيءَ هاڻي آهستي آهستي هلندي ۽ مڇر کي ڏسندي، ان طرف آهستي آهستي هلندي ۽ ڇهپٽ هڻي ڳرڪائي ويندي مڇر کي. اها هوءَ مڇر کي جهپٽ هڻي ڳرڪائي ويئي ۽ مڇر ويچارو ڦٿڪندي ڦٿڪندي مري ويو ۽ ان ڪرڙيءَ جي پيٽ ۾ داخل ٿي ويو. اڄ ڪالهه جي مهانگائي به هن ڪرڙيءَ وانگر آهي ۽ اسين مڇر وانگر. ڪرڙيءَ وانگر هيءَ مهانگائي به آهستي آهستي هلندي اسان وچولي درجي وارن ۽ غريبن طرف اچي ٿي. پر ..... پر ڪٿي ڇهپٽ هڻي ڳرڪائي نه ولي هيءَ مهانگائي ! جيئن ڪرڙي جهپٽ هڻي مڇر کي ڳرڪائي ويئي. (ترسي) ٻه ٻار ۽ ٻه اسين چار ڄڻا. ڪمائي گهٽ ، آدمي وڌيڪ ۽ مٿان هيءَ مهانگائي اُف ! (ماچيس ڪولڻ جو ۽ تيلي ٻارڻ جو آواز) ڪمائي گهٽ هئڻ جي ڪري قرض به چڙهي ويو آهي، ڪٿان پورت ڪندس مان گهر جي ! ڪٿان لاهيندس مان قرض !! ڪوئي مِٽُ مائٽُ سات نه ڏيندو. ڇو جو مون ۽ شيلا سِوِل مئريج ڪئي آهي نه انڪري منهنجو سهرو به سات نه ڏيندو. شاهوڪار آهي ضرور پر هو سات نه ڏيندو. (ياد ۾ ميوزڪ .... فليش بئڪ)

پريتمداس : تون ..... تون منهنجي ڌيءُ سان شادي ڪندين .....!!؟ تون - تون منهنجي ڌيءُ سان شادي ڪندين !!؟ (کلي ٿو) ها - ها - ها - تون منهنجي ڌيءُ سان شادي ڪندين ؟ (ٽونڪ واري انداز ۾) حيثيت ڏٺي آٿئي پنهنجي ۽ هليو آهين وڏن جي ڄڻيءَ ۾ پير پائڻ. مسٽر وجيه تو سمجهيو ته مون وٽ نوڪري ڪندا آهن، نوڪري سمجهيو. ڪٿي تون هڪ مڊل ڪلاس ۽ ڪٿي اسين شاهوڪار بنگلن، موٽرن ڪارن، نوڪرن چاڪرن وارا. تنهنجي شادي شيلا سان ممڪن ڪونهي ۽ ها ڪڍي ڇڏ شيلا جو خيال دماغ مان.تو جهڙي ڪنگال کي مان پنهنجي ڌيءُ ڏيئي مان پنهنجي ڌيءُ کي دکي ڪرڻ نٿو چاهيان سمجهيءِ.

وجيه : پر - پر مان شيلا کي سچو پيار ڪيان ٿو، سچي دل سان چاهيان ٿو. شيلا به مون کي چاهيندي آهي. مان شيلا کي هر طرح خوش رکڻ جي ڪوشش ڪندس.

پريتمداس : شيلا نادان آهي، ٻار آهي، هن کي ڪهڙي خبر ته اميري غريبي ڇا ٿيندي آهي. هن محلن ۾ رهي ڏٺو آهي، موٽرن ۾ گهمي ڏٺو آهي، سو هوءَ تنهنجي جهوپڙيءَ ۾ رهندي !؟ نه هرگز نه ٿيندو اِئين. منهنجي ڌيءُ سکن ۾ پليل آهي ۽ مان هن کي دکه جي نلاءَ ۾ ڌڪو نه ڏيندس سمجهئي.

شيلا : (رڙ ڪندي غصي ۾) ڊئڊي توهان هيءُ ڇئو ڇا پيا!؟ مان وجيه کي چاهيندي

وجيہ : منو هيڏانهن اچ ڇا آهي، ٻڏاءِ ڇو پيا وڙهو پاڻ ۾
منو : .........
وجيہ : هيءُ گهر آهي ڪين جهنگل (غصي ۾ هڪ هڪ چماٽ ٻنهي کي هڻي ٿو ٻئي ٻار روئن ٿا.)
وجيہ : (پاڻ مرادو) هيءُ ...... هيءُ گهر آهي ! هيءَ زندگي آهي !؟ آفيس وڃ ته آفيس جو ڪم. جي ٿر پل دير ٿئي ته صاحب جا دڙڪا ۽ گهر اچ ته هيءَ ڪل ڪل لڳي پيئي آهي. مان -مان ته تنگ اچي ويو آهيان. هن زندگيءَ مان وڃان ته ڪيڏانهن وڃان.
شيلا : (اندران ئي رڙ ڪندي) ڇا آهي ؟ آهي ڇا، آخر ٻار روئن ڇو ٿا ؟
وجيہ : ڇا آهي، شيلا ڇا جون ٿي رڙيون ڪرين ؟
شيلا : (داخل ٿيندي غصي ۾) رڙيون مان ٿي ڪريان ڪين توهان ٿا ڪريو ۽ - ۽ هينئن ٻارن کي ماربو آهي ؟ گهر ۾ اچڻ سان ئي ٻارن کي مارڻ چالو ڪيو اٿوَ.
وجيہ : (تنگ ٿيندي) شيلا، مان ٻه ڇا ڪيان. تون پاڻ سمجهہُ آهين. آفيس مان ٿڪجي ٽٽجي گهر اچان مٿان وريءَ هيءَ ٻارن جي ويڙهہ. ٻڌاءِ - ٻڌاءِ ته انسان تنگ ٿيندو ڪين نہ.
شيلا : پر ٻہ ٻار آهن، اُتي ئي وڙهن اُتي ئي نهن. (ترسي) چڱو چڱو هلو هاڻي هٿ منهن ڌوئي اچو تيستائين مان رسوئي پائي ٿي اچان.
(پاڻي هارڻ جو آواز، گُرڙي ڪرڻ جو آواز)
وجيہ : (پاڻ مرادو) هي پڳوان هيءَ ٻہ ڪا زندگي آهي. هھڙيءَ زندگيءَ کان تہ گهر ڇڏي جهنگل ۾ وڃي سنياسي ٿجي. نہ گهر جي کٽ پٽِ، کل ڪلِ ۽ نہ آفيس جي مغز ماري. (رڙ ڪندي) شيلا (ترسي) اڙي او شيلا ......
شيلا : (اندران) اچان ٿي اچان، رَڙيون ڇوٿا ڪريو (ويجهو ايندي) ها چئو، ڇا آهي ؟ ڪھڙو ڪم ڦاٿو اٿوَ مون ۾ ؟
وجيہ : ٽوال ...... ٽوال ڪٿي آهي ؟
شيلا : هي ڇا آهي ...... سامهون تہ ٽنگيو پيو آهي، اجايو وينا رڙيون ڪيو. گهٽ ۾ گهٽ ڏسو تہ سهين، الائي ڪھڙي ويچارن ۾ ٿا رهو اڄ ڪالھہ.
وجيہ : چڱو، چڱو هاڻي هل هتان. جلدي هلي رسوئي پاءِ تہ مان اچان ٿو.
(ميوزڪ چالو ...... ميوزڪ بند)
گهڙيال جي ٽڪ ٽڪ جو آواز گهڙيال ١٢ گهنڊ جا نڪاءَ هڻي ٿو، گهڙيال جي ٽڪ ٽڪ چالو آهي.
وجيہ : (پاڻ مرادو) اوہ ! ٻارهان ٿي ويا رات ڪافي گذري چڪي آهي. سڀ سمهيا پيا آهن. هڪ هڪ مان ئي جاڳي رهيو آهيان. مان ئي جاڳي رهيو آهيان.

# ديوار هٽي ويئي

## گرداس آهوجا ” آ جيہ“

پاترः-

| | | | |
|---|---|---|---|
| .۱ | وجيہ | : | شيلا جو مڙس |
| .۲ | شيلا | : | وجيہ جي زال |
| .۳ | پريتم داس | : | شيلا جو پيءُ وجيہ جو سهرو |
| .۴ | ٻہ ٻار | : | منو ۽ رميش- شيلا ۽ وجيہ جا ٻچا |
| .۵ | ويٽر | : | هوٽل ۾ نوڪري ڪندڙ |

(در ڪلڪ جو آواز..... منو ۽ رميش پاڻ ۾ وڙهي رهيا آهن)

منو : هيءُ بال منهنجو آهي.
رميش : هيءُ بال منهنجو آهي. پاپا منهنجي لاءِ آندو آهي.
منو : مميءَ منهنجي لاءِ آندو هو.
رميش : نہ منهنجو آهي.
منو : نہ منهنجو آهي. ...... پاڻ ۾ وڙهن ٿا.
وجيہ : ( غصي ۾ ) ڇا آهي هي سڀ ؟ هان، ڇا آهي هي سڀ ؟ ڇا جو گوڙ آهي ؟ ڇو ٿا پاڻ ۾ وڙهو ؟
( ٻار چپ ٿي ويا بلڪل شانت )

| | | |
|---|---|---|
| نالو | : | گرداس آهوجا. |
| جنم | | راجڪوٽ (گجرات)، ۲-۲-۱۹۵۴ |
| ڇپايل ڪتاب | : | سنڌيءَ ۾ چار. |
| پيشو | : | واپاري. |
| پتو | : | پرڪاش پون، ۹-گايڪوارڙي پلاٽ، راجڪوٽ-۳٦۰۰۰۱ (گجرات). |

كشورداس : چا چيئہ ؟

مايا : ( ششدر ٿيندي ) منھنجو مطلب آھي انجام ٿي ڪريان ڊئڊي.

ڪانتا : ھي سڀ چا آھي ؟

كشورداس : اڄ ڪانپوءِ ھي سڀ توکي نہ، مونکي ڏسڻو آھي ..... ھا تہ مايا، تون ھينئر ئي اسڪوٽر ڪڍي مھاراج مولچند کي پاڻ سان وٺي اچ ...... ( ٿورو ترسي ) اڙي ! ...... ھيئن وات ڦاڙي چا ٿي ڏسين ؟ ...... جلدي ڪر.

مايا : ( ٻاھر ويندي - خوشيءَ وچان - پريان آواز ) ھا ھا ڊئڊي، ..... بس پنجن منٽن ۾ مھاراج کي وٺي ٿي اچان ! ..... ( اسڪوٽر جي چالو ٿيڻ جو آواز - پريان )

كشورداس : ڪيئن ٿي ڀانئين ڪانتا ! ..... تنھنجي اُن بدليل زماني جيڪي ڪتا اَنگور، توکي کارائڻ چاھيا ٿي، اُنھن جو چشڪو وٺڻ کان بچي وَئينءَ ...... اھڙي پل مان سمجھان ٿو، وري نہ ڪندينءَ !!

ڪانتا : منھنجي سِر تان ڀاڻ بار لٿو، ھاڻ توھين ڄاڻو توھان جا ٻار ڄاڻن.

مرلي : پر ڊئڊي، اِھا بدليل زماني جي پُل واري ڳالھہ منھنجي سمجھہ ۾ نہ آئي.

كشورداس : ( مشڪندي ) گھبراءِ نہ پُٽ، شاديءَ ڪانپوءِ اُھا پُل تون پاڻيھي سمجھي ويندين ...... پر پھرين پنھنجي مميءَ کان، ان خوشيءَ ۾ ھڪ ٺھڪ ڏياري ڏيکار.

مرلي : ( مشڪندي ) چڱو ممي، اڄ منھنجي نالي تي ھڪ ٺھڪ تہ ڏيو.

( كشورداس جو پريان کلڻ )

ڪانتا : توھين ٻئي سَھرو نالي وينا ٺھڪ ڏيو.

مرلي : نہ نہ ممي ..... ٺھڪ ڏيڻو ئي پوندو.

ڪانتا : ( پاڻ چڊائيندي ) اڙي چڊ ڪٽي ! ..... ( كشورداس جو کلڻ )

مرلي : نہ نہ ممي، توھان کي منھنجو قسم ! .....ٺھڪ ڏيڻو ئي پوندو ..... آيو رام!! ھا ..... ھا ...... ھا ..... او ائين !!!

( ڪانتا، مرلي ۽ كشورداس جا زور زور سان ٺھڪ ڏيڻ جو آواز )

نوٽ :- ھِن ناٽڪ جي پاترن جا نالا فرضي آھن،ڪنھنجو بہ ڪنھن سان سِڌو يا اَڻسِڌو لاڳاپو ناھي.

اڇي سيٺ سوپراج سان منهنجي مائٽيءَ جي باري ۾، ويهن هزارن جي ڏيتي ليتيءَ جو سودو ڪري، اڍائي هزار ياڻ هڙپ ڪرڻ ٿي چاهيا، هُن ڪين اِهو به نه ٻڌايو ته منهنجو مٺڙو مايا سان اڳ ۾ ئي ٽيل آهي.

ڪانتا : اهڙي ڪميٽي کي ته بندوق جي منهن ۾ ڏيڻ گهرجي.

مرلي : ( مشڪندي ) نالو چاڻڻ ڪانپوءِ ، توهان شايد اِئين نه ڪريو ممي.

ڪشورداس : مان سمجهي ويس اهو شخص ڪير ٿو ٿي سگهي.

مرلي : ( مشڪندي ) ته پوءِ ڊئڊي، توهين ئي اُن شخص جو نالو مميءَ کي ٻڌايو.

ڪانتا : ها ها ..... اهڙي نيچ شخص جو نالو ٻڌائڻ ۾ هٻڪڻ جي ڪهڙي ضرورت آهي ؟

ڪشورداس : ( گنڀيرتا سان ) ته پوءِ ڪن کولي ٻڌ. اُهو نيچ شخص ٻيو ڪير نه پر مغربي سڀيتا جي رنگ ۾ رڱيل 'مور'، يعني تنهنجو مامو مورند مل آهي، جو اڍائي هزارن جي لالچ تي پنهنجي ڀيڻ جو گهر برباد ڪرڻ تي ڪمر ڪشي بيٺو آهي.

ڪانتا : ( حيرت وچان ) هي توهين ڇا چئي رهيا آهيو ؟

مرلي : ڊئڊي سچ چئي رهيا آهن ممي ..... اُهو توهان جو مامو ئي آهي جو مائٽن کي پنيائي، ڏيتي ليتيءَ جي لالچ ڏيئي، اسان پنهي خاندانن جي عزت جو نيلام ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهي.

ڪانتا : ( ڪاوڙ ۾ ) مونکي ڏيءَ نانيءَ کان مٿي، اهو مُٺو منحوس مامو ڪونهي. اهڙي نالائق کي لت هڻي ٻاهر ڪيندس.

ڪشورداس : مامي کي لت هڻي ٻاهر پوءِ ڪڍبو، پهرين منهنجي ڳالهه ٻُڌ ......... ( مرليءَ کي ) مرلي، توهان جي شادي جيڪڏهن نن ڏينهن اندرتڪڙي ٿي وڃي ته توکي اعتراض آهي ؟

مرلي : مونکي ڪوبه اعتراض ڪونهي ڊئڊي.

ڪشورداس : لبڪه آهي، مان هينئر ئي فون ڪري تنهنجي ماءُ پيءُ کي گهرائي ٿو ونان ...... ( مايا کي پريان سڏ ڪندي ) مايا !

مايا : ( اندرئين ڪمري مان ڊوڙي ايندي ) يس ڊئڊي !

ڪشورداس : وري اهائي انگريزي ! .... انجام ڪر ته اڄ ڪانپوءِ مائٽن سان انگريزيءَ بجاءِ سنڌيءَ ۾ ڳالهائيندينءَ !

مايا : پرامز ڊئڊي.

وچ ۾ اِهو ولائتي مور، هِن گهر ۾ نہ ايندو ..... تيستائين اِها هوا گهر کان ٻاهر نہ ڦهلجڻ .........

مايا : ( وچپر - پريان، اندرئين ڪمري مان ايندي ) ممي .... ممي !! هوُ سامهون ڏس ڪير پيو اچي !!!

ڪانتا : ( حيرت وچان ) اڙي ! .... هي تہ مرلي اچي رهيو آهي !!

ڪشورداس : ( عجب ۾ ) مُرلي ! .... (لهجو بدلي - آهستي ) خير توهان ٻئي خاموش رهجو ..... مان پاڻيهي ڳالهائيندس ...... هيءُ منجهيل سُٽ هينئر مونکي ئي سُلجهائڻو آهي ...... ( کيس ڪيڪاريندي - مشڪندي ) اَچ مُرلي اَچ.... ڪيئن ٺيڪ آهين نہ ؟ ..... اچڻ جو اطلاع بہ نہ ڏنئہ !

ڪانتا : ( آسيس ڪندي ) جُٽ پُٽ ! ..... شل سدائين خوش هجين !

مُرلي : پر ڊئڊي، لڳي ٿو توهان کي ڪنهن بہ ڳالهہ جي خبر ڪانهي.

ڪشورداس : ڪهڙي ڳالهہ ؟

مرلي : ماڻهن بصر ڀڄي بانس ڳانڌيڌام تائين پهچائي ڇڏي آهي ۽ توهان اڃا تائين اڻڄاڻ آهيو !

ڪانتا : ويهہ تہ سهين پُٽ !

ڪشورداس : ( مشڪندي ) ها ها مرلي، ويهہ ...... چانهہ پاڻي پيءُ ، پوءِ ويهي ٿا ڳالهيون ڪريون.

مرلي : ( ٿڌو شوڪارو ڀريندي ) هينئر پيٽ ۾ ساهہ پيو آهي. خير چانهہ تہ پوءِ پيئندس ڊئڊي، ( مايا کي ) ڀهرين مايا، ٿڌي پاڻيءَ جو گلاس ڀري اچ.

مايا : ( خوش ٿيندي ) پاڻيءَ کان اڳہ ۾، ڀهرين هي پاپڙ ڪاٽڻا پوندوَ !

ڪانتا : ( خوش ٿي - مشڪندي ) لڳي ٿو مرليءَ جي اچڻ کان اڳہ ۾ ئي مايا، هي پاپڙ پچائي رکيا هئا ..... ( سيني جا گڏيل ٺهڪ )

ڪشورداس : ( ٺورو گنڀير ٿيندي ) هِن خوشيءَ سان ڀريل وايو منڊل ۾ ٿوري دير اڳہ ، غم جا ڪارا ڪڪر ڇانيل هئا مرلي !

مرلي : ( حيرت وچان ) تہ ڇئبو اِها هوا هتي بہ هلي چڪي آهي !

ڪشورداس : ها مرلي، اِها بدليل زماني جي هوا،توهان کان وڌيڪ اسان وٽ هلي رهي آهي.

مرلي : پر ڊئڊي، پنهنجي طرفان خاطري ڏيڻ کان اڳہ، مان اُنهن افواهن جي باري ۾ توهان کي ڪجهہ ٻڌائڻ چاهيندس.

ڪانتا : ها ها، چئہ پُٽ.

مرلي : حقيقت ۾ ممي، توهان جي ئي هڪ ويجهي عزيز اسان وٽ، گانڌيڌام ۾

.... ڪانتا !! ..... ( ٿورو ترسي ) آخر اُهو ئي ٿيو جنهنجو مونکي ڊپ هو !!
..... شاديءَ کان اڳ ڇوڪري ڇوڪريءَ کي پرائي گهر رات رهڻ جي اِجازت ڏئي ، مرڪي ٿي مون سان ڳالهه ڪرين ته ڇوڪري ڏينهن سان آهي !!!
...... هڪ ولي ڏيءَ جي ستياناس ڪري، هاڻ بدناميءَ جا بناوٽي ڳوڙها ڳاڙي ويلي آهين !!! ڪائي ڏينهه ولائتي سيپتا جا ڪڻا آنگور ؟ ..... اِيا ڇڏ ڇُرواڳه ٻارن کي ! ننڍي نانيءَ کي اِيا به سچو سال پاڻ وٽ رهائج ..... اُن ۾ خاندان جي ناموس ٿيندي ! ..... گهر گهر ۾ تنهنجي چرچا ٿيندي ..... پاڻ سان گڏ منهنجو به منهن ڪارو ڪري ڇڏيئه !! .... هينئر ڪهڙو منهن کڻي مان دڪان تي ويندس ؟ ...... اورو پاڙو، کهلي بازار، جتان به لنگهندس، ماڻهن جا اِشارا مون ڏانهن ئي هوندا .......

ڪانتا : ( وچيِر ) توهين پنهنجي ئي ڳالهائيندا رهندا يا ڪجهه منهنجي به ٻڌندا؟

ڪشورداس : ( ڪروڌ ۾ ) بڪواس بند ڪر ! ..... تنهنجي ٻڌڻ سان ئي ته هيءَ نوبت آئي آهي ...... اُن لاءِ جوابدار تون نه پر مان آهيان ...... تنهنجي ولائتي مامي مور جو پير ، هن گهر ۾ پوڻ سان، تون ستين آسمان تائين پهچي وئينءَ ...... ٻاهرين ڏيکه ويکه ۽ اجائي آڊمبر حي اوٽ ۾، تو ٻارن ۾ غلط سنسڪار وڌا آهن.

ڪانتا : ته پوءِ هلايو دڪان سان گڏ گهر جو به ڪاروبار ! ..... مونکي ڪهڙي لاچاري پئي آهي .......

ڪشورداس : ( وچيِر ) ها ها، هلائيندس .....( زور سان واکو ڪندي ) خبردار ! ..... جيڪڏهن منهنجي اِجازت کانسواءِ هن گهر ۾ ڪير به آيو ويو آهي ته مان اُن کي ڏسي وٺندس ..... ڪَنن مان ڪپه ڪڍي ٻڌي ڇڏ ..... اَڄ کان پوءِ هن گهر ۾ تنهنجي مامي مورند جي هڪ به نه هلندي.

ڪانتا : هُن کي وري ڪنهنجي غرض پيئي آهي ڇا ؟

ڪشورداس : ( زور سان ) آسان کي به سندس غرض ڪانهي ! ..... انهيءَ تنهنجي بدليل زماني جي پُوٽ کي، مان لتون هڻي گهر کان ٻاهر ڪڍندس !! هيل تائين اِهو سڀ مان چپ چاپ ڏسندو رهيس، پر هينئر .......

ڪانتا : ( وچيِر ) انهن آجاين رڙين ڪرڻ کان، ڏيءَ جي باري ۾ ڪجهه سوچيو.

ڪشورداس : ( سهڪندي ) مون سڀ سوچي ڇڏيو آهي.

ڪا : ڇا سوچيو اٿو ؟

...اس : ! ...ڪيِ ٻڌائڻ جي ضرورت ناهي ...... مان اڄ ئي ڳانڊيڏام ويندس ۽ هن ...ڏ ۾ ئي شاديءَ جو مهورت ڪڍائي، پوءِ واپس ايندس. پر ياد رکج، ان

رستو ٿوڙي، مرليءَ جو مڱڻو، توهان جي دوست ديوان دولترام جي ڌيءَ
دمينتيءَ سان ٿي به ويو آهي.

کشورداس : اِها نه صرف اڻ ٿيڻي پر ناممڪن ڳالهه آهي، ڇاڪاڻ ته مرليءَ جو پيءُ اُنهن
مان نه آهي، جيڪي مائٽي ٽوڙڻ ۽ جوڙڻ جي وڌندڙ مرض کي فئشن سمجهندا
هجن. هوُ اسان وانگر پئسي کان وڌيڪ، خاندان جي عزت کي وڌيڪ وزن
ڏيندو آهي.

ڪانتا : توهان کي ڪهڙي خبر ؟ زمانو بدليو آهي، اُن سان گڏ ماڻهو به بدلجي ويا
آهن ...... مرليءَ پيءُ وٽ هينئر اڳيون پئسو نه رهيو آهي. ڪيس به نياٽيون
اجا اُڪلائٽيون آهن ۽ ڪمائيندڙ صرف هڪ پٽ آهي ..... اهڙي حالت ۾،
پئسي جي لالچ ڪانئس اِهو ڪم نٿي ڪرائي سگهي؟

کشورداس : نه، هرگز نه ! .... مان مرليءَ جي پيءُ کي چڱيءَ طرح سڃاڻان . شاديءَ جهڙي
پوتر بنڌن کي هوُ گُڏي گُڏيءَ جي راند نه سمجهندو آهي...(ٿورو ترسي) پر
مان سمجهان ٿو اِهي اجايا سجايا مَن گهڙت پوُٽ ٻچڻ وارو ٻيو ڪير نه پر
تنهنجو اِهو، ” ولائتي مور آهي“ !

ڪانتا : پر مان ٿي چوان هُن کي ڪوڙ ڳالهائڻ جو ضرور ئي ڪهڙو پيو آهي....سموري
حقيقت، گانڌيڌام مان ڪنن سان ٻڌي آيو آهي.

کشورداس : تنهنجي ان ولائتي مور جا پير هن گهر ۾، مونکي شروع کان ئي نه وڻندا آهن.
هِن گهر جي مان مرياداا ۽ هلت چلت کي هوُ اندران ئي اندران ڪاٽ هڻي رهيو
آهي ...... (ٿورو ترسي) خير، ڪجهه به هجي، پر انهن واهيات افواهن کي
دوُر ڪرڻ لاءِ، مان اڄ ئي گانڌيڌام وڃي، شاديءَ جي تاريخ پڪي ڪري
ايندس.

ڪانتا : ( ٺڏو شوڪارو ڀريندي ) ڀڳوان ڪري اِهي سڀ ڳالهيون شل ڪوڙيون هجن، نه
ته انرٿ ٿي ويندو ! ..... اُهو به ٻٽو انرٿ !!

کشورداس : ( پورو نه سمجهندي ) ٻٽو انرٿ ! .... ڇا مطلب ؟

ڪانتا : مائٽي ٽٽڻ جي مونکي ايتري پرواه ناهي، جيتري مايا جي بدناميءَ جي.

کشورداس : ( سوالي نظر سان ) مايا جي بدنامي ! ... آخر تون چوڻ ڇاٽي چاهين ؟

ڪانتا : توهان شايد مايا جي روئڻ جو ڪارڻ نه سمجهيو ..... پنهنجي ڪَئي جو ڪِيتو،
پاڻ سان گڏ مائٽن کي به لوڙائي، مُنهن ڪارو ڪري، هينئر اُلٽيون ڪري
رهي آهي ...... نِياڳي هينئر ڏينهن سان آهي !!

کشورداس : ( فضا ۾ هڪ زوردار گرجنا ڪندي، ميز تي رکيل شيشي جو گلاس ڪٽي، زور سان
سامهون پٽ تي اُڇلي ٿو - گلاس جي ٽڪر ٽڪر ٿيڻ جو زوردار آواز ) ڪانتا !

كانتا : ( ڇينڀيندي ) تنهنجو نہ تہ ڇا، منهنجو ڏوهہ آهي ؟ ...... ڳجهڻ ڦرڻ جي آزادي ، توکي خاندان جي عزت تي ٽڪو لڳائڻ لاءِ ڏني هئم ؟ ....(سِسڪيون ڇالو)شرم حياءَ جا ليڪا لتاڙڻ کان اڳہ ۾ ٻڌي نتي مُئينءَ ؟؟؟

مايا : ( روئندي ) ان ۾ مان ڇاتي ڪري سگهان ممي ! ..... توئي تہ ڇئي ڇڏيو تہ فنڪشن پوري ٿيڻ ڪانپوءِ، رات ريتا جي گهر رهي پئجو !!

كانتا : ( ڪاوڙ ۾ ) ڏوڙ پئي آهي تنهنجي منهن ۾! ..... پاڻ سنڀالڻ تنهنجو فرض هو ڪين منهنجو ؟ ..... ( سِسڪيون ) جڏهن ڪاليج فنڪشن بہ سويلئي پورو ٿيو تہ پوءِ رات رهڻ جو ڪهڙو ضرور هو ؟

مايا : مرلي ءِ ريتا جي زور ڀرڻ تي ئي مان رهيس ...... ( سِسڪيون )

كانتا : ( تکي آواز ۾ ) ڏوڙ پاتئہ پنهنجي منهن ۾ ! ...... ٻڌي مرڻ گهربو هوءِ ...... بي شرم، منهن ڪارو ڪرڻ کان اڳہ ، مائٽن جي عزت جو بہ نہ سوچيئہ ؟

مايا : ( زور سان سِسڪيون ڀري روئندي ) ممي !!!

كشورداس : ( وچين ڪمري مان- پريان آواز ) ڪانتا ! ......او ڪانتا !! ...... اڙي ڀائي ڳالهہ ڇا آهي ؟ ..... هي مايا ڇو روئي رهي آهي ؟

كانتا : ( پريان ) ها ها ..... اچان پيئي ! ..... ( مايا کي ) بس ڪر هاڻ ....(هلندي)ميڪ ميڪ ڪري روئي، هاڻ حجہ کي ڏيکارڻ ٿي چاهين ؟

كشورداس : ( پريان ڪانتا کي ايندو ڏسي ) ڪهڙي ڳالهہ آهي ڪانتا ؟

كانتا : ان ڳالهہ تي پوءِ ٿا اچون. پهرين اِهو ٻڌايو تہ توهان جي ڪنن تي ڪو پرلاءُ پيو آهي يا نہ ؟

كشورداس : ڪهڙو پرلاءُ ؟

كانتا : تہ توهان جو سکيلڏو لالچي سيٺ، وڏيڪہ ڏيتي ليتيءَ جي لالچ ۾ اچي، مُرليءَ جي مائٽن ٽوڙڻ ٿو چاهي.

كشورداس : ( ڇرڪہ ڀريندي ) ڪير ٿو چوي ؟

كانتا : ماڻهو ٿا چون ٻيو وري .....

كشورداس : ( وچير ) ماڻهن جو ٻيو ڪم ئي ڪهڙو آهي ! .... ٻہ گهر ناحق بدران ڏاهڻ ۾ ئي کين مزو ايندو آهي ..... تنهن ڪانسواءِ مرليءَ جي پيءُ جهڙي خانداني مان مرياد ا ءِ عزت دار شخص ۾ منهنجو پورو وشواس آهي.

كانتا : اُنهيءَ ئي شخص توهان سان وشواس گهات ڪري، ويهہ هزار روڪہ ڏيتي لبتي وني، مرليءَ جو مڱڻو ٻئي هنڌ ڪري بہ ڇڏيو آهي.

كشورداس : اها سڀ زناني بڪواس آهي.

كانتا : اِها بڪواس نہ پر حقيقت آهي. مون تہ ايتري قدر بہ ٻڌو آهي تہ اسان سان

اڙي ھي تہ سامھون مُرلي پيو اچي ! ( آھستي ) ھوشيار رھج مايا ! ....
( پريان آواز ) اچ اچ مُرلي اچ ...... ڪيئن گھر ڳولھڻ ۾ تڪليف تہ ڪانہ
ٿيئہ ؟

مُرلي : ( پيرين پوندي ) نہ نہ مَمي، پريان ڪشن گھر ڏيکاري ھليو ويو.

ڪانتا : ( ٻانھن ڪان جَھلي اُٿاري، آسيس ڪندي )جُٽ پُٽ، شل سدائين خوش ھجين
(مايا ڏانھن اِشارو ڪندي ) ڇڱو، ھِن سان مِل مُرلي، ھيءَ ......

مايا : ( وچپر - ھٿ وڌائيندي ) ” ويري گليڊ ٽو ميٽ يوُ “.!

مُرلي : ( ھٿ ملائيندي ) مونکي بہ گڏجي خوشي ٿي.

ڪانتا : ( مشڪندي ) اڙي ! توھان ٻئي ھٿُ ھٿَ ۾ مِلائي تہ اِئين گڏجي رھيا آھيو،
جڻ ھڪ ٻئي کي اڳ ۾ بہ ڏٺو ھجيوَ !

مُرلي : ( مشڪندي ) ڀيو نہ تہ فوٽا تہ ضرور ڏٺا آھن مَمي! ( ٽنھي جا ٽھڪ )

ڪانتا : ( مشڪندي ) اِھا برابر ڳالھہ آھي ...... ڇڱو مُرلي، مون توھان جي ھمڻ جو
اڄو ڪو پروگرام تيار ڪري ڇڏيو آھي ....... اڄ تون مايا سان گڏ پڪچر تي
ويندين.

مُرلي : ھرو ڀرو اڄ ئي وڃڻو پوندو ؟

ڪانتا : ھا، پڪچر تان ئي سِڌو ڪاليج فنڪشن تي بہ گڏ ويندءُ، ۽ ھا ....ڀيو ٻڌ مايا......

مايا : ( وچپر ) پر مَمي ......

ڪانتا : ( وچپر ڪٽي ) پر ٻر ڪجھہ بہ نہ ...... ۽ ھا ....... مرلي، تون اِھو چمپل لاھي
بوٽ پائي وڃج.

مُرلي : بوُٽ تہ مون وٽ ڪونھي.

ڪانتا : تہ پوءِ مايا ، تون شيام جو بوُٽ ڏينس تہ پائي وڃي.

مايا : پر ممي، شيام جو پير ڊگھو آھي، موھن جو بوٽ نھي ايندس.

ڪانتا : تہ پوءِ نيڪہ آھي، اُھو ڏجانس...... ۽ ڀيو ٻڌ مايا، مان ھينئر ڪم سان بزار
وڃي رھي آھيان، توھين جلدي پڪچر تي وڃجو .......( پريان ويندي )
اسڪوٽر جون چاٻيون مشين جي خاني ۾ پيئون اِٿيئي ! ..... او ....ڪي....!
”بيسٽ آف لَڪہ ٽو بوٽ آف يوُ .....!! “ سي ... يوُ !!!

مايا۽ مرلي : ( پريان ٻئي گڏ ) ” ٿئنڪہ يوُ ! ..... ٿئنڪہ يوُ ممي !! ..... باءِ !!!“

---: درشيہ ٻيون : ---

( اندرئين ڪمري مان مايا جي روئڻ ۽ سِسڪين جو آواز )

مايا : ( سِسڪين جي وچپر ) پر ممي ! ..... اِن ۾ منھنجو ڪھڙو ڏوھہ ممي !

مايا : ( پريان آواز - آڳئين دروازي کان - ٻوڙنديي ) ممي ! .... ممي !!

ڪانتا : ( پريان ) اِڇا ! ...... مان هتي آهيان مايا !!

مايا : ( پريان - روسامي واري آواز ۾ ) اوه مَمي ! .... واٽ اِز دِس مَمي ؟

ڪانتا : ( ويجهو آواز ) ڇو ڇو ..... توکي وري ڇا ٿيو ؟

مايا : ( ويجهو آواز ) ڏس نہ ممي ريتا جي چوڻ تي پڪچر جون ٻہ ٽڪيٽون ورتيون آيس ...... ( روسامي واري آواز ۾ )" بٽ دَ بِلڊِي گرل هئز نات ٽرند آپ !"

ڪانتا : وري گهر ۾ انگريزي !

مايا : آوه مَمي ! ..... تون ئي تہ چوندي آهين، هن بدليل زماني ۾ سڀني سان انگريزيءَ ۾ ڳالهائڻ گهرجي !

ڪانتا : اِهو سڀ گهر کان ٻاهر، مائٽن سان تہ سنڌيءَ ۾ ڳالهاءِ.

مايا : ( ماءُ جي ڳچيءَ ۾ ٻانهون وجهي لڙڪندي )" آءِ اَئم سو ساري مَمي !" .....مان بہ ڇا ڪريان مَمي، عادت پئجي ويئي آهي.

ڪانتا : چڱو نيڪہ آهي، پر پڪچر ۾ ڪهڙي شو جو پروگرام ٺاهيو اٿوَ؟

مايا : سيڪنڊ شو مَمي. " آفٽر وَرڊس وِئي وِل اَٽينڊ اَوَر ڪاليج فنڪشن" ......(غلطي محسوس ڪندي) " اوه ! .....آءِ اَئم ساري !! ....منهنجو مطلب آهي، پوءِ اسان کي ڪاليج فنڪشن اَٽينڊ ڪرڻو آهي.

ڪانتا : خير، اِح پروگرام ۾ ريتا جو توسان ڪئنسل.

مايا : ڇو مَمي ؟

ڪانتا : سوال جواب بند،پهرين منهنجي ڳالهہ ٻڌ ......مُرلي مهني جي ٽرينگ لاءِ هتي آيل آهي، ان ڪري ......

مايا : ( وچڙ) ڪهڙو مُرلي مَمي؟

ڪانتا : اهوئي جنهن سان تنهنجو مڱڻو ۽ ڇهن مهنن کانپوءِ شادي فڪس ٿيل آهي.

مايا : ( لاڏ وچان ) نو ..... نو...... مَمي ...... پليز !

ڪانتا : پليز پليز ڪجهہ نہ. مان جيڪي چوان اهو ڌيان سان ٻڌ. مهنو اسان وٽ رهندو، بس هينئر اچڻ وارو آهي. تون جيڪ ملائي آزاد نموني ساڻس گڏجنديءَ ....... ريتا بدران مُرليءَ سان گڏ،پڪچر تان تي سڌو ڪاليج فنڪشن اَٽينڊ ڪنديءَ .......

مايا : ( وچڙ - لاڏ سان )اوه ..... مَمي !

ڪانتا : ۽ ٻيو ٻڌ، ڪاليج جو ٻنڌ پري آهي، فنڪشن تي دير ٿي وڃي تہ رات ريتا جي گهر رهي پئجو، فون ڪري اچايو وقت وڃائڻ جي بہ ضرورت ناهي ...... منهنجون ڳالهيون ...... ( اوچتو پريان مُرليءَ کي ايندو ڏسي- آهستي )

کشورداس : برابر ڳالھہ آھي، پر اصولي طور مان اُن قسم جي چڙواڳيءَ ۽ ھلڪرائپ ج
خلاف آھيان . خود تون بہ ڏھہ سال اڳہ ، پنھنجي مڻيل ماسات جي صرف
ڳالھائڻ ٻولھائڻ تان ئي چِڙرون ڪندي ھئينءَ.

کانتا : اُھو وقت ٻيو ھو، ھينئر ''زمانو بدليو آھي''!..... اڄ جيڪڏھن ڇوڪري ڪُلي
دل سان، ھٿ ۾ ھٿ ملائي، آزاد نموني نٿي ھلي تہ چوندا تہ ڇوڪري موڳي
۽ وائڙي آھي، ان ڪري پنھنجي شيام کي بہ، شاديءَ کان اڳہ مون بمبئي
موڪليو ھو تہ جيئن ڇوڪريءَ جي ھلت چلت ۽ ويچارن کان واقف ٿي سگھي،
ھن بدليل زماني ۾ .....

کشورداس : ( وچ ۾ ڪٽيندي ) ولايت مان ٿي تنھنجو مامو مورند آيو آھي، پر رنگہ توتي
چڙھي ويو آھي. پاڻ تہ پنھنجي ڪايا بدلي، مورند مل مان بدلجي، '' مسٽر
مور'' ٿي ويو آھي، پر بدليل زماني جي اوٽ ۾ توکي بہ اُبتا ٿپا ڏياري رھيو
آھي. تون اِھو بہ وساري ٿي ڇڏين تہ تنھنجو اھو بدليل زمانو ڪڏھن
ڪڏھن ڪتا اَنگوُر بہ ڪارائي سگھي ٿو.

کانتا : پنھنجي شيلا جي شاديءَ ۾ ڪھڙا ڪتا انگوُر کاڌا ھئو ؟ .....تنھن ڪانسواءِ
شيام جي شادي بہ ائين ئي ٿي ھئي.

کشورداس : ڪانتا، تون اِھو ڇو ٿي ڀلجين تہ شيام پنھنجو پٽ آھي ۽ مايا ڌيءُ آھي!
..... ڌيءُ جي ٿوري لاپرواھي، خاندان تي عمر ڀر جو داغ لڳائي سگھي ٿي.

کانتا : شيلا جي شاديءَ وقت ڪھڙو توھان جي خاندان کي داغ لڳو؟ ..... اؤلاد خاطر
بدليل زماني سان گڏ، اسين بہ ٿورو بدلياسين تہ ڪھڙي اربع خطا ٿي؟

کشورداس : ڳالھائڻ ٻولھائڻ جي خلاف مان نہ آھيان، پر شاديءَ کان اڳہ، ناني گھر ۾
رھائڻ کان اوّل ، ماءُ پيءُ کي بہ دفعا سوچڻ گھرجي.

کانتا : صرف بہ دفعا نہ، مون ڏھہ دفعا سوچيو آھي ۽ اُن جو انتظام بہ اڳيئي ڪري
ڇڏيو اٿم.

کشورداس : ( حيرت وچان ) ڇا مطلب ؟

کانتا : مطلب اِھو تہ ڪشن ذريعي، سامان سميت مرليءَ کي ھينئر کان ئي، اسان وٽ
رھڻ لاءِ چوائي موڪليو اٿم. ھو بس اچڻ ۾ ئي ھوندو.

کشورداس : جڏھن ھرڪو ڪم تون بدليل زماني موجب ڪٽڻ ٿي چاھين، تہ پوءِ پُٺ وَرائي
نِھارڻ جي ضرورت ئي ڪھڙي آھي؟......( ويندي ) مان تہ ھلان ٿو..... (پريان)
تون جاڻ تنھنجو ڪم جاڻي.

کانتا : ( پريان ) پر رات جو جلدي موٽجو.

کشورداس : ( پريان ) ھا ھا ...ڪوشش ڪندس ! ... ( پنئين در کان ٻاھر وڃي ٿو )

ڪشورداس : ( مشڪندي ) اُها بہ گرم يا ٿڌي؟

ڪانتا : ٿڌيءَ جي ڳالھ ناهي، پر پنهنجو مُرلي آيو آهي.

ڪشورداس : ( حيرت وچان ) پنهنجو مُرلي ! ..... پر ڀڳوان ڀلو ڪريئي مرلي بہ اَنيڪ آهن،تنهنجو ماسڙ مرلي، منهنجو ڀيٽويو مرلي، منهنجو ماسات مرلي، تنهنجي وڏي ڀيڻ جو ننڍو ڏير مرلي، آخر تون ڪھڙي مرليءَ جي ڳالھ ڪري رهي آهين؟

ڪانتا : اُنهن مان ڪنهن بہ مرليءَ جي نہ، پر توهان جي سيٺ سيتلداس جي ڳالھ ڪري رهي آهيان نہ، جنهن جو پٽ پنهنجي مايا سان مڱيل آهي.

ڪشورداس : تہ پوءِ سوَلي سِڌي ڳالھ ڪر نہ، ( مشڪندي ) خسيس ڳالھ ڪي وٺي ايڏا وڪڙ ڏنا اٿيئي.

ڪانتا : ڪمال آهي ! ..... وَڪڙ مان ڏئي رهي آهيان يا توهين؟

ڪشورداس : چڱو بابا، مان ئي وَڪڙ ڏيئي رهيو آهيان، پر تون مطلب جي ڳالھ ڪر .... ها تہ ڪڏهن آيو آهي مُرلي؟

ڪانتا : ٽيو ڏينهن آيو آهي.

ڪشورداس : ڪمال آهي ! ..... ٽي ڏينهن آئي ٿيا اٿس ۽ اسان کي منهن بہ نہ ڏيکاريو اٿس.

ڪانتا : توهين بہ ڪنهن ڪنهن مهل ٻاراڻيون ڳالهيون ڪندا آهيو.

ڪشورداس : ( مشڪندي ) وري ڇا ٿيو؟

ڪانتا : ٻيو وري ڇا ٿيندو ! ...... اِهو بہ ڪونہ ٿا سوچيو تہ پنهنجي ڇوڪريءَ کي مڱئي اڃا ڇَھ مهنا ٿيا آهن ۽ ڪنواري ڪمي، بنا گهرائڻ جي ڇوڪرو گهر ۾ پير ڪيئن رکندو؟

ڪشورداس : نيڪ آهي ، سياڻي گهر رسوئيءَ تي گُهرايونس بہ ڪٽي، پر لٿل ڪٿي آهي؟

ڪانتا : ڀُنين گهٽيءَ ۾ رهندڙ سندس دوست ڪشن وٽ لٿل آهي. اُهوئي اڄ ڳالھ ڪري ويو.

ڪشورداس : بس ٺيڪ آهي ...... (اُٿندي) مان هينئر ئي رات جي رسوئيءَ جي دعوت ڏيئي ٿو اچانس.

ڪانتا : ڀِهو تہ سهين ...... توهان بہ بنا پوري ڳالھ سمجھڻ جي يڪدم هلڻ لڳا.

ڪشورداس : ( ڀهندي ) اڃا بہ ڪجھ رهجي ويو آهي ڇا؟

ڪانتا : ها، گهڻو ئي رهجي ويو ...... ٻهرين وِهو.

ڪشورداس : ( وهندي ) وينس ...... هاڻ چئہ.

ڪانتا : ( سامهون ڪرسيءَ تي وهندي ) منهنجي هڪ راءِ آهي، جيڪڏهن توهان مڃو

# زمانو بدليو آ

## چمن شرما

پاتر :-

| | | | | |
|---|---|---|---|---|
| ١. | : | ڪشورداس | : | آبرودار واپاري |
| ٢. | : | ڪانتا | : | ڪشورداس جي پتني |
| ٣. | : | مايا | : | ڪشورداس جي ڌيءَ |
| ٤. | : | مُرلي | : | مايا جو مڱيتر |

ڪانتا : توهين اڄ اخبار پيا پڙهو!
ڪشورداس : ڪو غلط ڪم ڪيم ڇا؟
ڪانتا : پيو نه ته وري ڇا؟ميز تي رکيل چانهه ٺري ويئي
ڪشورداس : ( اخبار رکندي ) چڱو بس، اخبار رکيم .....هاڻ ڏي چانهه.
ڪانتا : ( ڏيندي ) هان وٺو.
ڪشورداس : ( ڍُڪ ڀريندي - پيئڻ جو آواز ) اوهه! ڄڻ ته سڙي ويئي! .....هن کي ٺريل چانهه چئبو ته گرم ڇا هوندي؟
ڪانتا : چڱو هاڻ ان ڳالهه کي ڇڏي، مطلب جي ڳالهه ڪي ڪو.


| | | |
|---|---|---|
| نالو | : | چمن شرما. |
| جنم | : | ٩-٥-١٩٢٢. |
| ڇپايل ڪتاب | : | سنڌيءَ ۾ ڇهه ناٽڪ. |
| انعام | : | گجرات سنڌي اڪادميءَ طرفان ٥، راجستان سنڌي اڪادميءَ طرفان ١. |
| پيشو | : | رٽائرڊ سرڪاري نوڪري. |
| پتو | : | ٢٥٦-بي، سردار نگر، احمدآباد-٣٨٢٤٧٥. |

وتايو : اسان جون سدائين دعائون توهان سان گڏ آهن. پر جيڪي ڪجهہ گهرٽو اٿيئي اُهو هن رب کان گهر ..... اسين تہ رب جا بندا آهيون. ڪرڻ ڪرائڻ، هلائڻ وارو اِهو هڪ مالڪ آهي. (ويندي) رام ريجهاءِ بندا ..... رام ريجهاءِ بندا.

موهنداس : پر درويش تعويذ ۾ لکيو ڇا؟

رامنداس : درويش چيو تہ مون ڪجهہ بہ نہ لکيو آهي.

موهنداس : اسان جي سامهون ئي تہ هن لکيو.

رامنداس : برابر ......

موهنداس : پوءِ درويش اِئين ڇو چيو تہ مون ڪجهہ بہ نہ لکيو آهي.

رامنداس : چيم تہ سهين الله لوڪ آهي. موُلن جا ڪم پريو پاڻ ڪندو آهي.

موهنداس : هل تہ ڏسون هن تعويذ ۾ ڇا لکيو آهي؟

رامنداس : هلو ..... پوٿي ڇائي جون واڌايون بہ قبول ڪريو.

موهنداس : سياڳي اِتان منائي ڪٽي اچ تہ رامنداس جو منهن منو ڪرايون ۽ ننهن جي گلي ۾ جيڪو تعويذ پاتئہ اُهو بہ ڪٽي اچ.

رامي : منائي تہ مان درويش لاءِ ڪٽي پئي آيس ..... هان وٺو تعويذ ..... وري ڇا ڳالهہ آهي.

موهنداس : (پڙهندي) لکيل آهي يا خدا اچ تنهنجو وتايو خوش ۽ گڏهہ بہ خوش باقي رهي مائي، سو هاڻ تون ڄاڻ ۽ مائي ڄاڻي.

رامي : هن جو مطلب ڇا آهي!

رامنداس : (سمجهائيندي) فقير جو وڏو مائٽ خدا آهي. سو فقير پنهنجو احوال خدا کي هن خط ذريعي موڪليو، تہ سائين اچ تنهنجو وتايو خوش ، وتائي جو گڏهہ بہ خوش. باقي مائي ڄاڻي تون ڄاڻ. اسان توهان جي ننهن جي تڪليف جي ڳالهہ وتائي سان ڪئي. اسان جيڪو وتائي کي ٻڌايو فقير اُها ڳالهہ چٺيءَ ذريعي خدا کي موڪليائين. درويش جڏهن ئي چٺي لکي بس ڪئي تہ يڪدم چٺيءَ وارو احوال خدا کي پهچي چڪو هو. ايشور بہ ڄاڻي ڄاڻٽهار آهي. جڏهن ايشور کي معلوم ٿيو تہ توهان هن جي پياري کي خوش ڪيو آهي تڏهن توهان جي دل خوش ڪرڻ ۽ ننهن جا ڪشٽ دور ڪرڻ لاءِ ايشور يڪدم دکہ دور ڪري ڇڏيو.

رامي : تڏهن تہ چوندا آهن فقير راضي تہ الله راضي!

وتايو : (پريان) رام ريجهاءِ بندا، پريتم کي پرچاءِ بندا.

(سنگيت)

وتايو : منھنجو تہ ڪنھن سان بہ خط لکڻ جو ڪو رستو ئي ڪونھي.

موھنداس : سائين ڪنھن کي بہ لکو. ڪجھہ بہ لکو پر لکي ضرور ڏيو.

وتايو : (پاڻ سان) منھنجو مالڪ تہ خدا آھي. ڪيس ئي ڪٿي تو خط لکان. پر اُن کي بہ
چا لکان؟ سڄي سنسار جو ھو ڄاڻي ڄاڻڻ ھار آھي ..... سڄي سرشٽيءَ کي خود
سنڀالي ويٺو آھي. سو اُن کي ڇا لکانس؟ لکانس تو اجوڪو احوال. يا خدا
اجوڪو احوال اِھو آھي تہ يا خدا! اڄ تنھنجو وتايو خوش ۽ گڏھہ بہ خوش،
باقي رھي مائي، سو ھاڻ تون ڄاڻ ۽ مائي ڄاڻي.

رامنداس : سائين اِھو پنو سيٺ موھنداس کي ڏجو.

موھنداس : سائين ٻچيءَ ۾ پايونس ڪين بانھن ۾ ٻڌونس.

وتايو : جيئن سمجھہ ۾ اچيو.

موھنداس : سائين توھان جي شڪر گذاري ..... ھاڻي پيرين پوان تو آشيرواد بہ ڏيو.

وتايو : سدائين سکيا ستابا رھندا.

موھنداس : (خوشيءَ وچان) اڙي او سدوري! ھبڏانھن تہ اچجانءِ.

رامي : ڇئو .... ڇا ڳالھہ آھي.

موھنداس : ھيءُ تعويذ اُڳڙيءَ ۾ وجھي ننھن کي ٻچيءَ ۾ وجي پاءِ.

رامي : مان ھاڻي ئي تي وجي پايانس.

موھنداس : سائين، توھين ٿورو آرام فرمايو

وتايو : نہ مان ھاڻي ھلندس. منھنجو پٽ وني اچو.

موھنداس : بصر ...... سائينءَ جي پٽ کي ھيڏانھن وني اچ.

رامي : (پريان) ٻڌو ٿا ..... واڌايون ھجنوَ ..... پٽ ڄائو آھي ..... تعويذ پائڻ جي
دير ھئي .....ٻار ترت جنم ورتو ......

موھنداس : (خوش ٿي) سائين اِھا ڪرامت توھان جي تعويذ جي آھي. سائبن اوھان جي
دعا سان اسان کي پوٽو ڄائو آھي.

وتايو : ابا، سڀ جو سائبن ويٺو آھي. اسان کي ڪھڙي طاقت .... مون تہ پني ۾
ڪجھہ بہ نہ لکيو ..... بيشڪہ توھين پڙھي ڏسو.

رامنداس : ھاڻي تہ آيوَ نہ وشواس منھنجي ڳالھہ تي ..... درويش الله لوڪہ آھي.

موھنداس : توھين بلڪل نبڪہ ٿا چئو. پر ..... اڙي ھي ڇا درويش تہ بنا منھن ملو ڪري
وڃي رھيو آھي. سائبن ڪيڏانھن ٿا وڃو؟

وتايو : ھلان تو پنھنجي ماڳہ.

-اس : پر منائي تہ ڪائي وڃو ..... ٻچڙي جو منھن ڏسو اُن کي بہ آسيس ڏيو.

ورتايو.

و : (غصي ۾) مونکي تا ڏيو ٻوڙ ماني ۽ ڳڏهہ کي خالي ساريون!

نداس : سائين توهين وهو .....مان توهان جو اِشارو سمجهي ويو آهيان. (رڙ ڪندي) بصر لوهہ جي تئيءَ ۾ ساريون نہ پر ڪٽڪہجو ٿالهہ پري ڳڏهہ جي اڳيان رکہ.

يو : ڪاڻ پٽ ڪاڻ ....خدا اچ اسان ٻنهي جو ڏاڍو خيال ڪيو آهي.

نداس : سائين ...... اِهو ڇا ..... ايتري ۾ بس ..... ٿورو اسان جي طرفان.

يو : (اوڳرائي ڏيندي) نہ ....نہ..... هاڻي ڍءُ ٿي ويو.

نداس : سائين هان وٺو پاڻي.

يو : هاڻي هٿ ڌوئاريو .....

نداس : سائين هن سان هٿ اُگهو ..... ۽ ٿورو وقت کٽ تي ليٽي آرام فرمايو.

يو : سيٺ صاحب، اِهو ڇا تا ڪريو .....؟

نداس : سائين زورَ ٿو ڏيان ..... توهين ڪافي ٿڪجي پيا هوندا.

يو : مونکي اِها عادت وجهڻي ڪونهي ..... اچ توهين زور ڏيندا سڀاڻي مونکي ڪير ڏيندو.

نداس : سائين جيڪا توهان جي مرضي ..... پر سائين منهنجو هڪ عرض آهي. اگر اوهان جو حڪم هجي تہ چوان؟

ايو : چئہ بابا.

هنداس : عرض آهي تہ منهنجي ننهن کي ويم جا سور آهن. ڪيس ڏاڍي تڪليف آهي. پنجن ڏينهن کان سندس ويم ڪين ٿو ٿئي. سائين ڪا دعا ڪريو تہ سؤلائيءَ سان ڪيس ٻار ڄمي.

ايو : بابا ڌڻي تعاليٰ کان دعا وٺ.

منداس : سائين ڪو تعويذ لکيڏيون تہ ننهن کي پائين.

وهنداس : مان اِجهو ٿو قلم..... مس ۽ پني تڪر گهرائي وٺان.

تايو : اجايو تڪليف نہ ڪريو.

وهنداس : (ٻڌو اڻ ٻڌو ڪندي) بصرا اِتان ڪاري مس جي ڪُپڙي، ڪلڪہ ۽ پنو تہ ڪٽي اچجاءِ.

امنداس : سائين ! توهين تعويذ لکي ڏيو.

تايو : توهان قلم، مس ۽ پنو تہ ڏنو آهي پر مونکي سمجهہ ۾ ئي نٿو اچي تہ ڇا لکان؟

وهنداس : سائين توهان کي جيڪي وڻي لکو ..... پر تعويذ ناهي ڏيو.

امنداس : سائين جيڪي بہ لکو .... پرلکو ضرور.

وتايو : نيڪ آهي. توهين ضد ڪريو ٿا ۽ خدا جو حڪم هن بندي لاءِ آهي تہ مان حاضر
تو. پر ڪهڙو ڪم آهي؟ موکي ڇا ڪرڻو آهي؟ اِهو تہ توهان ٻڌايو ڪونہ؟

موهنداس : اِهو گهر پهچڻ بعد توهان کي خود بہ خود ڄاڻ پئجي ويندي.

وتايو : (پاڻ سان) هيءُ اُهوئي شاهوڪار اٿيئي جنهن اڳہ ۾ توکي ڌڪا ڏيئي ٻاهر
ڪڍيو هو. اڄ توکي زبردستيءَ پنهنجي گهر وٺي وڃي رهيو آهي. هن جي
ڪا ڳتي اٿيئي ..... تڏهن تہ گڏهہ کي بہ بابو چئي رهيو آهي. حل پائي حل
وتايا ....(ظاهري)

چلوري سنئيان چرچا ويکين، آپ چمن ۾ آيا جي،
چولي اندر ساجن ملبا، خوشيان ڪر ڪر سوئي.
(سنگيت)

درشيہ چوٿون:-

موهنداس : پهري دار دروازو کول.
(دروازو کلڻ جو آواز)

موهنداس : اڙي سائين، توهان گڏهہ تان ڇوٿا هيٺ لهو. دروازو ڪافي وڏو آهي. توهان
سواري سميت اندر هلي سگهو ٿا ...... ها ..... هن پاسي .....ها ......سائين
هاڻي هيٺ لهو ..... هن کٽ تي وهو.

وتايو : کٽ تي وهارڻ لاءِ بہ خدا چيو اٿو ڇا؟

موهنداس : هائو سائين......

رامنداس : سيٺ صاحب ...... درويشن لاءِ ماني لکيءَ جو بندوبست ڪري وٺو.

موهنداس : اِجهو تو اندر نياپو موڪليان ...... توهين تيسين درويشن کي هٿ ڌوئاريو.....

رامنداس : درويش سائين ..... هٿ ڌوئو ..... هان وٺو انگوڇو هن سان هٿ صاف ڪريو.

موهنداس : رسوئي اچي ويئي آهي. سائين! خدا جو حڪم آهي تہ اوهان روٽي کائو.

وتايو : منهنجي لاءِ هيڏي ماني! پر منهنجي پٽ لاءِ ڪجهہ بہ نہ.

موهنداس : (عجب وچان) توهان جو پٽ ڪٿي آهي؟

وتايو : سامهون ٿي تہ بيٺو آهي.

رامنداس : اوهہ .....گڏهہ......

وتايو : گڏهہ نہ ..... منهنجو پٽ .....

موهنداس : سائين توهان جي پٽ لاءِ بہ داڻي پاڻيءَ جو بندوبست ڪريون ٿا.
(زور سان) بصر اِتان لوهہ جي تئيءَ ۾ ساريون وجهي گڏهہ کي داڻو تہ ڏي.
پاڻي پري باٽلي بہ رکيس ......

ٻڙي ! سائين توهان کٽ تان ٽپ ڏيئي ڇو اُٿيا آهيو؟ توهين وهو آن جل

(سنگيت)

وتايو : ڏسان ٿو هاٽي مونکي اندر وڃڻ کان ڪير ٿو روڪي؟

موهنداس : اچو اچو سيٺ صاحب اچو ..... اندر هلو ..... اڙي عطر وارو ڇوڪرو ڪاڏي
ويو؟ سائين هيڏاهن ..... ها ..... هتي وهو .....

وتايو : (پنهنجو پاڻ سان) کائو ..... کائو ..... خوب کائو ..... اوهان جي ڪري مونکي
به کائڻ لاءِ مليو آهي. کائو ..... خوب کائو .....

موهنداس : سيٺ صاحب توهين هي ڇا پيا ڪريو ...... کاڌو کائڻ لاءِ آهي. ڪپڙن تي ڇو
پيا هٽو......

وتايو : سيٺ صاحب، توهان مونکي نه سڃاتو ...... مان وتايو آهيان سيٺ پيٽ کونه
آهيان. جڏهن مان ڦاٽل، ميرن ڪپڙن ۾ کائڻ آيس تڏهن توهان در تان ئي
هڪالي ڪڍيو. جڏهن هيءُ اُڌارا، اُچا، قيمتي ڪپڙا پهري آيس تڏهن توهان
هٿ جوڙي، هٿن سان مونکي هتي کائڻ لاءِ وهاريو. اِن ڪري مان هنن ڪپڙن
کي چئي رهيو آهيان کائو ..... کائو ..... خوب کائو ..... توهان جي ڪري
مونکي به کائڻ لاءِ مليو ..... سيٺ صاحب مان وتايو آهيان جنهن کي توهان
ڌڪاريو .....

(سنگيت)

رامنداس : درويش توهين ڪهڙن خيالن ۾ گم ٿي ويا؟

وتايو : (ظاهري) اڇي پڳ ۾ پس اندر مڙيوئي اگهڙيون.

رامنداس : توهين سچ ٿا چئو. اڄ عزت ظاهري ڏيک ويک جي آهي. پوءِ پل اڇن-اُجرن
قيمتي ڪپڙن ۾ خون چوسيندڙ چور ۽ دوکيباز ڇونه لڪل هجن.

تايو : سچو سک سنتوش ۽ سادگيءَ ۾ آهي. ها چئو .... توهان ڪجهه چيو پئي ....

منداس : سائين ڳوٺ جي شاهوڪار سيٺ موهنداس جي ننهن پيٽ سان آهي.

تايو : (پنهنجي ڏن ۾) آپ سوارٿ خود غرضي ويڇو وڌائين ٿا. شاهوڪاري به وڏي
جوابداري آهي. شاهوڪار اُهو ڀلو جيڪو پاڻ به کائي ۽ ٻين ضرورت مندن کي
به کارائي.

هنداس : سائين اسان توهان کي کارائڻ لاءِ ئي وٺڻ آيا آهيون.

نداس : اسان کي خدا جو فرمان ٿيو آهي ته وتائي کي گهر وٺي وڃو.

يو : ڀرين منهنجي گڏهه جي نوڙي ڇڏيو ..... مونکي اڄا ڪافي دور وڃڻو آهي.

نداس : توهان کي اسان سان گڏ هلڻو ئي پوندو.

و : آڙي .... اڙي.... مونکي ڇڏيو .... مان ڪاڏي ڪونه هلندس.

نداس : خدا جي حڪم پٽاندڙ توهان کي گهر هلڻو ئي پوندو.

موهنداس : مست جو اِنتظار ڪندي ڪلاڪ گذري ويو اڃا وتايو نہ آيو آهي؟
رامنداس : هونئن تہ هن مهل تائين اچي ويندو آهي، هن ٻڌ هينان ويهي، منهن متي ڪري پنهنجي منهن پيو ڪجهہ ڳائيندو آهي. جڻڪ خدا سان ڳالهيون ڪندو هجي. اِئين لڳندو آهي اڄ شايد..... توهان گهر ۾ فقير جي مانيءَ ٽڪيءَ لاءِ چئي آيا آهيو نہ.....
موهنداس : ها، ڀوڳ پلاءُ تيار ڪرايو اٿم.
وتايو : ( پريان آواز ) سُتا اُٿي جاڳہ،ننڊ نہ ڪجي اينري،
سلطاني سهاڳہ، ننڊ ڪندي نہ ملي
رامنداس : ( خوش ٿي ) سيٺ موهنداس.....هو سامهون ڏسو....پريان ڪان فقير وتايو اچي رهيو آهي.
موهنداس : ( خوشيءَ ۽ غم سان ) اچي تہ پيو...... پر هو اسانجي ڳالهہ قبول ڪندو؟
رامنداس : ضرور مڃيندو......نہ مڃيائين تہ ڪيس زبردستيءَ مڃائينداسين.
وتايو : ( ويجهو ايندي ) ساڌ سڏائڻ آهي سوکو
رام ريجهائڻ آهي اوکو
ساڌن جو سنگہ ظاهر سوکو
رام ريجهائڻ اوکو آ.....
رامنداس : فقير صاحب..... رام رام .....
وتايو : (پنهنجو پاڻ سان) ساڌ سڏائڻ آهي سوکو
رام ريجهائڻ اۆکو آ.....
رامنداس : سائين رام رام .....
وتايو : رام رام ڀائي رام.....توهان......
رامنداس : سائين هي آهن سيٺ موهنداس.....مان توهان جو داس رامنداس....اسين رام کي ريجهائڻ لاءِ توهان وٽ آيا آهيون.
وتايو : رام وري توهانتي ڇو ڪاوڙيو آهي جو هن کي ريجهائڻ لاءِ اوهان کي منهنجي ضرورت پئي آهي.
رامنداس : سائين.....سيٺ موهنداس......هن ڳوٺ جو شاهوڪار......هن جي ننهن پريل ڏينهن سان آهي.
وتايو : هيءُ اُهو ئي شاهوڪار آهي نہ جنهنجي پٽ جي شادي ڏاڍي ڌام ڌوم سان ٿي هئي؟
رامنداس : ها سائين......
وتايو : پر واري ڳوٺ مان ڪنوارينا مڇ کڻي آيا هئا.....

آهي. هو سچ ۽ ڪوڙ، اڇي ۽ ڪاري، چڱائيءَ ۽ برائيءَ کي سڃاڻي،پرکي ڌار ڪري بيهاريندو آهي.....هو خدا جي گهڻو ويجهو آهي. توهين هن سان هڪ دفعو ملي تہ ڏسو.

ڀاڳي : (پريان آواز) الا ڙي، مري ويس ڙي.......امين.....امين مونکي بچايو.....اُ....او.

موهنداس : ڏيءَ جو اِهي ڪيڪون منهنجي دل ڦاڙي ٿيون ڇڏين....ڪريان تہ ڇا ڪريان....

رامنداس : توهين همٿ ڪان ڪم وٺو.... وشواس ڪريو.... درويش وٽايو ضرور ڪجهہ نہ ڪجهہ ڪندو.

موهنداس : نيڪ آهي مونکي بہ ڏسڻو آهي تہ اِهو موَلائي ڇاٽو ڪري!......اِهو بہ آزمائي تہ ڏسون. هن جو نہ آهي ڪو ناٿو نڪاٿو.....هو ڪٿي ڳڏجندو!

رامنداس : وٽايو فقير هر روز صبح جو ڳڏهہ تي چڙهي ٻنين طرف ويندو آهي ۽ اُتي هڪ ٻڙ جي هيٺان وهندو آهي. اسين اُتي صبح جو سويل هلنداسين.....هن کي گهر وٺي ايندا سين. هن کي پيٽ ڀري کارائي پيئاري پوءِ مطلب جي ڳالهہ ڪنداسين.

موهنداس : پر هو گهر اچڻ لاءِ تيار ٿيندو؟

رامنداس : هن کي ٻوڙ پلاءُ کائڻ جي دعوت ڏينداسين تہ هو ڊوڙندو ايندو.ائين تہ هو دوستي تڪڙي ۽ روڪڙي بہ ڪين ڪندو آهي. پر جيڪڏهن اسان هن کي خوب کارائينداسين تہ هو اسان کي دوست سمجهندو. ڇاڪاڻ تہ جيڪو هنکي پيٽ ڀري کارائيندو آهي اُهو اُن جو دوست آهي.

موهنداس : اگر ائين ڳالهہ آهي تہ هن کي ٻوڙ ماني تہ ڇا.... هو جيڪي ڪجهہ گهرندو.... چاهيندو اُهو هن کي کائڻ لاءِ ڏنو ويندو.

رامنداس : تہ توهين سوير صبح جو تيار ٿي ويهجو. مان توهان کي وٺڻ ايندس. ايشور ڪندو سڀ نيڪ ٺاڪ ٿي ويندو. چڱو مان هلان ٿو.

موهنداس : پر توهان تہ اِهو ٻڌايو ئي ڪونہ تہ توهين ڪهڙي ڪم سانگي آيا هئا؟

رامنداس : تڪڙ ڪونهي....ڪم ڪو ڀڄي ڪونہ ٿو وڃي. ڀرين توهان جو ڪم ٿئي پوءِ پنهنجو ڪم ٻڌائيندس.....چڱو رام رام.

موهنداس : رام رام.

(سنگيت)

درشيہ ٽيون :-

( ڪُڪَڙ جي ٻانگہ جو آواز - پکين جي چهڪہ )

امنداس : چوندا آهن پير کان ويساهه پلو...... توهين پنهنجو وشواس نه وڃايو.

وهنداس : پير، فقير، سنت به ته ڀيٽيا اٿم. وچن به ڪيڏايا اٿم. باسيون به باسيون اٿم. پر پر .....سڀ.....

امنداس : هرؤ پرؤ اِهڙو نااُميد ٿيڻ جي ضرورت نه آهي. دکه جا پل ضرور دور ٿيندا ۽ گهر ۾ خوشيون ضرور ايندين.

وهنداس : پر به آخر ڪڏهن؟

امنداس : توهين ڪنهن ڳالهه جي چنتا نه ڪريو. مان وتائي کي وني ٿو اچان. هو مڪمل سائين لوڪه آهي. هن جو چيو خدا به نه موٽائيندو آهي. هو ضرور ڪو نه ڪو رستو ڪڍندو.

وهنداس : اِهو چريو گهٽ پڙهيل وتايو...... جيڪو سچو ڏينهن پيو رُلندو آهي، ڪندو ڪجهه به ڪونهي نه اچيس اُٿڻ نه وهڻ..... نه رهڻ جو ٺڪاڻو نه رهڻ لاءِ ڪا جڳهه..... جتي مرضي پويس اُتي پيو سمهي...... سچو ڏينهن پيو رُلي؟ جنهن کي ٻار پٿر هٽي چريو....چريو....ڪري چيڙائيندا آهن اُهو نه؟

امنداس : وتايو ته اُهوئي آهي پر هو چريو نه پر مست آهي. المست آهي. هو گهٽ پڙهيل هوندي به وڏن وڏن عالمن کي شهه.....شڪست ڏيئي ويندو آهي.

وهنداس : تون هڪ پاڳل جي طرفداري ڪري رهيو آهين؟

امنداس : طرفداري نه پر حقيقت بيان ڪري رهيو آهيان. هو الله لوڪ آهي. هن جي هر هڪ گفتي، ٺونڪي، سخن ۾ چرياڻپ نه پر ڏاهپ سمايل هوندي آهي. هو پاڻ پاڳل نه آهي پر اُنهن کي پاڳل سمجهندو آهي جيڪي پنهنجو ايمان ۽ مان ناڻي خاطر ختم ڪندا آهن. ناڻي تي ايمان وڪڻندا آهن. هن پنهنجي زندگي ۾ ايمان ناڻي خاطر ڪڏهن به ڪين وڪي آهي.

وهنداس : وتايو اڪثر رستي ۾ رُلندو نظر ايندو آهي. مونکي ته هنيءَ اهڙي ڪابه ڳالهه نظر نه آئي آهي جنهن مان هن جي سمجهه ، ٻڌيءَ، ساڃهه....حياءُ ...... شرم جي ڳالهه محسوس ٿئي. هو ته ڦاٽوڙو ڍُهل آهي.

امنداس : ها هو رمتو جوڳي آهي. هنجا گفتا گولا ۽ گوليون آهن. مونکي اُن درويش ۾ پورو وشواس آهي ۽ اعتقاد آهي. هن جي مکه مان نڪتل گفتا سچا سٺا ۽ نزاڪت سان پرپور هوندا آهن. هن جي سوچ ۽ تيز نگاهه ۾ ڪافي جلوو سمايل آهي. هو پرينءَ جو پيارو آهي...... هن جي ٻولي خدا جي ٻولي آهي.

وهنداس : ڀيا درويش-فقير، پير، اؤليا ته پهتل شخص آهن؟

امنداس : برابر، وتايو پڻ سچن درويشن جيان سچ جي راهه تي هلندڙ آهي. هو سمورو وقت خدا جي عبادت ۾ گذاريندو آهي. هو پرائي ۽ اجائي پچار کان پري

رامنداس : سيٺ موهنداس ، سيٺ موهنداس گهر ۾ آهن؟

موهنداس : رامنداس ٿو لڳي (زور سان) رامند اس ..... توهين اچو ..... اچو..... اندر اچو سائين اچو هتي وهو.

رامنداس : ڏاڍا ٿڪل ۽ مايوس پيا لڳو؟ آهي ته سک ...... ڇا ڳالهه آهي؟

موهنداس : (ٿڌو شوڪارو ڀريندي) من ڪجهه مايوس آهي.

رامنداس : طبيعت ته نيڪ اٿوَ نه؟

موهنداس : منهنجي ته طبيعت نيڪ آهي پر.....ننهن

رامنداس : اُنکي وري ڇا ٿيو آهي؟

موهنداس : پريل ڏينهن سان آهي ......پنڄن ڏينهن کان سور ٿي پيا اٿس.

رامنداس : (خوش ٿيندي) اِها ته ڄاڻا خوشيءَ جي ڳالهه آهي.... واڌايون هجنوَ......ڇئبو نه ته هڪ نئون مهمان گهر ۾ اچڻو آهي.......

موهنداس : ها، نئون مهمان ته اچڻو آهي پر.......

رامنداس : ڇا توهان کي اِها ڇنتا ورائي ويئي آهي ته ڪٿي ڌيءُ نه ڄمي پوي.......

موهنداس : نه، اهڙي ڳالهه نه آهي ڌيءُ ته لڇميءَ جو روپ ٿيندي آهي. نياڻي نماڻي ايندي ته پنهنجو ڀاڳ پاڻ سان کڻي ايندي. وري هن گهر ۾ ايشور جو ڏنو سڀ ڪجهه آهي.

رامنداس : پوءِ هيءَ مايوسي..... ڳڻتي ڇا جي؟

موهنداس : ويچاريءَ کي پنڄن ڏينهن کان لڳاتار سور اُبريا آهن. دنيا پر جا حڪيم، دايون ڪلبون ڪبون اٿم...... محانگي ۾ محانگو علاج به ٿي رهبو آهي......شهر مان به وڏو حڪيم گهرائڻ لاءِ نياپو هليو اٿم پر.....

رامنداس : پوءِ وري ڇنتا ڇاجي آهي؟

موهنداس : هيتريون ڪوششون، خرچ ڪرڻ ۽ ڀيلا هلائڻ ڪانپوءِ به ويچاريءَ جو سور گهٽجي نه رهيو اهي. نه ئي وري ويم ٿي رهيو آهي. پيڙا وچان رڙيون ....دانهون ....سسڪيون پيئي پري.....هن جي دانهن ٻڌي اسانجو هنياءُ ڇڄي رهيو آهي. سڄي گهر جو کاڌو پيتو،ننڊ حرام ٿي ويئي آهي.....هاڻي ته هن جا سور اسان کان به سهن نٿا ٿين...... ايشور الائي ڪهڙي ڪرم جي سزا ڏيئي رهيو آهي. هيڏي شاهوڪاري ڪهڙي ڪم جي جيڪا ڌيءُ جو خصبص سور نٿي لاهي سگهي؟

رامنداس : مان توهانجو دک سمجهي سگهان ٿو. پر انسان جو ڪم آهي اُدم ڪرڻ. توهان علاج ۾ به ڪا ڪسر باقي نه ڇڏي آهي. ايشور ڪندو سڀ نيڪ ٿي ويندو.

موهنداس : نيڪ ته ٿيندو پر ڪڏهن؟ منهنجو ته ايشور مان وشواس ئي نڪري ويو آهي.

رامي : ڪالھ امين دائي ڊولي جيڪي ڦڪيون ناهي ڏيئي ويئي هئي اُها ڏن
مانس تي اُن مان ڪجھ وقت آرام...... ننڊ...... سور ۾ راحت مليس تي ...
پر.

موهنداس : مان ڇاڻان ٿو. ويم جي پيڙا اڻ سهائيندڙ هوندي آهي. جڏهن اسان کي پد
ڄائو هو تڏهن تنهنجي به اهڙي ئي ......

رامي : پيڙا تہ ٿيندي آهي..... پر هيترا ڏينهن...... ويچاري اڌ مئي ٿي ويئي آهي

موهنداس : ڇئہ يلا مان ڇا ڪريان؟

رامي : اِها ڳالھ تہ مونکي بہ سمجھ ۾ نٿي اچي...... مان بہ ڇا ڪريان ..... ڳروءِ جو
ٻاٽي بہ پياريو مانس تي ... ڇپاٽا بہ ڪيا اٿم .... جهاڙ بہ وجهائي مانس
تي....

موهنداس : چوندا آهن جتي دوا اثر نہ ڪندي آهي اُتي دُعا اثر ڪندي آهي.

رامي : توهان جي ڳالھ برابر آهي...... توهين ڪنهن درويش کان ڪجھ وٺي
اچو...... من اُن مان ڪجھ فائدو پوي.....

موهنداس : ڳوٺ ۽ ڳوٺ جي آس پاس جا سنت،درويش، ٽڪاڻا، مندر،درگاهون توکان
ڳجهون ڪونهن. سيني هنڌان تہ ٿي آيو آهيان..... تو رام بہ ريجهايو آهي
۽ ڳرو بہ ٻاڏايو آهي......

رامي : ( اونهان ساهہ کڻندي ) ڪجھ بہ تہ باقي نہ ڇڏيو آهي. هي ايشور ٻاجھ
ڪر.... اسانجي ڏيئريءَ کي هن دک، سور کان ڇوٽڪارو ڏي..... جلدي هن
جي ڳود ۾ پٽڙو وجھ.....هن جي جهولي پر......

پاڳي : ( اندران-پريان ) الاڙي...... امين ......امين ......مونکي الائي ڇا ٿو ٿئي
..... مان مري ويس ...... امين ...... امين.....مونکي بچايو ..... امين
......

موهنداس : لڳي ٿو هوءَ وري ننڊ مان جاڳي آهي.

رامي : ڦڪيءَ جو اثر لهڻ سان ئي وري اچي ٿا سور پونس ....... اڻ سهندڙ ......سرير
کي نپوڙيندڙ .......

پاڳي : امين ...... امين ......توهان ڪيڏانهن ويا ......امين ......

رامي : اِجهو آيس ...... ( موهنداس کي ) مان ڏسان ٿي ....... (ويندي ويندي) توهين
ڪجھ ڪريو ...... مان بہ هاڻي .......

موهنداس : هي ڀڳوان! اڃا ڪيتري آزمائش وٺندين ....... ويچاريءَ تي ديا ڪر......پيڙا
کان مڪتي ڏي.......
( ٻاهران آواز)

اُ .....او .....مري ويس .....اجا گهڻو وقت لڳندو.

رامي : واهگُرو چئہ ..... چئہ ايڪونڪار ......ستگرو پرساد .....

ڀاڳي : ايڪو ..... نڪار ..... اُ ..... الا ...... او .....

رامي : چنتا نہ ڪر ...... سڀ نيڪ ٿي ويندو.

ڀاڳي : او ..... ڀڄرئين ويہ ۾ ائين ٿيندو آهي ڇا ......؟ امين هاڻي مونکان سور نٿو
سهن ٿئي ...... مري ويس ڙي ...... مون توبہ ڪئي...... مونکي ڪجھہ ڏيو
.....او .......اما ڙي....

رامي : شانت ..... پٽ شانت .....اجا هاڻي تہ ڦڪي ورتي اٿيئي..... ٿورو ڌيرج رکہ
ڦڪيءَ جو اثر ٿيڻ ڏي.....آرام بہ ملنديءَ ..... ۽ سور بہ گهٽجي ويندءِ.....

ڀاڳي : امين ..... امين ......آ ......او .....

رامي : ڌيءُ چيو مانءِ ڪونہ ڦڪيءَ سان آرام ملندءِ.....ننڊ بہ اچي ويندءِ .....

ڀاڳي : (ننڊ اکڙي) امين .......او ........ امين ......

رامي : ڌيءُ آرام ڪر ......چنتا اصل نہ ڪر......( پنهنجو پاڻ سان )هي ايشور ڀاڄھہ
ڪجانءِ..... منهنجي ننهن جي گود ۾ پلڙو ڏجانءِ...... مان ڪٽاھہ پرساد
ورهائيندس......ڀراڻو ڪڍائيندس......جهولي لعل..... پلي وارا سائين مهر
ڪجانءِ ..... چيو مانءِ ڪونہ ڦڪيءَ سان ننڊ اچي ويندءِ...... ڏس اچي ويئہ
ني ...... پريو ڀاڄھہ ڪر......

( سنگيت )

درشيہ ٻيون

رامي : ڀڄو تا هيڏانهن تہ اچو.....

موهنداس : ڇئہ ڇا آهي؟

رامي : ڀاڳيءَ جي حالت خراب ٿيندي پيئي وڃي.

موهنداس : هر قسم جو علاج تہ ٿي رهيو آهي....

رامي : ها، علاج تہ ٿي رهيو آهي پر ......پر سور ۾ ڪوبہ تفاوت نہ پيو آهي.

موهنداس : ڳوٺ جا سڀ حڪيم...... دايون..... گهرايون اٿم..... ينيور ڪان بہ دائي
اچي ٿي ويئي......ڪالھہ سکر مان بہ تہ دائي ڊولي ڀائي گهرائي......شهر
مان وڏو حڪيم گهرائڻ لاءِ بہ نماڻو هلايو اٿم ...... اسان وسان تہ ڪين گهٽايو
آهي!

رامي : اڄ سڄا سارا پنج ڏينهن گذري ويا آهن...... ڪوبہ فرق ڪونهي......نہ رات
جو آرام ۽ نہ ئي وري ڏينهن جو چئن......

موهنداس : هاڻي طبيعت ڪيئن اٿس؟

# خدا ڏانهن خط

## چينو لالواڻي

ڪلاڪار :-

| | | | | |
|---|---|---|---|---|
| ١. | : | ياڳي | : | موهنداس جي ننهن. |
| ٢. | : | رامي | : | موهن داس جي زال. |
| ٣. | : | وتايو | : | فقير. |
| ٤. | : | موهنداس | : | گهر جو مکيا. |
| ٥. | : | رامنداس | : | موهن داس جو دوست. |

ياڳي : او....آ....آ....امين مونکي الائي ڇا تو ٿئي؟ ....او ....آ....الاڙي.....

رامي : ڌيرج رکہ ڌيءُ. گرو بابا سڀ سٺائي ڪندو.

ياڳي : الاڙي!..... امين ..... امين ......مونکي الائي ڇا تو ٿئي؟ .... آ .... مان مري ويندس.

رامي : مرن تنهنجا دشمن .... منهنجي منڙي پهرئين ويم ۾ اِئين ٿيندو آهي....منا منا درد سهندينءَ تہ گُلڙي کي جنم ڏيندينءَ...... گُلڙو اوئان اوئان ڪندو ....ماءُ جي گود ۾ ڪيڏيندو.... ماءُ جي لولي ٻڌندو .....

ياڳي : امين .... مونکان درد .... پيڙا هاڻي سني نٿي وڃي. مان ..... مان ..... الا ...

| | | |
|---|---|---|
| نالو | : | جيلو لالواڻي. |
| جنم | : | ڪنڊيارو، ضلع نوابشاهہ، ٨-٣-١٩٣٥. |
| ڇپايل ڪتاب | : | سنڌيءَ ۾ پندرهن، هنديءَ ۾ ٻہ، گجراتيءَ ۾ ڇهہ، انواد ڏهہ. |
| انعام | : | گجرات سرڪار طرفان ١٥، سينٽرل هندي ڊائريڪٽوريٽ طرفان هڪ. |
| پيشو | : | سيڪريٽري دهلي سنڌي اڪادمي. |
| پتو | : | ڊي.ڊي.اي. ڪميونٽي سينٽر، صدر ٿاڻا روڊ، پهاڙ گنج، نئي دهلي-١١٠٠٥٥. |

ٽلو : مائي غريب ضرور آهيان - پر ڪو سچو سکڻو تہ نہ آهيان. گهر جي ڀاڃين ڀتين مان پڪائي ڪري بہ ڏوڪر بچائي پنهنجي انتم سنسڪار لاءِ ڪڏ ڪوٺي لڪائي رکيا اٿم. سي خرچي بہ پنهنجي سنڌ ضرور ويندس. سال ٿي ويا آهن جيجل کان وڇڙئي معنيٰ ويندس ۽ جي ڪٽي سنڌ ۾ مري بہ ويس تہ سنڌو جو پوتر جل تہ آهي. مون مسڪين کي پنهنجي وشال گود ۾ سمائڻ لاءِ. ها يا نہ ۾ جواب ڏيو، ڏيو ٿا نوٽ يا معاف ڪيا سانءِ چئي وڃان توهان جي پاءُ اياز سان ، ڪيئن سائين؟

اياز : ضرور- توکي مان پنهنجي اکين تي سنڌ جو ديدار ڪرائيندس، توکي تنهنجو ڳوٺ، تنهنجو گهر، تنهنجو جنم استان سان گڏ شاهہ ڀٽائي ڳوٺ جي ڀٽ موهن جي دڙو- مومل جي ماڙي- ماروي‌ءَ جو ملير ۽ سڄي سنڌ ڏيکاريندس، ها.

بابا : پٽ ڪنور منهنجي بہ آخرين خواهش آهي تہ مرڻ کان اڳہ هڪ دفعو اکين سان سنڌ ڏسان ۽ جي مران تہ سنڌ ۾ ئي مران ۽ جي وري جنم وٺان تہ پنهنجي جيجل سنڌڙيءَ جي گود ۾ ئي جنم وٺان.

سنڌو : مما..... مان بہ سنڌ ڏسندس!

ديوي : امان صدقي مان قربان. هيڏانهن ڀڏو ٿا اسان جي سنڌو سنڌيءَ ۾ ٿي چوي تہ امان مان بہ سنڌ ڏسندس. هاڻ تہ سنڌ ضرور هلنداسين. سنڌوءَ جا ساهرا انڊيا ۾ پيا شادي گهرن. اسان لنڊن مان پهرين سنڌ هلنداسين ۽ اُتان انڊيا هلنداسين.

اياز : هيءَ خبر پڙهي اٿوَ! پارٽ جي پرڌان منتريءَ جي NRI کي ڪوٺ هن خبر مطابق NRI جو هاڻ پارٽ ۾ آئينده روشن آهي.

ڪنور : بابا چو نہ اسان پارٽ هلي سيٽل ٿيون.

بابا : پٽ تو تہ منهنجي دل جي ڳالهہ ڪئي آهي. پرديس ۾ رهي اسان خوب ناڻو ڪمايو آهي. هاڻ اُن ئي ناڻي سان پنهنجي ملڪ پنهنجي سرڪار ۽ پنهنجن سنڌين جي خدمت ڪنداسين، پر ......

ڪنور : پر ڇا بابا.

بابا : اوّل، پهرين اياز سان گڏ سنڌ هلنداسين- سنڌ سڏايو آهي. ڪيئن پٽ اياز.

اياز : ها،بابا. ڀڏو سنڌ توهان کي ٿي سڏي.

گيت:- ادا هل تہ هلون----

( پردو)

اِيازو : ڇو پينڙيءَ جي گهر ڇا هتي خالي ايندس- سالو آهيان تنهنجو ڏس مو
توهان لاءِ سنڌ مان هي سونا سڪا سڪ جا ۽ هيءَ هيرن جي منڊي محبت ج
آندي آهي.

بابا : او سهڻا سنڌي سوداگر، سون روپي هيرن ۾ ڇا آهي، هڄي سرهاڻ جنهن ۾سن
جي تو سنڌو مان اهڙو آندو ڇا آهي ؟

اِيازو : جاڻ اٿم بابا تہ اوهان جي جسم جي خون ۾ اڄ بہ سنڌوءَ جو جل قائم دائم
آهي. هٽ سنڌ ۾ سنڌي تا وسن تہ هت سنڌين ۾ سنڌ تي وسي. اُن ڪري مون
توهان لاءِ سنڌ جي موهن جي دڙي جي، پراچين پاڪ مٽي ۽ سنڌو جل آندو
آهي- وٺو بابا.

بابا : واه- سنڌو واه! (Action) جنهنجي گهاٽ گهاٽ تي گونجي ويدن جي واڻي
مٽي جنهنجي ماڻڪ موتي- امرت جنهنجو پاڻي.

بابا : وٺ پٽ ڪنور- هيءَ انمول مٽي مستڪ لاءِ ۽ سنڌو جل پيءُ جنم سڦلو ڪر.
( ڪنور ۽ ٻيا Action )

ڪنور : اِيازو يار ڏي خبر پُراڻا دوست ملندا اٿيئي. اسان کي ياد ڪندا آهن يا
وساري وينا آهن!

اِيازو : وچڙيل بہ ڪڏهن وسرندا آهن؟ سنڌ جا سنڌي ئي نہ پر خود سنڌ بہ هر پل اَوهان
کي سڏرا ڪري پڪاريندي آهي .(Song )
”ڏرتيءَ ڪان تي ڏار او ميان وهندين ڪيئن تون وطن وساري!‘‘

ٽلو : ( گيت بعد ) ( ديويءَ کي پيرين پوندي ) مالڪڻ گهڻا ئي سال پنهنجو ديش
ڇڏي پرديس ۾ نوڪري ڪيم، بہ ڏوڪر جمع ڪرڻ لاءِ، انگريزن جي نفرت بہ
برداشت ڪيم-هاڻ مان هتي نہ رهندس جلدي مانجهو حساب ڪتاب چڪتو
ڪيو تہ مان ملڪ موٽي وڃان.

ديوي : مٺا هاڻ اڄا تہ ڇڙو پلو هئين، ايتري ۾ ڪهڙي ڪل ترڪيئہ؟

ٽلو : نندا سيٺ، توهان ئي مائي کي سنڌيءَ ۾ سمجهايو نہ تہ مان انگريزيءَ ۾ بنا
حساب ڪتاب ئي هليو ويندو سانءُ. مان ڏاڍو خارباز ماڻهو آهيان. چيم ويندس
معنيٰ ويندس، خلاص.

ڪنور : پر بہ ٽلو رام، تون ويندين ڪٿي؟

ٽلو : پنهنجي اباڻن ويندس. سنڌ تي سڏرا ڪري، هاڻ منهنجو پرديس ۾ من ئي نہ
لڳندو. پنهنجو ڳوٺ، پنهنجا ماڻهو ڏاڍا تا ياد اچن.

ديوي : پر بہ بنا نوٽن ويندي ڪيئن؟

توسان ملاقات ٿيندي.

ديوي : ايازو ڀائو ! ..... ڀلي آيا، جي آيا، اسانجون اکيون ٺريون. اڳ ۾ توکي نه سڃاڻم اُن لاءِ شرمسار آهيان.

ٿلو : وري آپ سنڌ سي آئي هئين، واه سائين واه ! ٻڌائو تو ڪيئن هئي هماري سنڌ ؟

ايازو : افسوس سنڌي ٿو سنڌ لاءِ پڇي، سو به هنديءَ ۾؟

ٿلو : (ڪن پڪڙي) غلطي ٿي ڪن ٿو پڪڙيان. ڇڏيو ته نڪ گهيسي به ڪيان! قسم جيجل سڀاڄي سنڌڙيءَ جو اڄ کان پوءِ، سنڌين سان، ملڙيءَ سنڌيءَ ۾ ئي ڳالهائيندس.شروعات اوهان سان ئي ٿو ڪيان- سچا سائين ڏيو خبرون خير جون، اسانجي امڙ سنڌ ڪيئن آهي؟ چاڪ چڱي ڀلي؟ خوش راضي پرس، ٻار ٻچا، نندا وڏا، مٽ مائٽ، اوڙو پاڙو، ڏور ڏڳا ۽ ڳانيون ميهيون......

اِيازو : بس، بس زوراور بس!

ٿلو : ايتري ۾ سائين جن اچا ته توهان فلم جا ٽائيٽل ڏنا، اچا ته پوري فلم باقي آ ڪين؟

اِيازو : ديوي ڀيڻ، هيءَ مڪڻ ڪير؟

ٿلو : مان، ٿلو شيواڏاري اصل ويٺل موهن جي دڙي واري لاڙڪاڻي جو. منهنجي بابي کي ته لاڙڪاڻي جا ڏور ڏڳا به سڃاڻندا هئا.توهان به ضرور سڃاڻندا هوندا! پمن پياري کي! (سنڌو داخل ٿئي ٿي).

سنڌو : ممي!

اِيازو : سنڌو مان تنهنجو ماما!

سنڌو : ماما (ٺهڪ) ممي- ممبئي ۾ ماما بيوقوف ڪو بولتي هئن نه؟

اِيازو : ها، مان سينٽيمينٽل فول ئي ته آهيان، تڏهن ته خاص توهان سان ملڻ لاءِ مان سنڌ مان لنڊن آيو آهيان؟

سنڌو : ممي، Who is this Mam ?

اِيازو : سنڌوءَ مون کي نه سڃاتو اُن جو آءٌ کي ڪو افسوس نه آهي. مگر ان ڳالهه جو افسوس اٿم ته، اڄ جي سنڌو به سنڌي نٿي ڳالهائي. "الا اِئين نه ٿئي جو ڪتابن ۾ پڙهجي، ته هئي سنڌ ۽ سنڌ واري جي ٻولي."

ڪنور : اِيازو يار ٿڪل هوندين، تازو توانو ٿي ته پوءِ گڏجي ڪائون.

اِياز : ضرور- پر دلبر پهرين، مون کان پنهنجي امانت ته وٺ!

ڪنور : امانت؟

ديوي : توبهہ منهنجا جهوليلعل ....هيڏانهن!

ڪنور : ( ڏڪي)(Yes Darling (Her Henpeck Husband مان تو ٻڌايان.... بابا اِنڊيا مان
سنڌوءَ جي ساهرن مان فون آيو آهي.

بابا : ( ٺهڪ) فون آيو آهي. سمجهيم! سمجهيم!

ڪنور : هنن سنڌوءَ جي شادي اِنڊيا ۾ گهري آهي.

بابا : اڙي واه! ..... تہ سالن کان پوءِ اِنڊيا هلبو- منهنجي گڏيءَ جي شادي ٿيندي،
شهنائيون وڄنديون- منايون وراهبيون، لاڏا ڳائبا. ( پريان لاڏي جو آواز) لاڏو
ڙي لاڏو برات وني آيو( صرف انٽري تي گهر جي ڀاتين جو لاڏي تي نچڻ.
ٽلوءَ جي شروعات نوٽ وغيره ڏيڻ).

ٽلو : نئڊا سيٺ پنهنجي ٻولي پنهنجو سنگيت، پنهنجا ماروئڙا- اسان کي ڪيترا
نہ پيارا آهن.

ڪنور : سچ ٿو چئين ٽلو جيئن ٻار کي ماءُ جي گود ۾ آنند ۽ سرڳ جو سواد ملندو آهي.
تيئن ئي هر اِنسان کي پنهنجي ملڪ جي مٽيءَ ۾ ئي موڪش پراپت ٿيندو
آهي ( ڪانوَ جي ڪان ڪان جو آواز) .

ديوي : ٽلو، ڪانوُ پيو ڪان ڪان ڪري .

ٽلو : مالڪڻ، ويچارو ڪانوُ ڪان ڪان نہ ڪندو تہ ڇا توهان وانگر ”مان مان“ ڪندو
ڇا؟

ديوي : بيوقوف ڪانوُ ڪان ڪان اچي ڪري معنيٰ گهر مهمان ضرور اچي.

ٽلو : مان نٿو مڃان سرڳي اما چوندي هئي ڪانوُ ڪان ڪان ڪري معنيٰ ويچارو
بکيو آهي. پيٽ ڀريل ڪانوُ ڪڏهن بہ ڪان ڪان نہ ڪندو آهي.

ديوي : ڪندو آهي ڪان ڪان لڳائين ٿو شرط!

ٽلو : شرط! مالڪڻ لڳي. هزار هزار جي شرط- آيو مهمان تہ مالڪڻ هارايو ۽ نہ آيو تہ
مون کٽيو ( دروازي جي گهنٽي )
( دروازو ٽلو کولڻ- اِياز محمود جو اچڻ ) .

اِيازو : (داخل ٿي) ڪيئن آهين ميان ڪنور-ڇو ديوي ڀينڙي تو بہ آءُ کي نہ
سڃاتو؟....... بابا.

بابا : (غور سان ڏسندي) ڪير ؟ آيازو آهين نہ - ولي محمود جو پٽ، اسانجي پاڙي
۾ رهندو هئين - ڏاڍو شيطان هئين ڏاڍو شيطان هئين- پٽ ڪنور ڏس تہ ڪير
آيو آهي ؟ ..... تنهنجي ننڍ پڻ جو يار ايازو.

ڪنور : ايازو ..... (گلي ملي) دلبر سپني ۾ بہ نہ سوچيو هوم تہ سالن کان پوءِ اوچتو

سنڌو : ساري ٽلسن ! ...... ٽلسن ويٽر از ماءِ بڪ.
ٽلور : ٽلو- جيسيتائين سنڌو سنڌيءَ ۾ نه پڇيئي، اصل نه پڙهائجانس.
سنڌو : O.K. ٽلو مل- ويٽر از ماءِ- ڪتاب؟
ٽلو : ڪتاب نه ، ڪتاب، ڪتاب.
سنڌو : And - ويٽر از ماءِ ڪا ..... ڪافي.
ٽلو : ڪافي؟
سنڌو : لوٽ بڪ، ڪافي ڪافي.
ٽلو : ڪافي نه ......ڪاپي- ڪاپي!
بابا : سنڌو سنڌي آهين، سنڌي سک، سنڌي سک.
ٽلو : ڪاپي حاضر آهي وٺ (ڪاپي ڏيندي) جلدي پڙهاءِ ڇا ڪائيندين ڏهي ڪوڪي- دال پڪوان يا پٽاٽا ڦلڪو!
سنڌو : Understand Break fast I mean لو سنڌي نراڻ. But Any thing
ٽلو : Any thing ننڍا سيٺ ، شيءِ Any thing ڪانه ٿين ڊش نڪتي آهي ڇا؟
سنڌو : ( سڏ ڪندي) مم ..... ممي.....مما!
ٽلو : ننڍا سيٺ پڇو- مالڪڻ آئي ته ''اٿو ڪاڏو ڪُٿي مار پيئي ڳابي تي'' پڇو.
ديوي : (اندران) Coming (شيشي جي سامان پڇڻ جو آواز).
ٽلو : پڇو اڃا به وقت اٿوَ. اندر نه ته باهر ٿي پڇو؟
ديوي : ( داخل ٿيندي) ڪير ٿو پڇي؟
ٽلو : ماءِ! پڇڻ ۾ ننڍي جونئي ڪان ٿي اُستاد آهيان نه مالڪڻ، اڪري ته بچپن ۾ ٿي سنڌ ماءِ پڇي ڇت لنڊن توهان وٽ آيس!
ديوي : سنڌو اندر ٽيبل تي بريڪ فاسٽ رکي آهي- وڃ اندر- ٽلو تون ڪتي تو ويٺين؟
ٽلو : ماءِ؟ ها ها بريڪ فاسٽ ڪائڻ، نه ، نه سنڌوءَ کي ڪارائڻ (Sindhu- Tilu, Exit)
ديوي : بابا - توهان ڪتي ويٺا آهيو؟
بابا : ڇو؟ توکي ڪا تڪليف آهي؟
ديوي : ........بابا، انڊيا ماءِ سنڌوءَ جي وڏ جي فادر جو فون آيو هو!
بابا : ڪوير!
ديوي : ڪوير نه ...... فوير ، فوير.
بابا : ڪوير، ڪوير- به ، به ڪوير ٿيا آهن ڇا ؟
ديوي : فوير ، فوير.
... نه ڪوير- ڪوير ٿي ڇوان - ڪنوار ڪنن مان مٿي ڪڍاءِ بابا.

لوڙهي جي زلفن جو مان .....مان .....مان پيڪي هلي ويندو سانءُ، ها

کنور : پيڪي تہ زالون ويندين آهن، ٽلو.

ٽلو : ڇو سائين سنڌ اسان سنڌين جو پيڪو گهر نہ آهي. سال ٿيا آهن لنڊن آئي. سچ سائين پنهنجا ماڻهون پنهنجي ملڪ ڏاڍي ياد ٿي اچي ( خواب جيان ڏسندي.) اسان بہ اکين سامهون منهنجو ڳوٺ، منهنجو گهر، گهٽيون،مصريءَ کان مٺا ماروئڙا ڳوٺاڻان، سادا سڀاجها سانگهيئڙا- مليءَ جي مضمور ڪندڙ، مسالي خوشبو، ملي اُس، صبح جي ٿڌي هير، گلاب جي گلن جي ملي خوشبو- موتين جيان آسمان مان ڪرندڙ برساتي ڦڙا. اِئي ڏکر راند، ساڌ ٻيلي جو چٽٽي ڍوڍو - سنڌو درياهہ جو سنگيت ميہ وهڪرو سنڌوءَ ۾ ٽٻيون، سچ سائين منهنجو تہ جي وس پڇي تہ مان پکي بڻجي اُڏامي پنهنجي ملڪ موٽي وڃان.

کنور : پر ٽلو اڄ اوچتو ئي اوچتو توکي جنم ڀومي ياد ڪيئن آئي؟

ٽلو : سائين منهنجي جيجل سنڌڙي مون کان وسري ئي ڪٿي هئي؟

وطن ويو جن هٿان، ناهي تن آرام،

ڪڏهن وسري ڪين ڪي، ڪنهن کان پنهنجو گام

نديون هت بہ جام- پر سنڌوءَ ۾ ڪو ساهہ ٿن.

بابا : سنڌوءَ ۾ ٿن ساهہ، سنڌو پاڻين ماءُ .

پنهنجا نيٺ پنهنجا ڏارين ڪهڙو ساءُ

آيو اهڙو واءُ هڪڙا هتي تہ ٻيا هُتي!

پٽ ڪنور سچ ٻڌائجانءِ - ڇا توکان وسريا آهن

شاهہ ، سچل، سامي - سنت ڪنور رام، شهيد هيمون ڪالاڻي. ڇا وساري سگهندين تون پنهنجي ءِ سنڌ ۽ سنڌوءَ کي ؟

کنور : وطن لاءِ جان بہ گهوڙي سا بہ ٿوڙي

الا سنڌين جان نہ گهوڙي، وطن گهوڙي آيا.

سنڌو : ( داخل ٿي) گڊ مارننگ گرانڊ پا.

بابا : سنڌو، سنڌيءَ ۾ ڳالهاءِ.

سنڌو : ڇڏو ، گڊ مارننگ، با.....با !

ٽلو : بابا ! ( ٽهڪ) Baba Baba black sheep, have you any wool

سنڌو : Shut up

کنور : سنڌوا سنڌوا! سي -ساري.

ٽلو : پڙهان ٿو، ( تمام تڪڙو تڪڙو پڙهي ٿو ) ''ڀارت لنڪا کان هاريو،'' امريڪا ۽ ڀارت وچ ۾ قرار، ڦولن ديوي پارليامينٽ ۾ !

بابا : جهل ڇوڙا جهل- ڪو ڇريو ڇتو ڪتو پٺيان پيو اٿيئي، يا ڪو رامسي جي هارر فلم وارو ڀوت ڏٺو اٿيئي جو فاسٽ ٽرين جيان پيو ڀڄين ( اهل ڪندي) آهستي آهستي، ڇٻي ڇٽي، زور سان پڙهه سمجهه ۾ ته اچي!

ٽلو : ڇپن ۾ ٿو پڙهي!

بابا : ٽلو ٻچا اخبار ٿو پڙهين يا ڀڳوان کان ٻلون پيو بخشيائين- ڏاڍيان پڙهه!

ٽلو : ( ڏاڍيان) بابا ٻڌو ! بابا، بابا

بابا : ٽلو ڏس، ٻاهر دروازي تي ڪو سڏ ٿو ڪري ڇا، بابا...... بابا .

ٽلو : ننڍا سيٺ، ڇبو ڇايو معاف ڪجو لڳي ٿو ته مان سڀان جو سورج نه ڏسندس! يمراج ڪاري ڏڳي تي سوار ٿي مون کي وٺڻ آيو آهي ۽ سڏ ٿو ڪري.

بابا : ٽلو!

ٽلو : يمراج اچي ويو!

بابا : ٽلو، اخبار!

ٽلو : ڀارت لنڪا کان هارايو!

بابا : ماريو!- وري ڪنهن ڪنهن کي ماريو؟ وري ڪو منسٽر پڪڙيو ڇا؟

ٽلو : مارايو نه - بابا هارايو- هارايو.

بابا : مان به چوان ٿو- مارايو- مارايو- مارايو.

ٽلو : ننڍا سيٺ، مان هٿ ٿو جوڙيان ۽. مون کي بابا کان بچايو.

ڪنور : مون کي ڏي اخبار- ( بلڪل آهستي ) بابا ٻڌو.

بابا : ٻڌاءِ پٽ .

ڪنور : ڀارت ۽ امريڪا وچ ۾ سمجهوتو.

بابا : ڀارت ۽ امريڪا وچ ۾ سمجهوتو.

ٽلو : هاڻ ڪيئن ٿا ٻڌو؟ چلائي چلائي مان چريو ٿي پيس تڏهن ته نه پئي ٻڌڻ آيو ۽؟

بابا : ڪنور پٽ وانگر اول تون چپ چورڻ ته سک، ننڍي هوندي کان ڪنور جي چپن جي چُرپُر ڏسي سمجهڻ جي عادت اٿم ٽلو !

ٽلو : اڄ کان پوءِ نه هاڻ کان ننڍا سيٺ بابا سان صرف توهان ئي ڳالهائيندا ڪبو. هاڻ کان بابا لاءِ ٽلو گونگو، ٻوڙو ۽ انڌو آهي. مهاتما گانڌي جي ٽن باندرن وانگر، نه مان بابا کي ڏسندس نه بابا جو سڏ ٻڌندس ۽ نه ئي بابا سان ڳالهائيندس ۽ جي اُن کان پوءِ به بابا مون کي مجبور ڪيو ته قسم انڌي جو منجا نور،

پرديس ۾ پنهنجو ملڪ پنهنجا ماڻهون ڏاڍا ياد ايندا آهن نہ.

بابا : مني آهي تنهنجي ماتا، جنم مرڻ جا جنهن سان ناتا
رشتا رت جا ڪيئن ٽوڙيندين، جيجل ڪان ڇا مونهن موڙيندين
ڏيندءِ ماءُ مئيار او ميان-وهندين ڪيئن تون وطن وساري
ڌرتيءَ ڪان ٿي ڌار او ميان، وهندين ڪيئن تون وطن وساري

آواز : پيپر ( بالڪنيءَ مان اخبارن جو بنڊل ٻم جيان اُڏامندو ٿو اچي) ۽ سڌو ٽلوءَ جي منهن کي لڳي!

ٽلو : الا ! ..... اصل ڪهي وڏءِ ٻيو ڇا ڪيئہ ؟...... ڏنوءِ نہ سائين سنڌي اخبار جو ڌماڪو! هڪ تہ اخبارن ۾ خبرون ٻمن جون مٿان لڳن ٻہ اچي ٻم وانگر.

بابا : ( اچانڪ ڏڪي) ٻم ! ..... ٻم ! ڪٿي آهي ٻم! ٻم !

ٽلو : ٻم نہ بابا ..... ٻم نہ ..... ٻم جون خبرون- خبرن ۾ ٻم !

بابا : قبرن ۾ ٻم!...... هاڻ ڇا قبرن ۾ ٻم رکي مُردن کي وري ماريندا؟

ٽلو : مرندس تہ مان ، توهان سان ڳالهائيندي ڳالهائيندي. اصل ڪٿي جي موت مرندس- بابا - اخبار..... اخبار.

بابا : سنڌي اخبار آئي آهي؟ اڄ جي اخبار آئي آهي؟

ٽلو : نہ سيان جي اخبار آئي آهي.

بابا : سيان جي اخبار اڄ ڪيڏي اٿائون؟ تہ اڄ جي اخبار ڪڏهن ڪيندا.

ٽلو : چيٽي چنڊ تي ڪيندا؟ توهان کي ڇا آهي ڪرڻو؟ ( وڃڻ جو Action ).

بابا : ٽلو سنڌي اخبار مان ڪا نيڃ سنڌي گرما گرم چٽپٽي خبر تہ پڙهي ٻڌاءِ!

ٽلو : نندا سيٺ، جلدي مانجهو ڊبل ويمو ڪرايو اڄ بابا کي خبرون پڙهي ٻڌائيندي سيان مان خود خبر ٻٽي اخبار ۾ ڇپجندس- سيان جي اخبار ۾ اِشتهار هوندو تہ ٽلو پٽ مصري مل ”سنڌي“ سنڌي اخبار جون خبرون پڙهي ٻڌائيندي ٻڌائيندي گونگو ٿي گذاري ويو ٽلوءَ جون پڳڙيون.

بابا : پڳڙيون؟ ٽلو ڪير مئو؟

ٽلو : اڃا تہ مئو نہ آهي پر تمام جلد مرڻ وارو آهي توهان کي خبرون پڙهي ٻڌائيندي.

بابا : تہ جلدي خبرون پڙهہ نہ !

ٽلو : جيئن جلدي مران- نندا سيٺ منهنجي مرڻ ڪان پوءِ منهنجو لاش اِنڊيا ضرور موڪلجو.

بابا : ٽلو اخبار.

ٽلو : چڪو معني .... ڪدرو.

بابا : گدرو ! پر هڪ مڇر ماڻهوءَ کي گدرو ڪيئن ٻڌائيندو ؟ مار گولي - حقو!

ٽلو : حقو - ڏيو -هل پت ٽلو ( ڳائيندي ) اي ميري دل ڪهين اوُر چل - غم ڪي دنيا سي دل ڀر گيا، ڍونڊ لي اب ڪوئي گهر نيا ( اچانڪ ) بابا - آئيڊيا ! ڇو نہ، ڪڇن مان گٽس جو پائيپ ڪڍي سڌو حقي ۾ لڳائي تيلي ڏجي ؟

بابا : گٽس جو حقو !! - واه، اڙي ٽلو اڄايو مان توکي بيوقوف سمجهندو هوس تو ۾ تہ عقل آهي - گٽس جي حقي ناهڻ جي گولڊن آئيڊيا جي ڦِٽ ڪنور کي ڏجي ۽ هي هوُ نئڊڙا ماڊرن گٽس جا حقا ناهي. سگريٽ ڪمپنين کي تالو لڳارائي تہ، نوٽ ئي نوٽ ! واه ڙي سنڌي واه !

ٽلو : بابا، ” پئسي ۾ پاور آهي نہ “ اما ۽ مان ننڍڙي هوندي هر روز ڳائيندا هئاسين - پئسو لڏو ڀڏ مان - پئسي ورتم گاهہ - گاهہ ڏِنُم گانءِ کي - گانءِ ڏنو کير - کير ڏِنُم بابا کي - تہ بابا ڏنو ( بابا ڀوندو ) ڀونڊو ! بابا ڏنو ڀونڊو تہ ياد آيو ڏنڊو ڪونڊو - ڦودني جي چلٽي ناهٽي آهي. چنٽي نہ ناهيم تہ مالڪڻ منهنجي چلٽي ناهيندي ( ويندي ) مار ڊِيا جائي يا ڇوڙ ديا جائي ! (Exit)

ڪنور : ( داخل ٿي ) بابا ( پيرين پوندي ) - ( سڏ ڪندي ) ٽلو -!

ٽلو : ( ڳائيندي Entry ) تنهنجي ملڪ ۾ آيس قسمت سان ، پر سهٽا ڪين سڃاتو تو !

ڪنور : ٽلو ٽلو - گهڻا دفعا توکي چيو اٿم تہ ،” ٽلو هيءُ تنهنجو احمدآباد نہ آهي. لنڊن آهي لنڊن، اِئين رستي جي بڪارين وانگر ايندي ويندي گانا گائڻ بند ڪر !

ٽلو : سائين منهنجو مري بہ ماڻهن حي دلبن ۾ جيئرو رهندڙ بابو مصري مل، چوندو هو، ٽلو ڦِٽ رُئنديِن تہ اڪيلو رُئنديِن ۽ کلنديِن تہ سيني کي ساڻ گڏ کلائينديِن.

ڪنور : پڙهين تہ ڏاڍو سياڻو هو.

ٽلو : سياڻو ! نہ سائين منهنجو بابو سياڻن جو شهنشاه هو. خبر اَٿوَ سائين ماڻهون تہ ماڻهون، ڳوٺ جا ڍور ڍڳا، بہ بابي سائين کان صلاح وٺڻ ايندا هئا.

ڪنور : اڇا ! پڙهين ايڏو سياڻو هو تہ پوءِ ڀلا تون ايترو بيوقوف ڪيئن جائين؟

ٽلو : ( تڪڙ ۾ نہ سمجهي ) بس اِئين...... ( سمجهي ) ڇا ؟

ڪنور : ٽلو اڄ بہ انڊيا مان سنڌي اخبار نہ آئي آهي ؟

ٽلو : انڊيا ...... سنڌي اخبار ..... روز اچي تہ اُها سنڌي اخبار ڪيئن ڇئبي ۵۰۷ اخبارون گڏ ايندون آهن. اڄ نہ آيون تہ ڇيتي چند تائين پهچي ونديون !

تلو : گابا نہ بابا - بابا نہ، فادر گرانڊ فادر.

بابا : پادر ؟! ڇوڙا صبح صبح جو ڇو تو گهري پادر ڪائين ؟

تلو : هِن پوڙهي مان تہ ڦاٽس ؟

بابا : پوڙهو ؟ -ڪو پوڙهو ملڻ آيو آهي ڇا ؟

تلو : پڇي هڪ پوڙهي سان نٿو سگهان - ٻڍو

بابا : ٻڍو ! سمجهہ سمجهہ ٻڍو بڪاري آيو آهي. ويچارو بکيو هوندو، وڃي کير پيئاريس.

تلو : کير پيئارڻ ئي تہ آيو آهيان،بڪاريءَ کي نہ توهان کي - توهان کي (چلائيندي) کير - کير !!

بابا : تہ چلائين ڇو ٿو ( پاڻ چلائيندي ) مون وانگر آهستي نٿو ڳالهائي سگهين، مان ڪو ٻوڙو آهيان ڇا ؟

تلو : توهان نا بابا - مان ٻوڙو آهيان، مان ٻوڙو منهنجو خاندان ٻوڙو، اوڙو پاڙو ٻوڙو سڄو احمداباد ٻوڙو - هاڻ تہ خوش -

بابا : ( آهستي ) تلو پٽ - تو مون کي ڪجهہ چيو ڇا ؟

تلو : ( زور سان ) نہ ! پاڻ سان ويني ڳالهائيم - وڦلڻ جي بيماري اٿم چريو آهيان نہ !

بابا : بيماري ٿيندي اٿيئي باهہ - يميت بري. ساري پسم ڪري. اُن کان اڳہ باهہ ۾ بيماريءَ جو خاتمو ڪرڻ گهرجي - ڪرِ خبر گلاس ۾ ڇا آندو اٿيئي. ڏي ڏسان - کير - ڇڙٻٽ، هيتري دير کان گرما گرم کير آندو اٿيئي، ڇوين بہ نٿو تہ کير کٽي آيو آهيان - ويسر سني نہ آهي تلو پٽ !

تلو : ( ڪن پڪڙي ) غلطي ٿي - کير پيئو کير !

بابا : بيئر تہ رات جو پيبو نہ - صبحءَ جو کير ڏي (گلاس ) نہ، نہ پهرين حقو پوءِ کير - وڃي جلدي حقو گرم ڪري اچ.

تلو : مري ويس - حقي لاءِ پهرين ڦل ناهيان - ڪوئلا تپايان - ڪوئلن سان گڏو گڏ پاڻ کي بہ تپائيان - بابا لندن ۾ بہ توهان هِن سنڌي حقي جي پچر نٿا ڇڏيو.

بابا : مچر ! مچر ياد آيو تلو اُن ڏينهن ٽي وي ۾ ڪنهن نانا رڙيون ڪندي پي چيو تہ ، ” ايڪ مچر - ايڪ مچر آدمي ڪو هيجرا بنا ديتا هئہ “ تلو پٽ هيءُ هيجرو ڇا ٿيندو آهي ؟

تلو : هيجرو معنيٰ ڇڪو !

بابا : معنيٰ !

۽ ٻڌجي ٿو - پريان ايندر آواز :-
” ادا هل تہ هلون “ - پهريون انترو گيت
حو پوءِ فيڊ آئوٽ - ( دروازي جي گهنٽي )

ٿلو : ( گهر جو نٽ کٽ نوڪر داخل ٿي رام شمر پريات ميري من ( Entry ) بابا کي پيرين پوندي ) ڳڻ مارننگہ بابا، گراند پا، ٿچنگہ يوئر فيٽ ( پيرين پئي ) بابا آشبواد نہ تہ، پونڊو ئي ڏيو ( ويندي پٽيٽائبندي ) پوڙهي ٻڍو ئي نہ حوندو ! ( گهنٽي )

آواز : ( دروازو ٿلو کولي ٿو کير جي بوتل ۽ هٿ اندر اچي تو آواز ) پڻوت !

ٿلو : ٻاتا - دوڙ ڊوڙ چئہ دوڊ - پڻوت! ( ٻائندي ) جو کير پيئي سو وير ٿئي. ( Exit )

بابا : شڪر ٿئي منهنجا مالڪ شڪر ٿئي.
صبح جا سائين، پنهنجي هلنديءَ هلائج، ڪنهنجو محتاج نہ بڻائج.
دم دم جو خئر - پل پل حو خئر - جتي پير اتي خئر - دوست دشمن جو خئر،
ديش وديش جو خئر -جتي پير اُتي خئر - جتي پير اُتي خئر.

بابا : ( بابا حقو پيئي ٿو ڦوڪ پريندي ) حقو ئي ٺري ويو آهي - ( سڏ ) ٿلو.

ٿلو : ( مصيبت ۾ مالڪ مددگار ٿيندي، ٻائيندي، هٿ ۾ گلاس کير حو داخل ٿي ) کير !

بابا : ( ڪن کي هٿ ڏيئي ) ڇا ؟

ٿلو : ( گلاس ڏيکاري ) جو کير پئي سو وير ٿئي، ڏند زور ونن ڏاڍا سهٹا لڳن. هاڻ هن عمر ۾ بابا جا نقلي ڏند جا زور ولندا ؟

بابا : ٿلو تنهنجا چپ پي هِليا، تو ڪجهہ مون کي چيو ڇا ؟

ٿلو : ( زور سان ) بابا !

بابا : گابا ؟!

ٿلو : گابا نہ - بابا، بابا.

بابا : ٻڌم -ٻڌم - گڏهہ جيان هينگي ڇو ٿو ؟ - ايترو زور سان رڙيون نہ ڪر ڪٿي مغز جي نس بس نہ ڦاٽي پوئي - چئہ.

ٿلو : کير پيئو ..

بابا : پيئان ؟! - ٿلو پر حقو ڪيئن پيئان ؟! ماٺون مانجهو حقو ئي ٺڏو ٿي ويو آ ني !

ٿلو : حقو نہ بابا - کير کير بابا.

بابا : گابا - وري گابا، گهر ۾ ڪو گابو گهسي آيو آهي ڇا ؟

# سنڌ ٿي سڏي ..... هلو تہ هلون

## مدن جُماڻي

پاتر

| | | | | |
|---|---|---|---|---|
| ١. | : | بابا | : | ڪنور جو پيءُ. |
| ٢. | : | ٽلو | : | ڪنور جو نوڪر. |
| ٣. | : | ڪنور | : | گهر جو مکيا. |
| ٤. | : | سنڌو | : | ڪنور جي ڌيءُ. |
| ٥. | : | ديوي | : | ڪنور جي زال. |
| ٦. | : | اياز | : | ڪنور جو دوست. |

( پردو کلڻ سان، شاهوڪار جو گهر سني نموني سجايل نظر اچي ٿو. بلڪل سامهون اَچي پردي نُمان ديوار آهي تہ، ساڄي وچ مان گهر اندر داخل ٿيڻ لاءِ دروازو تہ سامهون، گهر اندران ٻين ڪمرن ڏانهن وڃڻ لاءِ دروازو. اَوّل منچ تي مُڪمل اونڌهہ انڌڪار آهي. سامهون ديوار تي، پروجيڪٽر معرفت، سنڌ جو شاهي نقشو نظر اچي ٿو-سنڌو جي ڌارا جو ڪل ڪل ڪندڙ سنگيتميہ آواز-پکين جا آواز،مندر جو گهنڊ سان پڙهہ ڦُٽي ۽ آهستي آهستي صبوح جي پهرين ڪرڻ ۽ روشنيءَ جو منچ تي پرويش. منچ تي آرام ڪرسيءَ تي پنهنجن خيالن ۾ گُم سُم ڪاڪو عمر ٦٠ - ٦٥ سال ڏسجي ٿو.

| | | |
|---|---|---|
| نالو | : | مدن جماڻي. |

# فهرست

## ناٽڪ

۽ ڌيان ۾ ڪهڙو تفاوت آهي؟

سوا ڌياءِ معنيٰ پنهنجو ابياس ۽ پنهنجو ابياس ويچار ڪانسواءِ ٿي نٿو سگهي. ان ڪري سواڌياءِ ويچار جو ئي طريقو آهي. پر ڌيان آهي ويچار رهت، ويچار ڪانسواءِ اهو آهي ويچارن ڏانهن ڄاڻ. سوچڻ ۾ ڄاڻ نه آهي. سوچڻ به هڪ قسم جو سپنو آهي. سڄاڳتا ۾ سپنو ڏسي ٿي تو وڃي. سوچ ويچار لاءِ ننڊ ضروري آهي. سوچ ويچار سپنا آهن. سوچ ويچار اکيون کولي سپنو ڏسڻ آهي. سپنا ڇترن جي پاشا ۾ سوچيندا آهن. سوچڻ سپني جو فضيلته پريو روپ آهي. سوچڻ ۾ ڇترن جي جاءِ تي اکر اچي وڃن ٿا. ليڪن ڌيان هڪ الڳ ئي آيام آهي. اهو سپنن کان ڇٽل آهي. اُن ۾ ويچار کان فقط پار وڃڻو آهي. سپنو اچيتن من جو چنتن آهي. ويچار چيتن من جو چنتن آهي. ڌيان آهي من جي غير حاضري. من جو نه هجڻ. چيتن من جڏهن ڪنهن ٻاهرين چيز تي خيال تو ڪري ته به ويچار آهي. ۽ جڏهن پاڻ تي تو خيال ڪري ته به ويچار آهي.

ڌيان ۾ ڪنهن به وشيه ( ٻاهرين چاهي خودپنهنجي ) کان مٿي اُٿڻو آهي. ڪابه وشيه نه گهرجي. اُن ۾ ڪو خاص فرق ڪونه ٿو پوي ته وشيه ڪهڙي آهي. ڌن هجي يا ڌرم، پرائو يا پنهنجو. خاص نڪار يا ڪرانتي تڏهين ئي ٿي اچي جڏهن چيتنا وشيه کان ٻاهر آهي. ڇو جو تڏهن پاڻ کي سڄاڻي سگهجي ٿو، جڏهن چيتنا وٽ ڄاڻڻ لاءِ ڪجهه به نٿو رهي ، تڏهن پاڻ کي سڄاڻي ٿي يعنيٰ جڏهن ڪجهه به گيان نه آهي، تڏهن آتم گيان ٿيندو آهي. مطلب ته سواڌياءِ - پنهنجو ابياس آهي، پنهنجي باري ۾ سوچ ۽ ويچار. پر ڌيان آهي پاڻ کي ڄاڻڻ. اها پڪ آهي ته جنهنجي باري ۾ ڪجهه ڄاڻون ئي ڪين ٿا، ان جي باري ۾ سوچ ويچار به ڇا ڪبو؟ پر جنهن کي ڄاتو ويو آهي، اُن جي باري ۾ سوچ ويچار جو سوال ئي نٿو اُٿي. ان ڪري سواڌياءِ کان بچون ته بهتر. ڇو جو اهو به ڌيان ۾ وِگهن آهي، ۽ وڏو وِگهن، ڇو جو اهو ڌيان جو ناٽڪ بڻجي پوندو آهي. من ته اُن ۾ ڏاڍو خوش ۽ پرسن هوندو آهي. ليڪن ساڌڪ پٽڪجي تو وڃي. هو وري وشيه ۾ اُلجهي تو وڃي. من آهي وشيه جو مُکه، اُن کي ڪهڙي وشيه ، پوءِ وشيه ڪائي به هجي. ڪام هجي چاهي رام. هو صرف وشيه سان راضي آهي. ان ڪري ڌيان جي لاءِ ڪام ۽ رام، ٻنهي کان مٿي اُٿڻو آهي. ڌارئي يا پنهنجي، ٻنهي کي سم ڀاؤ سان وِدا ڪرڻو آهي. تڏهن اهو پرگهٽ ٿو ٿئي جو پنهنجو آهي ۽ جو پرائو به آهي. يا جو نه پنهنجو آهي، نه پرائو آهي؛ بس آهي.

۽ ڏيان ۾ ڪهڙو تفاوت آهي؟

سوا ڏياءَ معنيٰ پنهنجو ايياس ۽ پنهنجو ايياس ويچار ڪانسواءِ ٿي نٿو سگهي. ان ڪري سِواڏياءَ ويچار جو ئي طريقو آهي. پر ڏيان آهي ويچار رهت، ويچار ڪانسواءِ اهو آهي ويچارن ڏانهن جاڳڻ. سوچڻ ۾ جاڳڻ نه آهي. سوچڻ به هڪ قسم جو سپنو آهي. سجاڳتا ۾ سپنو ڳم ٿي ٿو وڃي. سوچ ويچار لاءِ ننڊ ضروري آهي. سوچ ويچار سپنا آهن. سوچ ويچار اکيون کولي سپنو ڏسڻ آهي. سپنا چِترن جي ڀاشا ۾ سوچيندا آهن. سوچڻ سپني جو فضيلته پريو روپ آهي. سوچڻ ۾ چترن جي جاءِ تي اکر اچي وڃن ٿا. ليڪن ڏيان هڪ الڳ ئي آيام آهي. اهو سپنن کان ڇٽل آهي. اُن ۾ ويچار کان فقط پار وڃڻو آهي. سپنو اچيتن من جو چنتن آهي. ويچار چيتن من جو چنتن آهي. ڏيان آهي من جي غير حاضري. من جو نه هجڻ. چيتن من جڏهن ڪنهن باهرين چيز تي خيال ٿو ڪري ته به ويچار آهي. ۽ جڏهن پاڻ تي ٿو خيال ڪري ته به ويچار آهي.

ڏيان ۾ ڪنهن به وشيه ( باهرين چاهي خودپنهنجي ) کان مٿي اُٿڻو آهي. ڪابه وشيه نه گهرجي. اُن ۾ ڪو خاص فرق ڪونه ٿو پوي ته وشيه ڪهڙي آهي. ڌن هجي يا ڌرم، پرائو يا پنهنجو. خاص نڪار يا ڪرانتي تڏهين ئي ٿي اچي جڏهن چيتنا وشيه کان باهر آهي. جو جو تڏهن پاڻ کي سڃاڻي سگهجي ٿو. جڏهن چيتنا وٽ جاڻڻ لاءِ ڪجھ به نٿو رهي، تڏهن پاڻ کي سڃاڻي ٿي يعنيٰ جڏهن ڪجھ به گيان نه آهي، تڏهن آتم گيان ٿيندو آهي. مطلب ته سِواڏياءَ - پنهنجو ايياس آهي، پنهنجي باري ۾ سوچ ۽ ويچار. پر ڏيان آهي پاڻ کي جاڻڻ. اها پڪه آهي ته جنهنجي باري ۾ ڪجهه جاڻون ٿي ڪين ٿا، ان جي باري ۾ سوچ ويچار به ڇا ڪبو؟ پر جنهن کي جاڻو ويو آهي، اُن جي باري ۾ سوچ ويچار جو سوال ئي نٿو اُٿي. ان ڪري سِواڏياءَ کان بچون ته بهتر. جو جو اِهو به ڏيان ۾ وِگهن آهي، ۽ وڏو وِگهن، جو جو اهو ڏيان جو نانڪر بڻجي پوندو آهي. من نه اُن ۾ ڏاڍو خوش ۽ پرسن هوندو آهي. ليڪن ساڌڪ ڀٽڪجي ٿو وڃي. هو وري وشيه ۾ اُلجهي ٿو وڃي. من آهي وشيه جو مُکه، اُن کي ڪهڙي وشيه، پوءِ وشيه ڪائي به هجي. ڪام هجي چاهي رام. هو صرف وشيه سان راضي آهي. ان ڪري ڏيان جي لاءِ ڪام ۽ رام، ٻنهي کان مٿي اُٿڻو آهي. ڏارئي يا پنهنجي، ٻنهي کي سم ڀاؤ سان وِدا ڪرڻو آهي. تڏهن اهو پرگهٽ ٿو ٿئي جو پنهنجو آهي ۽ جو پرائو به آهي. يا جو نه پنهنجو آهي، نه پرائو آهي؛ بس آهي.

۽ ڌيان ۾ ڪهڙو تفاوت آهي؟

سوا ڌياءِ معنيٰ پنهنجو ابياس ۽ پنهنجو ابياس ويچار ڪانسواءِ ٿي نٿو سگهي. ان ڪري سواڌياءِ ويچار جو ئي طريقو آهي. پر ڌيان آهي ويچار رهت، ويچار ڪانسواءِ اهو آهي ويچارن ڏانهن جاڳڻ. سوچڻ ۾ جاڳڻ نه آهي. سوچڻ به هڪ قسم جو سپنو آهي. سجاڳتا ۾ سپنو گُم ٿي ٿو وڃي. سوچ ويچار لاءِ ننڊ ضروري آهي. سوچ ويچار سپنا آهن. سوچ ويچار اکيون کولي سپنو ڏسڻ آهي. سپنا چترن جي ڀاشا ۾ سوچيندا آهن. سوچڻ سپني جو فضيلته پريو روپ آهي. سوچڻ ۾ چترن جي جاءِ تي اکر اچي وڃن ٿا. ليڪن ڌيان هڪ الڳه ئي آيام آهي. اهو سپنن کان ڇٽل آهي. اُن ۾ ويچار کان فقط پار ويٺو آهي. سپنو اچيتن من جو چنتن آهي. ويچار چيتن من جو چنتن آهي. ڌيان آهي من جي غير حاضري. من جو نه هجڻ. چيتن من جڏهن ڪنهن ٻاهرين چيز تي خيال ٿو ڪري ته به ويچار آهي. ۽ جڏهن پاڻ تي ٿو خيال ڪري ته به ويچار آهي.

ڌيان ۾ ڪنهن به وشيه ( ٻاهرين چاهي خودپنهنجي ) کان مٿي اُٿڻو آهي. ڪابه وشيه نه گهرجي. اُن ۾ ڪو خاص فرق ڪونه ٿو پوي ته وشيه ڪهڙي آهي. ڌن هجي يا ڌرم، پرائو يا پنهنجو. خاص نڪار يا ڪرانتي تڏهين ئي ٿي اچي جڏهن چيتنا وشيه کان ٻاهر آهي. ڇو جو تڏهن پاڻ کي سڃاڻي سگهجي ٿو. جڏهن چيتنا وٽ ڄاڻڻ لاءِ ڪجهه به نٿو رهي، تڏهن پاڻ کي سڃاڻي ٿي يعنيٰ جڏهن ڪجهه به گيان نه آهي، تڏهن آتم گيان ٿيندو آهي. مطلب ته سواڌياءِ - پنهنجو ابياس آهي، پنهنجي باري ۾ سوچ ۽ ويچار. پر ڌيان آهي پاڻ کي ڄاڻڻ. اها پڪه آهي ته جنهنجي باري ۾ ڪجهه ڄاڻون ئي ڪين ٿا، ان جي باري ۾ سوچ ويچار به ڇا ڪبو؟ پر جنهن کي ڄاتو ويو آهي، اُن جي باري ۾ سوچ ويچار جو سوال ئي نٿو اُٿي. ان ڪري سواڌياءِ کان بچڻ ته بهتر. ڇو جو اِهو به ڌيان ۾ وِگهن آهي، ۽ وڏو وِگهن، ڇو جو اهو ڌيان جو ناٽڪه ٻڌي پوندو آهي. من ته اُن ۾ ڏاڍو خوش ۽ پرسن هوندو آهي. ليڪن ساڌڪه ڀٽڪجي ٿو وڃي. هو وري وشيه ۾ اُلجهي ٿو وڃي. من آهي وشيه جو مُکه، اُن کي کپي وشيه، پوءِ وشيه ڪائي به هجي. ڪام هجي چاهي رام. هو صرف وشيه سان راضي آهي. ان ڪري ڌيان جي لاءِ ڪام ۽ رام، ٻنهي کان مٿي اُٿڻو آهي. ڌارئي يا پنهنجي، ٻنهي کي سم ڀاؤ سان وِدا ڪرڻو آهي. تڏهن اهو پرگهٽ ٿو ٿئي جو پنهنجو آهي ۽ جو پرائو به آهي. يا جو نه پنهنجو آهي، نه پرائو آهي؛ بس آهي.

آهيو تہ من آهي. اوهين حال ۾ حاضر ٿيو
تہ من ڪم آهي. پر جي اوهين ماضيءَ ۾
گھمندا يا مستقبل ۾ تہ من پريل آهي ڪم
ڪندوءِ جي اوهين ڪيڏانهن نہ وڃي،
شانت ٿي حال ۾ استر ٿي ويندا تہ اوهين
عجب ۾ پئجي ويندا تہ من آهي ئي
ڪونہ. جئن اوندهہ نگيٽوٽي آهي ۽ روشني
پازيٽوٽي، تئن من پڻ هڪ نگيٽوٽي آهيءَ
شانت ٿي حال ۾ هجڻ (من نہ) پازيٽوٽي
آهي. (نہ من) نگيٽوٽي ٿي لڳي، پر اٿين
نہ آهي.

پاڻ کي ماضيءَ جي تجربن مان سکڻ
لاءِ، ماضيءَ ۾ وڃڻ ضروري آهي. تئن
آئيندهہ لاءِ پروگرام ناهڻ وغيره بہ ضروري
آهي، پر اهو سڀ ماضيءَ ۽ مستقبل ۾ ٻوڙڻ
سان ٿو ٿئي، ۽ اِهو من جو ڪم آهي. پر
شانت ٿي حال ۾ پاڻ کي آڻيون ٿا تہ من نہ
آهي ۽ ان استثنيءَ ڪانسواءِ ڌيان ۾ هجڻ
محال آهي. جئن انڌارو روشنيءَ جي غير
حاضري آهي، تئن من حال جي غير حاضري
آهي. ڌيان ۾ تہ سمپورڻ پاڻ کي حال ۾
رکڻو آهي، نہ تہ ڌيان هوندو ئي نہ.

مطلب تہ ويچارن کان مڪت چت ئي
پنهنجي اصلوڪي حالت آهي. اِهائي
سماڌي آهي. ڌيان آهي ترتيب يا وڌي.
سماڌي ان جي حاصليت آهي. ليڪن ڌيان
جي سنبنڌ ۾ سوچيون نہ. اُن باري ۾ ويچار
ڪرڻ بہ ويچار ئي آهي. اُن ۾ وڃون غوتو
هٽون. اُن باري ۾ سوچيون نہ صرف آنن
وڃون.

ڌيان ۾ هجڻ سان من ڪم ٿي وڃي
ٿو. من آهي دروازو سنسار جو،ڌيان آهي
دروازو موڪش جو. من سان جيڪي پائجي
ٿو، اهو ڌيان ۾ وڃائجي ٿو. من سان جنهن
کي وڃايو آهي، ڌيان سان اُهو ملي وڃي
ٿو.

هينئر سوال ٿو اٿي تہ ڇا نرآڪار جو
ڌيان ٿي سگھي ٿو؟ جي ٿي سگھي ٿو تہ ڇا
نرآڪار، نرآڪار ئي بڻيو رهندو؟

ڌيان جو ساڪار يا نرآڪار سان ڪوئي
سنبنڌ ڪونہ آهي. ڌيان آهي وشيہ وسنوءَ
کان رهت، گهڙيءَ ننڊ سمان. ليڪن ننڊ ۾
چيتنا ڪانہ آهي، پر ڌيان ۾ چيتنا پورڻ
روپ ۾ آهي. گهڙيءَ ننڊ ۾ اسين اُتي
هوندا آهيون جتي ڌيان ۾ هوندا آهيون،
پر جاڳرت، سڄاڳہ سمهڻ ڌيان آهي، يا
سمهندي جاڳڻ ڌيان آهي. پوءِ جو جاڻجي
ٿو اهو، نہ ساڪار آهي، نہ نرآڪار آهي.
اُهو آهي آڪار ۾ نرآڪار يا نرآڪار ۾
آڪار. اصل ۾ اُن ۾ ڪوبہ تفاوت ڪونہ
آهي. ٻيائي نہ آهي. ان ڪري اسان جا سڀ
لفظ وئرٿ ئي وڃن ٿا. اتي نہ ڄاڻندڙ آهي
نہ ڄاڻ. نہ درشن آهي، نہ درشڪ. ان ڪري
اِتي جو آهي اُن جو ورنن ڪرڻ اَسميو
آهي. ڪنن آهي.

اِتي وري ٻيو سوال ٿو اُٿي تہ سِوا ڌياءِ

ڪنهن متر پڇيو تہ ڌيان ڇاکي ٿو
چئجي ۽ اُنجي ترتيب ڪهڙي آهي؟
سچ تہ نرويچار چيتنا ئي ڌيان آهي، ۽ نرويچار ٿيڻ لاءِ ويچارن ڏانهن جاڳڻ ئي ترتيب آهي. ويچارن جو پرواهہ (نڪرڻ) من مان آهي. اُن نڪرڻ ڏانهن مورڇت رهڻ، سمهي رهڻ، اجاگر ٿيڻ، اسان جي ساڌارڻ حالت آهي. اُن مورڇا ڪري اسين من ئي معلوم ٿيڻ لڳون ٿا. جاڳون ۽ ويچارن کي ڏسون. اِئين ڏسون جئن راهہ ويندي ڪوئي ماڻهن جي پرواهہ کي، رستي جي ڪناري تان ٻيهي ڏسي. بس اُن جاڳي ڪري ڏسڻ سان ڪرانتي ٿي اچي. ويچارن کان پنهنجو پاڻ واسطو ٽٽي ٿو پوي، اُن ٽٽڻ جي انتم ڇوڙ تي نرويچار چيتنا جو جنم ٿو ٿئي.

اڇو تہ من جي اصليت ۽ اُنجي رچنا (مڪينيزم) کي سمجهون. من جيوت رهي سگهندو يا تہ ماضيءَ مان يا مستقبل مان. من کي پنهنجي ڪابہ اصليت ڪانہ آهي. ماضي گذري ويل آهي، هينئر ڪونہ آهي ۽ مستقبل اڃا آيو ڪونہ آهي،اُهو بہ هينئر نہ آهي. ڌيان لاءِ صرف حال ۾ پاڪي رکڻو آهي، نہ ماضيءَ ۾ نہ مستقبل ۾ ۽ ڏسبو تہ من آهي ئي ڪونہ . اِهو اِئين آهي جئن انڌارو. انڌاري کي بہ پنهنجي ڪابہ اصليت ڪانہ آهي.توهين گهر ۾ انڌارو آڻي نہ سگهندا، نہ ئي ٻاهر ڪڍي ڪري سگهندا. اونده سان سڌو ڪجهہ بہ ڪري نہ سگهبو. اوهين روشنيءَ سان ڪجهہ ڪري سگهندا. اُن کي اصليت آهي. اگر اونده سان ڪجهہ ڪرڻو آهي تہ اهو روشنيءَ سان ئي ڪري سگهبو. تئن من بہ حال جي غير حاضري آهي جئن اونده روشنيءَ جي غير حاضري آهي. حال ۾ اچي وڃڻ سان من گم ٿي ٿو وڃي. جي توهين حال ۾ حاضر نہ


ناليو : ڊاڪٽر ارجن ٻجلاڻي.
ڇپايل ڪتاب : هڪ.
پيشو : رٽائرڊ ميڊيڪل آفيسر
پتو : ٢٢١، ساڌو واسواڻي نگر، پونا-٤١١٠٠٧.

۽ ڳھنڊي ٿي رهي.

زالن جي ڪمائڻ واري نيتي يورپ
مان ڀارت ۾ آئي آهي. پنهين جي سيپنا،
سنسڪرتي، ريتيون رسمن جا طور طريقا
نرالا آهن. يورپ جون اُهي زالون جن جا
ٻار ننڍا آهن سي پارٽ ٽائيم نوڪري
ڪنديون آهن. اُتي اُنهن لاءِ اهڙو خاص
بندوبست آهي ۽ هتي اسان وٽ پارٽ ٽائيم
نوڪري مرد واڌو ڪمائي لاءِ ڪندا آهن.
ڀارت ۾ جيڪي زالون سموري ڏينهن جي
نوڪري ڪن ٿيون تن جي ٻارن جا حال برا
آهن. ڪين نوڪري ڪرڻ ڪانپوءِ ڀاڄي
وڍڻ کان وٺي برتڻ صاف ڪرڻ تائين ڪم
ڪرڻو ٿو پوي. يورپ ۾ اڌ رڌل کاڌي جو دٻو
کولي کير ۾ گرم ڪري کائيندو. هرڪو
پنهنجو ڪم پاڻ ڪري. ٻارن جي نيپاج لاءِ
ڪريچ آهي. ڀارت ۾ نوڪري ڪندڙن لاءِ
سُورن جون سوين صورتون آهن!

ڪيتريون سنستائون ۽ مهلا منڊل زالن
جي سڌاري ۽ واڌاري لاءِ نعريبازي ڪندا
آهن پر زالن کي حقن عيوض جهوليءَ ۾
فرضن جي ڳنڙي ملي آهي. برابريءَ ۽
آزاديءَ جا ڪاغذن تي عهدناما ۽ اقرار.

مسئلن جي ڪوئامار مان ڇٽڻ لاءِ
انسان لڳاتار ڪوشش ڪندو ٿو رهي. پر
هن ڪوئامار کي سسي سوڙهي ڳُهٽڻ
جي خاصيت به آهي. هڪ ذهين ۽ غيرتمند
ماڻهو منهن تي هتراڌو مشڪ ٿڦي ٿو
ملي. سنڌس اندر ۾ آنڌ مانڌ جو طوفان
آهي. ويچارو انسان ڏاڍو لاچار آهي
راجنيتي، سماجڪ، ڌارمڪ ۽ مالي
پيچرن ۾ گم ٿيندو ٿو رهي. انسان ۽ سندس
مسئلن جو رستو اهڙو آهي جهڙو نند
قتل شينهن جي چنبي ۾ مُشڪندڙ
ڪوئو جيڪو جيئڊان لاءِ ٻاڌائي ٿو.
ڪوئامار ۾ قاتل ڪوئو به نڪري سگهي
ٿو، پر مسئلن ۾ قاتل انسان نه. سندس
مسئلا انداز ۾ جوڙ ڪونه ٿا ٿيندا رهن،
پر ضرب ٿيندا ٿا رهن. جن کي هرڪو
وٽ آهر منهن ڏيئي وينو آهي. اسين
سوچ جا طريقا بدلايون ته شايد ڪم
آسان ٿي پوي. پُراڻن طريقن جي دائري
مان ٻاهر نڪري نيون راهون ڳاهيون
جيڪي عزت ۽ غيرت واريون هجن.

پرارٿنا هڪ طريقو آهي جنهن سان
آتما کي خوراڪ ڏيئي شڪتيشالي بڻائجي
ٿو. پرارٿنا ڪرڻ، انترمکي ٿي پنهنجي
مالڪ سان حال اورڻ تمام ضروري آهي،
هو مدد ڪندو . پر جوابدارين کان ڇٽڻ
لاءِ سنسنگ ۾ وڃڻ، گرو ڪرڻ ۽ پنٿ
بدلائڻ سان مالڪ به مدد نه ڪندو.
انسان کي پنهنجو سڄو وقت اڏاوتي ڪم
۾ لڳائڻ گهرجي پوءِ پل ”هٿ هاج ۾ دل
يار ڏي هجي“. ڏيکاءُ ڪرڻ لاءِ وقت نه
وڃائجي، ۽ نه پنهنجا مسئلا وڌائجن. پل
ماڻهو ڪجھ به چون. وات جو اٿن ته ضرور
ڪجھ نه ڪجھ ته چوندا ئي.

غمي، ڇٽي، منڻ، جٽئي تي بہ ڇيلهہ ڇڙب تي ٽٽي. پلا سڀ ٽا خرچ ڪن تہ اسين ڇو نڪہ ڪي مڙ لايون. جايون، دڪان، زيور گروي رکي بہ خرچ ڪيون. ڪاڏي تہ ڪوهہ بہ ڪٽي ويندا. سوڙ آهرپير ڊگهيريون، واريون هدايتون صرف ڳالهائڻ جي سونهن وڌائڻ لاءِ آهن! ڪير ٿو ٻڌي جنهن ڪي ڇٽون تہ ”سڄ بہ پاڇا آهي، اُهو ڪيِ ڪَرِ جو مينهن وسندي ڪير اڇي.“ ٻين سان ريس ڪرڻي آهي، نہ تہ ماڻهو ڇا جوندا! بيروزگاريءَ جو پوت آجايو بدنام آهي. نَئِين ڪوجنائن سان گڏ روزگار جا نوان وسيلا ڳولهي ٿا ڪڍن. ڪنهن بہ نئين روزگار لاءِ پهريون ڏاڪو آزمائش جو ٿيندو آهي ۽ هر آزمائش ڪنن ٿيندي آهي. نئين پيشي کي ڌرتي بہ ڇهہ مهنا جاءِ نہ ڏيندي آهي.

جنهن روز، نوڪريءَ ڏنڌي، پيشي کي هٿ ۾ ڪٽجي، اُن لاءِ دل ۾ پيار ۽ عزت رکجي، نيٺ اُپراسو وڌندو. شروع ۾ ٿي ڪو ملڪيت ۽ پيسي جو مينهن ڪونہ وسندو پر محنت ۽ جفاڪشيءَ ڪان پوءِ ٿي آمدنيءَ جو سيلاب ڇٽندو، ٿوري ڪان شروع ٿي گهڻي تي پهچندو. اڄ جڏهن روزگار جون حالتون ۽ نيتيون پيچيديون آهن، خرچ بہ وڌيل آهن تہ زالون بہ پلتي ڪونہ پيون آهن. اڻڪل اڌ صديءَ ڪان هو بہ گهرن جي مالي حالت سڌارڻ لاءِ ميدان ماري رهيون آهن. ڪلارڪي هجي يا آفيسري، ماستري هجي يا پروفيسري، زالون پنهنجي پيرن تي بيهڻ لاءِ ڪمر ڪشي بيٺيون اهن. وديارٿي جيون کان ولي ٿي ڊگريون ولڻ سان گڏ ٻيا ڪورس ۽ ڊپلوما ٿيون ڪن. اوچ تعليمي سنستائن ۾ ڇوڪريون ڇوڪرن کان وڌيڪ جفا ڪشي ڪنديون ڏسڻ ۾ اينديون آهن. ڇوڪرا ان ۾ ٿي خوش آهن تہ اسين مرد آهيون. دڪان تي وهڻ لاءِ پڙهائي ضروري نہ آهي. ڇوڪريون ٽيسيتائين ڪجهہ نہ ڪجهہ سکنديون ٿيون رهن جيسيتائين ڪنهن شيهن ڪُلهي چڙهن يا ڪا سٺي نوڪري ملين. سلائي، پرت ۽ رڌڻ پچائڻ سکڻ تہ تمام پراڻي ڳالهہ آهي. پوءِ بہ ڪنواري هوندي ماءُ کي گهر ۾ مدد ڪنديون ۽ شاديءَ ڪانپوءِ .........ٻنڌن ۾. اڳہ رڳو گهرگرهستيءَ جا ٻنڌن، نوڪري ڪرڻ ڪانپوءِ اُهي وڌيڪ ٻنڌن! پوءِ بہ ڇون ٿا ”زالن کي برابريءَ جو حق ملبو آهي هو آزاد ٿيون آهن.“ ڇوڪرين ۽ زالن جي شخصيت ٻن حصن ۾ ورهائجي ٿي وڃي. سندس هڪ حصو گهر ٿو سنڀالي تہ ٻيو حصو نوڪريءَ جون جوابداريون. صرف نوڪري ٿي ڇو هي زالون ڏنڌو ڪري ڪارخانا هلائي بہ جاڻن. اِنتظام ۽ بندوبست تہ ڪو هنن کان سکي.

ٻن خيالي حصن ۾ ورهايل ناريون سڄ پڇ تہ ٽٽي ٿيون پون. مردن وانگر ڪمائين تہ ٿيون پر گهر جي جوابدارين ۾ هنن سان ڪابہ رعايت نٿي ٿئي. پاڻ تي پارڻ جي شونق ۾ هوءَ ڪم ڪندي

ئي ڪافي ڪونهي، پر سنگ جو رنگ بہ
گھٽي قدر جوابدار آهي. شل نہ ڪنهن
ڪٽنب جو نر يا ناري ڪنهن ڪسنگ يا
ٻريءَ علت ۾ ڦاسي! سڄو ڪٽنب هڪ پنور
۾ مانڊاٽيءَ سان پيو ولوڙجندو ۽ ترين پر
ڪرندو ويندو.

عادت ننڍي هجي يا وڏي، ٿوري
هجي يا گهٽي ” عادت“ئي آهي. اُها
ٿوريءَ مان ئي وڏي وڻ ٿي ٿئي. عادت،
عِلت يا هيرَ ساڳيون ئي آهن. چوندا آهن،
” هيريءَ سنديِ هيرَ، توڙي پڇنس پيرتہ
بہ گوڏن پر رڙهندو رهي“! انگريزي ٻولي
وارن وري ڪمال ڪيو آهي. چون عادتي
ٿوري عادت گهٽائي
تہ بہ عادت ضرور
هوندس. وري اچا بہ
ٿوري عادت گهٽائي
تہ بہ ڪجھ ضرور قائم
رهندس. ڪابہ عادت
اهڙي ٻري بلا آهي
جو صفا جند آزاد نہ
ٿيندي. هيءُ تہ ٿيا
برين عادتين جا
احوال پر انت اِتي
بہ ڪونهي. عادتي
سست بہ ٿيندا آهن.
سستن مان بہ سپ
پريشان هوندا آهن.
هو ٻئي هٿ ٻڌي يا
هٿ تي هٿ رکي
گوڏو گوڏي تي چاڙهي ويٺو هوندو آهي ۽
چاهيندو آهي تہ سندس ڪم ٻيا ڪن. هنن
جي ڪري ئي ڪٽنب ۾ پريشاني ۽ اشانتي،
جيڪا گهِپي ۽ ڪِلڪِل بہ آهي، اچي ٿي
واسو ڪري. جنهن ڪري سياڻن چيو آهي
گهِپي ۽ ڪِلڪل سان تہ مٽ جو پاڻي بہ
سڪي ٿو وڃي، ساوا سلا سڙي ٿا وڃن،
لڇمي ۽ لڇڻ بہ موٽ ڪائي ويندا آهن.
سياڻن بزرگن هي ڳالهيون ڪو رُڳو اسان
کي ڊيڄارڻ لاءِ ڪونہ چيون آهن پر سندن
چوڻين ۾ دم آهي. سست چاهيندا آهن تہ
منهنجي نڪ تي ويٺل مک بہ جيڪر ٻيو
ڪو هڪلي.

بيروزگاري، گهٽ آمدني يا کوٽ جي
ڪري نوجوانن کي
نااُميدي گهيري ٿي
وڃي. هن مشڪلات وقت
جن جو حوصلو ۽ همت
سالم آهي تن لاءِ ”هيءُ
بہ گذري ويندو“ آهي.
پر مسئلا اچان اِتي پورا
ڪين ٿا ٿين. ملڪ ۾
مهانگائيءَ جي پوٽ جو
واسو جو آهي! گهٽ
آمدني، مهانگائي،
گهٽيون گهرجون!
هيئنر چون ٿا جيڪي
ڪمائن سي کائن،
جيترا کائڻ لاءِ وات،
اُنهن کان ٻيٽا ڪمائڻ
لاءِ هٿ! اَڳہ چوندا هئا
هڪ ڪمائي آکهہ کائي. مٿان وري شادي،

دڪان جو ڪولي ويٺا آهن. پنهنجي في
وٺي دوائن جي وڏي فهرست لکي ڏيندا
۽ جتي سندن حصو پتي ۾ڌل هوندو اُتي
۾ بي سبب ٽُڪ، ڪانگهارو، پيشاب،
ڪاڪوس، ۽ رت تپاسڻ لاءِ روانو ڪندا.
ويچارا ماڻهو ٻچي ڳنڍ وڏيڪ کوليندا.
وچولي طبقي وارن جو خرچ عيش
عشرت ۽ شونق شڪار تي ٻه وڏيڪ آهي.
فئشنبل ڪپڙا ۽ گهر جي ناهه نوهه ۾
شاهوڪارن سان ريس جو ٿا ڪن. هونئن
پيا روئندا ته پورت ڪونهي، منهن مکي ٿا
هلون پر فئشن ۽ شونق شڪار وقت بزاريون
۽ دڪان اُنهن سان ستيا پيا هوندا آهن.
کهڙو روزگار ايترو اُپراسو ڪرائيندو جو
هن مهانگائيءَ وقت هڪ عام ناگرڪ سڀ
گهرجون پوريون ڪري! اُهو وقت ئي
موڪلائي ويو آهي جڏهن ٻڌبو 'دال ٻچا
پال! ۽ دال روٽي ڪائو پريو ڪي گن گائو.'
اڄ هيءَ چوڻيون، هيءَ حوالا صرف ڪنن
کي رس ڏيندڙ تڪبنديون آهن ۽ ماضيءَ
جي فيلسوفيءَ تي روشني وجهندڙ آهن.
ايتري مالي ڪپت جو اثر گهر جي هر هڪ
ڀاتيءَ تي ٿو پوي. جن نوڪرين ۽ ڌنڌن ۾
پگهارون ۽ ڪمايون سنيون آهن، اُهي ڪن
ٿورن ماڻهن جي هٿ ۾ آهن. وڏا واپاري،
آفيسر، منسٽر، ۽ ڪارخانيدار هن بحث جي
دائري کان ٻاهر آهن. عام ماڻهن سان
منهنجو مطلب آهي اُهي جيڪي
ڪلارڪي، ماستري، ننڍا واپاري ۽ ننڍا
دڪاندار آهن، اُنهن لاءِ صبوح کان رات
تائين، سڀ گهرجون پوريون ڪرڻ مٿاڪٽ
جو ڪم آهي. ڪي ماڻهو ته وري اهڙا به
آهن جو نه صرف دماغ پر هٿ پير هلائي
ڪمائيءَ جا نوان نوان ساڌن ڳولهي ٿا
ڪڍن. ٻئي طرف وري ڪي اهڙا به آهن
جو پنهنجي نوڪريءَ پيشي مان هميشه
ناخوش ۽ وتندا آهن هڪ ڇڏي ٻي نوڪري
ڪندا. اِهوئي ڪارڻ آهي جو سرڪاري
دستاويزن ۾ بيروزگاري جو انگ گهٽجي
ئي نٿو.
سماج جون هيٺيون يا غريب طبقو
پنهنجا ڌار مسئلا ڪٽي پريشان آهي. هن
طبقي لاءِ اَنو لٽو ۽ اَجهو حاصل ڪرڻ
اَلڪاڻيو ۽ پيچيدو مسئلو آهي. هو ڪٿي
به گهر ناهي رهندا. جيڪو ملندن رکو سکو،
ٿلهو ۽ اڌيو کائيندا ۽ اڌوراٽا ڪپڙا پائي به
خوش رهندا. سندن ٻار جي پڙهندا ته
ميونسپل جي اسڪولن ۾، يا ٻالڪ اوستا ۾
ئي ڪين ڪمارائيندا. هنن مان گهٽن لاءِ
گهٽا ٻار ڪاٽائو پٽ جو آمدنيءَ جو وسيلو
آهن. سندن علاج لاءِ سرڪاري اسپتالون
ڪليون پيون آهن.
وچولي طبقي ۽ هيٺئين طبقي ۾ ڪو
خاص فرق نه آهي. وچولي طبقي وارا جڏهن
وقت جي گردش ۾ ٿا اچي وڃن نه پاڻمرادو
غريب يا هيٺئين طبقي تي پهچي ٿا وڃن
۽ پوءِ جوان طبقو ذهني پريشانيءَ جو شڪار
ٿو ٿئي. سندن سوچ جو نظريو لڦني،
نااُميديءَ وارو ۽ ناڪاميابيءَ وارو ٿيندو ٿو
وڃي. ڪين ڪو صحي رستو نٿو ملي. هو ڇِٽا
ٿي ٿا پون ۽ برين عادتن ڏانهن مائل ٿا ٿين.
برين عادتن جو شڪار ٿيڻ لاءِ صرف ايترو

# کوٺا مار ۾ قاتل اِنسان

پروفيسر مينا گوپ روپچنداڻي

هندستان ايشيا جي وڏين طاقتن منجهان هڪ آهي. سندس آدمشماري هڪ سوَ ڪروڙن تي وڃي پهتي آهي.وڪاس جي يوجنائن جي سموري پيداش هيءَ آدمشماري ڳيهندي ٿي وڃي .عام ماڻهو پاڻکي اهڙي جا اهڙا تا محسوس ڪن. آدمشماريءَ جي واڌ جي ڪري ٿي اڄ وڏي ۾ وڏو، ڳوڙهو، ڳورو ۽ بيحد وسيع مسئلو آهي بيروزگاري! هيءُ مسئلو ڪيترن نمونن ۾ ماڻهن کي گهيري وينو آهي. روزگار صفا نه آهي اِئين به ڪونهي. روزگار جا نوان نوان وسيلا ظاهر ٿا ٿين، پر اُنهن مان ڪن ٿورن ۾ اينٽرو اُپراسو يا پيداش ٿي ٿئي جو اِنسان زندگيءَ جا ٻئي ڇيرا، ڪنڌون، پاڻ ۾ سولائيءَ سان ملائي سگهي! ائين به ڇئي سگهجي ٿو ته روزگار آهي پر اُپت گهٽ آهي جنهن مان وچولي طبقي وارا وقت انوسار، ماحول مطابق پنهنجون ضروري گهرجون پوريون نٽا ڪري سگهن. بنيادي گهرجون برابر اٿو لٽو ۽ اجهو آهن. پر اُنهن کان وڌيڪ مالي ڪپت ڪن ٻين ڳالهين تي آهي. جن ج ٻاهران اڇا ڪپڙا ڪيسا خالي ۽ سمجهن پا کي ملڪ جو والي، سي سڀ پهرين ته ٻارن جي پڙهائيءَ ڏانهن وڌيڪ توَجہ ٿا ڏين. ڪتابن کان وڌيڪ گائيڊون ۽ نوٽ بوڪ اسڪولي فيءَ کان وڌيڪ ٽيوشن في، ڊرائنگ ۽ ڪرافٽ جو سامان، راندين ۽ پڪنڪ جا خرچ، سڀ ته بنيادي خرچن کان وڌيڪ آهن!

عام ماڻهن جو پئسو ٻيو وهڪرو رکي ٿو. دوائن ۽ بيمارين جي علاج تي. شل نه ڪو ڊاڪٽر جي تات پوي! اِهو به ٻڌو اٿئون ته ڊاڪٽرن جا يار سدائين بيمار! اڄ ڪالهه سنهيءَ ٿلهيءَ بيماريءَ تي ڪو به ڪونه ٿو نيم طبيبن وٽ وڃي. ڊپ آهي ته نيم حڪيم خطري جان! دوا اندر دم ٻاهر! علاج لاءِ اسپيشلسٽ ۽ ڪنسلٽنٽ پسارين وانگر

| | |
|---|---|
| نالو : | پروفيسر مينا گوپ روپچنداڻي. |
| جنم : | ١٩٤٠.١٠.٦. |
| ڇپايل ڪتاب : | هڪ. |
| پيشو : | پروفيسر. |
| پتو : | بيرڪ نمبر-١٢٩٢، روم نمبر-٢١، او. ٽي. سيڪشن، اُلهاس نگر-٤٢١٠٠٤. |

نهنجو ڪشٽ ، سماج جي سمسيا کي
نهنجي سمسيا سمجهي ڪري عمل ڪرڻ
سان اسين قانون جي عزت ڪري
سگهنداسين. اڃا به اهڙي سمجهدار هڏ
ڙوڪي سماج کي شايد اهڙي قاعدن جي
ضرورت ئي محسوس نه ٿئي. اڄ به ڪيترا
ڪيس ڪورٽن ۾ آهن، ڪيتريون گرفتاريون
ٿين ٿيون، ڪيترن کي سزائون ملن ٿيون.
غريب طبقي يا وچولي پوش جي ٿورن
انسانن کي قانون جو ڀؤ آهي، مگر عام جنتا
تي خير ڪو اثر ٿو ڏسجي.

مائٽي ڪندڙ دلالن جو وقت به وقت
تعداد وڌي ٿو وڌندو. طلاق ۽ پرڻ پوشڻ جا
ڪيس ڪورٽن ۾ پهريائين کان وڌيڪ وڌيل
آهن. وڪيلن جي چترائي ڪري ڪيترا
ڪيس اينگهجي سالن جا سال ڪورٽن ۾
هلن ٿا. آخر انصاف کان نراس ماڻهو چپ
ڪري ويهي رهن ٿا يا مان مريادا خلاف
غيرت کي ڇيهو پهچائيندڙ سمجهوتو
ڪري زهر جي گولي کائي ويهي ٿا رهن.

آخر هن ڪني رسم جو علاج ڪهڙو
آهي؟ جيئن هن رسم کي اسان ئي بدنام
ڪيو آهي، تيئن اسانجي دل ۽ دماغ،
اسانجي سوچ سمجهه ۾ ڦيرو اچي اسان
جي دڪيل رڳ کي ڪنهن ڇهيو نه خبر
پوي. اهڙي صحت مند سندر سوچ
ويچارواري سماج جو نرماڻ ٿئي. هر
هڪ جي دک کي پنهنجو دک سمجهون.
هڪ ٻئي سان اهڙو وهنوار ڪيون جو اسين
چاهيون ٿا اسان سان ٿئي. نياڻين جي
جذبن ارمانن کي سمجهون. اُنهن جي مان
مريادا کي عزت ڏيون. جيئن پٽن جي
پڙهائي ۽ تي خرچ ٿئي ٿو اوترو ئي نياڻين
جي پڙهائي ۽ تي به ٿئي ٿو. نوڪري ڪندڙ
نياڻين کي آفيس ۽ گهر سنڀالڻو پوي ٿو.
تنهن ڪانسواءِ ننڍي لهي ۽ کي صحيح دڳه
لڳائڻ، صحتمند سماج پيدا ڪرڻ جو
دارومدار پڻ نياڻين تي آهي. جي پڙهيل
ڳڙهيل نه آهن سي به ڪيترا گهروُ هنر ڄاڻن
۽ ڪجهه نه ڪجهه پيدا ڪن ٿيون. ڪي بزرگ،
سوشل ورڪر اهڙن هنرن کي همٿائن ۽ گهر
ويلي اُنهن غريب گهرن جي سامان جي
خريد فروخت ڪري مدد ڪن. نشڪام
شيواڌاري، اهڙا شادي ۽ جا بيورا هلائن.
دلالن کان پرهيز ڪرڻ سکون. ساموهڪ
شادين کي همٿايون درٻارين ۽ آشرمن جي
شادين کي همٿايون جيئن اجايو ادمبر ۽
فالتو خرچ ڏيکاءُ وغيره نه ٿئي. پيار جي
شادين کي اريندجد شاديون ڪري اپنايو
وڃي.

تي سگهي ته پراڻي رسم پرهاڻيون
چالو ڪئي وڃي، شاهوڪار شاهي جن کي
يگوان ڌن ڏنو آهي سي ساموهڪ شادين تي
واجبي خرچ ڪن ۽ ڌن سڄايو ڪن. ننڍي
لهي وارن جي دل دماغ، ٻڌي ۽ وويڪ ۾
سڄاڳي اچي.

ڪاش هي ۽ بدنام رسم ڦري هڪ
خوشنما حقيقت بڻجي پوي.

حصن ۾ ورهائجي پئي وڃي. منوسمرتي
واري سماج نالي ماتر رهي آهي يا سماج
جو ڍپ صرف ڪنهن پوت پريت آتما وانگر
ڪنهن ڪنهن جي دل ۾ رهيو آهي.

هڪ سماج جو روپ اِهو آهي جي
يورپين سينما جي اثر هيٺ گهر کان وڌيڪ
ڪلبن ۾ پارٽين ۾ سوشل ڪلچرل پروگرامن
ر بلڪل آزاديءَ سان هڪ ٻئي سان ملن ٿا.
نڍي تهي پڻ پئڻ ڪائڻ جي معاملن ۾
ڪافي آزاد آهي. اُهي ساماجڪ پراڻي
سمرت آهن. اُهي اڻ وٽندڙ - اُگر نتيجن
ي منهن ڏيئي پنهنجي بگڙيل حالتن کي
ڪائي دٻائي سڌاري سگهن ٿا. وچولي
لبقي وارا زياده ڏکي ٿين ٿا. ڇو جو غريبي
ان هٿ ملائي نہ ٿا سگهن. شاهوڪارن جون
هرجون پوريون ڪري نٿا سگهن. نتيجو
ا تہوڏي عمر جون نياڻيون گهر وينيون
هن يا شاديءَ بعد جلدي اچي ٿيون در
ي پون. ڪجھ سماجون سهڻا مثال آهن،
ي ڪن ٿورن ننڍن شهرن ۽ ڳوٺڙن ۾ آهن،
تي ڏنو ورتو حَدُن اندر - ڏيکاءُ بلڪل نہ -
ڪوبہ شادي جو ڪاريہ سماجڪ ڪاريہ -
وٺ لاءِ پنهنجي نياڻيءَ جو ڪاريہ آهي.
ڪيترا شيواڌاري ملندا. خبر نہ پوندي تہ
ڪهڙو نياڻي جو مائٽ ڪهڙو ڳوٺائي. ڇڄ
ي خاطريءَ ۾ ڪابہ ڪمي پيشي ڪانہ -
ٺوتن کي پالش ، سنان پاڻي لاءِ پاڻي صابڻ
يل حاضر. بزرگ ماڻهو سنان پنهنجي هٿن
ان ڪرائيندا- جوٺي پليٽ کي ڪير بہ
ٿ لاهڻ نہ ڏيندو- ايتري عزت- ايترو
رب- ايترو پيار.

ننڍي شهر يا ننڍڙي ڳوٺ جي هر
شيواڌاريءَ لاءِ اِئين پيو لڳندو تہ ڳوٺ جي
عزت هر هڪ باشندي لاءِ شخصي سوال ۽
جوابداري آهي. اُن شهر يا ڳوٺ جي پليل
نياڻيءَ ۾ ڪهڙا سنسڪار هوندا سو هر هڪ
آئي پاءُ ڪائيندڙ اندازو لڳائي سگهي ٿو.
بزرگن جي رهنمائي هيٺ ننڍي تهي ۾
اُتساه آهي، لگن آهي، پيار آهي. پنهنجي
ڪشٽ کان وڌيڪ شهر ۽ ڳوٺ جي عزت
پياري آهي. ڪاش اسين اهڙي سماج هر
ڳوٺ هر شهر هر ديش ۾ پئدا ڪري سگهون.

دهيج کي روڪڻ لاءِ - ڪني رسم کي
ڪنٽرول ۾ آڻڻ لاءِ ڪي قائدا ضرور پاس
ڪيا ويا آهن، اُنهن کي عمل ۾ آڻڻ تہ سماج
جي هٿ ۾ آهي. اڄ بہ غريب وچولي يا
شاهوڪار گهرن ۾ دهيج جو ذڪر- گُهر يا
غلط طريقن سان وڌيڪ پئسي ڪڍڻ لاءِ
انيڪ اُپايہ استعمال ڪيا وڃن ٿا. ڪن کي
قانون جي ڪابہ خبر ڪانہ ٿي پوي- البت
ڪنهن ناگوار نتيجي نڪرڻ تي - جڏهن
ڪنهن ڪنيا آپگهات ڪيو، ڪنهن کي
جيئري جلايو ويو، ڪنهن جي ڪنيا شادي
بعد اچي پيڪن ۾ در تي ويٺي، يا مار ڪُٽ
بعد ڪيس پوليس چونڪيءَ پهتو يا ڪورٽ
جو ڪنهن در کڙڪايو تہ پتو پوي ٿو.
ڏينهون ڏينهن جيئن تڏ تيئن وڌ.
جيسيتائين اسان جي ويچارڌارا ۾ فرق
نہ آيو آهي، اسان جي سوچڻ جو طريقو
نہ بدليو آهي . هر گهر ۾ نياڻيون آهن.
دل دماغ کي صحيح طريقي سان سمجهائڻ
جي ضرورت آهي. سماج جي ڪشٽ کي

اڏڪار سمجهه ۾ اچڻ لڳو. هن سندر
رسم اُگرو روپ ورتو. ڀيانڪ حالتون
پئدا ڪيون ۽ ڏکدايڪ نتيجا نڪتا.
آخر شاديءَ يا وواهه ۾ دلين جي ميلاپ جي
جڳهه، ٻن ڪلمبن جي سٻنڌ جوڙي ويڇهو
آڻڻ جي بدلي هڪ سودي بازي هڪ واپار
تي پيو يا ڪن جي رايي پٽاندر گهوٽ
راجا جي نيلامي سڏجڻ ۾ آيو.
ڪٿي ڇوڪري جي ماءُ ته ڪٿي
ڇوڪري جو پيءُ ته ڪٿي گهوٽ پاڻ
جوابدار؛ ڪٿي زياده پڙهيل نياڻيون -
شاهوڪار گهرن جون ڇوڪريون پڻ جوابدار
آهن. ڪٿي وري مائٽيون ڪرڻ وارا
جي ١٠ سيڪرو دلالي ولي مائٽيون ڪري
ڏاجي جي ٻول ڪرائين ٿا. اهڙي طرح
بدنام رسم ٿلهي ليکي سڄي سماج کي
بيمار ڪري ڪوکلو ڪري رهي آهي.
اچو ته سوچيون ،سماج جنهن کي
ڪنهن وقت آريه ورت ۾ آرين شروعاتي
روپ ريکا ڏني جنهن ڪري هنن سماج
کي چئن ورڻن ۾ ورهايو. جيئن سماج جو
ڪاريه چئن طبقن ۾ ورهايل هجي. هر
هڪ کي پنهنجون جوابداريون سنڀالڻ
لاءِ ڪم ورهايل هجي. جيئن هرهڪ
پنهنجي ڪم کي زياده ڌيان ڏيئي سُڌارو
ڏينگه سان پنهنجي ڪاريه کي سرانجامي
ڏيئي سگهي. اُن هي ضرورت لاءِ هر
هڪ طبقي جو باشندو پنهنجي جوابدارين
کان واقف هجي ۽ اُن کي صحيح طريقي
ڪرڻ لاءِ اُن کي برابر گيان ڏنو وڃي.

اُن لاءِ سماج کي چئن آشرمن جي ضرورت
محسوس ٿي. گرو ڪل کوليا ويا جتي هر
هڪ سماجڪ پراڻيءَ کي هر قسم جو گيان
ڏيئي پنهنجي شرير ۽ ٻڌيءَ جو صحيح
سندر ۽ يوگيه وڪاس ڪرڻ لاءِ اهڙو ماحول
ڏنو ويو. اِنهيءَ ڪري اُن سماج ۾ صحت
مند، سياڻا ۽ جوابدار شهرواسي پئدا ٿيا.
عام جي ڀلي لاءِ نئين پيڙهيءَ کي سجاڳ
ڪري اُنهنجي رهنمائي لاءِ ڪجهه ڪڙا نيم
- کي جوڙجڪي ڪاريه ناهيا ويا. اِنهن
نيمن ۽ ڪارين مان ڏنو ويندو هئو ته بزر
گن جي ڪافي عزت هوندي هئي. عورت
ذات کي پڻ ايتروئي عزت ۽ مان ملندو هو؛
گهر جي عزت لڇمي سرسوتي سمجهي
ويندي هئي. اُنهن کي گڻن ۽ گهر يوگيتا
تي پرکيو ويندو هو. اُنهن جي شاريرڪ
سڊولتا ۽ صحت مند هئڻ تي ڌيان ڏنو
ويندو هئو.
اُها سماج هينئر ڳولهڻ سان به نه
ملندي. فلمي دنيا جي اثر هيٺ هينئر
اچي چمڙي- سونهن - سنهڙي پسلي -
شاهوڪاري ۽ ڏيکاءَ طرف زياده ڌيان وڃي
ٿو. اُن ڪري بي جوڙ شاديون - ڏاجي لاءِ
گهر يا دهيج جي آج شادي بعد اڻ بڻت
پنوسنڪتا ۽ طلاق زور وٺندا وڃن ٿا.ايوگيه
نه ڪمائيندڙ شاهوڪاري ٻار پڻ ڪيترن اڻ
وڻندڙ نتيجن لاءِ جوابدار آهن. اهڙيون
غلطيون پئي ڏريون ڪن ٿيون. ڇوڪرن وارا
به ته ڇوڪرين وارا به ڪن ٿا. اهڙي طرح
سماج هر ڪنهن جي سهوليت سان ڪيترن

# ڏاجو(دهيج) سماج ۽ قانون

## ٺهلرام چنچلاڻي ”چنچل“

دهيج هڪ جهوني رسم آهي. هڪ
پرمپرا آهي. جيسيتائين منهنجو ذهن
ڪم ڪري ٿو،جيتري اِتهاس جي ڄاڻ
آهي،هيءَ رسم اوتري ئي پراڻي آهي.
ويدن جي زماني آريہ ورت- سناتن يگہ
۾ منوسمرتي ۾ نياڻيءَ جو ماءُ پيءُ
جي ملڪيت ۾ ڪجهه اڌڪار جو پڻ
ذڪر اچي ٿو. اِنهي ڪري ڌيءُ يا ڀيڻ
کي شادي وقت ڪنيا دان ڪندين هرڪو
پنهنجي شڪتي آهر دان ڪندو آهي اُن
کي دهيج ڪڏهين کان چوڻ ۾ آيو آهي
اهڙي ڄاڻ شايد ڪنهن کي هجي پر ڪنيا
دان مان صاف ظاهر آهي ڪجهه نياڻيءَ کي
شاديءَ وقت ڏنو ويندو هو سو دان جي صورت
۾ هوندو هو.

راجائون هاٿي گهوڙا رٿ سوني
چانديءَ جا برتڻ داس داسيون پڻ ڏيندا
هئا. زميندار- آمير - شاهوڪار طبقو پڻ
پنهنجي شان شونڪت کي خيال ۾ رکي
گهڻو ڪجهه ڏيندا هئا. وچولي طبقي
پنهنجي شڪتي آهر.غريب طبقو ڪسا
وغيره ڳايون ٻڪريون ۽ رڍون ڏيندا هئ
ورهاڱي کان ٿورو وقت اڳہ پڻ مونکي سن
يادگيري آهي تہ پرهاڻين جو رواج هئو
٣-٥-يا ٧ پرهاڻيون- هر پرهاڻي ٢٥ يا ٠
روپين جي هوندي هئي.

اينري قدر جو غريب برهمڻ بہ ڪني
دان ۾ ڪنيا کي پنهنجي غربت آهر ڪج
نہ ڪجهه ضرور ڏيندو هو. هن ڪهني رسم
اينرو اُگر روپ ڪيئن ۽ ڪڏهن ورتو اُن
لاءِ جيترو منهنجو رايو آهي جيئن ڪن
خاص طبقن ۾ ڪارو ڌن جمع ٿيڻ لڳو -
جيئن سماج جي ورڻن ۾ اسمانتا اچڻ لڳي
، پئسي ڪمائڻ جو هوڏ - ڪن خاص طبقن
۾ تعليم پرائڻ ڪري - سُٺيون نوڪريون
ملڻ لڳيون ۽ اُنهن جون ضرورتون وڌنديون
ويون- رهڻي ڪهڻيءَ ۾ پڻ زمين آسمان
جو فرق اچڻ لڳو. هيءُ دان ڦري حق -


نالو : ٺهلرام ليکراج چنچلاڻي.
جنم : ١٩٣٠.٤.٢٠.
پيشو : رٽائرڊ ميل ڊرائيور.
پتو : بي-٢٠٦، جئہ بابا اپارٽمينٽ، نيو ٽيليفون ايڪسچينج روڊ، سنڌو نگر- ٤٢١٠٠١.

هڪ رواجي گول گنبذ وارو مندر آهي.
ويندي وقت ياتري مندر طرف اک کڻي بہ
نہ نهاريندا آهن، جو اُن کي اپسوڻ ڪري
ليکيو ويندو آهي. هت چڙهائي جي
اونچائي سمنڊ جي متاڇري کان ٦٥٨٣ فوٽ
اونچي آهي. هاڻي مندر کان رستو گهڻي
گهاٽي جهنگل ۾ هلي پهچبو. هن جڳهہ کي
چون،" ماتا ڪا باغ"ذرا ڌيان سان هلڃو
ڇو تہ پبچرو هيلائين تي آهي. دور دور
غفا نظر ايندي. اُن رمڻيڪہ آستان تي
پهچي رهبا آهيون جنهنجي لاءِ شردالو
سڪندا آهن، دل ۾ باسون باسيندا آهن.
ڏرا ياترين جي مُکڙن تي خوشي تہ ڏسوا
هو نچندا ٽپندا نظر ايندا. ماتا جي ساراهہ
جا گيت ڳائيندا نطر ايندا. جڻ تہ نرواڻ
پراپت ٿيو اهي. غفا لبکہ ٥٧٥٠ فوٽ سمنڊ
جي متاڇري کان مٿي آهي. شيئن تہ
شردالن جي پيڙ وڌي ويئي آهي، هاڻي
ٽکيٽ شروع ڪئي ويئي آهي. ويتر
اُگروادين جي ڌپ ڪري آرمي ۽ پوليس
جو زبردست بندوبست ڪيل آهي. غفا
جو درشن ڪرڻ لاءِ ٽوئرسٽ سينٽر مان
سِلپ وٺڻي پوندي آهي، جنهن تي نمبر
لڳل هوندو آهي. پرسان ٽِوَن ۾ ياترين
لاءِ وسرام گهر آهي. ٿوري ڊپازٽ رکڻ
سان ڪمبل ۽ غاليچا وٺي سگهجن ٿا. ياتري
پهريں سنان ڪندا پوءِ ٽئين ۾ اچي بيهندا.
اِهو سڄو ڪنٽرول پوليس ۽ فوجين جي
آهہ . بدن جي تلاشي وٺي پوءِ اڳتي
وڌڻ ڏيندا. هاڻي ياترين جون ٽوليون غفا
جي ڏاکڻ تائين پهچي ڪليل ڪمپائونڊ
۾ پرويش ڪندا. غفا جو منهن ننڍو پر تمام
سهڻي نموني پٿر جي ٽائيلس سان سينگاريو
ويو آهي. کو زمانو هو جو غفا ۾ اونڌهہ
انڌوڪار لڳو پيو هو، پر هاڻي وقت جي
نذاکت ڏسي بجلي بتين جو پورو پورو
پربند ڪيل آهي. هڪ ئي وقت ڏهہ
پندرهن ياترين کي اندر وڃڻ ڏيندا
آهن. هنن کي غفا ۾ پاڻيءَ مان لنگهڻو
پوندو آهي. انڪل ٥٠ فوٽ ڪرونڊڙو
تي هلڻ کانپوءِ غفا جي بئي پاسي ، کُليءَ
جڳهہ ۾ پهچي وڃبو. هن جڳهہ کي پويتر
ليکيو ويندو آهي. هتي ماتا جا ٽي روپ
ڏيکاريا ويا آهن؛ سرسوتي، لڪشمي
۽ ڪالي جيکي شردالن ني مهر ڪنديون
آهن. هن جڳهہ تي ڪيترائي پوڄاري
وينل نظر ايندا؛ شردالو هن کي پئسن،
ناريلن ۽ سُڪي ميوي جي ڀيٽا چاڙهيندا
آهن؛ پوڄاري هر هڪ ياتريءَ کي مستڪ
تي ڳاڙهو تلڪہ لڳائيندا آهن ۽ ڪجهہ ننڍا
سڪا ڏيندا آهن، جن کي چون "خزانو"
ماتا جي دربار مان خوشحاليءَ جي سبسا!
" پريم سي بولو جئہ ماتا دي- جئہ
ماتا دي" اهڙا مٺا مٺا شبد تيرٿ ياترا ۾
ڪنن ۾ گونجندا رهندا آهن ۽ گونجندا
رهندا سدائين لاءِ،پوءِ پلي واپس گهر موٽو
۽ پنهنجي ڪم ڪار ۾ رڌل رهو.

آهي. هيءُ هڪ سندر دل لڀائيندڙ ڳوٺ
آهي. ڳوٺ جي آباديءَ جو دارو مدار
ياترين تي آهي جن جي لاءِ هن ڳوٺ ۾
سستو پوڇڻ ۽ رهڻ جو جوڳو پربنڌ ڪيو ويو
آهي پر اڄ ڪالهہ جي ماڊرن سپينا جو برو
اثر پوڻ شروع ٿي چڪو آهي. هت نظر
ايندو تہ ڪيترا جوان ۽ جوانڙيون وڏن
شهرن مان رڳو سئر سپاٽي لاءِ اچن ٿا ۽ نہ
ماتا جو درشن ڪرڻ لاءِ. هتي ٽوئرسٽ
انفارميشن سينٽر بہ اهي ۽ ڪيتريون
سرڪاري ۽ خانگي هوٽلون ۽ ڌرمشالائون
آهن.

ياترا جي باري ۾ ڪيتريون ڏند
ڪٿائون مشهور آهن، پر سڀ کان مشهور
ڏند- ڪٿا تہ ڀيرءُ نالي هڪ راڪشس ماتا
ويشڻو ديويءَ جي پنيان اچي پيو ۽ هن سان
شادي ڪرڻ ٿي چاهيائين. راڪشس کان
بچڻ لاءِ ماتا پهاڙن جو رستو پڪڙيو. واٽ
تي ڪيترين جڳهين تي پنهنجون نشانيون
ڇڏيندي ويئي. پهرين هوءَ ڪيترو وقت
"آد ڪنواري" ۾ اچي لڪي. پر راڪشس
اُتي بہ پهچي ويو، تڏهن ماتا لڪي ڇپي
پهاڙن تي چڙهڻ لڳي. آخر غفا وٽ
راڪشس سان لڙي هن کي ماري ڇڏيائين.
غفا جي ٻاهران وڏو شاهي پٿر نظر ايندو.
چون ٿا تہ اُن ۾ ڀيرءُ راڪشس جو مڙهہ
آهي.اُن وقت کان وٺي هن غفا کي ماتا
جو آستان مڃيو ويندو آهي ۽ شرڌالو ماتا
جي آشيرواد وٺڻ لاءِ پهچن ٿا. ڪٽڙي کان
ٿورو پري ٻال گنگا نالي گهاٽ نظر ايندو.
چون ٿا تہ ماتا زمين ۾ تير ماريو تہ پاڻي
نڪري آيو. ياتري پويتر جل ۾ سنان ڪري
ياترا شروع ڪندا آهن. رستي تي ڏاڪا
نهيل آهن تہ پڳہ ڊنڊي بہ آهي. جيئن تہ
هاڻي رستي تي بجلي لڳائي ويئي آهي،
تنهنڪري ياتري رات جو ياترا ڪرڻ پسند
ڪندا آهن.

رستي تي ياترين جي گهٽي ڀير نظر
ايندي . ڪي مٿي چڙهي رهيا آهن تہ ڪي
هيٺ لهي رهيا آهن. جڳهہ جڳهہ تي "جئہ
ماتا دي" جي بلند نعرن سان آسمان گوجندو
آهي. ياتري ماتا جا گيت ڳائيندا، ياترا
سماپت ڪندا آهن.

اٽڪل ڇهہ ڪلو ميترياترا سماپت
ڪرڻ ڪانپوءِ مشهور گهاٽي "آد-
ڪنواري"، يعني جائي جم کان ڪنواري-
وٽ پهچندا. غفا اجان ١٤ ڪلو ميٽر دور
آهي. جيڪي ياتري ٿڪجي پون، اُهي
رات هت گذارين. هت رات رهڻ ۽ کاڌي
پيتي جي هرڪا سهوليت ميسر آهي. ائين
نظر ايندو آهي جڻ ياتري پڪنڪہ تي آيا
آهن. "آد - ڪنواري" ڪانپوءِ چاڙهي
وڏيڪہ اُيي ۽ ڏکي آهي. تنهنڪري هن
جڳهہ کي چون "هاٿي-ماٿا"، يعني هاٿيءَ
جو مٿو. هت سچي پچي دلفريب نظارو
آهي.هاٿي چڙهائي آسان ٿيندي ويندي.
ويجهو ٿي ڀيروءُ گهاٽيءَ تي پهچبو. هن
جڳهہ تي ڀيروءَ جو مندر نهيل آهي. هيءُ

# ويشنو ديويءَ جي ياترا

## هوندراج هنگوراڻي ”سڪايل“

ويشنو ديوي جمون ڪشمير جو مشهور تيرت آستان آهي. لڳ ڀڳ سڄي هندستان مان شردالو سچو سال ياترا ڪرڻ ايندا آهن پر نوراترن ۽ دسهري جي موڪلن ۾ لکين ياتري دل ۾ شردا رکي ماتا جو درشن ڪندا آهن ۽ پنهنجي منوڪامنا پائي واپس وريندا آهن.

هن پويتر آستان تي وڃڻ لاءِ جمون توي پچاڙيءَ جو ريل هيڊ آهي. ڪٽرا ياتري بسين رستي پڻ ايندا آهن. اٽڪل ٢٥ سال اڳي ياترا ڪرڻ ۾ ۽ هاڻي ۾ گهڻو فرق آهي. هاڻي نه سرڪار ياترين لاءِ رستي تي ترسڻ، بجلي بتين، ڪاڌي، سلامتي غيره جهڙيون ڪيتريون سهوليتون ميسر ڪيون آهن. اڳي ڇا ڪندا هئا جو جمونءَ جي نزديڪ ڪٽڙا نالي ڳوٺ کان پهاڙي پيچرو ولي ماتا ويشنو ديويءَ جو درشن ڪري ايندا هئاسين. تمام ڏکائيندڙ رستو هئو. پيرن ۾ لڱون ٻه پونديون هيون. ٽنگن مان طاقت موڪلائي ويندي هئي. اڄ اڻين نه آهي گهوڙا، ٽٽون، ڪولي تمام جام آهن، جنهن تي ويهي سفر طئه ڪري سگهجي ٿو. ٿپي ٿپي تي پڪي رستي جي ڀرسان پاسي آرام گهر آهن. پيادل ياترا ڪرڻ وارا ساهه پٽي اڳتي وڌن.

اچو ته هاڻي ويشنو ديويءَ جو اِتهاس ٻڌون. ويشنوءَ جو ٻيو نالو آهي ماتا درگا. پر ويشنو ديويءَ جي نالي تي مندر ڪي سڀ ديش واسي مڃين ٿا ۽ ديويءَ جي درشن ڪرڻ لاءِ شردالوُ دل ۾ آس رکي، هر سال اچن ، بار بار اچن! جمون کان سڏ پنڌ تي پهاڙن تي ماتا جي درشن ڪرڻ لاءِ سڄي ديش/پرديش مان بار ٻڍا ، مڙد ۽ زالون، امير ۽ غريب هر قسم جا شردالو نظر ايندا- ڪٽڙي کان ياترا شروع ٿيندي . ڪٽڙي جو ڳوٺ ترڪٽا پهاڙيءَ جي دامن ۾ وسيل

| | | |
|---|---|---|
| نالو | : | هوُندراج هنگوراڻي. |
| ڄم | : | ١٩٣١.٨.١٢. |
| ڇپايل ڪتاب | : | ٽي. |
| پيشو | : | رٽائرڊ سرڪاري نوڪري. |
| پتو | : | ١١-١٠اي‌بر/٣٩، لاجپت نگر، نئي دهلي-١١٠٠٢٤. |

هڪ مُدبر جو ڪم ڪري ڏيکاريو. هن ثابت ڪيو تہ اسانجو ساهت ۽ سنسڪرتيءَ جو ورثو اسين ساڻ کڻي آيا آهيون. هن دور دراز جي ديشن ۾ مسافري ڪري، اُتان جي رهندڙ سنڌين کي شاه صاحب جي شعرن سان مگت ڪري، هند ۾ آيل سنڌين لاءِ همدردي جاڳائي. سنڌين جي دل جو دکہ جو اِظهار، مارئيءَ وانگر ورلاپ ڪري جڏهن چوندو هئو،'' سنهيءَ سئي سبيو مون مارن سان ساه'' تڏهن هر ٻڌندڙ جي دل تڙپي اُٿندي هئي. سنڌ جي نالي تي ڌن جا ڍير مڙي ويندا هئا. اُنهيءَ پئسي مان نوان ڪاليج جڙيا، سکيا جا وسيلا جاري ٿيا ۽ سنڌي وري سُکيا ۽ ستابا ٿيا.

اِنهيءَ ۾ ذرو بہ شڪ نہ آهي تہ شاه لطيف صاحب سنڌ جو عظيم شاعر هئو،پر ڪيس دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ لوڪ پريہ بنائڻ ۾ هڪ ماڻهوءَ جو وڏو هٿ هئو، ۽ سو هئو رام پنجواڻي. اڄ شري رام ڪرشڻ پرمهنس جو نالو ديش پرديش ۾ ٿو ڳائجي چاڪاڻ تہ کيس سوامي وويڪانند جهڙو ششيہ مليو، جنهن پنهنجي گروءَ جون سکيائون جڳت ۾ پرچار ظريعي پهچايون.

( ١٠ )

پروفيسر پنجواڻيءَ جي نثر ۾ پهرين رچنا هئي،'' پدما'' جو هن هال ڪين جي مشهور ناول '' دَ اِٽرنل سِٽي '' تان سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو هئو. هي ڪتاب پهرين روزاني قسط ۾ '' هندو'' اخبار ۾ ڇپيو هئو ۽ تمام پسند ڪيو ويو. ڪتابي صورت ۾ اچڻ بعد ڪاليج ۾ درسي ڪتاب طور مقرر ڪيو ويو. سنڌي ٻوليءَ لکڻ ۽ تقرير ۾ رام پنجواڻي پنهنجو مٽ پاڻ هئو.

اڳتي هلي رام پنجواڻيءَ ڪيترين وشين تي عمدا ۽ سنجيده اصلوڪا ناول لکيا جهڙوڪہ '' شل ڌيئر نہ ڄمن''، '' آهي نہ آهي ''، '' انوکا آزمونڊا ''، '' وڇٽر واقعا''، '' ۽ '' گڏجاڻيون ''. ڀارت جيون جي ڇپايل '' رام پنجواڻي ناول مالها '' سنڌي ساهت ۾ هڪ تاريخي ورق آهي.

پنجواڻيءَ جو '' شاه جون سورميون'' هڪ يادگار ڪتاب آهي. شاه جي فطرت عجب ۾ وجهندڙ آهي ڇاڪاڻ جو اڪثر پنهنجي رچنائن ۾ نماڻي نار جي ڀن ڀن ڪردارن ۾ پيو پنهنجي پريںءَ جي سار ڪري. هندي ٻوليءَ ۾ شرنگار رس اڪر ڪم آڻيندا آهن، اِستري ۽ پرش جي ڏُنوي پريم جي نسبت ۾ . شاه صاحب جو شعر بہ شرنگار رس سان ٽمٽار آهي، پر انت ۾ جذبات کي اهڙو مروڙ ٿو ڏئي جو موهہ جا زنجير ٽوڙي وڃي اصلي محبوب سان ٿو مشاهدو ماڻي! شاه صاحب کي صحيح طرح سمجهڻ لاءِ پنجواڻي نئين واٽ ٿو ڏيکاري.

ٻاهرين ملڪ مو هر برکہ ۽ ڪامل اُستاد جي باري ۾ سچا سارا ڪتاب يا جيون ڪٿائون لکيون ونديون آهن. قياس جي ڳالهہ آهي جو سنڌيءَ ۾ اهي ناپيد آهن. هن ننڍي ليکہ ۾ مون ڪوشش ڪئي آهي تہ گهٽ ۾ گهٽ هڪ روپ ريکا ڪڍي پنهنجي ڪامل اُستادن جي ياد کي زنده رکان.

ڇپائي ڪاليج جي تاريخ ۾ زنده رکيو آهي. ڪيترن ئي پروفيسرن ۽ پرنسيپال صاحبن پنهنجي شاگردي جيون جون دلچسپ يادگيريون لکي وقت جي ڪاروان کي پليان ڦيرائي ماضيءَ جو مزيدار سفر ڪرايو آهي.

(٨)

اهو ضروري آهي ته مان هڪ غلط فهمي دور ڪريان ته جن ٽن ڪامل اُستادن جو مون ذڪر ڪيو آهي تن جو درجو هڪ ٻئي پنيان آهي. اِئين پٽيءَ ڪونهي. هيءَ ٽيئي اُستاد پنهنجي درجي تي ممتاز آهن ۽ سندن هڪ ٻئي سان ڀيٽ ڪرڻ ناداني آهي.

ٽيون ڪالم اُستاد ، سنڌ جي عظيم شاعرن، شاه، سچل ۽ ساميءَ جي رنگ سان شاگردن کي رنگي ڇڏيو، سو هئو پروفيسر رام پنجواڻي. هنکي پٽائي گهوٽ شاه ، درازن جي سچل سرمست ۽ شڪارپور جي نماڻي ساميءَ سان ازحد عشق هئو. شاعريءَ جو شرابي نشو اينرو ته متيس چڙهيل هئو جو ڪيس سڌ ٻڌ ئي نه رهندي هئي ته هو سنڌ جي مشهور ڪاليج ۽ پروفيسر جي عهدي جي بجاوري لاءِ لاظم آهي.

پنجواڻيءَ کی شاعرن جي سرتاج شاه صاحب جو ڪيترو ڪلام برزبان ياد هئو، اُن ساڻ گڏ ڪيس ڳائڻ جي ڏات به الله سائينءَ عطا ڪئي هئي. اُنهن مڙيئي ڳالهين گڏجي ڪاليج ۾ عام هلندڙ پاڙهڻ جي رواتين کي ختم ڪري ڇڏيو. اُنجيءَ جي جنم ڏنيو هڪ نئين قسم جي ڳائيندڙ وڄائيندڙ اُستاد جو.

پروفيسر پنجواڻيءَ جو سنڌي شاعرن سان زبردست نيهہ جو ناتو، صدق ۽ پيار هئو جنهنجو مثال ڳولهيو ڪين ليندو. سندس سنڌي شعر لاءِ اُتساهہ تمام وچرندڙ بيماريءَ وانگر هو جو سندس شاگردن ۾ ڦهلجندو ويو. مان احسانمند آهيان پروفيسر پنجواڻيءَ جو جنهنجي قدمن ۾ هلي پرون پيا ته منهنجي سنڌي ٻوليءَ ۾ شاه صاحب جهڙو ممتاز شاعر پئدا ڪيو آهي. وديشي دوستن سان ڳالهہ ٻولهہ ڪندي مان فخر سان چوندو هوس ته توهين شيڪسپيئر ۽ گوئٽي جي ساراه مان ڌاپو ئي ڪونه ٿا، پر اسانجي سنڌ ديش به اُنهنجي مقابلي جو هڪ شاعر پيدا ڪيو آهي.

مونکي شيڪسپيئر جا سمورا ناٽڪ ۽ ڪويتائون پڙهي ايشور جي اسرار جي هڪ ڪِرڻ ڏسڻ ۾ آئي هئي. ساڳيءَ طرح شاه صاحب جو سچو رسالو پڙهڻ بعد قادر جي ڪرامت جی هڪ ٻي جهلڪ نظر آئي. ڪئسيرر نالي هن صديءَ جي مهان فلاسافر آهي ته جڏهن ڪنهن مهان ليکڪ جي سموري رچنائن کي پڙهندا تڏهن اُن ٻي انت جو محظ هڪ جزو پسڻ ۾ ايندو!

(٩)

هندستان جي سوتنترتا ۽ ملڪ جو ورهاڱو ساڳئي ڏينهن تی آيا. هڪ طرف خوشيءَ جو موقعو ۽ ٻئي پاسي لڏ پلاڻ جو ڏڪو. پنهنجي جنم ڀوميءَ کان وڇڙجي سنڌي هن صدمي ۾ موڳا ٿي پيا. اُنهيءَ وقت پروفيسر پنجواڻيءَ سنڌي جاتيءَ لاءِ

جاري ڪيو. ممڪن آهي تہ اجواڻي صاحب
پهريون مهاڳ لاڏلي شاعر هري دلگير جي
شعرن جي ڪتاب ”ڪوڏ“ لاءِ لکيو هئو. پوءِ
وارو آيو پروفيسر نارائڻداس ملڪاڻيءَ جي
”اناردانہ“ ڪتاب جو جنهن ۾ جدا جدا
وشين تي لکيل گوناگون مضمون گڏ ڪيل
هئا. انهن شروعاتي مهاڳن پروفيسر
اجواڻيءَ سنڌي ساهت ۾ مضمون نگاريءَ
جي هڪ نئين ۽ اصلي شاخ جو پايو وڌو.
اهڙو ڪو ورلو ميار وارو ڪتاب نہ هئو
جنهنجو مهاڳ پروفيسر اجواڻيءَ کان نہ
لکايو ويو هجي.

پروفيسر اجواڻيءَ جي مهاڳ لکڻ
جو انداز بنه نرالو هئو. هو هڪ علم جو پنڊار
هئو جنهن نہ رڳو سنڌي ۽ انگريزي ساهت
جو ڳوڙهو اڀياس ڪيو هئو پر اُنهنجو
صحيح جڳهہ تي حوالو ڏيئي اظهار ڪرڻ
جي منجهس غير رواجي قابليت پڻ هئي.
اجواڻيءَ جي لکيل مهاڳ ۾ وِشِوَ ساهت
جي مهان ليکڪن جهڙوڪ يونان جي
هومر کان وٺي هم عمر آلڊوس هڪسلي
مان مثال ملن ٿا.

پروفيسر اجواڻيءَ جو لکيل مهاڳ
پڙهڻ پنهنجو پاڻ ۾ هڪ ساهتيڪ آزمودو
آهي. هر مهاڳ اصلوڪو آهي ۽ نہ ڪنهن
ڊُهرايل تي بڌل. ڪتاب جي وشيہ ۾ ليکڪ
جي شخصيت کان وڌيڪ پروفيسر
اجواڻيءَ پنهنجا ويچار ۽ ردعمل هر
مهاڳ کي پنهنجي اهميت ڏني آهي.
پروفيسرپوچراج ناگراڻيءَ جي ڪتاب
” ساميءَ جا سلوڪ “ لاءِ لکيل مهاڳ

۾ تہ پروفيسر اجواڻيءَ ڪماليت ت
وڃي پهتو آهي. مان پانيان ٿو تہ اهڙ
درجي جي سهڻي سنڌي نہ ڪڏهن لک
ويئي آهيءَ نہ ڪڏهن لکي ويندي! سنڌي
ليکڪن ۾ جنهن کي ڪوه نور چئجي س
آهي پروفيسر اجواڻي!

( ٧ )

پروفيسر اجواڻي ساهتيہ اڪادمي
لاءِ ڀارتي ٻولين جي ساهت جي شنکلا لا
انگريزيءَ ۾ ”سنڌي ساهت جي تاريخ “
لکي آهي. هن ننڍي ڪتاب ۾ پروفيسر
اجواڻيءَ جو انگريزي ٻوليءَ تي قابو ۽
سنڌي ساهت جي اِتهاس جي ڄاڻ عبرت
پيدا ٿيون ڪن. مثال ڏيڻ لاءِ شاه صاحب
جي ٿوڙن بيتن جو اجواڻيءَ انگريزيءَ ۾
جو ترجمو ڪيو آهي، سو بہ داد ڏيڻ لائق
آهي.

پروفيسر اجواڻيءَ جو ليکہ ”هندستان
ڇوامر آهي“ ؟ سندس انگريزيءَ ۾ لکيل
ڪتاب ” اِمارٽل اِنڊيا“ تان ننڊو ڪيل
آهي. اِهو ڪتاب پرڌان منتري جواهرلعل
نهروءَ اَڳہ مان ڪڍي پروفيسر اجواڻيءَ جي
ساراه ڪئي هئي. هن ڪتاب ۾ اجواڻيءَ
ڀارت ديش جا گڻ ڳايا آهن. اڳتي هلي
نهروءَ ”ڀارت جي کوج“ ڪتاب ۾ هندستان
کي ديشن جي راڻي مڃيو آهي. ديش پريم
جي ڪتاب لکڻ ۾ اجواڻيءَ نهروءَ جي
اڳواڻي ڪئي هئي.

ڊي-جي- سنڌ ڪاليج جي گولڊن
جبلي ورسي ملهائڻ جي معوقي تي
پروفيسر اجواڻيءَ هڪ يادگار پستڪ

پروفيسر ملڪاڻي عمر ڀر سنڌي ساهت کي وڌائڻ ۽ سڌارڻ جي اڻٿڪ ڪوشش ڪندو رهيو. ممبئيءَ ۾ رهندڙ پراڻا ۽ نوان سيکرات ليکڪ هر هفتي پروفيسر ملڪاڻيءَ جي مڪان تي گڏجندا هئا. هنجي برپا ڪيل ڪلاس ۾ اچي هو پنهنجيون نيون رچنائون سڀني جي سامهون پڙهندا هئا. ٻڌندڙن جي ٽيڪاڪاريءَ سان ليکڪن جي اوڻاين جي ڇنڊ ڇاڻ ٿيندي هئي ۽ سٺن ليکڪن کي ساراهيو ويندو هئو. انگلنڊ جي جڳ مشهور آڪسفورڊ ۽ ڪئمبرج يونيورسٽيءَ ۾ هرهڪ شاگرد هفتيوار هڪ مضمون لکي پنهنجي اُستاد ۽ هم ڪلاس شاگردن آڏيان پڙهي ٻڌائيندو آهي. پروفيسر ملڪاڻي اهو عمدو طريقو سنڌي ساهتڪارن جي فن کي اڳتي آڻڻ لاءِ ڪم آندو هئو.

( ٥ )

منهنجو ٻيو ڪامل اُستاد هئو پروفيسر لالسنگهه اجواڻي. هنکي پروفيسر ملڪاڻيءَ پنهنجي جڳهه تي رکي ڪجهه عرصي لاءِ موڪل ورتي هئي. مون لاءِ اهو ڪارڻ ٻڻيو جو مونکي هن ڪوهه نور هستيءَ جي شاگرد ٿيڻ جو موقعو مليو. اسانجي ڪلاس لاءِ اُنهيءَ سال لاءِ منظور ڪيل ڪتاب جو نالو هئو ''ويچار''. هن ڪتاب جو سمپادڪ ٻيو ڪونه، پر پروفيسر اجواڻي پاڻ هئو. هيءُ لاجواب ڪتاب هڪ گلدستي وانگر، ڊي-جي- سنڌ ڪاليج جي گذريل ٥٠ سالن جي ... ن مان بهترين ليکڪ چونڊ ڪري تجويز ... ڪتاب ۾ تمام

مشهور اديبن ۽ عالمن جون رچنائون موجود هيون، پر سڀني کان وڌيڪ عملا مضمون جن منهنجو خاص ڌيان ڇڪايو، تن جو ليکڪ هئو پروفيسر لالسنگهه اجواڻي. هنن ليکن ۾ هڪ عجيب جادو، نوان ويچار، پختي عبارت پهريون دفعو پيش ڪيا ويا هئا ۽ مان اُهي ور ور ڪري پڙهندو رهيو آهيان. نه رڳو ايترو پر ٻين دوستن کي پڙهي ٻڌائيندو هوس ته ڇا سنڌي لکي آهي پروفيسر اجواڻيءَ ! اُنهن مضمونن جا نالا هئا: ''جيوت جو مزو''، ''هڪ عجيب لطف'' ۽ ''جيوت جو ٽنيو''. توهين پاڻ پڙهي امين ٿيو!

ڪجهه ١٥ سالن بعد جڏهن ڀارت آزاد ٿي چڪو هئو تڏهن پروفيسر اجواڻي ٻيو ڪتاب ''اُمنگ'' نالي سان سمپادن ڪيو. هن ڪتاب ۾ مايه ناز سنڌي پروفيسرن جا ليک ڪٺا ڪري ڇپايا ويا هئا. ''ويچار'' جيان پروفيسر اجواڻيءَ جا لکيل مضمون '' هندستان جو اُمر آهي؟'' ۽ ''سنڌ جي يومي'' هن ڪتاب ۾ شامل آهن. هيءُ ٻه پروفيسر اجواڻي جي قلم مان نڪتل لاثاني رچنائون آهن. ياد ڪونه اٿم ته اِهي مضمون گهڻا دفعا پڙهيا آهن، پر هر ڀيري ليکڪ جي اثرائتي ٻوليءَ ۽ ويچارن جي رنگت منهنجي احساسن کي ڇهي منهنجي ذهن کي ترو تازو ڪيو آهي.

( ٦ )

هن وقت اِهو چوڻ مشڪل آهي ته ڪڏهن ۽ ڪيئن پروفيسر اجواڻي ٻين ليکڪن جي ڪتابن لاءِ مهاڳ لکڻ جو سلسلو

كار ابسين جا لكيل ناٽڪ سڄي دنيا ۾
تحلق مچائي رهيا هئا. هن کان پوءِ برٽن
جي برنارڊ شا پنهنجي بي مثال ڪلا سان
ناٽڪن ۾ مهاڀن جي ڌوم مچائي ڏني.
انهيءَ هلچل کان متاثر ٿي ملڪاڻيءَ
ناٽڪ نگاريءَ ۾ قدم رکيو ۽ نئين ناٽڪ
جي شاخ کي سنڌي ٻوليءَ ۾ جنم ڏنائين.
ڊي- جي- سنڌ ڪاليج ڊرامٽڪ سوسائٽيءَ
جي سايعي هيٺ پنهنجي لکيل ناٽڪن ۾
ڊائرڪٽر ۽ هدايتڪار جو پارٽ بہ پاڻ ادا
ڪندو هئو.

ڪراچيءَ ۾ ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ
جي هال ۾ ساهت ۽ سنسڪرتيءَ جا پروگرام
ٿيا هلندا هئا. هتي پروفيسر ملڪاڻيءَ جو
هڪ ليڪچر رکيو ويو هئو. اُنهيءَ جي وشيہ
هئي ”سنڌي ڪهاڻيءَ جي اوسر.“ سنڌي
ساهت جي تاريخ ۾ اِها پهرين ڪوشش
هئي جڏهن ڪنهن عالم اديب سنڌيءَ ۾
لکيل سمورين ڪهاڻين جو ساهتڪ جائزو
ورتو هئو. اڳتي هلي پروفيسر ملڪاڻيءَ
اڪيلي سِر ” سنڌي نثر جي تاريخ “ لکڻ
جو ڏکيو ۽ مهان ڪاريہ پورو ڪري ورتو. نثر
جون ڪيتريون شاخون آهن، جن سڀني جي
بيشمار رچنائن جي ڄاڻ هڪ ماڻهوءَ لاءِ
حاصل ڪرڻ مشڪل ڪم آهي. پروفيسر
ملڪاڻيءَ اُهو ڪم پورو ڪري ڏيکاريو
جنهن لاءِ هڪ سڄي ساري ليکڪن جي
گروهہ جي ضرورت پوندي آهي. هن ڪتاب
کي ساهتيہ اڪادمي جو انعام مليو ۽
پروفيسر ملڪاڻيءَ جي پورهئي جي ڪافي
قدرشناسي ڪئي ويئي.

(٣)

ڪوي ربندرناٿ ٽئگور نہ رڳو
هندستان پر سڄي دنيا جو مشهور ساهتڪار
هئو، ۽ هنکي پروفيسر ملڪاڻيءَ پنهنجو
آدرش ڪري مڃيو آهي. ٽئگور جي باغبان
ڪويتائن جو ڪتاب ملڪاڻيءَ نطماڻي نثر
۾ ” پريت جا گيت“ نالي هيٺ ترجمو
ڪيو هئو. انهن ڪويتائن ۾ نوجوان دلين
جا اُمنگ ۽ احساس شرنگار رس يا پريم جي
پياس سان ڀريل هئا. اڳتي هلي ٽئگور جون
ڪويتائون ڪلا جي اُن اونچائي تي
پهتيون جن لاءِ کيس نوبل انعام ڏنو ويو.
پروفيسر ملڪاڻيءَ ٽئگور جي اِنهيءَ
” گيتانجلي“ نالي ڪتاب جو ترجمو سنڌي
نظم ۾ ڪري هڪ بي مثال نشان قائم ڪيو
آهي.

گيتانجليءَ جو سنڌيءَ ۾ ترجمو
منهنجي سفر جو ساٿي آهي. ڪنهن دور
دراز شهر ۾ رات جو سمهڻ کان اڳہ اِهي
ڪويتائون پڙهندو آهيان تہ اٿين لڳندو
اٿم تہ ڪويءَ جو انحد جو آواز سنڌيءَ ۾
رويندر سنگيت گنگنائي رهيو آهيان.

(٤)

پروفيسر ملڪاڻيءَ کي ساهت ۾
ڪچايون ڦڪايون مور پسند ڪونہ هيون.
هلي چليءَ ۾ عام ماڻهو ڪهڙي بہ موج مزي
جي آزمودي کي ”لست“ ڪري ڪوٺيندا
آهن. پروفيسر ملڪاڻيءَ کي هن اکر جي
واهپي تي اعتراض هئو. هو اڪثر چوندو
هئو ”لست اکر ڪم نہ آڻيو. اِهو هڪ فاحش
لفظ آهي.“

# سنڌيءَ جا ٽي ڪامل اُستاد

## ڊاڪٽر هنس پوهراج ڪٿوريا

پنجاهہ ورهيہ پورا ڪري ڊي -جي- سنڌ ڪاليج ڪراچي، گولڊن جبلي واري سونهري ورسي پليان چڙهي، ويهين صديءَ جي وچين اڌ ڏانهن وڪہ وڌائي رهيو هئو. اهو عرصو هو جڏهن ۱۹۴۳ سن ۾ مئٽرڪ پاس ڪري مان ڪاليج جي سائنس وڀاڳہ جي پهرئين سال ۾ قدم رکيو. مئٽرڪ جو امتحان ننڍي لهيءَ وارن لاءِ اڙانگو ڏاڪو هئو ۽ چوٽي هئي تہ مئٽرڪ آهي ميٽ ڪلورو، سوجيڪو هوندو هوشيار، سو مٿو ڌوئي پاس ٿي نڪرندو!

اِها منهنجي وڏي خوش نصيبي هئي جو ٻن سالن جي ننڍي عرصي اندر مونکي سنڌيءَ جي اُنهن اُستادن سان ڀيٽ ٿي، جنجا نالا سنڌي ساهت جي تاريخ ۾ اَمر رهندا. اُهي صاحب هئا منگهارام اُڌارام ملڪاڻي، لالسنگهہ اجواڻي ۽ رام پنجواڻي. جنهن صدق ۽ چاهہ سان هن تہ مورتي سنڌي ٻوليءَ ۽ ساهت کي شاگردن اڳيان رکيو، اُنجو مثال ورلي ليندو. ٽنهي اُستادن جو سنڌيءَ لاءِ اُتساهہ ايترو گهرو هئو جو اُنمان هڪ چڻنگہ منهنجي آئينده کي روشنيءَ جي شماع سان ٻري چڙهيو. مون پنهنجي مادري ٻوليءَ سان نيهہ جو ناتو نباهي اپار آنند ۽ بيحد خوشي ماڻي آهي. اِنهيءَ احسان خاطر مان شڪر گذار آهيان پنهنجن ٽن ڪامل اُستادن جو!

( ۲ )

شري منگهارام ملڪاڻي، ڊي-جي- سنڌ ڪاليج جي سائنس وڀاڳہ ۾ سنڌي ۽ انگريزي ٻولين جو پروفيسر هو. هن جو چِت ساهتيڪ ڪلا ۽ سونهن تي مستانو هئو، سڄي عمر سنڌي ۽ انگريزي رچنائون پڙهي نہ رڳو پاڻکي پر پنهنجي شاگردن کي اُنهن جي سڳنڌ ۽ سرهاڻ سان ورسائيندو رهيو.

پروفيسر ملڪاڻي جڏهن پاڻ شاگرد هئو تڏهن يورپي ديشن ۾ ناٽڪ نگاريءَ جو دؤر زور ۾ هئو. ناروي ديش جي ناٽڪ

نالو : هنس پوهراج ڪٿوريا.

جنم : ۲۲.۷.۱۹۲۷.

پيشو : ميڊيڪل.

پتو : ۹، گلستان، ۲۱۶، ساين اوپر، ممبئي- ۴۰۰۰۲۲.

’هڪ عجيب ياترا آهي هيءَ زندگي‘
هن زندگيءَ هلندي ياتري ڪان وسريو
وڃي تہ ڪو هو ياترا پيو ڪري!
۽ هڪ ڏينهن اَچانڪ جڏهن منزل
اچيو سامهون کڙي ٿئي ٿي، تڏهن آواڪ
ياتري منزل جي هن پار وڃيو نڪري!“
چوٿون دؤر :- آخر ۾ چوٿون دؤر شاعر
آنچل جو ڪويتا سرجڻ جو دؤر هو، جيڪو
سندس پستڪ ”آتم پرڪاش“ ، ”پاڇولا
سانجهيءَ جا“ ڪان شروع ٿيو ۽ آخر ۾
”ٿانڊاٽا“ (رات جي انڌيري ۾) تائين
هليو.

جيئن طوفان پوري ٿيڻ بعد، واتاورڻ
۾ هڪ قسم جي لهر اچي ويندي آهي،
گنڀيرتا ڇانئجي ويندي آهي، اَهڙي
حالت آنچل جي من جي بڻي. سندس سوچ
جي گهرائي جو اَنش وڌي ويو ۽ جيون
ڏانهن فيلسوفائي درشٽي جي جهلڪ نظر
اچي ٿي. اِهو منظر سندس مجموعي
”پاڇولا“ ۾ ملي ٿو.
سڪ دکہ هڪ اَحساس فقط آ،
پيو ڪجهہ ناهي
سفر جي پوئين منزل تي رسي،
محسوس ٿو اِئين ٿئي
تہ ڌرتيءَ تي سڪہ جي ڪوچ ،
پاڇن جي پنيان پتڪڻ برابر آ!
شاعر اِيشور آنچل ورهاڱي جي درد
کي نہ وساري سگهيو ۽ کهڙي نہ غم غين ۽
دل ۾ تيس ڏياريندڙ لفظن ۾ اِن دکد گهٽنا
جو اِظهار ڪيو آهي.
” اُنجو کهڙو
فڪر آ.
آهل-وطن کي،
ڪيئن رهان ٿو
بيوطن،
پنهنجي وطن ۾!“
” سنجها جو ماڳہ موٽي،
اچن ٿا پکي پکڻ
سنڌين لاءِ آهڙي ڪا
نٽي سنجها مگر اچي.
جهٽ پر ڪري اُڏامي
وڃڻ تي ٿي دل ٿئين
جنهن دم وٽن ٿي
سنڌ مان ڪائي خبر اچي!“
اِن ريت هن دؤر ۾ پهچي شاعر آنچل
آدي اَنادي سچ لهي، اِن سچ کي پنهنجي
شبدن جي اَگنيءَ سان لوڏي-اُجاري،
ڪويتائن جي روپ ۾ اسان اڳيان رکندو
رهي ٿو. سندس شعرن جو مجموعو
”ٿانڊاٽا“ (اَنڌيري رات ۾) ۽ سندس شعر
برندڙ ٿانڊا لڳن ٿا.
اِڇا، ڪرڙيءَ جي،
ڪتيل پڇ وانگر،
ڇڇڻ ڪان پوءِ بہ
ڦتڪندي رهي ٿي.
شاعر اِيشور آنچل نئين راهہ جو راهي
ٿيو پر سندس شعر ديپ بڻجي سندس شعور
جي روشني کي هن جڳہ ۾ ڦهلائي ساري جڳہ
کي روشن ڪري رهيو آهي.
” رکہ کي ڦوڪہ ڏيئي ڏسڻ سان،
شايد چڻنگہ ڏسڻ اچي.
چڻنگہ رکہ جي جنني آ
چڻنگہ ۽ رکہ جو ناتو
فنا ۽ بقا آهي!“

شاعر ايشور آنچل سماجي، سياسي، ڌرمي ۽ مفلسيءَ تي ٽاڻا تي وسندو هو. هيءُ ان دؤر جو شعرلو هو. پنهنجي شعرن ۾ اِنهن موضوعن جي هو تکن لفظن ۾ عڪاسي ڪندو هو. سندس شاعري ذهن تي دائما اثر ڇڏي ٿي.

سندس پهريون پستڪ ''پيار ۽ پئسو'' ( جنهن ۾ سندس ڪويتائن سان گڏ ڇهه اثرائتيون ڪهاڻيون پڻ آهن) جن ۾ آنچل وِشو اَمن جو حمايتي بڻيو آهي.

سندس شعرن جو مجموعو '' گمند پيو گڙي'' (١٩٦٧) جي عنوان مان صاف ظاهر آهي ته نئون اِنقلاب اچڻ وارو آهي.

آنچل جي اِنهن ڪويتائن جو دؤر ڏهه سال هليو. پوءِ ڏيري ڏيري آزاد ڀارت جي سياسي، سماجڪ ۽ آرٿڪ ڍانچي ۾ بدلاءُ سبب شاعر آنچل جي شخصي جيون توڙي ويچارن ۾ به موڙ آيو ۽ اُن وقت سندس درشٽي ٻاهرئين سنسار سان گڏ منش جي ۽ پنهنجي اندرئين جڳت طرف به ويئي. اِهو سندس ڪويتا سرجڻ جو ٻيون ۽ نرالو دؤر هو.

ٻيون دؤر :- شاعر آنچل هن دؤر ۾ هڪ ٻاغي شاعر مان هڪ رومانٽڪ شاعر بڻجي پيو. آنچل جي لکيل شعرن مان حساس دل ڇهلڪي ٿي. پيار جون وفائون - جفائون، وصال جي خوشي به، ته وڇوڙي جي پيڙا پڻ، سک جو آنند به ته دک جو درد پڻ!

شاعر آنچل درد پرست نه هو، پر جيوت جي درد کان به آشنا هو. هو صاحب هميشه پنهنجي شعرن ۾ نئين سوچ ۽ نئون اِظهار جو طريقو پرڻ جي ڪوشش ڪندو هو. جيئن عمر چڙهندي ويس زندگي جي شام ڪيس مجبور ڪيو ته هو پاڻ کي هن ڪائنات ۾ ڪاوشي. هي سچي زندگي خواهشن جي ڇيتن ڀيڙي سان سينگاريل آهن. هن سنسار جي اٿاهه جيون ساگر ۾ خوشي سان دک به سري اچي ٿو، ڇو جو سک (خوشي) پل ڀر جو هڪ حسين سپنو آهي ۽ دک هڪ ڪوڙي حقيقت آهي.

هن رنج روح جي دنيا ۾
مڪمل نه خوشي ٿي حاصل ٿئي
ڀرپور خوشين جي وچ ۾ شري
ڪو غم ڀي اَچي ٿو شامل ٿئي!

ٽيون دؤر :- شاعر ايشور آنچل جو ٽيون دؤر جيڪو حد درجي جي انتها پسندي سان ڀريل هو. شاعر آنچل جي شعرن جو مجموعو ''خاڪ لپ'' جنهن ۾ هو هڪ نراشاوادي شاعر ڀاسي ٿو، ته آخر ۾ انسان جي ديهه بچي ٿي صرف هڪ خاڪ جي لَپ.

آهڙي طرح ايشور آنچل زندگيءَ کي تمام ويجهائيءَ تان ڏسڻ لڳو ۽ کيس زندگي ٽتل واريءَ تي پند مثال لڳي ۽ هڪ ناياب شعرن جو مجموعو '' پند ٽتل واريءَ تي'' پيش ڪيو ۽ سنڌي ساهتيه جي خوشبودار باغيچي ۾ هڪ نئون گل پنهنجي سڳند پکيڙڻ لڳو. سندس شعرن عام سنڌي جي ذهن ۾ ولول پيدا ڪيو ۽ کين سوچڻ لاءِ مجبور ڪيو ته زندگيءَ ۾ سڀ ڪجهه فنا آهي. سک دک هڪ احساس آهي پوءِ ڇو اسين اِن دُنوي سک پليان ڊوڙون ٿا. زندگيءَ جو مسئلو ، سک-دک اِڇائن جو جنجال موت ذريعي ئي حل ٿيڻ وارا آهن.

زندگيءَ جي سفر جو انت ڪهڙي نه عمدي نموني بيان ڪيل آهي.

# هڪ شاعر : اِيشور آنچل

## هريش ڪمار ”وطني“

شاه عبدل لطيف چيو آهي:-

”دلبر هن دنيا ۾ وچي رهندو واسُ“

ايشور نارائڻداس شرما عرف ايشور آنچل ( جنم ٢-١٠- ١٩٢٨ ۽ سرڳواس ٥-٧-١٩٩٨ ) جي شعر ۾ فصاحت ۽ بلاغت هئي. آنچل نئين ڪويتا جو باني، ترقي پسند ويچارڌار وارو اِنقلابي شاعر هو. اِيشور آنچل سنڌي شاعرن ۾ هڪ خاص جڳهه والاري ٿو. اِيشور آنچل سنڌي ٻوليءَ جو اَهڙو شاعر آهي جنهن تي سنڌي جاتي کي ناز آهي؛ ڇو تہ سندس شعرن جو معيار ڀارت جي ٻين مکيہ ٻولين ۾ لکجندڙ شعرن سان برميچي سگهجي ٿو. هن صاحب جا سٺن ئي شعرن جا مجموعا تمام گهٽي ناموس پائي چڪا آهن جيئن تہ پيار ۽ پئسو، گمنڏ پيو گڙي، خاڪہ لپ، پاڇولا- سانجهيءَ جا، پنڌ تنل واريءَ تي، آتم جي تلاش ۽ ٿانڊاٽا (اَنڌيري رات ۾).

اِيشور آنچل بيحد حساس دل ۾ گرم ذهن جو ڌڻي هو. شاعر بہ هڪ سرجڻ هار آهي سندس جڳہ بہ ايترو ئي رهسيہ م آهي جيترو پرڀوءَ جو سنسار. ڪويءَ ک اندر مان سڏُ ايندو آهي ۽ اِن کي هو ڪاغ تي شبدن جو روپ ڏيندو رهندو آهي. اُ ”سڏ“ کي ڪرپا يا ڏات سڏيو اٿن. اِها ڏات ڪن وڏڀاڳين کي ئي پراپت ٿيندي آهي ۽ اُها ڏات شاعر اِيشور آنچل کي عطا ٿيل هئي. سندس ڪويتا - سرجڻ واري ڪاريہ کي مکيہ طور ٽئن دؤرن ۾ ورهائي سگهجي ٿو.

پهريون دؤر:- جيڪو ديش جي ورهاڱي سان شروع ٿيو. ان دؤر ۾ آنچل هڪ اِنقلابي شاعر جي حيثيت ۾ اسان جي سامهون آيو. آزادي سان گڏوگڏ سنڌين جي. نصيب ۾ ورهاڱي جو صدمو بہ هو، ڪيترن ئي زر ۽ زمين وڃائي. پنهنجي ماتر ڀومي وڃائڻ جو صدمو تمام گهِرو هو، سنڌي سماج کي همٿ ٻڌائڻ لاءِ سندس ڪويتائون غصب جي صدا سان ڀريل هيون. سندس شاعري ۾ پڪار ۽ للڪار هئي.

| | | |
|---|---|---|
| نالو | : | هريش ڪمار وطني. |
| جنم | : | ١٩٦٩.٩.٥. |
| پيشو | : | سرڪاري نوڪري. |
| پتو | : | اي-٧٥، آئي پاڪيٽ، دلشاد گارڊن، دهلي-١١٠٠٩٥. |

حو به پورو پورو خيال رکڻ کپي ڇاڪاڻ ته
قرض ۽ مرض جيترو جلد لهي وڃي اوترو
وڌيڪ سلو اِنڪري هنکي ريگيولر چيڪ آپ

ڪرائڻ کپي ۽ ڇوٽيءَ بيماريءَ کي
نظرانداز نه ڪري اُن جو شروع ۾ ئي علاج
ڪرائي ته جيئن اڳيان وڏي وڻ نه ٿي پوي
پوءِ ماڻهو گهڻي خرچ ۾ پئجي وڃي. ميڊي
ڪليم اِنشورينس بڍاپي ۾ ضرور هئڻ کپي
ڇو جو بڍاپو بيمارين جو گهر ٿيندو آهي،
اِنڪري ميڊيڪليم اِنشورينس هڪ وڏي
مدد آهي.

٧. رٽائر ٿيڻ ڪانپوءِ ماڻهوءَ کي
پاڻکي مشغول رکڻ کپي، ڇوندا آهن بيڪار
کان بيگار ڀلي، ذهن ۾ ٿوري دماغي ۽ ٿورو
شاريرڪ ڪم ڪرڻ کپي جيئن هڏ هلندا
رهن. جيڪڏهن هڏن کي نه هلائبو ته جنڪ
لڳي ويندي ۽ انسان سُسُت ٿي پوندو.

رٽائر ماڻهوءَ کي هميشه پنهنجي پاڻ
تي ظابطو رکڻ کپي. هنکي پنهنجي حد
اندر رهڻ کپي. جيڪڏهن هنکي ڪابه صلاح
پنهنجي پريوار جي ماڻهوءَ کي ڏيڻي به
آهي ته هو ڏئي پر جي پريوار ۾ اُن صلاح
ڏيڻ ڪانپوءِ نه مڃيو وڃي ته وري اُها پيو دفعو
به صلاح ڏئي ۽ نه مڃي وڃي ته اُن لاءِ غم نه
ڪري ۽ پوءِ پاڻ شانت ڪري ويهي رهي.
اڄ ڪالهه جي وقت ۾ گهڻو ڪري نوجوان
طبقي کي گهر جي بزرگن جي صلاح پسند
ڪانه ايندي آهي ۽ اِئين ڇوندا آهن ته
توهان اڳين ڳالهين تي پيا هلو. جيڪڏهن
شانتيءَ ۽ صبر سان هلبو ته وقت سک جو
ڪٽجي ويندو ۽ گهر ۾ به سک شانتي رهندي
پريم ڀاءُ رهندو، همدردي رهندي. اِنسان
جي زبان ئي آهي جيڪا چاهي ته ڪٽيَ
وهاري اِهائي زبان پٽ وهاري. تنهنڪري
مِٺ مُحبت کان ڪم وٺبو ته زندگيءَ جو
سفر سولو ڪٽجي ويندو ۽ پاڻ به خوش رهبو
۽ پريوار وارا به خوش رهندا. پوءِ سيوانورتي
اَيپشاپ نه پر هڪ وردان ثابت ٿيندي.

۾ پوري ٿي وڃي ٿي باقي پينشن ئي هڪ
ٻڍاپي جو سهارو وڃي بچي ٿي. اِنڪري
رٽائر ٿيل ماڻهوءَ کي هِنن ضروري ڳالهين
جو ڌيان رکڻ گهرجي :-

١. جيڪا رقم سرڪار مان گرئجيٽي،
پي ايف، ڪميوٽيشن ليو اينڪيشمينٽ
جي رقم ملي ٿي اُنهيءَ مان ضروري خرچ
ڪرڻ کانپوءِ باقي جيڪا رقم بچي اُها
پنهنجي ۽ پنهنجي زال جي نالي تي
جائنٽ اڪائونٽ ۾ پوسٽ آفيس يا بئنڪ
۾ جمع ڪرائڻ کپي اُها رقم پنهنجي اولاد
کي نہ ڏيڻ کپي. پئسو اُهو آهي جيڪو
پنهنجي اڪائونٽ ۾ آهي ۽ اُهو هاري
بيماريءَ وقت اِنسان کي ڪم اَچي سگهي
ٿو.

٢. اِنسان کي رٽائر ٿيڻ کان اڳہ ۾
ئي پنهنجا نيم ۽ ٽائيم ٺاهڻ کپن. ڪير
چوي تہ رٽائر ٿي ڪري پوءِ ئي مان سويل
اُٿڻ جو نيم ٺاهيندس اِهو ٿي ڪونہ
سگهندو. اِنڪري سويل اُٿڻ جو نيم پهرين
عادت وجهڻي پوندي.

٣. صبوح جو گهمڻ جي عادت، پنڌ
ڪرڻ جي عادت اِهي عادتون انسان کي
شروع ۾ ئي وجهڻ کپن تہ جيئن ماڻهو رٽائر
ٿئي تيئن پنهنجا نيم ٽائيم جي هن اڳہ
۾ ئي صحيح ڪري رکيا آهن تہ هن کي
ڪابہ تڪليف محسوس ڪانہ ٿيندي.

٤. رٽائر ماڻهوءَ کي جيترو ٿي سگهي
اوترو هو گهر ۾ گهٽ وهي ڇاڪاڻ تہ جي
رٽائر ماڻهو گهر ۾ وينو تہ پيو کُنڊ کُنڊ
ڪندو. اِنهيءَ ڪري ٻُڍي ماڻهوءَ کي پاڻ
کي سماج جي ڪم ۾ رُڌل رکڻ کپي.

٥. رٽائر ماڻهو جي گهر ۾ ڪجهہ
ٽائيم وهي تڏهن بہ پاڻ کي مشغول رکي
جيئن تہ اخبار پڙهڻ، ٽي ويءَ تي سماچار
ٻڌڻ ، جي گهر وارن کي سندس شيوا جي
ضرورت هجي جيئن تہ ڀاڄي وغيره سوئڻ
ڪرڻ تہ اُن ۾ سندس کي سهڪار ڪرڻ کپي.
ننڍن ٻارن کي اسڪول ۾ ڇڏي اچڻ ۽ وٺي
اچڻ . گهر جي ڀاڄي ڀُٽي وٺي اچڻ، گهر
جو اناج پيهائي اچڻ، بجليءَ ۽ پاڻيءَ جا
بل جمع ڪرائي اچڻ. ٽيليفون ۽ هائوس
ٽئڪس وغيره جمع ڪرائي اچڻ.

٦. رٽائر ماڻهو کي پنهنجي صحت

# سيوا نِوِرتي آيِيشاپ نہ پر هڪ وردان آهي

## مهاديو ڪلواڻي

دنيا سنسار ۾ جهڙيءَ طرح قدرت پنهنجا نيم ٺاهيا آهن تهڙيءَ طرح سرڪار بہ پنهنجا نيم ٺاهيا آهن. سرڪاري نوڪريءَ ۾ چاهي پرائيويٽ نوڪريءَ ۾ هفتي ۾ هڪ ڏينهن موڪل ڪئي ويئي آهي انهيءَ جو ڪارڻ اهو آهي تہ انسان هفتي جا ڇهہ ڏينهن ڪم ڪرڻ سان هن کي آرام جي ضرورت ٿئي ٿي. انهيءَ ڪري هفتي جو ستون ڏينهن موڪل ڪئي ويئي آهي تہ جيئن انسان اُن ڏينهن آرام ڪري ۽ دنياداريءَ جا ڪم ڪاريون بہ ڪري، هفتي ۾ هڪ ڏينهن آرام ڪرڻ سان انسان جي صحت بہ سالم رهندي ۽ سندس ڪم ڪرڻ جي شڪتي بہ وڌندي. سرڪار پنهنجي ملازمن واسطي سيوانِورتيءَ جي عمر مقرر ڪري ڇڏي آهي جيڪا ڪِٿي اَٺونجاه سال آهي تہ ڪِٿي سٺ سال آهي سيوانورتي نهايت ضروري آهي ڇاڪاڻ تہ انسان ڪجهہ سال ڪم ڪرڻ ڪانپوءِ سندس ڪم ڪرڻ جي شڪتي ۽ ياداشت گهٽ ٿي وڃن ٿيون. سرڪار اڄ ڪلهہ هر ڪنهن ڊپارٽمينٽ ۾ پينشن مقرر ڪئي آهي ۽ رٽائرمينٽ ڪانپوءِ پينشن اِنسان لاءِ هڪ ريگيولر ڪمائيءَ جو وسيلو آهي. ڪٽنب پريوار جي ماڻهن کي خبر آهي تہ اسان جي پيءُ کي هر مهني پينشن ملندي تہ نونهرون ۽ پٽ پنهنجي پيءُ ماءُ جي پوري سنڀال لهندا ۽ اُنجي ڪاڌخوراڪ جو بہ خيال رکندا. رٽائرمينٽ وقت جيڪا رقم سرڪار وٽان ملي ٿي اُها تہ سنساري زميداريون جيئن تہ پٽن ۽ ڌيئرن جي شادي، پٽن جي روزگار ۾ لڳائڻ ، مڪان خريد ڪرڻ وغيره

نالو : مهاديو ڪلواڻي.

جنم : حيدرآباد سنڌ، ١٥.١٠.١٩٣٨.

پيشو : رٽائرڊ ايل. آئي. سي.

پتو : ٢٢/٢٠٠، ڪنور ڪا ناڙا، ڊگهي چونڪ، اجمير.

جو اِشارو ڪري ٿو. آڱوٺو لوڏي اِنڪار ڪجي ٿو. مطلب تہ اِقرار ۽ اِنڪار آڱوٺي جي حرڪت سان ڪري سگھجن ٿا.

سينگار -سندرين جو سينگار بہ هٿن تي ڪيو ويندو آهي. هٿن تي من موهڪ مهنديءَ جون ڊزائينون ناهيون ويندڙيون آهن. آڱرين جا وڏا وڏا ننهن رکي تن تي نخريلي نيل پالش ڪئي ويندي آهي. آڱرين ۾ طرح طرح جون منڊيون ۽ هٿن تي زيور پائي سينگار ڪيو ويندو آهي. ٻانهن جون چوڙيون بہ ٻانهون چڏي اچي هٿن جي پرسان ٻيهنديون آهن ۽ هٿن جي سندرتا وڌائينديون آهن. ڪيترن ڪوين هٿ جي سندرتا تي ڪويتائون رچي پنهنجا اُدگار پيش ڪيا آهن.

ڪلا جي کيتر ۾ -اُهو ساز آواز ئي نہ ڪڍندو جيسين هٿ اُن تي ناز نہ ڪندو. اُهو گانو ئي ڇا جنهن ۾ هٿن جون ادائون نہ هجن، اُها ڪوالي ئي ڇا جنهن ۾ هٿن جون تاڙيون نہ هجن، اُهو ڊانس ئي ڇا جنهن ۾ هٿن جون مُدرائون نہ هجن. هٿن جي حرڪت کان سواءِ سڀ نيرس لڳنديون. ڪلا جي کيتر ۾ بہ هٿ ڪمال ڪيو ڇڏي. سنهي چٽرڪاري، ميناڪاري، سنگتراشي سڀ هٿ جي حڪمت ڪري ڏيکاري. ڪوبہ من جو ڀاءُ خوشيءَ جو هجي يا خوش خيرافت جو ، مزاڪ جو يا منورنجن جو ، غم جو يا غصي جو ، هٿن جي هيراڦيريءَ کان سواءِ ڦِسو پيو لڳندو.

جي ٻئي هٿ جوڙي، جنهن جي اڳيان ٻيهجي تہ :-

پريوءَ لاءِ پڪار ٿئي،
اُپاسنا جو اِظهار ٿئي.
سنتن جو ستڪار ٿئي،
نيتا جي آبرودار ٿئي.
شيطان شرمسار ٿئي،
معاف قصوروار ٿئي.
آفيسر جو اُپڪار ٿئي،
سڀ کي نمسڪار ٿئي.

هٿ جي لڪاوٽ تي ڪروڙن جو واپا ٿئي. بئنڪن جا چيڪ، ڊرافٽ ۽ هنڊيور متجي وڃن. هٿ جي صحي سان ڪروڙن جي ملڪيت وڪامي وڃي، خريدي وڃي. وارث مقرر ٿي وڃي تہ ملڪيت تان بيدخل بہ ٿي وڃي.

آڱوٺي جو مهتوَ:- آڱوٺو اڻپڙهہ جو قلم آهي. لکي پڙهي پلي نہ بہ ڄاڻي پر لڪاوٽ تي آڱوٺو هڻي تہ سڀ اُن جي لکيت مڃي وڃي. آڱوٺي ۽ هٿ جي سنهين لڪيرن سان سهي ماڻهن جي سڃاڻپ ٿئي، وڏا وڏا اپراڌي پڪڙيا وڃن ۽ بيگناهن کي نياءُ ملي. آڱوٺو آڱرين جو راجا آهي، اُن ڪانسواءِ نہ مُڪ مضبوط ٿئي، نہ قلم پڪڙي لکي سگھجي ۽ نہ تيرندازي ڪري سگھجي. اِن ڪري مهاڀارت ۾ گرو دروڻاچاريہ، ايڪلوِيہ کان گرو دکشڻا ۾ آڱوٺو ورتو هو.

سچ پچ منش آهہ ڀاڳيوان
جنهن کي هٿ مليو وردان
ذرا تصور ڪريو مهربان
ڪيترو نہ لاچار لڳي اِنسان
جي هٿ نہ ڏيئي هان ڀڳوان.

سگهجي ٿو. اوکي سوکي جي اُپچار لاءِ آنگر ۾ مالڪ، موتي نگينو پائي اولي۽ کي سولي۽ ۾ بدلي سگهجي ٿو. سلو جوتشي هٿ ڏسي جيون جي گهٽنائن جي اڳڪٿي ڪندو آهي ۽ ڪيتريون صحي ثابت ٿنديون آهن.

ڪي بورڊ-اَڪيوپريشر وديا موجب، هٿ شرير جي سيني انگن جو ڪي بورڊ آهي، يعنيٖ سيني عضون جو دباءُ بندوُ هٿن ۾ آهن. شرير جي ڪنهن بہ عضوي ۾ ڪا بيماري ٿئي تہ هٿ جي ريفليڪس پائنٽ دباءِ بندوءَ تي دباءُ ڏجي تہ ببماري نيڪ ٿي وڃي. سور مٿي ۾ هجي يا ٽنگ ۾، پيٽ ۾ هجي يا پٺي۽ ۾، ڪنڌ ۾ هجي يا ڪمر ۾، هٿ جي بندوءَ تي دباءُ ڏجي تہ سور غائب. آهڙي۽ طرح، سُجوڪ ۽ ريڪي وديا دوارا علاج بہ هٿن جي ئي مدد سان ٿي سگهي ٿو. وئديہ حڪيم هٿ جي نبض ۽ نهن جو رنگ ڏسي ئي بيماري پرکي وٺندا آهن.

اپاهجن جو آڌار-هٿ اپاهجن جو آڌار آهن. هٿ انڌي جي لٺ، گونگي جي زبان، لنگڙي جي گهوڙي ۽ ٻوڙن لاءِ ٻڌڻ جو ينتر آهن. هٿ جي حڪمت سان انڌا، ٻوڙا ۽ گونگا بہ وديا حاصل ڪري سگهن ٿا. سورداس ڏسي نہ سگهندا آهن. پر هٿ جي ڇهاءَ سان بريل پرڻالي۽ ذريعي لکي پڙهي سگهندا آهن. رانديون ڪري سگهندا آهن ۽ وڏيون ڊگريون بہ حاصل ڪري سگهندا آهن. ٻوڙا ماڻهو بہ هٿن جي آڱرين جي اِشارن سان ٻڌي سگهندا آهن ۽ ڳالهہ کي سمجهي ويندا آهن. ٽي. وي. تي ٻوڙن لاءِ اِشارن سان خبرون ڏنيون ويندڀون آهن. گونگا بہ هٿ جي اِشارن سان پنهنجي ڳالهہ ڳالهائي سگهندا آهن ۽ اِشارن سان سمجهي بہ ويندا آهن. لنگڙا بہ هٿ جي مدد سان، مٿ يا ڪرڇ جي سهاري، ويل چيئر يا ٻئي ڪنهن آهڙي واهن کي هٿ سان پڪڙي هلائي منزل طيءِ ڪري ويندا آهن.

گُپت اِشارا-جيڪي ڳالهيون زبان سان نہ چئي سگهبيون آهن، اُهي هٿ يا آڱرين جي اِشارن سان سمجهايون ويندڀون آهن. وديارٿي اسڪول ۾ ماستر کان سوُسوُ ڪرڻ جي اِجازت، آڱر جي اِشاري سان وٺندو آهي. ٻار لکي ماءُ کان خرچي بہ آڱر آڱوٺي جو اِشارو ڪري گهرندو آهي. ٻہ واپاري ڪنهن سودي جي اگهہ بہ هٿن کي ڪپڙي سان ڍڪي، آڱرين کي پڪڙي، ماڻهن جي سامهون ماڻهن کان لڪائي طيءِ ڪندا آهن. ٻہ پريمي هڪ ٻئي جو هٿ پڪڙي پيار جو اِظهار ڪندا آهن. ٻہ متر ڪجهہ دوري۽ تي هوندا آهن تہ هٿ جي اِشاري سان هڪ ٻئي جو حال اَحوال پڇندا آهن ۽ ڏيندا آهن. موڪلائي۽ وقت بہ بس ياترين تي هٿ لوڏي ٽاٽا ڪندا آهن. ڪنهن جي آجيان بہ هٿُ هٿ ۾ ملائي ڪئي ويندي آهي. هٿ جي ٻيڪڙ ۽ هٿ جي لوڏ مان پتو پوندو آهي تہ آجيان گرم جوشي۽ سان ڪئي يا مٿئين من سان.

نشان - هٿ دشا نرديش ڪري، هٿ چناءُ چنهہ ٿئي. هٿ، همت، محنت ۽ سڪار جو نشان آهي. ڪنهن چناءَ ۾ جيڪا ٿيندي آهي تہ وڃيتا بہ آڱريون کولي وي شڪل ناهي، سفلتا ۽ خوشي۽ جو اِظهار ڪندو آهي. اَج ڪلهہ آڱوٺو مٿي بہ ڪامبابي۽

# هٿ جي حڪمت

## نانڪرام مولچنداڻي

ايشور منش جو ائين ته هرهڪ انگ ۽ عضوو ڪارائتو ٺاهيو آهي پر هڪ عضوو اهڙو بخشيو آهي جو سڀني عُضِوَن کان وڌيڪ ڪارائتو آهي. ڪائنات جي سڀني ساهوارن، جانورن، پشون ۽ پکشيءَ کي ٻيا سڀ انگ ڏنا اٿس پر هي انگ صرف منش کي عطا ڪيو ويو آهي ۽ اُهو ڄمڻ کان مرڻ تائين قدم قدم تي مددگار رهي ٿو. اُهو آهي انسان جو هٿ.

جڏهن ٻار ڄمي ٿو ته ڦهريائين هٿ ئي چوسيندو آهي. ٿورو وڏو ٿيندو آهي ته اُن کي ماءُ هٿ کان وٺي پنڌ سيکاريندي آهي. اسڪول ۾ راند روند ڪرڻ، لکڻ پڙهڻ، وڙهڻ ۽ ٻچاءُ ڪرڻ،بنا هٿن ممڪن نه آهي. سڀ شيءِ ڪاريه هٿن سان ٿي ٿين. ڦهرئين پيار ۾ پريمي جوڙو ڦهريائين هٿن جو سهارو وٺي اڳتي وڌندا آهن. مٺٽي وقت منڊي هٿ ۾ ئي پاتي ويندي آهي. شاديءَ ۾ هوَن ، پوڄا پاٺ ڪري، ڇوڪري ڇوڪريءَ جو هٿُ هٿ ۾ ملائي هٿيالو ٻڌو ويندو آهي. وغيره وغيره . مطلب ته ننهن کان چوٽيءَ تائين، جوراب کان ٽوپيءَ تائين، سڀ ڪم هٿ جي حڪمت سان ئي ڪيو ويندو آهي.

ٽول باڪس-هٿ هڪ ٽوُل باڪس آهي يعنيِ اوزارن جي پيٽيءَ جو ڪم هٿ ڏئي ٿو. هٿ جو آڱوٺو پيڪڙي چارئي آڱريون مٿان ورائي پيڪڙي ڪٽي هڻ ته هٿوڙي جو ڪم ڏئي. اهڙيءَ طرح هٿ کان پيچڪس ،پانو، پلاس، ڪئنچي، ڪپ، چمٽي ۽ برش جو ڪم به وٺي سگهجي ٿو. مهل تي هٿ ٿالهي،ڪٽوري، گلاس،چمچي ۽ هئنگر جو ڪم به ڪندو آهي. سنهي سئيءَ کان وٺي وشال ڪايه مشينري، انٽرڪشه ۾ راڪيٽ مسائيل به هٿ جي حرڪت سان هلن ٿا.

تقدير جي آرسي-هٿ تقدير جي آرسي آهي. هٿ جي لڪيرن ۾ تقدير لڪيل هوندي آهي. هٿ جون ريکائون پڙهي اِنسان جو ماضي مستقبل ۽ حال ٻڌائي


| | | |
|---|---|---|
| نالو | : | نانڪرام مولچنداڻي. |
| جنم | : | دولتپور، ضلع-نوابشاهه، ٢٠.١٠.١٩٣٢. |
| اِنعام | : | راجستان سنڌي اڪادميءَ طرفان. |
| پيشو | : | رٽائرڊ سرڪاري نوڪري. |
| پتو | : | مڪان نمبر-٢ ڊي١٩، هائوسنگ بورڊ، شاستري نگر<br>جئپور-٣٠٢٠١٦. |

هئه، نحين تو ڪسي نه ڪسي ڪارخاني ۾
ڪام ڪرتي ٿي.'' غريبي سي اِسڪول ۾
پي جا نحين سڪتي.ڦر اسڪول جاني ڪي
عادت ڀي نحين هئه. گهر جائون تو مان
بوليگي '' ڪمائو ڦر کائو.'' اَيي هم سارا
دن يحان وحان پلڪه رهي هئن.''

مون به سوچيو آخر هنن ٻارن جو
ڪهڙو ڏوهه؟ ۽ هنن ويچارن ٻارن جو ڇا
ٿيندو؟ وري ٿورو اڳتي وڌيس، ڪجهه
گندو پاڙو هو. سڀ زالون هار سينگار ڪري
ويٺيون هيون. بيڙي سگريٽ وات ۾ پان،
وارن ۾ گجرا لڳل هئن.اُتي بيهڻ ۾ مونکي
ٿورو شرم آيو. ٿورو اڳيان وڌيس ته ننڍين
ڇوڪرين جو جهنڊ ويٺل ڏٺو، دل ۾ چيو،
هل ته هنن جو حال ڏسان . هي ڇوڪريون
ڇا پيون ڪن؟ اُنن ڏهن سالن جون
ڇوڪريون هيون. ڪن کي سٺا ڪپڙا پيل
هئا ته ڪن کي ڦاٽل به ڪپڙا پيل هئا، ڪي
وري ڪاجل، لپسٽڪ ۾ هيون ۽ ڪنکي اُلٽو
سلٽو ميڪه اَپ ٿيل هو. هڪ ڇوڪري ۽ ٺمڪو
لڳايو ماڌوري ڊيڪشت وانگر، نچي به
ڏيکاريو. ٻي وري رومال گلي ۾ وجهي ڳائي
پئي. '' آتي کيا کنڊالا'' اَمير خان جي
ائڪٽنگ پي ڏيکاري. ماچيس ڪڍي تيلي
ٻاري ڇپ تي رکي وسائي. ٻي ۽ ڇوڪري ۽
وري پنهنجو فراڪه لنڊو ڪري پنهنجون
ٽنگون پي ڏيکاريون، اُرميلا وانگر رنگيلا فلم
جو راڳه ڳائائين،'' يائي ڙي يائي ڙي''
ٻي وري ڇوڪري ڪاجول وانگر ڊائلاگ پئي
ماريو. سڀ ڇوڪريون پنهنجي پنهنجي
اداڪاري ڏيکاري رهيون هيون.ايتري ۾
به ڇوڪريون آيون. اُنهن جي هٿن ۾ به به
[illegible] ريون هيون جيڪي ٽرين

۾ وڄائي پننديون آهن. پنهنجي ڪيسي
مان پئسا ڪڍي ڏيکاري رهيون هيون،
'' ديڪو مئني بي گانا گايا، يه ٺمڪا لڳايا،
ايڪه آدمي ني مجهي دس ڪا نوٽ ڀي
ديا.'' ڇوڪري نوين ڏهين سالين جي هئي.
سٺا روش هئس.

مون من ۾ چيو اح ڪلهه ٽي. وي. ۽
پڪچر جو اثر ٻارن تي ڪيترو خراب ۽ جلد
پوي ٿو، هي ٻار گارگند - سگريٽ پيئڻ -
ڇوڪرين جا ٺمڪا لڳائڻ - پبلڪه ۾ ڪمر
جا لٽڪا ۽ ڇٽڪا ڏيکاري پنهنجو ٻچپڻو
ڪيئن وڃائي رهيون آهن. اِهو آهي اسان
جي ڀارت جي ٻارن جو آئينده؟ اَهڙا ٻار
سياڻي جا اَبا ڪيئن ٿيندا؟ جهوپرپٽي ۽ ۾
رهندڙ ٻارن جو آئينده صفا ختم ۽ انڌيري
۾ آهي.

هنن جهوپرپٽي ٻارن جو نڪي
اسڪول ، نڪي سڌار گهر، نڪي وياپام شالا،
نڪي ڪي هُنري ڪلاس يا ٻارن جو سُڌار
گهر. اِنهن پاسي ڪنهن جو به ڌيان ڪونه
ويو آهي. اِهي ٻار ڇا ڪندا؟ پنهنجو وقت
ڪيئن ڪاٽيندا؟ آخر هنن ٻارن جو اُڌار
ڪيئن ٿيندو؟ اُنهن جو خيال ڪنهن ڪونه
ڪيو آهي نه سرڪار نه سماج شيوڪن.
اَفسوس زماني جا ليڊر ، اسان جا وڏا مدبر
ڪجهه سوچين ، هي ٻار صرف جهوپرپٽي
وارا نه آهن پر وچولي درجي جا ٻار به آهن.
اُهي سنڌي، گجراتي، مهاراشٽرا هر ذات
جا ٻار آهن. هر پرانت جا ٻار آهن.

انهن جو اسان کي خيال ۽ ڌيان ڏيڻ
کپي. هي ٻار مهان ڀارت جا ڀويشيه آهن.
سياڻي جا اَبا آهن.

ديپ ۾ ڪونہ سوچيندا هوندا. يا انهن
اميرن ماڻهن کي، غريبن جي پرواهہ
بہ ڪانہ هوندي. ڪنهن کي ٽائيم
آهي، اُنهن ڏانهن ڌيان ڏيڻ يا ڪجهہ
سوچڻ جو؟ هر هڪ جو سوچ پنهنجو پنهنجو
هوندو آهي. مان بہ ٻارن کي ڪاٺيندو ڏسي
، اڳتي وڌيس ۽ پنهنجن ئي خيالن ۾
ڪوئجي ويس.

اڳتي هلي ميدان ۾ ڪجهہ ٻار چڊن
جي راند ڪري رهيا هئا ٨-١٠ ڇوڪرا هئا.
ڪن کي چڊي پيل هئي ڦاٽل - ڪن کي
گنجي. جهوپڙ پٽي جا ٻار هئا. ڪيسي ۾
چڊا پيا هئن. هڪ ٻئي کي چڊا کٽي پيا
ڏين. وڙهن بہ پيا. وري غصي ۾ زور سان
چڊن کي نڪا نوڪي پيا هڻن. ايتري ۾ هڪ
وڏو ڇوڪرو ٻڪندو ٻڪندو آيو، اچي ڪري
پٽ ۾ وينو، سڀ ڇوڪرا چڊا ڇڏي هن جي
چارون طرف مِڙي ويا. هو ڇوڪرو ٻين
ڇوڪرن کان وڏو هو هن ڪيسي مان سگريٽ
جو پئڪيٽ ڪڍيو، هنن ڇوڪرن کي اڌ اڌ
سگريٽ ڏيئي تيلي ٻاري. پنهنجي لاءِ سڄو
سگريٽ دُکايو. اُنهيءَ هي تيليءَ مان هڪ
ٻئي ڇوڪري جو سگريٽ بہ دُکايو. ٻين
ڇوڪرن بہ اُن ڇوڪري جي اڌ سگريٽ مان
پنهنجو پنهنجو سگريٽ دُکايو. مان پريان
ويهي سڄو تماشو ڏسان پئي. ٿورو ڪار کي
اڳتي ڪٽي آيس جيئن انهن جون ڳالهيون
ٻڌي سگهان. وڏي ڇوڪري چيو " اڙي يار
ايڪ شرابي سوٽيڊ بوٽيڊ ايڪ هوٽل سي
نڪلا، سگريٽ جلايا، لائيٽرئي نهين جلا
اسي غصا آيا، غصي سي اُسني سگريٽ ڪا
پئڪيٽ ئي فينڪہ ديا. جب وو اپني ڪا
۾ چلا گيا، مئني آگي جاڪر ديڪا، سگريٽ
ڪا پئڪيٽ ڪالي هئہ ڪيا؟ ڪيون ڪ
اُسني غصي ۾ فينڪا ٿا. مگر ديڪا تو
سگريٽ باڪس ۾ پانچ ڇهہ سگريٽ پڙا
هئہ. بس سوچا چلو آج اپني دوستون ڪو
٥٥٥ سگريٽ پلائون. ديسي تو ٻهٽ بار
پيا ، آج ولائتي سگريٽ ڪا مزا لين. سيڌا
ڀاڳا ڀاڳا آيا هون، ڪهين تُم لوگہ نڪل نہ
جائو. " ايڪہ دوست ني ڪها يار،" اِس
سگريٽ پيني سي ڪانسي تو نهين آتي؟"
دوسري لڙڪي ني ڪها " مزا آئيگا، شُڪر
ڪرو شڪر ڪرو، دوست ني همين ياد
ڪرڪي ٥٥٥ سگريٽ ڪا ٽيسٽ تو
ڪرايا."

ايتري ۾ هڪ ڇوڪري ڪيسي مان
شيواجيءَ جو اڌ بنڊل ڪڍيو. سيني هن جي
هٿ ۾ بيڙيءَ جو بنڊل ڏسي نڪُ ۽ منهن
موڙيو، ڇو جو هاڻي هاڻي ٥٥٥ سگريٽ جي
ٽيسٽ ورتي هئائون. هاڻي اُنهن کي
بيڙيءَ مان ڪهڙو مزو ايندو؟ بيڙيءَ واري
ڇوڪري کي ٿورو غصو لڳو، چيائين،"
ناپيئو تو نا پيئو. ٥٥٥ ڪا آڌا سگريٽ
پيڪر سر گهوم گيا هئہ. " نهين تو آڌا
آڌا جلا بيڙي بہ ايڪہ دوسري ڪي هاٿون
سي ڇينتي تي." اِئين چئي بيڙيءَ جو
بنڊل ڪيسي ۾ رکي ڇڏيو. ڀاڻ ۾ چوڻ لڳا،
" ڪيا يهي هئہ هماري زندگي؟ چِڊي
کيلنا، " ڪسي ڪارخاني ۾ بہ ڪام نهين
مل رها هئہ، جب سي سرڪار ني بچون ڪو
ڪارخاني ۾ ڪام ڪرنا قانوني بنڊش ڊالي

ڪي پڙهيل ڊيسينٽ ماڻهو هتي ۾
بريفڪيس کڻي ڪم تي وڃي رهيا هئا.
هنن جهوپڙين ۾ سٺا ماڻهو به رهيل
هئا. بمبئي شهر ۾ جڳهين جي تنگيءَ ڪري
ڪيترا وچولي درجي جا ماڻهو جهوپڙپٽيءَ
۾ به رهندا آهن. ڇا ڪن؟

ٿورو اڳتي وڌيس ته پاڻيءَ جي نل
تي لنبي قطار لڳل هئي. زالون ٻار (مرد ٿورا)
پنهنجا پنهنجا مٽڪا گهاگهريون-بالٽيون
- برتن کڻي بيٺا هئا. هڪ ٻئي کي ڌڪا
به ڏين پيا. گاريون گند به ڏين پيا. پاسي
۾ پٿر پيل هئا، ڪي زالون ڪپڙا به ڌوئي
رهيون هيون. اهو نظارو صبوح ۽ شام جو
ڏسڻ ۾ ايندو آهي، ڇو جو ميونسپالٽي جو
پاڻي صبوح شام ٻه ڪلاڪ ايندو آهي.

اڃا ٿورو اڳتي وڌيس ته ڪچري جي
ڍڳ تي ٨-١٠ ٻار-ڇوڪرا ڇوڪريون ڪين
ميڙي رهيا هئا. لڪڙي کڻي ڪچڙو پاسي
ڪري گند مان ڪجهه ڳولهي رهيا هئا.
پنهنجن ڳوڻين ۽ ٿيلهين ۾ وجهي رهيا
هئا. بانس به ڏاڍي هئي. مان ته پريان
تماشو ڏسي رهي هئس. اُتي به ڪار وٽ
بانس اچي رهي هئي. هو ٻار ڪچڙي جي
ڍڳ مٿان -پير اُگهاڙا- اڌ ڦاٽل ڪپڙا پاتل
- وار ڇڙيل - نڪ مان اڌ گوبا لٽڪيل -
ڪجهه ڳولهي رهيا هئا. پاڻ ۾ ڳالهائي به
رهيا هئا.

ايتري ۾ هڪ هوٽل واري جو ماڻهو،
هوٽل جو ڪچڙو ڦٽي ڪرڻ آيو. سڀ ٻار،
پنهنجا پنهنجا ٿيلها- ڳوڻيون ڦٽيون
جي ڇوڌاري مڙي ويا.
ٻار به ڪو بکايل هئا. پنهنجا گندا هٿ،
پنهنجن ميرن ڪپڙن سان هٿ اُگهي صاف
ڪري، ڪچڙي مان ڪجهه ڳولهي رهيا
هئا. ڪنهن کي مٽن جي هڏي، ڪنهن کي
مرغيءَ جي ٽنگ ڪن کي تندوري روٽي جا
سڙيل ۽ اڌ بچيل ٽڪر مليا، ڪي وري
ڪچڙو پاسي ڪري پٽ مان ڇانورن جا ٽڪر
پري کائين پيا. ٻار ڀڙيون ته اٿين ڊڪيا،
جيئن جهنگل جا مرون ڊڪندا آهن. هڏهن
اڌ کائي من ۾ ٿورو آٿت ملين، تڏهن هڪ
ٻئي کي پنهنجو پنهنجو کاڌو ڏيکاري رهيا
هئا. چون پيا، ”ديکو يي مرغي ڪي ٽانگ
هئه ڪتني اڇي هئه. اي ڊونڊو زرا کاکر
ديکو، ڀيو وري مٽن جي هڏي هٿ ۾ کڻي
چئي پيو- ” اي مينو ديکه هڊي ۾ ڪتنا
مال هئه ٿورا تون بي کا“ ٻي ڇوڪري اڌ
ٽڪر تندوري روٽي رُکي کائي رهي هئي. اُن
مان اڌ ٽڪر ٽوڙي ڊوندو کي ڇيو”لي مرغي
سي روٽي کائو.“ جيڪي ٻار، ڀڙين ڊڪندا
ڊڪندا کاڌي مٿان گجهين وانگر ڇڇپٽيا
هئا، سي هڪ ٻئي کي جوٺو کاڌو آڇي رهيا
هئا. (بنا ڀيد ڀاءَ جي)

مان اهو سڀ ڏسي حيران ٿي ويس.
اسين ماڻهو ڪيئن نه هوٽلن ۾، پارٽين ۾
شادين تي، ڀري ڀري پليٽون ڪٽندا آهيون.
پوءِ اُهي سڀ کائون يا اڌ بچائي جوٺ ۾
ڦٽو ڪندا آهيون. اسان وٽ کاڌي جو قدر
ڪونهي. اگر اسين ماڻهو پاڻ کان هيٺ
ڏسون، ۽ ڪچڙي مان بچيل سڙيل کاڌو ٻارن
کي هٻڻي کائيندو ڏسون، پوءِ شايد کاڌي
جو قدر پوين. ڏسندا ته سڀ هوندا، پر ايترو

# اڄ جي ڀارت جي ٻارن جو ڀويش ڪهڙو؟

## هيملتا بجاج

مان اڄ ٻاهر نڪتس ڪُجهه تفريح ڪرڻ جي موڊ ۾ . ڪلهه بہ نڪتس. اڄ منهنجو موڊ ٿورو اُداس هو. روز روز ٽي. وي. ٽي، اخبارن ۾ مار-ڌاڙ -گولي موٽ - ٻوڏ - طوفان- وڏان سيا ۾ جهڳڙا، هڪ ٻئي کي گارگند ويندي ماراماري بہ ڪندا آهن. زالن جي ٻلَ تي بہ ڪيترو لڦڙو ڪري وينا آهن. زالن جو ٻاهر ويهي ڌرنو ڏيڻ، راڳن ۾ نعارا هڻڻ ٺوڪ بازيءَ ۾ نعارا هڻڻ. هي سڀ ٽي. وي. ۾ ڏسي ۽ پيپرن ۾ پڙهي من خراب ٿي ويو آهي. الائي ڇا ٿيندو ڀارت جو؟ هرڪو چوي مان سواسير. هڪ ٻئي کي ڪوئي سهي بہ نٿو. دَلَ بدلوُ ٿي پيا آهن اڄ جا ليڊر، هڪ پارٽي ڇڏين هڪ پارٽي اڏين. جيڪو ليڊر هڪ پارٽي مان نڪتو ، اُن مٿان حملو - گولي - موت ٿي رهيو آهي اڄ جي راڄنيتي جو حال.

سو من ڪافي اُداس ۽ اُلجهن ۾ هو. نڪري پيس ٿورو چڪر هڻڻ ڪلهه ۽ اڄ شهر- باغ يا ڪنهن وڏي سوسائٽي پاسي گهمڻ جو موڊ ڪونہ هو. بس جهوپڙپٽي ۽ ننڍين بستين جي طرف رُخ ڪيو. هلندي رهيس ، ڊرائيور کي چيو ، ڪائي تڪڙ ڪانهي ٥٠-٦٠ ڪلو ميٽر جي سپيڊ ۾ هلچ. ٻيڙي بہ نہ پيئچ. نڪي ٽيپ رڪاڊ هلائچ. توکي چانهه پيئڻ جي تمنا ٿئي تہ ڪار ٻهاري چانهه پيِ اچج ۽ مونکي ڊسٽرب نہ ڪَج. ڪار هلندي رهي ڇٽني طرف جهوپڙين جو نظارو ڏسندي رهيس. ڪافي گپا گيهہ لڳي پئي هئي. هر گهر مان چلا چلي جو آواز اچي رهيو هو. ٻار ٻاهر راند ڪري رهيا هئا. اڌ ننگا پير اُگهاڙا، نڪ ۾ گوبا ، هڪ ٻئي کي مار ڪٽ گاريون گند ڪڍي رهيا هئا. جهوپڙين جي ٻاهران گند جا ڍڳہ لڳا پيا هئا. گندي پاڻيءَ جا تلاءَ - ناليون وهي رهيون هيون. جنهن ۾ مکيون، مڇر، جيت تري رهيا هئا. بانس اچي رهي هئي.

۾ طرفي تلوار ڀنجي پاسن جي ڏار سان سنڌين جي شرافت مٿان آزادي کان پهريون ڪانگريس ۽ آزادي کانپوءِ ورهاڱي جي ظلمن کان بيزار سنڌي هندو هن سنگهه ۽ پوءِ پارٽي جنتا پارٽي جي جهولي ۾ پئجي ويا، ۽ سنڌين جي ووٽ ۽ نوٽ جو ڀرپور فائدو وٺندي به سنڌين جي راڄنيتي فائدن کان محفوظ رکيو ويو آهي. پنهنجو پرانت نه هئڻ گهٽ تعداد ۾ سنڌي پاشي هئڻ جو لاڀ به هر سرڪار سنڌوڊان ۾ ڏنل حق کان به محروم رکيو آهي. ڪنڊ ڪُڙڇ ۾ ورسايل هئڻ ڪري سنڌين جي ايڪتا جي رکشا ڪرڻ به سولي نظر نٿي اچي. اِنهيءَ سبب وڏان سياڻن ۾ لوڪ سڀا ۾ سنڌين جي سڃاڻ قائم رکڻ لاءِ ڪو آواز اُٿارڻ وارو نه آهي ۽ جي ڪو سنڌي اُتي پهچي ويو ته هو پاڻ کي سنڌين جو نمائيندو چوائڻ لاءِ تيار نه آهي جو هو سنڌين جي ووٽ سان چونڊجي نه آيو آهي ۽ اِهو ڀليو ويندو آهي ته مان سنڌي سيتا جي صدقي ئي هن منزل تي پهتو آهيان. جڏهن پوري ديش ۾ راڄنيتي ۽ ذات فرقيوار وولن تي ئي قائم آهي. سنڌيءَ کي به هر حال ۾ پاڻ کي فخر سان سنڌي سڏائڻ گهرجي پر اِئين نه آهي.

ودوان ڪلر پنڊت، ساهتڪارن جي جهڳڙي ۾ سنڌي لپي جيڪا پاڻ سان ڪٽي آياسين وڙهي وڃائي ويٺاسين. ديوناگري ۽ ڪيم اُهو جيون دان نه ڏئي سگهي، نتيجو اهو آهي جو سچل روحل سامي جي ساهتيه کي اُڏهي لڳي ويئي ۽ پڙهڻ وارن جو تعداد به گهٽجي ويو. اهو سڀ الماڙين ۾ بند ٿي رهجي ويو. سنڌي سنگيت، گيت، لوڪ گيت، ڪافيون، ڪلام محفوظ رکڻ وارن ڀڳونتي ناواڻي، ماسٽر چندر، رام پنجواڻي آزاد جهڙا جو سماج وري پيدا ڪري نه سگهيا. ميلن ورسين ۾ لوليون، پرڀاتي، مارو، حسيني، لاڏا سنڌي طرز تي آرڪيسٽرا ۽ ڊسڪو ڦابض ٿي سنڌي سنگيت جو ساهه گهٽي ڇڏيو، نتيجو اِهو ٿيو جو دل ۽ من جي اُمنگن ۽ ڀاونائن کي زنده رکڻ لاءِ جنهن سنگيت سان ڀيڙ- لاڏا لوليون نچڻ ٽپڻ سڀ خاموشي جي ننڊ ۾ سمهي رهيا. اسڪولن ۾ سنڌيءَ جو نالو نه رهيو. ڇپلي ڇپائي لکڻ کان منهن موڙي ويٺاسين. ميڊيا کان محروم هئڻ ڪري سنڌي سنگيت اوجهل ٿي ويو. ويس بدلجي ويا پنهنجي ٻولي کان پنهنجي گهر جي چارديوارُن جي اندرئي وڏڙن ڪوڙي لاڏ پيار سان پنهنجي ڪوڪ مان چاول هارن سان سنڌي نه ڳالهائي پنهنجن سان پرايو ڪري ڇڏيو. اهو ڪهڙو سماج جو پنهنجو پاڻ جو دشمن آهي. اهو وقت پري نه رهيو آهي اسان پاڻ سنڀالي سنڌي ٻولي کي قائم رکڻ لاءِ ڳال جا پوڄاري پنهنجي ڌرم کي بچائڻ لاءِ پنهنجي وطن کي قربان ڪرڻ وارن وڏڙن جي تهذيب سنڌيت سنڀالي نه سگهياسين ته سنڌي سنڌي نه رهندو ۽ سنڌي ملهي ويندو.

ورهاڱي جي ڏکن پريل پنهنجي
حياتيءَ کي گردش مان پار ڪندي گهڻي
ڀاڱي سنڌي ڪنهن نہ ڪنهن نڪاڻي
اچي لڳو آهي. پر هڪ پرديش، هڪ مڪام
۽ گهڻائي ۾ هڪ هنڌ نہ هئڻ ڪري ڪجهہ
ئي شهرن ۾ الڳ الڳ پاڙن ۾، ڪالونين ۾
پنهنجا اجها پنهنجي ضرورت آهر ٺاهي
جهوپڙيءَ کان عاليشان ڪوٺيون اڏي وسي
ويناسين جنهنڪري مڪاني ماڻهن جي
اکين ۾ ڪِرِ ڪِري بڻجي پياسين. انهيءَ
ريت ڪاروبار ۾ قابل ڪاروباري مئدان ۾
جتي ڪٿي پنهنجي مونوپلي ناهڻ ۾
ڪامياب ٿي وڏيون وڏيون بازاريون، وڏا وڏا
شوروم ٺاهي ڌن دولت کي حاصل ڪرڻ ۾
ايمانداريءَ ۽ قابليت سان پوئتي نہ رهياسين
اُن ڪري هند سنڌ ۾ ڪو فرق نہ رهجي ويو.
نتيجو اِهو نڪتو جيئن گجرات ۾ گجراتي
سنڌي، بنگال ۾ بنگالي سنڌي سڏائڻ لڳو
اينروئي نہ لعلچند بني وارو، رامداس ڪير
وارو، ڪرمچند ڪپڙي واري نالن سان
پنهنجي سڃاڻ ظاهر ڪرڻ لڳو.
وايو منڊل جي اثر ڪري شڪل
صورت ۾ بہ ڦيرو اچي ويو. سنڌ
۾ ڇايل شڪل صورت سان پري
کان سنڌي پڌرو هيو. هينئر اِها
سڃاڻ بہ سوَلي نہ رهي. نالي سان
سومرمل، منگلمل، ٻڌر مل،
جهومل ٺلومل ڪلومل بہ نہ رهيا،
اُن جي جاءِ تي سريش دنيش
ڪمليش وغيره اچي ويا. شڪل
پهراڻ - نالي سان سنڌي جي سڃاڻ ڪرڻ

بہ آسان نہ رهي. وڏا ڪٽنب ٽٽي ويا وڏ
جو ننڍي تي اثر نہ رهيو. پئنچاتين ۾
وزن نہ رهيو. مُکي صرف شادي وهانوَ غم
وغيره جي دائري ۾ ئي پنهنجي سڃا
سالم رکي سگهيو. پرِيوار نِيوجَنُ هم د
همارا ايڪہ خاص ڪري سنڌين ۾ عمل ڪر
ڪري ڪنيائن جو تعداد گهٽجي ويو. مالي
تنگيءَ ۽ وڌيل خرچن جي ڪري زالن ک
گهر کان ٻاهر ڪم ڪرڻ لاءِ مجبور ڪيو
ٻارن کي ماءُ جي ممتا ۽ ٿڃُ بہ نصيب ن
رهي- اوڙي پاڙي جي ماحول سنڌيت جي
ريت رواجن کي بہ محفوظ نہ رکيو. پنهنج
ڏڻ وار بہ ملهائڻ مشڪل ٿي ويا. جنهن
پرديش ۾ جيڪو رهي پيو، اُن پرديش جي
ڏڻن تائين رهجي وياسين. جيئن گجرات
۾ گربا ، مهاراشٽر ۾ گڻيش چوٿ، اُت
پرديش ۾ رکيا ٻنڌن ڪرواچوٿ وغيره. ورې
راڌا سوامي، گيتا گيان، آنند مارگي
سائين بابا وغيره پنٿن ۾ ورهائجي وياسين.
اينروئي نہ شاديءَ ۾ بہ پنهنجن وڏڙن جي
مکٽ کي گهوٽ جي مٿي تي
ٻڌڻ ۾ لڄ ڪري پڳڙي وغير
کي مانُ ڏنو ويو. مٿي مائٽي
ڪرڻ وقت عامل، ڀائي بند
لاڙائي، رياسٽي، اُترادي
ساهتي سنڌ ۾ ڪٿان جي
رهندڙ جي بنا ڪنهن ڄاڻ جي
صرف سنڌي ئي ڪافي
رهجي ويو . ڪٿي ڪٿي ت
انترجاتي ۽ لَوَ مئريج جي
مرض سنڌيت کي ڪائي چڏيو. راجنيتي جي

# سنڌي ڪيترا ڏينهن

## موهن لعل ڪٽر

ڀارت جي آزادي جي يڳ ۾ سنڌي
سڀ ڪجهه قربان ڪري پنهنجي منڙي
محبوب وطن کي ڇڏي پنهنجي پياري
ٻولي ڪٽي ٽڪن ڦٽن لفظن ۾ ٻين ٻولين
جي سهاري ديش جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾
سائين رام رام سان سيني غير سنڌين جو
من موهي سنڌي سکڻ لاءِ ايترو ته ديوانو
ڪري ڇڏيو جو مڪاني ماڻهو سنڌي سکڻ
لاءِ پاڻ پتوڙي ڪجهه لفظن کي ياد ڪري
پاڻ کي فخر سان سنڌين سان ڳالهائڻ ۾
شان سمجهڻ لڳا.

پنهنجي ڌرم عزت جان جي رکوالي
لاءِ پنهنجن وڏڙن جا اڏيل وٿاڻ هٽ
بازاريون گهرگهاٽ ڇڏي ڀارت جي ڪنڊ
ڪڙڇ ۾ سنڌي سائين جي نالي پنهنجي
سڃاڻ رکندي مصيبتن جو ڪلندي ڪلندي
مقابلو ڪيو سين. جڏهن پنهنجي روزگار
عاليشان مڪان موٽر گاڏيون ۽ ٻين عيش
آرام جي زندگي گذر ڪرڻ لائق ٿياسين ته
هڪ اهڙي موڙ تي اچي پهتا ويا سين،
جتي پنهنجي ويس پوشا- زيور پنهنجي
سنسڪرتي، ساهتيه، ريت رواج، ٻولي، ڏڻ
وارن کان پري پئجي وياسين. اُن جو اثر
ڇا ٿيندو. اڄ جڏهن دنيا ۾ سائنس
ٽيڪنالاجي تيزي سان وڌي رهي آهي
جنهنجي ڪري ماڻهو جي روزاني زندگيءَ
تي سٺوءِ خراب اثر يڪدم پوڻ ڪري پُراڻا
ريت رواج، اُٿڻ وهڻ، رهڻ سهڻ خيالات
مانيتائون رشتا ناتا به تيزيءَ سان بدلجي
رهيا آهن. اُنهن جي اثر کان سنڌي سماج
رهجي وڃي اهو ممڪن ناهي. ڀارت ۾
سنڌي سماج جنهنجو ڪو پرديش نه آهي
ڪوئي راشٽريه نيتا نه آهي، ايڪو قائم
رکڻ لاءِ ڪو رستو، ميڊيا جو ساڌن به نه آهي
سنگهٺن لاءِ جاڳروڪتا جي جذبات نه آهي
نئين ٽهي ۾ سنڌيت جي ڄاڻ نه هئڻ ڪري
سنڌي سنسڪرتي جي بنيادي ٿُنڀن کي
ڌڪو لڳي ويو.

| | | |
|---|---|---|
| نالو | : | موهن لعل ڪٽر. |
| جنم | : | ڳوٺ- پيلر، ضلع سکر، ١٩٣٦.١.٢١. |
| پتو | : | هيمنت ڪنج، ڪرشنا پوري، بريلي، يو پي. |

چڏيو آهي. گهٽي تعداد ۾ بزرگ اِئين
محسوس ڪري رهيا آهن تہ سچي زندگي
محنت ڪرڻ ۽ ڪتنب جي واڌاري لاءِ
پاڻ پتورڻ بعد بہ سماج ۽ ڪتنب ۾
اُنهن لاءِ جاءِ نہ آهي. اِهي ٻالهيون
اسان جي سنڌي سماج ۽ جاتيءَ لاءِ گهاتڪ
ثابت ٿيون آهان.اهڙين ٻالهين سان نہ
فقط بزرگن جي دل جي شانتي وڃي ٿي،
پر اسان جي نوجوان ٽهيءَ جي دل ۽
دماغ تي ڪافي اثر ٿئي ٿو. ٻنهي جي
دلين ۾ شانتي آڻڻ لاءِ بزرگن لاءِ نوجوانن
کي سوچڻ گهرجي. ٻنهي کي اڄ جي يگ
۾ سمي سارو بدلجڻوئي گهرجي.گهرو
جيوت ۽ شانت جو وايومنڊل ۽ واتاورڻ
پيدا ڪرڻ گهرجي. بزرگن کي سمجهڻ
گهرجي تہ زمانو ڪافي بدلجي چڪو آهي
۽ اُنسان گڏوگڏ هنن کي بہ بدلجڻو آهي
چاڪاڻ تہ گذريل وقت وري وجود ۾ اچڻو
ڪونهي. اسان جي نوجوان ٽهيءَ کي
پنهنجي فرض کان مُنهن موڙڻ نہ گهرجي
اُنهن کي بہ اِهو سوچڻ گهرجي تہ بزرگن
کي بہ عزت واري زندگي گذارڻ جو حق
آهي ۽ حق ملڻ گهرجي. اُهو بہ وقت اچڻو
آهي جڏهين اڄ جا نوجوان بزرگن جي
جڳهہ تي براجمان هوندا. اِهو هڪ قدرتي
نيم آهي تہ جيڪي پوکبو-اُهو ئي لڻبو.
ڪو وقت هو جو اُهي بزرگ سندن وانگر
جوان هئا.

”اڄ جي ننهن سياڻي سسُ آهي.“

اڄ جيڪڏهين هوءَ سسُ کي ماءُ جو روپ
يا درجو نٿي ڏئي ۽ اُنسان نيڪ ورتاءُ
نٿي ڪري، بزرگن کي عزت سان نٿي ڏسي
تہ اُها پڪ آهي تہ اڳتي هلي کيس بہ
اهڙي ناخشگوار هلت کي منهن ڏيڻو
پوندو. ان ڪري نوجوان ٽهيءَ کي بہ
پنهنجي منوورتيءَ ۾ ڦيرو آڻي بزرگن
ڏانهن نيڪ نگاهہ نيڪ ورتاءُ رکڻ گهرجي
۽ اُنهن بزرگن جي آسيس حاصل ڪرڻ
گهرجي.

اگر صبوح جو سمو سهاڻو آهي تہ
شام بہ گهٽ دلفريب نہ ٿيندي آهي.
ساڳيءَ طرح اسين بزرگ بہ پنهنجي
زندگيءَ جي بہ شام جا پانديئڙا پاڻ
۾ وشواس جاڳايون تہ اسان جي اچا سماج
۽ سنڌي جاتيءَ کي گهرج آهي. اسان کي
همت هارڻ نہ گهرجي. اسان اچا کي سماج
شيوا ۾ پنهنجي جيون جي شام گذاري
حياتيءَ جو باقي‌وقت وئرٿ نہ وڃائڻ
گهرجي. ننڍيءَ ٽهيءَ کي ڏوهہ ڏيڻ بدران
پنهنجي من ۾ جهاتي پائي ڏسون تہ سڀ
پنهنجي من ۾ آهي.پنهنجي من کي مارڻ
گهرجي. ٻڍاپي ۾ من کي پڪو ڪري هر
مصيبت جو مقابلو ڪرڻو آهي پوءِ ٻڍاپو
سُنيءَ طرح گذرندو ٻيءَ حالت ۾ ٻڍا گهر
جو منهن ڏسڻو پوندو. اندر ۾ جهاتي پائڻ
سکو ان ۾ ايڪانت ۾ ويهي پريوءَ جو
ڪجهہ سمرڻ ڪريو جيئن پڇاڙيءَ جو
جيون رهجي اچي.

# ٻُڍاپي جو موڙ

## ڊاڪٽر پرسرام رامرکياڻي ”ڪمل“

” صبوح ڦبو آهي تہ شام ضرور ايندي “ اِها هڪ عالم آشڪار چوڻي آهي. اِها حقيقت انسان جي زندگيءَ سان بہ لاڳو آهي. ٻالپڻ ۾ چنچلائي ۽ بي پرواهي - جوانيءَ ۾ موج ۽ مستي. اِهو زندگيءَ جو سڀ کان سٺو سمو آهي. خوشيءَ جو وقت جلدي گذري وڃي ٿو ۽ جواني گذرڻ بعد انسان زندگيءَ جي شام ۾ قدم رکي ٿو. زندگيءَ جي شام جنهن کي اسين ٻُڍاپي جو موڙ سڏيون ٿا.

ٻُڍاپو هر ڪنهن پراڻيءَ لاءِ قدرتي نيم آهي. ٻُڍاپو پاڻ سان گڏ ڪافي مشڪلاتون آڻي ٿو. ڇا ڪاڻ تہ ٻُڍاپي ۾ منش پراڌين هوندو آهي. دوائن جي شڪتيءَ تي مدار رکي ٿو. تندرستي ٻُڍاپو غلامي آهي. ٻُڍو ماڻهو سدائين بستري تي ليٽيو رهندو آهي. ڪيس ڪافي مشڪلاتون اچي ٿيون، پر سڀ کان وڏيڪ تڪليف ڏيندڙ حالت پيدا ٿئي ٿي جڏهين ڪٽنب ۾ ڪلڪل پيدا ٿئي ٿي. اِهو ڪلهہ هر ڪنهن گهر ۾ هڪ ٻئي سان جهڳڙا ٿين ٿا. اها هڪ عام رواجي ڳالهہ ٿي پيئي آهي. اهڙيون حالتون اُنهن انسانن لاءِ جن کي اسين بزرگ چئون ٿا نراشائيءَ جو ڪارڻ بڻجڻ ٿيون ۽ دماغي پريشاني پيدا ڪن ٿيون.

اِهو سمو بدلجي چڪو آهي ۽ اِهو ڪلهہ جي زندگي سڄي سوارٿ پٺيان پرجي ويئي آهي. اُهي خوشيءَ جا ڏينهن گذري ويا جڏهين اسان جي سماج ۾ گڏيل ڪٽنب جو سرشتو هو. بزرگن کي عزت جي نگاهہ سان ڏسندا هئا ۽ اُنهن جي آگيا ۾ رهندا هئا. ڪٽنب جو هر هڪ ڀاتي بزرگن کي پيار ۽ سنمان ڏيندو هو. اهڙيءَ طرح سماج ۾ بزرگن جو اوچو آستان حاصل هو. عمر جي وڌيءَ بزرگن ۽ نوجوان نسل ۾ ڪافي نفاق جي لهر جاڳائي ڇڏي آهي. جنهن گڏيل ڪٽنب جي سرشتي کي ٽڪر ٽڪر ڪري


| | |
|---|---|
| نالو | ڊاڪٽر پرسرام رامرکياڻي (ڪمل). |
| ڄمڻ | ڪنڊيارو، ١٧.٢.١٩٢١. |
| پيشو | رٽائرڊ سرڪاري نوڪري. |
| پتو | ١٠٢، سپنا پارڪ اپارٽمينٽ، ڊرم پٺلبس جي سامهون، جهوليلال ٽرسٽ اسپتال، هري ڪيرتن دربار روڊ، سنڌو نگر- ٤٢١٠٠٢. |

ويندي هئي هيءُ رَتُ اڄ بہ موجود آهي.
سن ١٥٦١ع ۾ چيٽ سُدي ٻي ڇنڇر
جي ڏينهن پنهنجي ڏورا بند (ڳنڍ ٻڌل
ڌاڳو) ماڻهن کي ڪنو ڪري اَعلان ڪيو تہ
هوءَ هڪ هفتي تائين گُپت تپسيا ڪرڻ ٿي
چاهي ۽ مان پنهنجو ديوان شِشُ گوبند جي
جاڻوجيءَ کي مقرر ٿي ڪريان ۽ پنهنجي
شڪتي هن کي ڏيان ٿي. مون ۾ ۽ گوبند
جيءَ ۾ ڪوبہ فرق نہ سمجهندا. آئي ماءُ
جنهن ڪمري ۾ وهندي هئي اُنجا ڪپاٽ
بند ڪري ڇڏيا. پنجن ڏينهن ڪانپوءِ
ماڻهن کي شڪ پيو ۽ آئي ماءُ جي حڪم
خلاف ڪپاٽ کوليا تہ ماڻهن ڏٺو تہ جنهن
آسڻ تي ماتا وهندي هئي اُن آسڻ تي اُن
جو چولو پيو آهي. آسڻ پرسان چاکڙيون،
گرنٿ، گدي ۽ مالا پئي هئي. ڪمري ۾ پنج
جٽا وارا ناريل بہ هئا جيڪي آئي ماءُ بلارا
پاڻ سان گڏ کڻي آئي هئي. اَٽڪل ٥٠٠ سال
گذري وڃڻ ڪانپوءِ اڄ بہ مٿيون نشانيون
جيئن جو تيئن آئي ماءُ جي ڪمري ۾
موجوده آهن.

آئي ماءُ جي اُن ڪمري ۾ هڪ ٻرندڙ
يپڪ مليو هو. اُن ديپڪ کي اُن استان
ي اکنڊ جوت جي روپ ۾ رکيو ويو آهي.
جب جي ڳالهہ آهي تہ اکنڊ جوت جو
يپڪ جيڪو نارلائي جي پهاڙ تي ڪليل هوا
سوَنِ سالن کان ٻري رهيو آهي اهڙوئي
يپڪ آئي ماءُ جي انترڌيان واري اِستان
ٻري رهيو آهي. هن اکنڊ جوت جي

خاص ڳالهہ اِها آهي تہ ديپڪ جي م
ڇَتَ ۾ جوت جي لوو مان ڪاجل نہ پر ڪ
وسندي آهي. جيڪو دنيا جو هڪ عج
آهي. ڪيترن وئگيانڪن ۽ ودوانن هن ج
جاچ ڪري چڪا آهن پر ڪنهن بہ نتيج
تي پهچي نہ سگهيا آهن. مندر جو پوڄار
درشن ڪرڻ اچڻ وارن کي ماتا جي مند
جي اکنڊ جوت جي جهڙندر ڪيسر جو تلڪ
ڪندو آهي جيڪو سو نهري هوندو آهي
آئي پنٿ جي گوبند جي جاڻوجيءَ ڪانپوءِ
١٨-١٩ ديوان گديءَ تي براجمان ٿيا آهن.
آئي ماءُ جي ڏورا بند ماڻهن کي راجستان ۾
سيروي ۽ گجرات ۾ پٽيل جي نالي سان
جاتو ويندو آهي.

آئي ماءُ جي رَتَ جي پوڄا ۽ سنمان
بہ اهڙو ئي ڪيو ويندو آهي، جيڪو آئي
ماءُ جي وقت ڪيو ويندو هو. هن پنٿ ۾
دوڄ تاريخ جو وڏو مَهِتوُ آهي. هن تاريخ
ڏينهن اکنڊ جوت کي وِڏي وِڏان بدليو
ويندو آهي. هنن چار دوڄ ۾ ڀادو سوڄ دوڄ
جو خاص مهِتوُ آهي. چار دوڄ آهن- چيٽ
سود دوڄ ، ويساکہ سود دوڄ، ڀادو سود دوڄ ۽
مانگهہ سود دوڄ. آئي ماءُ جي مندر ۾
هزارين ماڻهو منوتيون (من جون اِڇائون)
ڪٽي ايندا آهن ۽ من وانڇت ڦل پائيندا
آهن. ڪيترا شخص من جي مراد پوري ٿيڻ
ڪانپوءِ سون ۽ چانديءَ جو ڇَتُ ماتا تي
چاڙهيندا آهن.

ٻبسهارن جي مدد ڪندي.

جيجيءَ جي شيوا، ستڪار ۽ چمتڪار جي ڪري هن کي آئي ماءُ (آئي ماتا) جي نالي سان پڪارڻ لڳا. انتر ڏيان ڪان اڳه آئي ماءُ نارلائي جيڪلي ڳوٺ ڀرتي اُتي پهاڙيءَ تي نهيل ڦڙ مندر تائين پهچڻ لاءِ وچ رستي ۾ آرام واسطي ڀڳتن کي ڪافي تڪليف ٿيندي هئي. چمتڪار سان پهاڙ جي وچ رستي ۾ هڪ اِستان کي غفا ۾ بدلي ڇڏيو جنهن ڀڳت رستي ۾ رُڪجي آرام ڪري سگهن. ڏائلانا ڳوٺ ۾ سالن کان سڪل کوهه هو، ڳوالن ۽ ڪڙمين جي عرض تي پاڻيءَ سان لبا لب ڪري ڇڏيو. اِنهيءَ ڳوٺ ۾ ڇايا لاءِ وڻ ڪونه هئا ۽ ڪڙمي سڪل گاهه جو پال ٻڌي ڇانو ڪندا هئا. جيجيءَ وڻ لڳارايا جنڪي حيجي وَڻ جي نالي سان پڪاريندا آهن. آهڙي طرح حيجيءَ ڪيترا ئي چٽا ۽ چمتڪاري ڪاريه ڪيا آهن.

بلارا اجمير کان جوڌپور مارگ ۾ آهي ۽ جوڌپور کان بس رستي هڪ ڪلاڪ جي پنڌ تي آهي. سنه ١٥٢١ع ۾ آئي ماءُ بلارا اچي رهي ۽ جاٽوجي رالوڙ جي گهر آرام ڪيو. جاٽوجي ۽ هن جي ڌرمپتنيءَ جي پريم، شيوا ۽ شرڌا ڀڳتي ڏسي پرس ٿي ۽ هنن جو عرض اونائي اُتيئي رهڻ منظور ڪيو. بلارا ۾ آئي ماءُ آئي پنٿ جي شروعات ڪئه . آئي . ماءُ جاٽوجيءَ جي گهر ٿيل پٽ کي سالن ڪاٺپوءِ ملارائي چمتڪار ڪري ڏيکاريو جو جو اُن زماني ۾ اِن ڳالهه جي ڪلپنا به نه ٿي ڪري سگهجي. آئي ماءُ جي چمتڪارن ۽ شيوائن جو خاص ڪري ڪڙمين تي اثر پيو جن تي آئي ماءُ جو خاص سنيهه هو. هن جي ڪاريه کي ماءُ جي آشيرواد سان جاٽوجيءَ اڳتي وڌايو. پنهنجي پوئلڳن جي سڃاڻپ لاءِ مردن جي سڄي هٿ ۾ ۽ زالن جي ڳچيءَ ۾ يارهن ڳنڍين واري سُٽ جو ڏاڳو ٻڌڻ جي شروعات ڪئي. اڄ به آئي پنٿ سيروي جاتيءَ جا اَٽڪل پنج لک پريوارن جا ياتي هن کي ڌارڻ ڪندا آهن. يارهن ڳنڍين جي پٺيان اُپيو گي اُپديش ۽ سڌانت سمايل آهن. جيڪي هن ريت آهن:- پهريون - ڪوڙ ڇڏيو سُکه پايو. ٻيون - مد مان (گهمنڊ) ڇڏيو. ٽيون - ڌن تي وياج نه ولو. چوٿون - جوئا ڪڏهن به نه کيڏيو. پنجون - ماتا پتا جي شيوا ڪريو. ڇهون - گروءَ جي آگيا مڃيو. ستون - مهمان جي ايشور ڪري شيوا ڪريو. اٺون - ڀين جو ڇتُ (پلو) ڪريو. نائون - پر ناري ماتا سمان ڄاڻو. ڏهون - ڪنيا کي ڌرم سمجهي مڃايو. يارهون - ڳنڊ سنڀالي هلو.

آئي ماءُ پنهنجي پنٿ جي مائٽن سان ملڻ ۽ درشن جو لاڀ ڏيڻ لاءِ هڪ رٿ لهرايو هو جنهن ۾ سوار ٿي ڳوٺ ڳوٺ

كي چئو تہ مان هن سان شادي ڪندس.''
جيجيءَ جي ڳالهہ ٻڌي بيڪاجي تعجب
۾ پئجي ويو ۽ چيو تہ اِئين ڪيئن ٿو ٿي
سگهي؟ تڏهن جيجيءَ هن کي ياد ڏياريو
تہ هن هن جي گهر هن موقعي لاءِ اوتار ورتو
آهي ۽ جيئن هوءَ چوي ٿي تيئن ڪريو.
تڏهن بيڪاجيءَ بادشاه کي چوائي موڪليو
تہ شادي هندو ريتي رواج مطابق ٿيندي.
بادشاه محمود شاه اِن تي رضامندي ڏني.
بيڪاجي جيجيءَ جي صلاح موجب ڳوٺ
جي ٻاهر هڪ جهوپڙي تيار ڪرائي جنهن
۾ جيجي ۽ هڪ نوڪرياڻيءَ جي رهڻ جو
بندوبست ڪيو ويو. جيج سان اچڻ وارن جي
کاڌي پيتي جي بندوبست لاءِ بيڪاجي چنتا
۾ پئجي ويو تہ جيجيءَ چيس تہ ڪنهن بہ
قسم جي بندوبست ڪرڻ جي ضرورت نہ
آهي. جيج اچڻ ڏيو هوءَ خود پنهنجي
هٿن سان کاڌو بہ ڏيندي.

جيج مقرر وقت تي ڏاڍي شان شوڪت
سان بيڪاجيءَ جي ڳوٺ پهتي. پرمپرا
مطابق ويڏيءَ کان اڳہ چاچي جيجيءَ جي
جهوپڙيءَ جي ٻاهر کاڌي کائڻ لاءِ پنگت
لڳائي وينا. جيجي جهوپڙيءَ جي منڍ ۾
ويهي ٿالهيءَ ۾ کاڌو پيري پيري نوڪرياڻيءَ
کي ڏيندي ويئي ۽ نوڪرياڻي چاچين جي
سامهون رکندي ويئي. هنن کي اچرج ٿيڻ
لڳو تہ هيترن ماڻهن کي صرف بہ جوانريون
کاڌو ميسر ڪري رهيون آهن.هن ننڍري
جهوپڙيءَ ۾ کاڌي جو ايترو سامان رکي نٿو
سگهجي تنهن کانسواءِ بنا ڪنهن بنيءَ
۽ حلوائيءَ جي کاڌو تازو ڪيئن آهي؟
اَچرج جي ڳالهہ بادشاه تائين پهتي. بادشاه
اِچا ظاهر ڪئي تہ هيءُ سڀ کان پهرين
هن جوانريءَ کي ڏسڻ ٿو چاهي جنهن
سيني کي تپرس ۾ وجهي ڇڏيو آهي.بادشاه
اڪيلو اڳيان وڌي جهوپڙيءَ پرسان پهتو.
هن روپ سندري جيجيءَ کي نهاريو تہ
اَچرج ۾ ٻهي رهيو. بادشاه هن تي نظر
جمائي نہ سگهيو ۽ هن اَکيون جهڪائي
ڇڏيون. پر جيئن ئي نظر واپس ڪنئي تہ
جيجي شينهن تي سوار ديويءُ جي روپ ۾
هن جي سامهون موُجود هئي. بادشاه جي
پيرن هيٺان زمين کسڪڻ لڳي. هٿ ٻڌي
ديويءَ کان معافي وٺڻ لڳو. پر ديويءَ هن
کي پنهنجي شڪتيءَ سان ڪٽي زمين تي
ڦٽو ڪيو ۽ بادشاه جي سيني تي سوار ٿي
چيو تہ شادي ڪندين؟ بادشاه هن کان ديا
جي ڀيکہ گهرڻ لڳو پر ديويءَ پنهنجي پالي
سان ظالم بادشاه جو ڪم تمام ڪري ڇڏيو.
تنهن کانپوءِ جيجيءَ بيڪاجيءَ کان سفيد
وستر وٺي سنياس ڌارڻ ڪيو. ويندي وقت
هن بيڪاجيءَ کي وري ياد ڏياريو تہ هن
جنهن ڪم لاءِ اوّتار ورتو آهي اُهو پورو
ڪري هاڻ هوءَ غريبن، دين دکين ۽

کلجگ ۾ قائم ۽ دائم رهڻ جو پرماڻ آهي.
اکنڊ جوت مان کيسر وسندي آهي
ماتا درگا جا انيڪ روپ آهن ۽ الڳ
الڳ ذاتيون ۽ سمودايہ پنهنجي پنهنجي
طريقي سان آراڌنا ۽ پوڄا ڪندا آهن.
ذاتين ۾ هڪ سيروي ذات آهي جيڪا
راجپوتن مان نڪتل آهي، هن ۾ بہ اُپ
ذاتيون (۱) سارويا سيروي ۽ (۲) جموا
سيروي آهن. هيءُ راجستان ۽ گجرات ۾
وسيل آهن.

مغل ڪال ۾ سنہ ۱۳٦۸ع ۾ علاودين
خلجيءَ جي حملن، ظلمن ۽ هندو راجپوتن
کي زوريءَ مسلم ڌرم قبول ڪرڻ لاءِ مجبور
ڪرڻ، نہ تہ جان تان هٿ کڻڻ جي خطرن
کان بچڻ لاءِ جالور جي راجا ڪانڙديو جي
شرڻ ۾ آيا. ڪجھہ وقت ڪانپوءِ لڙائيءَ ۾
راجا جو موُت ٿيو. راجا جي موُت ڪانپوءِ
بدحال راجپوت وري ننڍن ننڍن سموُهن ۾
ڦهلجي ويا. ڪجھہ راجپوت ڪاري ڪاڇر
نديءَ وٽ اچي وسيا. اَڄُ اُها ندي لوٽي
نديءَ جي نالي سان مشهور آهي. راجپوت
اُتان جي رهواسين سان ملي ڪري کيتي
ڪرڻ لڳا جنهن کي سير جي (پائيواريءَ
جي) کيتي چيو ويندو آهي. اِتائين سيروي
سڏجڻ لڳا.

آئي ماءُ (ماتا درگا) آمباپور نواسي
بيڪا جي ڊابي جي گهر ۱۴۸۲ع ۾ اوتار
ورتو هو. بيڪا جي ڊابي بي اولاد هو ۽ ماتا
درگا جو ڀڳت هو. هن جي ڀڳتيءَ تي پرسن
ٿي ۽ اُن وقت جي بادشاه محمود شاه جي
اتياچار کي مٽائڻ لاءِ ديويءَ بيڪاجيءَ کي
درشن ڏنو ۽ چيو تہ هوءَ هن وٽ ڌيءُ جي
روپ ۾ ايندي. هڪ ڏينهن بيڪاجي ديوي
ماتا جي مندر ۾ چاڙهڻ لاءِ گل ٽوڙڻ واسطي
باغ ۾ ويو تہ جهاڙين ۾ هڪ سندر معصوم
ٻالڪا سندر ڪپڙن ۾ ويڙهيل ڏسڻ ۾ آيس.
ديويءَ جي ڳالھہ ياد ڪندي بيڪاجي
ٻالڪا کي گهر کڻي آيو ۽ هن جو پالڻ پوسڻ
ڪرڻ لڳو. بيڪاجيءَ جي گهر ۾ هن کي
جيجيءَ جي نالي سان سڏڻ لڳا. جيجي
وڏي ٿيڻ لڳي ۽ جوانيءَ کي ڇهڻ لڳي. هن
جي سندرتا جي واکاڻ چوڌاري ٿيڻ لڳي
۽ هن جي ساراھہ بادشاه محمود شاه جي
ڪنن تائين پهتي. بادشاه بيڪاجيءَ کي
سڏائي چيو تہ هو هن جي ڌيءَ سان شادي
ڪرڻ ٿو چاهي. هن کي پنهنجي ارڌانگني
(زال) سان صلاح مصلت ڪري جواب ڏيڻ
جي اجازت ڏني . بيڪاجي منجهيل من
چنتا سان گهر موٽي پنهنجي ڌرمپتني
کي بادشاه جي ڳالھہ جو ذڪر ڪيو ۽ آتم
هتيا (آپگهات) ڪرڻ جو ويچار ٻڌايو.
بيڪاجي اڃا پنهنجي گهرواريءَ سان
ڳالھہ ٻولھہ ڪري رهيو هو تہ اوچتو جيجي
اچي چوڻ لڳي ” پتا جي توهان ويچي بادشا

آهن.

راجستان ۾ ڪيترا ئي ننڍا وڏا تيرٿ آستان آهن پر هت خاص خاص عقيدت، وشواس ۽ چمتڪار سان پريل تيرٿن جا نالا ڏجن ٿا:-

اجمير ضلعو :-

۱.پشڪر راڄ ۲. پڊو پشڪر راڄ ۳. گيا ڪنڊ ۴. درگاه شريف .

الور ضلعو :-

۵. پرٿري ٦. نارائڻي ماتا.

بوندي ضلعو :-

۷. ڪيشوراءِ پاٽن.

بيڪانير ضلعو :-

۸. ديشنوڪ ۹. شري ڪولايت

۱۰. مڪام.

باڑمير ضلعو :-

۱۱. تل وارا ۱۲. ناڪو راجي.

گنگانگر ضلعو :-

۱۳. گوگا مرهي.

جئپور ضلعو :-

۱۴. شيتلا ماتا (آمير) ۱۵. گلتا جي ۱٦. باڻ گنگا ۱۷. شيل ماتا جي ڊونگر ۱۸. ڏگي پُري.

جيسلمير ضلعو :-

۱۹. رامديورا ۲۰. ويساڪي ۲۱. لودروا .

جهنجهنو ضلعو :-

۲۲. راڻي ستي.

جوڌپور ضلعو :-

۲۳. منڊور ۲۴. اوسيان ۲۵. ٻلارا .

ڪوٽاهہ ضلعو :-

۲٦. سيتلا باري .

ناگور ضلعو :-

۲۷. پربت سر.

پالي ضلعو :-

۲۸. رڻڪپور ۲۹.گوتميشور.

سيڪر ضلعو :-

۳۰. سڪراءِ ماتا ۳۱. جيڻ ماتا ۳۲. لوها گل.

سروهي ضلعو :-

۳۳. آبو پربت.

ڊونگرپور ضلعو :-

۳۴ گليا ڪوٽ ۳۵.بيڻيشور.

سوائي ماڌوپور ضلعو :-

۳٦. مهاوير جي ۳۷. ڪئلا ديوي ۳۸. مهيندپور بالا جي ۳۹. رڻٿنيور .

اُديپور ضلعو :-

۴۰. ايڪ لنگ جي ۴۱. ناٿدوارا ۴۲. گڊ بور ۴۳. رشپ ديو.

هر هڪ آستان جو پورو ورڻن ڪرڻ هن ليک ۾ ممڪن ڪونهي. پر هڪ تيرٿ جو ذڪر ڪجي ٿو. هي ماتا جو آستان آهي جتي هر سال ميلو لڳندو آهي ۽ اُن وقت اکنڊ جوت جو وڏي وڏان سان پوڄا ڪري استاپنا ڪئي ويندي آهي. هيءَ جوت ماتاجي شڪتي آهي ۽ وشواس لاءِ هن

# راجستان آهي تيرٿستان

موهن لعل ڏسيجا ”ساهتيه رتن“

اڄ جو راجستان اڳ راجپوتانا جي نالي سان مشهور هو. راجپوتانا معنيٰ هو راجپوت يوڌائن جو ملڪ. پر خاص ڪري هي نالو اڄ سان ريگستان آڏو ايندو هو. جيڏاري رڻ پٽ جو نظارو اچي ويندو هو جتي آهي ريت ئي ريت ۽ اُٺ ئي اُٺ.

پر حقيقت اها نه آهي. هن ملڪ ۾ آهن شاهي قلعا ۽ قلعيون، وڏا محلات ۽ محل. جتي ريت آهي ته ڪٿي ساوڪ ڀريا ميدان ۽ ننڍا وڏا پهاڙ ۽ پهاڙيون به آهن. برساتي نديون ۽ ناڙا آهن ته تلاءَ به. راڻائن ۽ مهاراڻائن جو راڄ ۽ رياستون جيون جن پنهنجي وت آهر پاليءَ ڏهه ۽ کوهه کوٽايا ته خوبصورت باوڙيون به ٺهرايون آهن.

راڻائن ۽ راڻائن ۽ مهاراڻائن پنهنجي ويرتائن جو وارو جهابو ته راڻيون مهاراڻيون پنهنجي ويرتا ۽ ستيتو جو جوهر به ڏيکاريو آهي. جنهنجي امرتا ۽ يادگار هميشه قائم رهندا. ملڪ جي هن رياست ۾ گهمڻ ۽ ڏسڻ جا اِتهاسڪ يادگار ۽ اِستان ايترا آهن جن کي پوري طرح ڏسڻ لاءِ هڪ جيون تمام ٿورو آهي.

راجستان ويرتا جي وارتائن سان هميشه ياد رهندو ته هڪ ڪان هڪ وڏيڪ عقيدت ۽ چمتڪار سان ڀرپور تيرٿ آستانن جي ڪري به سڄي دنيا ۾ مشهور آهي. اڄ هنن تيرٿن ۾ هر قوم هر ذات جا شاهي ميلا اچ ڪان نه پر آدِ ڄڳ کان لڳندا رهيا. ڪيترن تيرٿ آستانن جو ويد پراڻن ۾ ذڪر ٿيل آهي. جيترا اِتهاسڪ اِستان آهن اوترا آستا جا اِستان به. هر قوم- هندن، مسلمانن، سکن ۽ عيسائن جا شاهي مندر، مسجد، گردوارا ۽ گرجاگر آهن، نه هر شهر، هر محلي، هر گهٽيءَ ۾ پوڄا استل لجيل

سمجهائي ڪير؟

سو ادا ساوتريءَ جي ڏاڙهيءَ تي هٿ
رکي ڪيس ڳراهتڙي ڏيئي سمجهائيندي
چيم ته سياڳي اهڙو ته ڪجهه به ڪونهي.
مون توبهه ڀري. اڄ ڪانپوءِ جيئن تون
چوندينءَ تيئن ئي ڪندس. جيڪڏهن تون
چوين ته پريس تي وڃڻ بند ڪري ڇڏيان
جي تون چوين ته اخبار ڪڍڻ ئي بند ڪري
ڇڏيان ۽ سڄو ڏينهن تنهنجي ئي هنجھ
۾ ويٺو هجان پر مهرباني ڪري انهيءَ
ڪاري ڀوت (تعويض) کي ته منهنجي
ڪرائيءَ مان ڪڍُ! ساوتري سدوريءَ پڻ
منهنجي ڳالهه کي مان ڏنو ۽ اُهو تعويض
منهنجي ٻانهن مان لاٿو.

انهيءَ تعويض جو هڪڙو ٻيو به
دلچسپ قصو مونکي ياد اچي ويو. اِهو وري
هن ريت آهي ته منهنجي دوست ديارام
وٽ هڪ ڳانءِ هئي جيڪا هر روز ڏهه ڪلو
کير ڏيندي هئي پر ويچاريءَ کي الاجي
ڪهڙي بيماريءَ اچي ورتو جو هن کير ڏيڻ
گهٽائي ڇڏيو ۽ ڏهن ڪلن مان پنجن ڪلن
تي اچي پهتي. منهنجي دوست ديارام
سمجهو ته هن ڳانءِ کي ڪنهن جي نظر
لڳي ويئي آهي ڪو تعويض ٺهرائي
ٻڌجيس سو هو ويو ڳوٺ جي ٻانيڻ ٻلومل
وٽ ۽ کيس چيائين ته سائين ڪو تعويض
ٺاهي ڏيو جيئن ڳانءِ کير وڌيڪ ڏيڻ لڳي.
ٻائي ٻلومل پڻ ايڪونجاهه رُپيا ڏڪٽا وٺي
کيس هڪ تائت ٺاهي ڏنو.

پر هلڻ وقت ديارام کي ياد آيو ته
منهنجو ڇوڪرو ڇتو پڻ پڙهڻ ۾ ڪچو
آهي امتحان ويجها اچي ويا آهن هڪڙو
تعويض اُن لاءِ به ٺهرائي هلان من ڇورو
پاس ٿي وڃي ۽ سال بچي پويس. سو
ايڪونجاهه رپيا ٻيا ڪڍي ان ٻانيڻ کي
ڏنائين ۽ چيائينس ته سائين هڪڙو ٻيو
تعويض ڇوڪري کي امتحان ۾ پاس ٿيڻ
جو به ٺاهي ڏيو. ٻائي ٻلومل جي ته ٻيگهي
مڇي ويئي ۽ هڪ ٻيو تعويض کيس ٺاهي
ڏنو ۽ چيو ته اِهو ڇتوءَ کي ٻڌجو پڪ پاس
ٿي ويندو.

پر سائين ٿيو ائين جو ٻنهي تعويضن
جو رنگ ساڳيو ئي ڪارو هو تڏهن ديارام
ان ٻائي کي چيو ته مهراج سوامي هنن
تعويضن جو ڪلر ته بدلائي ڏيو اِئين نه ٿئي
جو ڳانءِ وارو تعويض ڇتوءَ کي ٻڌي ڇڏيان
۽ ڇوري وارو تعويض وري ڳانءِ کي ٻڌي
ڇڏيان، پوءِ ته اصل ڪم ئي اُبتو ٿي ويندو.
نه ته ڇورو کير ڏيڻ شروع ڪندو ۽ نه ئي
ڳانءِ وڃي امتحان ڏيئي پاس ٿيندي. سو
ادا اِها آٿوَ تعويض جي اهميت ۽ ڪرامت!

پرين ۽ جيئن، چوندا آهن تہ ” ايڪ
بيوقوف ڏوڪيو تو هزار ملجالي هئين“
اُن وانگر هنن کي پڻ هر روز ڪو نہ ڪو
نئون مرڪو ملي تو ويتي ۽ ” چري ڪيئن
شي ويران وير وڌ “ وانگر اِها انڌ وشواس
شي بيماري پڻ وڌندي پيئي ويئي.

ڪجھہ وقت پڇرين شي ڳالھہ آهي
جو منهنجي گھر واري ساوتري سدوريءَ
کي اڃي ڪجڙو اڃي وڃھر ويلو تہ منهنجو
اُن سان حالي الھہ هڙو پريم نہ رهيو آهي
۽ مان اُن شي ويچجو اڃڻ جي بدران پري
پيو ڀڄان. حالانڪ اهڙي ڪا ڳالھہ هئي
تہ ڪانہ پر جيئن چوندا آهن تہ وَهم جي
دوا لُقمان حڪيم وٽ بہ نہ هئي ۽ زالن جو
عقل تہ هوندولي ڏالي کُڙيءَ ۾ آهي سو
ادا هوءَ لڳہ سيالي بڏو ڀئي ڀڙڪي مهراج
وٽ، جيڪو بہ اِهي ڏس پند ڏيندو هو
۽ تعويض پڻ لاهيندو هو.

بس مهراج پڻ سوچيو تہ اڃہ سٺيو
گراهڪ قالو آهي، هن کي وري ڪيئن
ڇڏيو سو هن بہ ساوتريءَ شا ڇٽي ريت کي
پرپا ۽ جيائنس تہ ادي تنهنجي مڙس
سان مرور ڪنهن ڪجھہ ڪري ڇڏيو آهي
پر ناالو نہ پڌائيندو سٽس نالي تعويض
لاهي لو ڏينس تنهنجو ڪم لي وبندو
ربہ ليندو
جهڙو چاليھہ سال پڇرين پرڻي وقت هوندو
هئو. بس هوءَ مهراجہ کي ڇٽي چوکي ڏکڻا
ڏئي تعويض وٺي آئي. پر سائين ٿيو ائين
جو منهنجي ساوتريءَ ڇا ڪيو جو سوچيائين
تہ متان نہ مان اِهو تعويض ٻڌڻ کان انڪار
ڪريان اُن ڪري هن سدوريءَ منهنجي
سمهڻ کانپوءِ ننڊ ۾ مونکي اِهو تعويض
ٻڌي ڇڏيو ۽ سوچيائين تہ تورن ڪلاڪن
جي ٻڌڻ سان پورو فائدو نہ ٿئي تہ من
رُپئي جا اٺ آنا تہ لاڀ ٿيندو. پر هن
ويچاريءَ کي صبوح جو سويل منهنجي اُٿڻ
کان پڇرين اِهو تعويض منهنجي ٻانهن
مان لاهڻ وسري ويو.

بس ادا صبوح جو جيئن ئي منهنجي
اَکِ کلي تہ سڏو منهنجي نظر وڃي تعويض
تي پئي. اچرجہ ۾ پئجي ويس ۽ پنهنجي
ياداشت جي ٻٽريءَ جو ٽڻ دبائڻ لڳس
۽ سوچيم تہ مون تہ ڪو تائت ڪنهن ڪار
ورتو ڪونهي تہ پوءِ هيءُ همراھہ وري
منهنجي ٻانهن ۾ ڪيئن پيو للڪي؟
تڏهن پنهنجي گھر واري کان پڇيم
۽ هن سيالپيءَ پڻ تورو ومسر ڪرائي
۽ پنهنجا اڌ ٻگل ڏند ٻاهر ڪڍي سڄي
ڳالھہ ڪري ٻڌائي مونکي، آءٌ ئي حيرت ۾
پئجي ويس ۽ سوچيم تہ اهڙي تہ ڪائي
ڳالھہ آهي ڪانہ پر هن سيالپيءَ کي

مائيءَ جو ويہ نہ ٿيڻ ڪري هوءَ پئي ڦٿڪي ۽ لُڇي پڇي. پر سائين جيئڻ چوندا آهن تہ جنهن جو راکو رام تنهن جو بال بہ بانڪو نہ ٿئي. وانگر اُن زائفان جو بہ ڪو ڀاڳہ زور هو جو اُن مهل اوچتو وتايو فقير پنهنجي گڏهہ تي چڙهي سندس گهر اڳيان لنگهيو ۽ سندس مڙس جي نظر ان سنت تي پئجي ويئي. بس اُن مهل ئي گهر جا چار پنج ماڻهو وتائي فقير جي پنيان پيا ۽ سنت کي جهليو ۽ هٿ جوڙي هن کي پنهنجي گهر وٺي آيا ۽ سنت کي بہ سني روٽي کارائي ۽ سندس گڏهہ کي بہ داڻو پاڻي ڏنائون ۽ سچي ڳالهہ سنت سان ڪيائون تہ سائين ڪو تعويض اسان کي ناهي ڏيو جيئڻ ويچاري مائيءَ کي ٻڌون تہ هن جا بند خلاص ٿين نہ تہ هيءَ مائي مري ويندي ۽ اسان جو گهر رُلي ويندو.

وتائي فقير پاڻ ڇڏائڻ جي گهڻئي ڪوشش ڪئي ۽ ڪين چيو تہ ابا مون ڪڏهن ڪو تعويض لکيو ئي ڪونهي، مونکي ڇڏيو تہ آنءُ وڃان. پر گهر جا سيئي ماڻهو درويش جا پير پڪڙي ٻهي رهيا. تڏهن لاچار ٿي سنت چيو تہ چٽو ابا ڪٽي اچو ڪو پنو ۽ پينسل تہ لکي ڏيانوَ تعويض. بس وتائي فقير پئي پنهنجي خُدا لاءِ پيغام لکيو تہ يار تنهنجي نالي تي مون بہ موچ ڪئي ۽ منهنجي گڏهہ بہ پئہ ڪيو آهي، هاڻي تون ڄاڻ اِها مائي ڄاڻي.

بس مائيءَ جو مڙس بہ درويش دوارا لکيل اِهو پنو ڪٺي پاڙي ۾ رهندڙ سيئومل سوناري وٽ ويو ۽ ٽامي جي تائٽ ۾ تعويض نهرائي آيو ۽ مائيءَ جي ٻانهن ۾ ٻڌائون ۽ سنت جي آسيس سان پنجن منٽن جي اندر ئي اُن زائفان کي ڇاڪ ڇٽو ڀلو ۽ تندرست ٻار ڄائو ۽ اها مائي ۽ سندس گهر وارا ڏاڍا خوش ٿيا ۽ وتائي فقير کي دعائون ڏيڻ لڳا ۽ هن جو جَسُ ڳائڻ لڳا. اِها هئي تعويض جي اهميت ۽ ڪرامت!

پر سائين اِها تہ ٿي سنڌ جي وتائي فقير جي وارتا باقي هتي هندستان ۾ تہ اصل ڪيترا ئي ساڌو سنت ۽ باوا ٻانيڻ انهن تعويضين ۽ تائٽن جا دڪان ئي کوليو وينا آهن ۽ هزارن جي تعداد ۾ اسان جي ٻارن ٻولن ڀائرن ۽ ڀينرن کي اُلٽيون سُلٽيون پٽيون پڙهائي پئسا پيا ڪمائين ۽ پنهنجا پيٽ پيا

# تعويض

## موتيرام رامچنداڻي

تعويض جنترن کي اسين تائڻ بہ چوندا آهيون ان جي ڏاڍي اهميت آهي ۽ ان ۾ ڏاڍي ڪرامت هوندي آهي. سنڌ کان وٺي حتي هند تائين هن جو راڄ پئي رهيو آهي. جڏهن بہ ڪنهن جي مٿان ڪائي قدرتي آفت يا شاريرڪ تڪليف يا مالي مصيبت ايندي آهي تڏهن هو ڪنهن پڪتل ساڌو سنت يا قابل ڀائي ڀانئڻ ۾ وشواس رکي هن کان ڪو تعويض نهرائي پائيندو آهي ۽ ڪيترن جي اها مصيبت ٽري ويندي آهي ۽ گهٽ ڪي پڻ ان مان ٽيپ ٿي ويندو آهي.

اسان جي سڳوري سنڌ ۾ وتائي فقير نالي هڪڙو سنت رهندو هو جيڪو سچو ڏينهن جنهن جو بہ ڳڌم هٿ لڳندو هئس ان تي چڙهي پيو گهمندو هو ۽ ڏينهن رات مالڪ جي مستيءَ ۾ مست رهندو هو. رات جو پڻ پور پوندو هئس تہ گهر ويندو هو نہ تہ ڪنهن مندر يا مسجد جي ٿلهي تي سمهي رات گذاريندو هو. گهر ۾ هڪ ٻڍي ماءُ هوندي هئس. ان جي بہ ڪائي چنتا نہ هوندي هئس. هن جو اِهو عقيدو هو تہ ”ڪري چڏ سڀ ڪم هوت جي حوالي- چرخا پاڻيهي پيا چُرندا.“سو سائين هڪڙي دفعي ٿيو جو سندس ڳوٺڙي جي هڪ زائفان کي وِيمَ جا سوُر تہ ٿبن پيا پر ڪافي ڪوشش ڪانپوءِ پڻ ويچاريءَ کي ٻار نہ پيو ڄمي. جيئن تہ اُن وقت ٻهراڙين ۾ نہ تہ ڪي هئا وڏا وِيمَ گهرَ ۽ نہ ئي ڪي هئا ڊليوري ڪرائڻ وارا وڏا وڏا ڊاڪٽر ۽ ڊاڪٽرياڻيون. ويچاريون دايون ئي وِيمَ ڪرائينديون هيون. پر اُن دائيءَ کان هن


نالو : موتيرام رامچندالي.
جنم : ميرپور خاص، ۱۹۲۲.۵.۹.
ڇپايل ڪتاب : پنج.
انعام : گجرات سنڌي ساهتيہ اڪادمي دواران ٽن ڪتابن تي.
پيشو : سمپادڪ، راشٽريہ پريم هفتيوار.
پتو : ۱۲/۱، اي وارڊ، نيو بنگلو ايريا، سردارنگر، احمداباد-۳۸۲۴۲۵.

خلاف پڻ هن آواز بلند ڪيو.ٽوٽن، ڦيٽن
سان ڀاڃين پولين زالن کي گمراهہ ڪري لٽيو
ڦريو ويندو هو. اُن لاءِ هن پنهنجي خرچ
تي بنا اشتهار ونڻ جي ڪئين ڪتاب ۽
چوپڙيون ڇپائي پرچار ڪيو. پاکنڊين
جا پول پڌرا ڪري عام پائرن کي برباد
ٿيڻ کان بچايو.

سندس لکيل ڪتابن ۾ خاص هئا
هاسانند واڪيہ، چور چيلا ناڪر نگہ- فئشن
کين ڦاهو-تپ چڙهيو تماڪ - چونچي
لگي چانهہ- بيڙي ٻڌي بيڙي دان ڪائي ويا
دنيا- ڌرم گرو کين ڌاڙيل- سئنيما جا
گهاتڪ نتيجا- ستيہ نارائڻ جي سچي
ڪٿا- هندو هوش ڌار- ڏيتي ليتي جو
پوائتو پوت- پاکنڊ توڙ پوٿي-شراب خاني
خراب، ٻاون ٻانيٽن جا ڦندا- سماج سڌار
چتراولي وغيره.

پروفيسر هاسانند نہ رڳو نامور جادوگر
هو بلڪ آزادي جو متوالو، ديوانو، اصولن
وارو اُپاسڪ هو. عام حاضرينن ۾ هميشه
چريتر اِخلاق، ديش پريم- شيوا جون
ڀاوناٿون پريندو هو. آريہ سماج، ويدن جو
لاثاني ڌارمڪ پرچارڪ پڻ هو. هن جي
هٿن ۾ تہ جادو هو پر تقرير ۾ بہ جادو هو.
کيلن سان گڏ اُپديش ڏيندو هو. هميشه
ڪِلمُڪ رهندو هو. ايمان گهمنڊ جو وتس
نالو نشان بہ ڪونہ هو.

مهاتما گانڌيءَ سابرمتي آشرم ۾
هن جا کيل ڏسي هن کي هٿ سان پرماڻ
پتر لکي ڏنو. جواهر لعل نهروءَ کي سنڌ جي
دوري وقت هن جا کيل ڏسڻ جو موقعو مليو.
ڀارت جي مهاراجئن ۽ مهاراڻين بہ هن جا
وچتر حيرت انگيز کيل ڏسي سندس ساراهہ
ڪئي. کيس ڪيترا ئي انعام سونا ٻلا،
مانپتر-پرماڻ پتر ۽ ٻيا اِنعام حاصل هئا.

پروفيسر هاسانند سنڌي قوم جو ستارو
هو. بي بها هيرو هو. اسان لاءِ فخر جو باعث
هو. هن جو جنم سنڌ ۾ ساهتي جي
ڪنڊياري شهر ۾ شري چاندومل پمياڻي جي
گهر ۾ ڏياريءَ جي ڏينهن ٿيو ۽ هو ٧٠
ورهين جي عمر ۾ ٢٨ سيپٽيمبر ١٩٦٦ ۾
چداڪاشي ڌرم مندر پٽيل نگر دهلي ۾
گذاري ويو.

جڏهن سندس جيون سماپت ٿيو
تڏهن روپين جي هن جادوگر بادشاهہ، روپين
جي راجا وٽان سندس کوٽ مان ڪُل ٢٦
روپيہ ڪجهہ پئسا نڪتا، جا هئي سندس
موڙي! اهڙو هو پر اُپڪاري ۽ نشڪام جيون
داني سنڌي سماجڪ سُڌارڪ ۽ آزاديءَ جو
اُپاسڪ پروفيسر هاسانند جادوگر.

ڏيکاريندو هو سڀ اڇرجڻ ۾ پئجي ويندا هئا. روپين جي ڇڻ برسات وسائيندو هو. کس روپين جو بادشاهه کري مڃيو ويندو هو.

کنهن کان رومال وٺي کيل ڏسندڙن کان ۱۵-۲۰ ڳنڍيون ڏياري مٿي آسمان طرف اُڇلائي سيٽي کان تاڙيون وڄارائي مٿانما ڳانڍيءَ جي جڳهه ڇوائيندو هو ته رومال جون سڀ جون سڀ ڳنڍيون کلي وينديون هيون. سندس چوڻ هوندو هو ته ڳانڍيجي جي جڳهه ڇوڻ سان غلامي جا اهي سڀ بندڻ ٽٽي ويا ۽ آزاد ٿي ويا. اُن طرح جادوءَ سا کيل سماج سڌار ۽ آزاديءَ جي ڦهلاءَ لاءِ پرچار لاءِ هڪ قسم جا هن جا ساڌن هئا. جادوءَ جي کيلن مان ڪمايل پئسو هو ڪيترن سٺن ڪمن ۾ دان کري ڇڏيندو هو، ۽ غريبائن کي ڳجهي مدد کندو هو.

ڏيتي ليتيءَ جي سخت خلاف هو. هن هو چوڻ هو ته نيائين کي گهر جو سامان ناهي ڏيڻ گهرجي جيکو کين گهر ۾ عملي ڪ اچي جيکي اُپديش ڏيندو هو ان تي پاڻ خود به عمل کندو هو. پنهنجين ڌيئرن جي شاديءَ ۾ هن کين واقعي "چکي -چلهه ۽ چاڙي" به ڏني جيئن گهرو جيون ۾ چکيءَ (جنڊ) تي اٽو پيهن، چُلهه (سگري) تي کاڌو تيار کن ۽ چاڙي يعني مٽڪي ۾ ڏڌُ ولوڙي مکڻ لسي طاقتور

مال تيار کري ورتائين. مان خود به اُن وقت شاديءَ جي موقعي تي حاضر هوس. بئي گهوٽ راجا اسان جي شهر جا جاڻو سڃاڻو قومي کم کندڙ هئا.

پروفيسر هاسانند جادوگر ئي هڪ اهڙو سنڌي اڳوان هو جنهن نشيدار شين-شراب-سگريٽ-بيڙي-چانهه-تماکر وغيره جي خلاف کوتائون ۽ تکبنديون ناهي پرچار کيو. هن فاحش فلمن کان پري رهڻ جو پرچار کيو. فٽش اُگهاڙپ ڏيتي ليتي خلاف هن جا واکيهر "هاسانند واکيهر" نالي سان مشهور رهيا. اُنهن زهري وشين خلاف ساهتيه ڇپائي ورهايو.

اُن وقت جي ڊونگي پاون پانيڻ

# سماجڪ سڌارڪ - آزادي جو اُپاسڪ پروفيسر هاسانند جادوگر

## ايسر سنگهه بيدي

پروفيسر هاسانند جادوگر پڪو آريہ سماجي ڪاريہ ڪرتا هو- سادگي سان رهندو هو. شڌ کاڏيءَ جي خميس، پتلوُن ۽ مٿي تي هميشہ سفيد گانڌي ٽوپي هن جو هڪ ئي لباس هو. سردي توڙي گرميءَ ۾ کاڏيءَ جو ٿلهو ڪوٽ هميشہ هن جي بدن تي ضرور هوندو هو. ضرورت کان وڌيڪ ڪپڙا ڪونہ رکندو هو. کائيندو بہ سادو کاڌو هو، سنياسين وانگر. جيڪي مليس اُن تي راضي رهندو هو. مرچ مصالح وارن کاڌن، چٽڪن وارن سوادن کان گهٽ پري هو. هڪ سنياسيءَ وانگر جيون گذاريندو هو. ڪٿي بہ ڇهن پنجن ڏينهن کان مٿي ڪونہ ٽڪندو هو. رمتو جوڳي هو. هر وقت سفر ڪندو رهندو هو. هن لاءِ ائين مشهور هو تہ ” هاسل ريل ۾ يا جيل ۾!“

هاسانند جادوگر پنهنجن جادوءَ جي کيلن سان سکيا دايڪ واڪين سان، تڪ بندي رستي هميشه سماجڪ سڌارن جو پرچار ڪندو هو، ساڳئي وقت آزاديءَ جي ڀاونا پڻ پريندو هو. جادوءَ جي کيلن ۾ هٿ جي صفائي هن جو ڪو مٽ ڪونہ هو. گانڌي- نهرو ۽ ٻين ڪيترن اڳوانن کي جادوءَ جا کيل ڏيکاري حيرت ۾ وجهي ڇڏيو هو. هڪ روپئي جي سڪي کي هٿ سان موڙي اُن مان ٻہ روپيا، ٻن روپين کي پاڻ ۾ گسائي چار روپيا ٺاهي ڏيکاريندو هو. وري ڇهن روپين کي ٻنهي هٿن جي مُٺ ۾ ٽرڪائي ٽرڪائي ڏهہ روپيا بڻائي سيني کي واٽڙو ڪري ڇڏيندو هو. ڏسندڙن جي نڪ مان، ڪن مان، ٻانهن مان، خميس جي ڪالر کي ڇهي اُن مان روپيا ڪڍي

نالو : ايسر سنگهہ بيدي.
جنم : شهدادپور، ضلع- نوابشاهہ، ۲۲.۱۰.۱۹۲۷.
ڇپايل ڪتاب : ٽي.
اِنعام : سوتنترتا سيناني طور سرڪاري سنستائن، اڪادمين، ڪاليجن ۽ اسڪولن طرفان سنمانت ۽ اِنعام حاصل ڪيل.
پيشو : رٽائرڊ ريلوي سروس.
پتو : بيدي نواس، بابو محلا، اجمير- ۳۰۵۰۰۱.

ڇاڪاڻ تہ ڪمنصيب جتي بہ ويجي ٿو اتي
سائس ڪمنصيبي پڻ ساڻ رهي ٿي.

هر درد جي دوا دنيا ۾ موجود آهي،
البت مرض جي ماجران مطابق ان لاءِ
محنت ڪرڻي پوي ٿي. ڪمنصيبيءَ کان
نجات حاصل ڪرڻ لاءِ پرشارٿ لاءِ اٽل ارادو
۽ ستسنگ جهڙو ماحول لازمي آهي. گيتا ۾
يوگيراج ڪرشن جي ڪٿيل ''ڪرم'' جو بيو
نالو پرشارٿ آهي.پرشارٿ جي سڦلتا جو
سهڻو، متاثر ۽ زنده مثال اسان جي قوم
''سنڌي'' آهي ورهاڱي جي ڪمنصيبيءَ
اسان جا جيڪي هيٺا حال ڪيا اهي اسان
کان ڳجها ڪونهن. زر، زيور، زمين ۾
خوشحال اسان جي سماج هائيدوس ۾ اچي
ويئي. صدين جي '' اباڻن '' جي پريل
نيٺن سان، بجهيل دل سان ۽ منڊل دماغ
سان الوداع ڪندي ڇاتي ڇجي پيئي.
البت هڪ دلجاءِ دل لٽڻ کان بچائي ورتو
تہ '' جيڪا جڳہ سان، سا اسان سان.'' هن
مصيبت ۾ بہ اسان اڪيلا ناهيون . اسان
ڀارت جي جاگرافيءَ ۽ تواريخ کان اڻڄاڻ
سنڌي، مڙهيل ڪمنصيبيءَ مٿان هنجون
هارڻ بدران '' پرشارٿي'' بڻجي هندستان
جي چپٽي ڪنڊن ۾ ڪاهي پياسين ۽
پرشارٿ سبب هٽي هنڌ ڪيوسين.
ڪمنصيبيءَ جي ڪنڊن کان پاڻ آجو
ڪرائي، سکن جي خوشگوار گلستان ۾
رسياسين. اڄ نہ فقط اسان پنهنجي شخصي
زندگيءَ ۾ سکي ستابا آهيون پر ملڪ کي
بہ انيڪ خيراتي اسپتالون، ڌرمشالائون،
اسڪول، ڪاليج ۽ ڌارمڪ استان جوڙي
ڏيئي جس جا ڀاڳي بڻيا آهيون. اسان جي
ساهت چاهي سياست ۾ ڏنل يوڳدان کان
ڪير بي خبر آهي؟ اسان جي سنتن ۽
گياني جي چنتن، منن ۽ متاثر پرواس نہ
فقط ڀارت پر جڳت جي ڪيترن نر-نارين
جي جيون ۾ جلوو آندو آهي، سندن حياتيءَ
جي سياهيءَ کي روشنيءَ ۾ تبديل ڪيو
آهي.

ڪمنصيبيءَ کي خوش نصيبيءَ ۾
تبديل ڪرڻ لاءِ آدرش انسان، شب چنتڪن
۽ ستپرش جو سنگ پڻ اينترو ضروري آهي
جيترو سياهيءَ کي سيرڻ لاءِ روشندان ۽
جيون جي جياپي لاءِ پنج پدارٿ. سچي
پريرڻا، اونچي اُتساهہ ۽ سچي صلاح لاءِ
ستسنگ يعني يوگير آتمائن جو سمپرڪ
ضروري آهي، جيڪو ڪمنصيب جي
پرشارٿ کي ''يوگير'' مارگ ڏيکاري ٿو،
جنهن تي پانڊيئڙ ي بڻجڻ سان سنڌس
''پرشارٿ'' برنواب پويٺو ۽ سنڌس
ڪمنصيبيءَ کان پلئہ آجو ٿئي ٿو.

ڳپي اونڌي رستي کي اختيار ڪن ٿا ۽
پنهنجي زندگي زيان ڪن ٿا، هنن جي
شناس ختم ٿي وڃي ٿي ۽ هو اُلٽي نموني
ويچارڻ شروع ڪن ٿا جنهن سبب
”ڪبڏيا“ بڻجي خراب پنڌ جا پانڌيئڙا
بڻجن ٿا. ودوانن ان ڪري چيو آهي ته
”بدنصيبي انسان جو مڪمل عقل کسي
وٺندي آهي.“

بدنصيب يا
ڪم ڀاڳي ڪيتري
نه سٺي يا ساراهڻ
جوڳه مقصد سان
ماڳه وٺي پر هردم
سندس پاسا اونڌا
پون ٿا. ڪيترن
ڪمنصيب ڪروڙ
پتين کي ”روڊ
پتي“ ٿيندو اسان پسون ٿا ۽ ساڳي طرح
ڪيترن ڪنگالن کي ڪارون جيان ڪلدار
ٿيندو ڏسون ٿا. اها سڀ نصيب جي بلهاري
آهي. شونيه مان سرجن نصيب جي ياريءَ
جي بلهاري آهي.

آفتن جي ”جيجل“ ڪمنصيبي
آهي. ڪمنصيب بندو جتي به وڃي ٿو اُتي
وپدا سندس پيڇو ڪري ٿي. هو جنهن
ڪاريه ۾ هٿ وجهي ٿو سو سِڌ نٿو ٿئي. آخر

هو نااُميديءَ سبب خراب ويچارن ۾
ٿئيتو. هڪ شاعر سچ چيو آهي ته ”ج
جايي پڙِڪا، وَهان رهي سڙِڪا“ خراب ويچ
سبب هو زواليت طرف ڏڪجي ٿو ۽
ڪنهن ڪم جو نٿو رهي.

ڪمنصيب انسان کي سندس نصي
ته ياري نٿو ڏئي پر سندس يار، مٽ، ما
۽ سِوَجن به ساٿ نٿا ڏين. ان سب
ڪمنصيب وڏي
دکي ٿئي ٿو.
هردم ان سوچ
رهي ٿو ته آخ
سچا سُوَجن ۽
ڪير آهن؟ ه
اندر ۾ ٽُٽي پويتو
هن جي زندگيءَ ۾
سياهي ۽ تلخ اچي
وڃن ٿا جنهن سبب هو ”رُڪو“ ٿي پوي ٿو.
هن جي اُن رُڪائيءَ سبب هو سماج کان چاهي
ساٿين کان گهٽوپري ٿي وڃي ٿو. هن جي
جيون ۾ انڌڪار ڇانئجي وڃي ٿو ۽ ان
انڌڪار سبب سندس پاڇو به ساڻس نٿو
رهي. هو هردم ان سوچ ۾ رهي ٿو ته هيءَ
ويدنا يا پيڙا ڪيئن پاسيري ڪيان؟ سياڻن
ان ڪري سچ چيو آهي ته ڪمنصيب کي
هر هڪ قدم سوچي سمجهي کڻڻ گهرجي

# ڪمنصيبي

## آتمارام گوپالاڻي

هر هڪ انسان کي پنهنجي قسمت يا نصيب هوندو آهي. انسان جو نصيب ۽ پرشارٿ هڏهن ڪنا ٿيندا آهن تڏهن انسان جي زندگي خوشگوار ٿي پوندي آهي. اڪيلو نصيب يا پرشارٿ انسان کي ڪاميابيءَ جي بلنديءَ تي نہ پهچائي سگهندو آهي. سياڻن چيو آهي تہ ويلن جو نصيب ويهجي ويندو آهي، ستلن جو نصيب سمهي پوندو آهي. انسان پنهنجي منزل کي حاصل ڪرڻ لاءِ پل آڪاش پاتال هيٺ مٿي ڪري، پر هيسيتائين قسمت ڪيس ساٿ نٿي ڏئي تيسيتائين انسان جي محنت اجائي وڃي ٿي. ڪمنصيبيءَ سبب جڏهن انسان ڪاميابي حاصل ڪرڻ ۾ نشفل ٿيندو آهي، تڏهن هو نا اُميديءَ جي غُفا ۾ غرق ٿي ويندو آهي، جتان واپس ورڻ تمام مشڪل آهي. ڪيترا گُنهگار نصيب جي ياريءَ نہ ملڻ سبب نراش ٿي ويندا آهن. نراشا آخر کين گناهن جي اونداهين دنيا ۾ سوري ويندي آهي، جنهن سبب هو سماج جا جزا هوندي بہ سماج کان علحدا ٿي ويندا آهن ۽ هميشہ ڪمتريءَ، نفرت ۽ ناراضپي جي جذبن ۾ هيڻ سبب تلخ زندگي گذاريندا آهن.

انسان حقيقت ۾ نڪمو يا نالائق ناهي پر کيس حالتون ان ”ذلت“ تي پهچائن ٿيون. اهڙا گهڻا مثال ماضيءَ ۽ حال ۾ موجود آهن جن مان ڏسي سگهون ٿا تہ ڪيترا ”پرشارٿي“ بہ هيسيتائين کين نصيب ياري نٿو ڏئي تيسيتائين ڪجهہ بہ حاصل ڪرڻ ۾ ناڪامياب ٿيڻ سبب آخر نراشا، پريشاني ۽ گسي ۾

| | | |
|---|---|---|
| نالو | : | آتمارام ساهن داس گوپالاڻي. |
| جنم | : | مو پيديرو، خيرپور، ميرس، ١٦ ـ ١ ـ ١٩٣٧ |
| ڇپايل ڪتاب | : | ني |
| پيشو | : | رٽائرڊ مرڪزي سرڪار جو آفيسر، هن وقت پترڪار ۽ سماجڪ ڪاريہ ڪرتا |
| پتو | : | ٩-اي، هرنام داس سوسائٽي، سڳا ايريا، ڪبير نگر، احمدآباد- ٣٨٢٣٤٠. |

چوندي چوندي ڦول چنا مون، جهول پريم تو ڪاڻ.

ورهاڱي ڪان پوءِ هن دهليءَ ۾ اچي
پوسٽ ٽيليگراف کاتي ۾ نوڪري ڪئي.
سادي سودي گرهستي جيون گذاريندي اوچ
ويچار رکندي هن ياڻ سنڌي سنسار جي
عظيم شيوا ڪئي. ڏاڍي تمنا هئس تہ هڪ
دفعو سنڌ ڏسي اچان پر ڪيترين مجبورين
سبب سنڌ وڃي نہ سگهيو باقي سنڌ جي
شعرن سان سندس سمپرڪ جيئڻ جو ٽيئڻ
رهيو. انهن کي پنهنجون رچنائون
موڪليندو هو جي هو اُتان جي ساهت ۾
شرڌا سان ڇپائيندا ۽ پڙهندا هئا. ڪيس
اچڻ لاءِ وقت بہ وقت دعوت بہ ڏيندا هئا.
ڪين پنهنجا ڪتاب ۽ ليک، پرچا سنڌ مان
موڪليندا هئا جي چمي هو اکين تي رکندو
هو. سنڌ جي تڙپ، سنڌي ٻوليءَ جي آئينده
جي چنتا ڪيس جهوريندي رهندي هئي.
چوندو هو.

سنڌ سنڌين ۾ وسي
سنڌ هِتي سنڌ هُتي.
گنگا جمنا امرت امرت
ليڪن تي تہ سنڌو آهي.
سنڌ لاءِ سڪ ۽ چڪ ڏسو:-

ملڪ ٻڌي تو متيءَ سان نہ مگر ماڻهن سان
سنڌ کي ڪونہ جدائي ڪو سگهي سنڌين کان.

سنڌي شاعريءَ جا پنجڙا ”پنج
ڪڙا“ يعني پنج مصراعون يا سِٽون
ٿينديون آهن. شري پريو وفا اُن تي روشني
وڌي آهي.

اکين ۾ چرکي ٿو هڪ خواب
پسان شل جيون ۾ هڪوار.
سنڌين ۾ ساهت لئہ سڪ ۽ پيار
سنڌين جي هٽ ۾ سنڌي ڪتاب
اکين ۾ چرکي ٿو هڪ خواب.“

هن عظيم شاعر دهليءَ ۾ ڏهين
جنوري ۱۹۸۹ع ۾ چولو ڇڏيو. فيبروري
۱۹۸۹ع ۾ اُديپور ۾ هن تي سيمينار ٿيو.
هن شاعر ڏاڍيون اونهون ۽ گهرن خيالن جون
رچنائون ناهيون. ڪي ڪتاب ٻين ڇپائي
سنڌي جڳت کي ڏنا آهن. پر اڃا بہ سندس
ڪيترو مصالو اڻ ڇپيل آهي. جو اجمير جي
هري همٿاڻي کان پڇي ۽ شري سيرو
”سياه“ سان بہ صلاح ڪري سنڌي
کي ڏجي. هيئنر وري ڪن پائرن
پنهنجين جڙن ڳولهڻ جي تمنا جاڳي
آهي. سنڌي سمپن پائر ڪيترن اسڪولن،
اسپتالن،مندرن،پيائو کولڻ ۽ ٻئي نموني
شيوا ڪري رهيا آهن. پر هاڻي سنڌي
ٻولي ، سنڌي ڪتاب، سنڌي سنسڪرتيءَ
کي زنده رکڻ لاءِ بہ پاڻ پتوڙي رهيا آهن،
انهن جي مدد وٺڻ گهرجي. شاعر تارن جي
ڪٽ تي ليٽي نور مان نغما جوڙيندا آهن.
اهوئي سبب آهي جنهن ڪري سنڌي
شاعريءَ جا سر چشما سڪڻ جا نہ آهن. رڳو
دير آهي. لگن سان، آشا وادي تي لڳي رهڻ
جي، اُدم ڪرڻ جي،زنده دليءَ جي ثبوت
ڏيڻ جي.

مهمان نواز هو. سائين ڪشنچند ”بيوس“
جي جيون تي وڏو اثر هوس. شري هري
دلگير، پرسرام ضيا، گوورڌن ڀارتي، سيرو
”سياه“ ڊاڪٽر هرو مل، پريو وفا، شيخ
اياز، سگن آهوجا، ارجن حاسد، سرڳواسي
لڪراج ”عزيز“، نرمل، ڪومل ۽ اُسرندڙ
نوان نوان ڪلاڪار، فنڪار هنجي سڀاءَ
ڪري ڪليءَ دل سان ويچارن جي ڏي وٺ
ڪندا هئا، هڪٻئي مان پرائيندا هئا ۽ هڪ
ٻئي کي سمجهندا ۽ شرڌا سان ڏسندا هئا.

نارائڻ ”شيام“ پريات جو يا دير رات
جو سناٽي شانت ماحول ۾ رچنائون ناهيندو
هو. هن کي ڪا ايشوري ڏات هئي. جنهن
ڪري هن جي رچنائن ۾ گهٽي ڪاٽ
ڇانٽ، ڀاڃ ڊوڙ نه ڏسڻ ۾ ايندي آهي.
دماغ تي به گهڻو بوجو نه ايندو هوس.
سياوڪ طرح پنهنجي من جا ڀاوَ قلمبند
ڪندو هو. ليڪن لالُ هو. آفيس وارن کي به
لڳا ڪانه هئي، جڏهن ڪيس اوارڊ، انعام
مليا تڏهن خبر پين ۽ ڪيس ڏاڍو شرڌا سان
ڏسندا هئا. هن صاحب کي ”واريءَ ڀريو
پلاند“ غزلن جي ڪتاب تي ١٩٧٠ع ۾
ساهت اڪادمي اوارڊ مليو. ١٩٧٨ کان
١٩٨٧ع تائين مرڪزي اڪادمي جو
ڪنوينر مقرر ڪيو ويو.

سنڌ ۾ پارسيءَ جو اُستاد ٿيو هو بي
اي پارسيءَ ۾ پاس ڪيائين، اُن ڪري اُردوُ
غزلن ۾ به ماهر هو ۽ ڪيترن مسلمان شاعر نه
کيس شرڌا سان ڏسندا آهن. هونئن به
ڪلاڪار ذات پات جون حدون ٽپي ويندو
آهي. هو قدرت ۾ قادر،خلق ۾ خالق ٿي
پسندو آهي. اُن ڪري عظيم شاعر کي
شرڌالو الله لوڪ ڪري مڃيندا آهن. هن
جي شاعري وهندڙ نديءَ جو هڪ سيلاب هو،
جنهن تي ڪو بند نٿو ٻڌي سگهجي.

هن سنڌيءَ ۾ جپاني ”هائيڪو“ جي
ايجاد ڪئي ان نموني غزلن خوب
ڪاميابي پاتي. ڇپان هو ”هائيڪو“ ٽن
مصرائن جو ٿيندو آهي:-

ڇا نه ڀير جي ڇانو
ويحي هڪ نار تي
ڇهنب اُگهي پيو ڪانوُ!

هن جي شعر ۾ خيال جي اُڏام ۽
اونهائي ڏسڻ وٽان آهي.

”آڏيءَ رات ڏٺو مون جاڳي
حد بيحد جي سرحد ساڳي.“

نارائڻ ”شيام“ جون ڪائنات سان
ڳالهيون. هو ڇاتو پسي!
صبح سويري ڇا نه ٽريا، ها سڄا سڄا ٿول؛

# سنڌ، هند جو عظيم شاعر، نارائڻ" شيام "

## نوَلراءِ ٻچاڻي

نارائڻ جو جنم سنڌ ۾ هڪ ننڍي ڳوٺ ناهي قاسم ضلعي نواب شاهه ۾ ٢٢ جولاءِ ١٩٢١ع ۾ ٿيو. هن جي پتا جو نالو ڳوڪلداس ناگواڻي هو. ديوان ڳوڪلداس نوابشاهه جو مختياركار هو. هي سچيار، ايماندار، قابل ۽ سيني جو همدرد هو. جهڙا ڪانگه تهڙا ٻچا. نارائڻ پٽ تي بہ پتا صاحب جي ڳڻن جو گهڻو اثر پيو.

ننڍي ڪان ئي هن جا خيال شاعراڻا هئا. ١٩٣٩ ڪان ئي هن شاعريءَ ۾ قدم رکيو. شيخ اِياز هن کي شاهه عبداللطيف، سچل، ۽ ساميءَ کان پوءِ سنجيدو ۽ پختو عظيم شاعر ڪري مڃيندو هو. هن قدرت جي وڻن، ٽڻن، پکين، پهاڙن، ندين، نالن، واريءَ جي ڍيرن، غريبن جي جهوپڙين، مزدورن جي پگهر، نوجوان شاگردن جي محنت، ڳوٺن جي سادگي، شهرن جي ڳتيل بستين، زالن سان بي انصافي، سنڌ جي وڇوڙي جي پيڙا، عشقي، مزاڪي، روحانيت، ديش ڀڳتي مطلب تہ اوسي پاسي جي ماحول جو سندس جيون تي وڏو اثر هو. هونئن بہ چوڻي آهي تہ ساهت سماج جو آئيندو آهي. جتي نہ پهچي رَوي (سورج) اُتي پهچي ڪَوي. سو هن هر ڪنهن ڏس ۾ قلم هلايو ۽ دل کي ڇهندڙ، ننڍن سَلِيَل سنڌي جملن ۾ غزل، گيت، ڪوتائون، ربايون ناهيون ۽ سُريلي آواز ۾ ڳايون.

نت نيم ست سنگہ ڀڏندو هو. گيتا جي سار ۽ راز مان گهڻو پرايائين. ڪرشن ڀڳت هو. سيني ديوتائن، ديوين، پيرن، پيغمبرن لاءِ شِرڌا هيس. هن جو تخلص "شيام" هو. هن سنڌ ۽ هند ۾ نَون ۽ پُراڻن ليکڪن، شاعرن، درويشن، ساڌن، سنتن مهاتمائن سان نڀايو. سيني جو ساٿي، دوست، پيارو پتا، پيارو پتي. ٻارن سان ٻار، رلڻو ملڻو، يار ويس، نوڪريءَ، ڊيوٽيءَ جو پڪو هو.

نالو : نول راءِ ٻچاڻي.

حي سنجهي رهن شمعبن.

لوڀ ۽ موهہ اهڙا وڪار آهن، جن جي ڳرنتن ۾ ڳالهہ ڪئي آهي. اُڏ کي ڇڏي جو سچي ڏي ڊوڙي تنهنجو اُڏُ بہ وڃي. ليلا سان بہ اِها ڳالهہ لڳي ٿي.

شاهہ ليلا چنيسر سُر ۾ هڪ هنڌ چيو آهي:-

مٽبي ٿي موهجي-هاڙهي ڳيڙيہ هار
ڪوڏين ڪيا ڪيترا-اُنهيءَ ڌر ڌُواڙُ
ٻري ٻيئہ ٻنار-آيئہ ڏنءُ ڏهاڳہ جو.

اهنڪار، مومل ۾ ڪوڻان ڪوٽ پريل هو. پنهنجي حسن شباب جي اهنڪار ۾ ڪيترن ڳڀروُ جوانن کي نيچي نوايو هئائين. ڪن کي ڦري فقير ڪيو هئائين. ڪي تہ سندس فراق ۾ نيم پاڳلن وانگر ڦرندا ۽ رُلندا ٿي رهيا، پر جڏهين راڻي جي ڏهاڳہ جو ڏنگہ لڳس تڏهين سڄو اهنڪار ڇڙُر ٿي وِيس. سهيون سهيون راتيون، اوسِڙو ڪيندي ڇوندي رهي:-

رسن مَ رسڻ ڳهوريو-ڇڏ راڳا ريڏائي.
منهنجي ميت تون ميندرا-عاقل اڳرائي.
لپيٽہ لطيف چوي-ڪامل ڪڇائي.
ڪر معاف مدائي-تہ سودا سڪاڻي ٿيان.

وطن تان ڳهورجي وڃڻ جو سبق، شاهہ صاحب سُر مارئيءَ ۾ ڏنو آهي. مارئي هڪ اڻ پڙهيل ڳوناڻيءَ کي بادشاهہ عُمرُ زوريءَ ڪٽي تو اچي. ڪيس پنهنجي جي پٽ راڻي تيڻ لاءِ زور تو پري.ريشمي ويس وڳن ۽ جڙائوُ زيورن جا انبار اچي تو اڳيان اُڇليس، پر مارئي جنهن ۾ وطن جي حُبّ تہ پريل آهي، جو ڪيهہ منو ئي ڪونہ تو لڳيس، سا بار بار روئي پئي چوي:-

واجهائي وطن کي-آنءُ جي هت مياس.
ڳور منهنجي سومرا-ڪجہ پنواهرن پاس.
ڏح ڏاڏاڻي ڏيهہ جي-ولڙين منجهان واس.
ميائي جيانس-جي وڃي مڙهہ ملير ڏي.

رامائڻ ۾ رگهوڪل ريت ڏيکاريندي چيل آهي:-

رگهوڪُل ريت سدا چلي آئي،
پران جائي پر وچن نہ جائي.

پران وڃن تہ وڃن پر وچن ڪيئن ورائبو؟ شاهہ جي رسالي ۾ اها ريت راءِ ڏياچ پوُري ڪئي آهي. بيجل جي سرود جي سُر تي مست ٿي وڙُ تو ڏئيس:-" ڳهر جهڪي ڳهرٽو هجبئي."

بيجل سندس سِرُ تو ڳهري. راءِ ڏياچ سِرَ بدلي سڄو راڄ پاٽ، محل ماڙيون، ڳرنار جو قِلعو ڏيڻو تو ڪريس. پر بيجل جي اِهائي رَٽَ، سِرَ سوالي آهيان. " آخر راءِ ڏياچ پنهنجن هٿن سان سِرُ وڍِي تو ڏئيس.

شاهہ صاحب هڪ بيت ۾ چيو آهي:-

وڍِ سِرُ ٿي سَرهو-مَ ڪِي آءِ مَ ڳاءِ
ٻاجهڪ! تو مٿان مُلڪہ -مڙيوئي ڳهوريو.

مطلب تہ شاهہ جو رسالو هڪ اهڙو پستڪ آهي جنهن جي هر ٻيت ۾ مانوتا جي ڪا نہ ڪا جهلڪہ پش نظر اچي ٿي.

سچ تہ سنڌين لاءِ شاهہ صاحب جو رسالو هڪ اهڙو ڳرنٿ آهي جنهن جو هر روز پاٺ ڪري پنهنجي زندگيءَ کي صحيح راهہ تي هلائڻ جي پريرڻا حاصل ڪري سگهجي ٿي.

اِنساني سياءَ ۾ اڄائي سستي ۽ ڪاهلي پسبي آهي. جوان پيڙهيءَ ۾ اڄ جو ڪم سڀاڻي تي رکڻ جي عادت عام آهي. اهڙن انسانن کي به شاه صاحب سختي سيکم ڏني آهي:-

ڏُنگي ۾ ڏاٽا-وني وڃهه وکر ڄا.
وير وڙهنديءَ وسيلا-ويحه مَ ويگاٽا.
هيءَ ننڊ نه ڄاٽان-ڪڏهين هٽنديءَ ڪُن ۾.

واپار سانگي وَڙُ ٻاهر هڃي تہ وَنيءَ جو ڪهڙو حال ٿو ٿئي. شاه صاحب اُنهن جي ويدنا ويچاري، ورنن ڪيو آهي. وني ويچاري وسوسن وهيٽي ويني سوچي، گهوٽ راڄا اڪيلو، ڪئن ڪندو هوندو، وقت تي روٽي ٽکر به ملندو هوندس ڪي نہ! سمنڊ جي اٿانگي سفر ۾ سائين! تون ٿي سندس ساٿي ٿڃانءِ. پتِ تي ڪانءُ ويهي لات ٿو لنئي، ٻوڙندي تي اڇي. سوچي تي:- پڪ ٿي پڪ منهنجو منار ٿو اڇي. بار بار پئي چوي :-

تَنَ جِنين جي تاتِ-سي سڄڻ سفر هليا
لئنڇ لات لطيف چي-ڪڏهين ايندم ڪانگ!
ڪنهن سڻائي سانگ- پرين پر ڏيهي ڪيا.

آخر اهو ڏينهن به اچي ٿو- اوسيڙي جو انت ٿو اچي. ساموندي سوداگر ڪتي چتي خير سان واپس ٿو وري، وني‍ءَ واتان واکيو ٿو نڪري:-

جنين ڪارڻ مون-لَڙ پوڃارا پوڃيا
پيتبر اُميدون ٺاب-سي ٿي سڄڻ آئيا.
سُر سُهڻي ۾ شاه صاحب ايشور ۾ آٽاه وشواس ڏيکاريو آهي. ڪيس پڪہ آهي تہ اٽل وشواس سان ڪوبہ مشڪل ڪم آسان تي

پوندو دريہ نشچو اٿس تہ ڀڳوان ضرور اُنه
جي مدد ڪندو جي پنهن جي مدد پا
ڪندا.

دهشت ڏم درياه ۾-جت جايون جانارن.
لکو سنڌو سير جو-مپ نہ ملاڄن.
درندا درياه ۾-واڪا ڪيو ورن.
سڃا بيڙا پار ۾- هليا هيٺ وڃن.
پرزو پئدا نہ ٿئي-تختو منجهان تن.
ڪو جو قهر ڪنن ۾-ويا ڪين وَرَن.
اتي اڻ تارن-ساجڙ سير لنگهاءِ تون.

اَورچ تي ڪنهن ڪم پليان لڳجي
پچا ڪجي، ڳولها ڪجي. لوچي لهڻ جي
اون ڪجي، منزل کي پائڻ جي جيءَ تو
ڪوشش ڪجي تہ پڪ ٿي منزل کي پائبو
پڇتا نہ مُنجهڻان پڇن سي ويڙ. شُجتي
کي صلاح ڏني اَٿائين:-

ڪر ڪو واڪو وسن-ويحه ۾ منڊ پنبور ۾.
چڙهي ڏاڍي ڏونگرين-پير پنهوءَ جو پنس،
ڏورڻ منجهان ڏس- پونديءَ هوت پنهونءَ جو.

اڄ جي جوانن ۾ اورچائي ڄان تان
گهٽ آهي. بنان محنت اُدم ۽ تڪليف جي
سڀ ڪم پورا ڪرڻ ٿا چاهين. ليڪن تو، اها
حلت آد کان هلندي تي اچي تڏهن تہ شر
ڪوهياريءَ ۾، شاه صاحب شسئيءَ کي جيو
آهي:-

اي ڪم ڪميٽين هو-
سمحن پير دُکها ڪري.
لوچن ڪين لطيف چوي-
جاري ٿو هونن
ندان نماڻين ٿي-اوباڻ اين
سي پنهون ٿنوڻ ڀتين-

چباٸبن:-

سوري آهي سينگار - اٿهين عاشقن جو
مڙڻ موٽڻ مٺو - ٿيا نطاري نرواز
ڪسڻ جو قرار - اَصُل عاشقن کي.

اندر ٿي اندر عشق ۾ پئي ٻريو ۽ جُهريو، پر ٻاهر ڀاڦ نہ ڪڍيائين، اندر ٿي اندر پئي اوريائين:-

جي تو سڪڻ سکيو.
تہ ڪاتيءَ پئي مَ ڪنجُھ.
پريان سندي سوُر جو.
ماٺڙين ڏجي نَہ مُنجُھ
اندرِ ايءَ اجنجُھ
سانديج سکائون ڪري.
دِلِ کي سمجھائي چويٿو:-
جي پائبن پريئن مِڙان.
تہ سِڪُ ڇوران ڪيِ ڏاتِ
جاڳڻ جَشن جَن کي.
شڪر نہ ساري رات
اجهي ٻججي آئيا.
وائي ڪن نہ وات
سلي سوُريءَ چاڙِهيا.
ٻيان ڪَنِ نہ ٻاتِ
توڙي ڪُسن ڪاتَ.
تہ بہ سالِي سِلِن ڪيِنڪي.

سندس مجازي عشق، آهستي آهستي حقيقيءَ ڏانهن مائل ٿيو. سندس اندر جي دري کلي. سندس شعر ۾ بہ فرق آيو. سندس اندر اُجاڳر ٿيو. سندس مَنَ سماڌيءَ جو سواد چکيو. کيس آتما جو اُجالو نظر آيو. وِشال من مان وايو منڊل ۾ گونج ٿي:-

آڪِچَو نڊِن مَنہ چوءَ.
چَوندن ڇيو وِسار
اَنَ ٿي ٻِچِر اَدَبَ سين
پر اِهائي پار
پائي منجهن مونن ۾
غربت ساڻ گذار
مفتي منجهہ وچار
تہ قاضي ڪانيارو نہ ٿيئن.

شاهہ صاحب، جوڳين سنياسين جو بہ سنگ ڪيو. سچا سارا ٿي سال اُنهن سان گنجي لڪر رستي هنگلاج ويو. جتي ٿرن ٻرن مان لنگهيو. پهاڙن ۾ پنڌ ڪري پِرن پٽون ڪيائين ۽ گڏو گڏ روحاني راز ۽ دنيا داريءَ جا تجربا بہ پرايائين. انساني سياءَ جا مختلف روپ ڏٺائين. سندس رسالي ۾ لکپت، گرنار، ڪنياڻ، پوربندر، جهونا ڳڙهہ، جيسلمير، قلات، ڪابل ۽ ٻين ڪيترن جاين جو ذڪر اچي ٿو. ڪڏهن ڪڏهين پنهنجي من اندر ٿي ڪچائي محسوس ٿو ڪري تہ شعر ذريعي سندس خيال ظاهر ٿي ٿا پون:-

ڪَچُ ڪَمائيم ڪوڙ - پِئم عهد الله جا.
پهرو جو پاپن جو - سو چونيءَ تائين چوڙ.
معلوم اٿئي موُر - ڳوڙها اَنهيءَ ڳالهہ جو.

# شاه جي رسالي ۾ مانوتا

نارائڻ محبوباڻي

خانداني سنسڪارن جو اولاد تي اثر
رهي ٿو، اِها ڳالهه مهاڀارت جي زماني کان
ئي سِڌ آهي. ايمنيو جو چڪرويوه ۾ گهڙي
وڃڻ اُن ڳالهه جو پڪو پرماڻ آهي.

شاه عبداللطيف کي بہ شاعري ورثي ۾
ملي هئي. هو ڄمندي ڄام هو. سندس ڏاڏو
شاه عبدالڪريم بلڙيءَ وارو بہ سنو شاعر ٿي
گذريو آهي.

شاه نہ صرف سنڌ جو سرتاج شاعر، پر
هڪ الله لوڪ سچو فقير بہ هو. سندس رسالي
ڏانهن نظر ڦيرائبي تہ اُن ۾ مانوَتا ڪوٽان
ڪوٽ ڀريل نظر ايندي. سندس هڪ هڪ
بيت مان انسانيت لِيا پائيندي ڏسبي.
اِنساني من جي هر مرض جي دوا اُن ۾
موجود آهي.

ننڍپڻ کان ئي سندس لاڙو پڙهائيءَ
ڏانهن نہ رهيو. انساني سُياءَ جو اِهو موز
کهڙي سهڻي نموني چٽيو اٿائين:-

اکر پڙه الف جو-ورق سڀ وِسار
اندر لَڦن اجار-پنا پڙِهندي ڪيترا؟

سيد خاندان ۾ پئدا ٿيو هو. جوانيءَ
۾ پيرُ پاتائين تہ هڪ ڏينهن پڻس
ناچاڪائيءَ سبب ڪيس، ارغون مرزا مغل
بيگہ جي ڏيءُ کي جهاڙ ڦوڪہ ڪرڻ لاءِ
موڪليو. ڇوڪريءَ جو حُسن ۽ جمال ڏسي
شاه پنهنجي سُڌِ ٻُڌِ ڀلائي وينو. بي سافتہ
سندس وات مان نڪري ويو:-

جنهنجي آڱر سيد هٿ ۾،
تنهن کي لَهِرَ نہ لوڏو.

عشق جيڪا آنڌ مانڌ پئدا ڪيس ۽
ارغونن جي دشمني جا سندس غلط هلت
ڪري نصيب ٿي اُن ڪان متاثرُ ٿي

---

| | | |
|---|---|---|
| نالو | : | نارائڻ آسومل محبوباڻي. |
| جنم | : | ڳوٺ- آراضي، تعلقو-سيوهڻ، ضلعو-دادو، ١٩٢٢.٣.١٧. |
| ڇپايل ڪتاب | : | هڪ. |
| اِنعام | : | الڳہ الڳہ سنڌي سنستائن دواران سنمان. |
| پيشو | : | پنهنجو ڌنڌو. |
| پتو | : | معرفت سواستڪ ريڊيو ڪمپني، ۴، جواهر مارڪيٽ، نئي سبزي منڊي، ڪوٽا-٣٢٤٠٠٦. |

لاءِ بہ اهڙي ڪلاڪاريءَ سان ڏيسي، هر قسم
جي ميڊيا کي پاڻ موڪلو آهي. ٻيءَ حالت
۾ پيٽنائڻ کان سواءِ ڪجهه ملڻو نہ آهي.

سينسر بورڊ کي بہ درست ۽ چست ٿيڻو
پوندو. ٻيءَ صورت ۾ انهيءَ جي فرض
ادائي ۾ ڪوتاهي، سندن لاءِ آلوچنا،
بدنامي پيدا ڪندي. اخلاق کان پاڻ تہ
ڪرندا پر سرڪار ۽ سماج کي بہ ٻوڙي ۾
وجهندا. هر ڪا نئين ڳالهہ ٻاهرئين، سٺي
آهي- پر پنهنجي پراڻي چيز مدي خارج
آهي. اِها اڄ ڪالهہ جي سوچ ٺيڪ ڪانهي.
ديش جي حالتن موجب سوچي سمجهي،
جا ڳالهہ صحي ۽ ٺيڪ آهي تہ اها لاڳو ڪرڻ
۾ ڪو هرج ڪونهي. پر بنا عقل جي نقل
ڪرڻ نالائقي آهي. جنهن مان فائدي جي
بدران آلو هاني پهچندي. بورڊ کي ٻين
جي سٺي ارادن، ڀاونائن، ويچارن، ريتين
رسمن وغيره کي بہ جوڳي جاءِ ڏيڻي پوندي.
هرويروپنهنجي ڳالهہ کي اگرائي ڏيئي
پاڻ کي ئي معتبر سمجهڻ ، اِها
ڊيموڪرسيءَ جي ورود ۾ آهي. سندن اِهو
فرض آهي تہ پاڻ فلم اِنڊسٽري سان
سنبندت اناسار سان ۽ پڻ سماج سان پورو
پورو سهيوگ ڪري. ساڳ وني ديش جي
ڀلائيءَ جو پروگرام پاس ڪن. جنهن ۾ ئي
ايمانداري ۽ لياقت سمايل آهي.

سرڪار کي بہ گهرجي تہ سينسر بورڊ
۾ ساڳئي وقت سوارٿي ٽيڻون تي ، اَيڪشن
لڳائي ۽ تکي نظر رکي. جيئن آفيسرن سان
ملي ٻگت ڪري بورڊ وغيره واسطو رکندڙ
اڌڪاري عوام سان کلواڙ نہ ڪري سگهن.
جنهن ۾ نئي پيڙهي بگڙجي پوي. سرڪار
بہ پنهنجي جوابداري محسوس ڪري قدم
کڻي. نہ تہ اِن جي بہ گهٽتائي آهي ۽
حڪومت حلائڻ جي يوڳيہ نہ سمجهبي. ان
جو ٻاٻو ٻڏو تي تماشو ڏسڻ ٺيڪ نہ آهي.

محلائن، وديارٿين، سماج سيوڪن،
واپارين، ودوانن ۽ ديش جي گهٽگهرن کي
بہ ان ڳالهہ ۾ اکيون ٻوٽي نہ وهڻو
آهي.جيڪڏهن اهي بہ جاگرتي پيدا نہ
ڪري مات ڪري وهندا تہ سماج کي پوڻٺو
پوندو. جنهن ۾ سندن کي ئي صدمو
پهچندو ڇاڪاڻ تہ اهي ئي سماج جا هڏ
ڏوکي آهن.

اسان کي گهرجي تہ هر قسم جي سکيا
ڏيندڙ چئنل تي خاص ڌيان ڏيون ۽ بيهودين
چئلن ۽ فلمن کي نظرانداز ڪري نہ
ڏسون.انهيءَ ۾ ئي اسانجو آئينده روشن
آهي. سڀ ملي ڪري هن خرابيءَ کي دور
ڪنداسين، تہ پڪہ سمجهو تہ نئي پيڙهي
پنهنجي پٽ تان نہ ڪرندي. ديش هوئي
پلو ٿيندو.

فساد ڪرائي قومن ۽ ملڪن ۾ لڙايون
ڪرائي. پر اِهائي زبان منڙي دشمنن کي
ملائي، قربدارن کي قائم دائم ڪري،
پراون کي پنهنجو ڪري ٿي. اهڙيءَ طرح
اسان کي منڙي زبان سان ڪم وٺڻ گهرجي.
سنائي ڪندڙ سندر، وڻندڙ، ڀلائي ڪندڙ
پروگرام ڏسڻ گهرجن، ڏيکارڻ گهرجن ۽
ٻڌڻ گهرجن. باقي خلافت ۽ خرابي ڪندڙ
پروگرام نہ ٻڌڻ گهرجن نہ ڏسڻ گهرجن نہ
وري ڏيکارڻ گهرجن. اِنهيءَ ۾ ئي سيني
جي ڀلائي آهي.

اسين جڏهين چريتر، وقت، اکيون،
ڏن ۽ شڪتي فلم اِنڊسٽريءَ ۾ لڳائي رهيا
آهيون تہ پوءِ هروڀرو پاڻ کي ۽ نئي
پيڙهيءَ کي خراب خوار ڇو ڪريون؟
نقصان ڇو سهون؟ قوم کي ڇو ڪيرايون؟
سماج کي ڇو بدنام ڪريون؟ اِنهيءَ ڪري
اڇو تہ سڀ ملي ڪري، پنهنجا پنهنجا
فرض پاليون تہ پڪ سمجهو تہ دوردرشن اڄ
اسان لاءِ، جو پنن جو ڪارڻ بڻجي رهيو
آهي، اُن کي وردان ۾ بدليون.

گهرن جي ڀاتين کي اهو ڏسڻو آهي
تہ اسان پنهنجن ٻارن کي ڪهڙا درشيہ
ڏيکاريون ۽ ڪهڙا نہ. سکياد ايڪ ۽ ٻيو
ناليج وڌائڻ وارو ڪاريہ ڪرم ڀلي خوشيءَ
سان ڏيکارجي. پر ٻئي واهيات پروگرامن
تي ڪڙي نظر رکجي. اهڙو پروگرام پاڻ
نہ ڏسجي جيئن اسان جي آدرش جو ٻارن
سماج تي اثر پوي. نئي پيڙهي پاڻ غل
رستو نہ وٺندي.

فلمي ڪلاڪارن ۽ فنانسرس کي ٻ
پنهنجي لوڀ لالچ ۽ هٻچ کي پاسيرو رکي
سماج-ديش ۽ اِنسانيت لاءِ ڪجهہ تياڳ
ڪرڻ گهرجي. اُنهيءَ ۾ ئي ٻين سان گڏ
سندن بہ فائدو ۽ لائقي آهي. اُنهن مان ڪن
جو چوڻ آهي تہ مار-ڪاٽ، هنسا، اُگهاڙپ
جو مصالعو نہ وجهبو تہ فلم اِنڊسٽري نہ هلي
سگهندي. سندن اهو ترڪ صحي نہ آهي.
ڏسڻ ۾ ايندو تہ سماجڪ، ڌارمڪ، اتهاسڪ
۽ گهرو ۽ سنسڪارت پئدا ڪندڙ فلمون
پاڻ وڏيڪ ڪامياب هليون. راماڻ،
مهاڀارت، اوم نمهہ شوايہ ۽ ڪئي ٻيون
پڪچرس ڪيترا مهنا ۽ سال هليون. پئسا
بہ جام ملين. نالو بہ ڪمايائون. همت تي
مردان، مددي خدا. پاڻ ۽ نئي پيڙهيءَ جي
صدقي سچائي ڏيکاري. ڪلا کي نغاري
همٿ ڏيکاريون تہ اِنسان ذات جو ڀاڳ اوچو
ڪري سگهجي ٿو. هر ڪينر جي جاڳرتي ۽
نرماڻ ڪري ڪلاڪار پنهنجي عزت، مان،
شان ۽ قابليت کي چار چاند لڳائي سگهن
ٿا، ۽ اهو سندن فرض آهي جو هنن کي پالڻو
پوندو. جهڙيءَ طرح ٽي ويءَ ۽ ميڊيا
ڪارگل لڙائيءَ وقت ديش ڀڳتي جاڳائي
ديش جو ڀاڳ اوچو ڪيو. تهڙيءَ طرح اڳتي

خطرناڪ استتيءَ ۾ پهچائي ڇڏين. حادثا
۽ نقصان پهچائي انسان ذات جو اگر تگر
ناس ڪبو ڇڏين.

تنهن ڪري دوردرشن جي پنهي
پهلن ني سوچ ويچار ڪري اُن جي ڪمين
پيشين ۽ نقصان کي روڪڻو آهي ۽ ان جي
شڪتيءَ مان گيان وگيان جو فائدو وٺڻو
آهي. بگاڙجڻ کان بچڻو آهي. نئين
پيڙهيءَ کي اُنهيءَ ڦير مان ڪڍي
پنهنجي سماج کي سڌارڻو آهي. دوردرشن
جي ذريعي هر هڪ کيتر ۾ ڪيئن وڌڻو آهي
۽ ان مان جيون ڪهڙي طرح ناهڻو آهي،
اُن تي ڌيان ڏيڻو آهي. هيءَ حالت ۾ پتن
ٿيڻ ۾ دير ڪانهي.

مهاتما گانڌي چوندو هو تہ ”ڪوڙ ،
برائي، نندا وغيره خرابيون نہ ٻڌو، نہ ڏسو ۽
نہ چئو.“ اِنهيءَ چوٽي ۽ سڌانت کي
خبرداريءَ، هوشياريءَ ۽ سباڻپ سان
اپنائي، ٽي ويءَ جو سد اُپيوگہ ڪنداسين
تہ اُن مان ڪافي ڪجهہ برائي پاڻ، سماج
۽ ديش کي ترقيءَ جي راهہ تي پهچائي
سگهجي ٿو. ارٿات جن گالهين، درشين،
جهڙوڪہ اجائي مار ڪُٽ، بي هودي
سيڪسي اُگهارپ، اخلاق کان ڪيرائيندڙ
درشيہ ۽ ڊائلاگہ، هنسا، سنتن ۽ مهاتمائن
لاءِ اپمان جنڪہ گفتا. سماج-ديش کي
ڪيرائيندڙ سين؛ جنهن بہ فلم وغيره ٽي

وي ۽ ٽاڪيزن ۾ لڳل هجن، اُنهن کان پاڻ
۽ ٻارن کي بچائڻ گهرجي. اُنهن سيني جي
خلاف آواز هر مورچي تي اُٿارڻ گهرجي.
اهڙين فلمن، ٽاڪيزن، ٽي سگهي تہ اُن ۾
ڀاڳہ وٺندڙ مکيہ ڪلاڪارن جو هر طريقي ،
هر نموني يعنيٰ سماجڪ ڪورٽ ڪچهريءَ
۾ مقابلو ڪجي. سينسر بورڊ ۽ سرڪار جي
خلاف آندولن ڪڙو ڪجي. مٿين خرابين کي
وڌائڻ وارن جو سماجڪ استر تي بہ
بحشڪار ڪرڻ گهرجي. جيئن هنن جي
ويچارن ۾ ڦيرو اچي. دوردرشن يا فلمن مان
خراب يا سلو ٿيڻ پنهنجن هٿن ۽ سماج جي
وس ۾ آهي. باقي ڌارين کي ڏوهہ ڏيڻ
اجائي آهي.

اڄ اِهو هلڪو ۽ ننڍو پردو سوچنا،
سکيا، وندر، گيان-وگيان، سماجڪ
جاڳرتي، ڌرم جا سڌانت ۽ سُنايون، ديش
ڀڳتي پيدا ڪرڻ، چريتر سازڻ، واپار-وڻج
وڌائڻ وغيره انيڪ وشين جو ماڌيم يا ساڌن
آهي جنهنجي سدا اُپيوگہ سان سنسار جي
ملڪن ۾ پاڻ کي عزت ۽ آبروءَ سان ڪڙو
ڪري سگهون ٿا.

چوندا آهن تہ زبان آهي ننيڙڙي پر
آهي وڏهہ حي گُنيڙڙي. اِهائي زبان ڇانوَ ۾
وهاري ۽ اهائي زبان اُسَ ۾ وهاري. زبان گ
ندي آهي تہ ڪيترا مٽ-مائٽ، دوست-
سڄڻ جدا ڪرائي. ڪيترا جهيڙا- جهڳا

# دور درشن

ماستر گيلارام رائچنداڻي

دور درشن جي ڪري نئي پيڙهي -نوجوان اڪثرپنهنجو سڀ ڪجهہ وڃائي پرشٽ مارگہ تي تڪڙو هلي رهيا آهن. اِهو بہ سچ آهي تہ نوجوان پيڙهيءَ کي دور درشن نرڪ جي طرف ڌڪي رهيو آهي. اُنهن جا قدم ڀڄڪاءَ ۾ وڌي رهيا آهن. وين چئلينن تي پارنپيہ سنسڪرتي، سڀيتا ساهتيہ، ڪلا، سوديشپٽي، آچارن- ويچارن، پهراوَ، رهڻين- رسمن، واپار وڻج وغيره هر هڪ وشيہ تي هر گهڙيءَ آڪرمڻ ٿي رهيا آهن. اِهي حملا ڪجهہ پنهنجي ديش واسين ۽ ٻيا انيڪ وديشي سوارٿي ملڪن جا آهن. انهن شڪايتن ۽ ڳالهين ۾ ڪجهہ ڪافي وزن آهي. جنهن ڪري اِهي دور درشن جي پرڀاوشالي چڪر ۾، ڀرم ۾، جڪڙجي وچتر ڪاريہ ڪري رهيا آهن. جن مان ڪجهہ شرمناڪ بہ ڏسڻ ۾ ايندا آهن.

پر اُنهيءَ مان ٻچي ٻچي پاسو ڪج
يا پلاڻين ڪري هليو وڃجي. اِهو ٺيڪ
آهي. اِنهيءَ جو ٻيو پاسو بہ ڏسڻو آهي
جنهن کي نظر انداز ڪرڻ ڏکيو آهي ۽ ن
ڪرڻ گهرجي. هر هڪ چيز، ڳالهہ
پرستني، پدارٿ ۽ ويچار جا ٻہ پهلو هوندا
آهن. هڪ پازيٽوِ ۽ ٻيو نِگيٽوِ. فائدي واري
پاسي کي سوگهو جهلي واڌارو-سڌارو ۽ پلو
ڪبو آهي. ٻِئي نقصان واري طرف کي
خبرداريءَ سان ڇڏي ڏبو آهي.

ٽيِ-ويءَ مان فائدا بہ آهن تہ نقصان بہ آهن. باهہ، لائيٽ ۽ هٿيارن وغيره مان سياڻا ماڻهو لاڀ پرائيندا آهن. باهہ مان روٽي پچائين، لائيٽ تي گاڏيون ۽ ڪارخانا هلائين. هٿيارن سان ديش جي سنڀال ڪري رکشا ڪن. ٻيءَ صورت ۾ لاپرواهي ۽ غلط استعمال جي ڪري پاڻ، سماج ۽ ديش کي

| | | |
|---|---|---|
| نالو | : | گيلارام رائچنداڻي. |
| جنم | : | ڳوٺ-ٻلال، مورو ضلع نوابشاهہ، ١٩٣٠.١١.١٦. |
| پيشو | : | رٽائرڊ هيڊ ماستر. |
| پتو | : | ٢٧٦/٣٦-اي، نوسنت هردا رام، بئراڳڙه، ڀوپال. |

قاسم سنڌ تي حملو ڪيو تڏهن اهڙي ڪا حالت پيدا ٿي جو محمد بن قاسم لوبهم ننڍي ۽ ٻه پالي پهچي وارو هيو. پر اُن محل ڪنهن جاسوس اچي کيس ٻڌايو تہ سنڌ وارن جي جا مکيہ ڪمزوري آهي سندن الڏوشواس، سو آهي ديوي۽ جي مندر جو جهنڊو. جيستائين اهو جهنڊو ڪنهڙي طرح ہہ ڪيرايو ويو تہ هندو سينا ٻچي ويندي. محمد بن قاسم اِئين ئي ڪيو تہ سندس ليل واري هار جيت ۾ بدلجي ويئي. ڇو تہ جهنڊي کي ڪيرندو ڏسي ڪري سنڌ جي هندو سينا هن الڏوشواس جي ڪارڻ ولي ٻئي سمجهائون تہ ديوي اُنهن تي ناراض آهي. اُن ڪري جا ليو تہ مندر نہ فقط هندن جي جيت هار ۾ بدلي ڇڏي، ماڳهين سنڌ کي ڀارت ۾ اسلام جي اچڻ جو دروازو لاهي ڇڏيو، ۽ پاڪستاني سنڌ کي اڄ بہ باب اسلام چوندا آهن. توڙي حقيقت ۾ محمد غوري ئي هو جنهن اسلام جي ڀارت ۾ پيڙهہ ٻڌي وڌي.

☐ هن واقعي کان ٻہ صديون پوءِ يعقوبي تہ سن ۸۹۱ع ۾ ال استوري لکيو آهي تہ ملتان ۾ هڪ مورتي هئي جنهن جي پوڄا لاءِ دور دراز ڏيهن کان هر سال ججهي انداز ۾ هندو ايندا هئا. جڏهن ملتان جي عربن تي هندو حملا ڪندا هئا يا وري اُنهن سان جنگ ڪندا هئا، تڏهن اُهي عرب اُن مورتي کي اڳتي ڪري مورتي۽ کي ڀڃڻ جي ڌمڪي ڏيندا هئا يا جلائي ڇڏڻ جي ڌمڪي ڏيندا هئا. اُن ڪري هندو واپس هليا ويندا هئا. اُن مان ظاهر آهي تہ هندو انڌوشواس جي ڪري موٽي ويندا هئا ته متان مورتي ڀڄي پوي ته انرت ٿي ويندو. هندو ڌرم جو پهچ ڪلجي ويندو. اُنهن اهو سوچڻ جو ڪشٽ ڪونہ ورتو تہ جيڪڏهن مورتي ٽوڙڻ جو پاپ اصلي لڳندو تہ اُنهن مورتي ڀڃيندڙن عربن کي ۽ نہ هندن کي، پر جڏهن عقل تي انڌوشواس جو پڙدو چڙهيل هوندو آهي تہ اهڙي ڳالهہ سوچڻ تہ دور رهي ماڳهين خواب ۾ بہ نہ اچي هون۽ بہ نہ چوندا آهن،"وناش ڪالي وپريت ٻڌي."

☐ تازو بہ ائين ئي ٿيو. پاڪستان جي حاڪمراني ڀارت جي اُن ڪمزوري۽ کي تاڙي ورتو تہ گڏريل گهڻن سالن کان ڀارتي برف جي ڪرڻ ڪري هر سال سپٽمبر کان اپريل تائين ڪارگل، بالٽڪ وغيره ايراضين کي ايشور آسري ڇڏي وڃي وادين ۾ شکي تا ٿين ۽ ڀارتين جا بنڪر وغيره اهڙي طرح لاوارث ٿا رهن، اچي والاريائون ۽ وري گڏريل مئي مهني ۾ جنگ ڇڙي. جنهن ۾ پاڪستاني ٻہ پائي ڦاٻطي جي لبڪ کان پنهنجي پاسي پڇي ويا. هي۽ پاڪستان جو پنجون دفعو حملو هو.

سن ۱۹۷۱ع ۾ بہ ڀارت جي بيپرواهي ڪري پاڪستان اوچتو هوائي حملو ڪيو ۽ سندن هوائي جهاز ويندي گواليار تائين لنگهي آيا. اهي ئي ڪمزوريون آهن جو دشمن هميشہ تاڙ ۾ تو رهي. ۽ پڇاڙي۽ ۾:

" تاريخ مان جي سبق سکياسي،
پڪ هارائيندو پاڪستان.
التماس اسانجو آئينو آهي،
ڏسو آئينو پنهنجو پاڻ."

فقط هڪ دل کي راحت ڏيندڙ ڏند
ڪٿا''فتحنامو'' آهي. هي فتحنامو عرب
۽ مسلم جي وڏائي جي آکاڻي آهي. ٥٠٠
سال پوءِ لکي ويئي ۽ نوڙي اچا منگول
ٺهراڻا هئا. مذهب اچا قايم آهي. اُن ڳالهه
۾ ڪوبه نئون ۽ سنو سنسڪار ڪونهي.
ڪنهن چريتر جي ڪنڌ ڪونهي ته انهن
سنڌ جي هڪ وڏي سامراجيه کي ناس ڪيو.''

مسلم حملاورن کي مندرن جي لُوٽ
مان ملڻ وارو ڏن، هيرا، جواهرات ، سون ۽
چانديءَ جا جيڪي تفصيل مسلم ليکڪن
جي ڪتابن ۾ ملن ٿا، اُهي تفصيل اُن ڳالهه
جو ثبوت آهن ته انيڪ مندر يارت جي رزرو
بئنڪ وانگر هئا. اُنهن جي ايتري
شاهوڪاري ئي هند ئي سنڌ جي تباهيءَ
جو ڪارڻ رهي آهي. مندرن جي
شاهوڪاريءَ جي جهلڪ هينئين تفصيلن
مان ملي ٿي.

☐ محمد بن قاسم کي هڪ مندر مان
سون جي هڪ مورتي ملي جا ٢٣٠ مڻ ياري
هئي. ديگين مان ١٣٢٠٠ مڻ سون نڪتو.
هي سڄو سون دمشق پهچايو ويو(آئينا-
حقيقت، نئون، باب پهريون، اڪبر شاهه
نجيب، صفحه ٩٢).هي ڪجهه ٿوڙي ۾ تفصيل
آهن. جن مان يلي يانت اندازو لڳائي
سگهجي ٿو ته سنڌ جي مندرن ۾ ڪيترو ڏن
ڪنو ڪيل هو. اڄ به تِروپتي (دکڻ هندستان
۾) جهڙا وڏا وڏا مندر آهن. جن جي بجيٽ
ڪروڙن ۾ آهي ۽ اٿين هڪ هنڌ ڪني ڪيل
ايترو ڏن دولت ڏسي ڪنهن جو نه من
للچائيندو. اُنير ڪو وڏاءُ ڪونهي.

☐هندن کان سواءِ ٻين کي سنسڪرت
ٻوليءَ ۾ '' يَوَن '' شبد آهي. اُن ڪري
سڪندر اعظم ۽ سندس لشڪر کي يوناني
سڏيو ويو. نوڙي اُنهن کي گريڪ لوڪ ب
سڏيو ويندو آهي. هيءَ ته ڳالهه ٿي عيسيا
کان انڪل ٣٢٦ سال اڳه جي. ''يَوَنَ '' جو
سنسڪرت گرنٿن ۾ مطلب آهي، اُهي
جيڪي هڪ هزار چنڊالن جي برابر جڏهن
ڪِهه هڪ چنڊال کي اپوتِر ڪري ليکيو ويو
آهي ۽ ڪيس مندر ۾ گهرڻ جي سخت منع
آهي ۽ سندس صرف ڇُهاءَ سان مندر اڇوت
ٿيو پوي ته اُتي هڪ ''يَوَن'' جي ڇُهاءَ سان
مندر جي ڇا حالت ٿي هوندي. اِهيئي ۽
اهڙيون ئي گهٽڻ ئي قسمن جون هندن ۾
خرابيون آهن ۽ اُن وقت به هيون. جنهن
ڪري اُنهن رزروِ بئنڪ نمان مندرن کي
پنهنجو پاڻ لٽيرن جي حوالي ڪرڻ پل
پوءِ گريڪ يا مسلمان هجي يا ڪو ٻيو
'' يَوَن''. پر اپوترجو ٿيو، ڇو ته هڪ هزار
چنڊالن جي برابر جي جو ٿيو. اُن ڳالهه مان
اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته مندرن جي
ڪهڙي حالت ٿي هوندي. ڦُرلُٽ ٿي
هوندي، توڙ ڦوڙ ٿي هوندي! اُنهن هندن
جي ڪمزورين ۽ اوڻاين ڪري ڇڻ عربن کي
دعوات نامو مليو ته اڃي ڪاهه ڪريو ۽ لٽيو
۽ ڪُنو.

هن چند ڇاڻ ڪرڻ کان پوءِ ٻن
ڳالهين جي ڇاڻ پوي ٿي. هڪ ڏن دولت
۽ ٻيو ڇوت ڇات جهڙا انڌوشواس ۽
اُنڪانسواءِ ٻيا به ٻين قسمن جا انڌوشواس
جي گهٽڻ ئي قسمن جا هئا. جن عوام جي
بہڪوشش ونڻ کي بہ گرهڻ لڳائي ڇڏيو.
هينئين اهڙن ڪجهه انڌوشواس جي به مکيه
ڪمزوريون هيون ورڻن ٿو ڪجي.

☐ سن ٧١١ع ۾ جڏهن محمد بن

واري پرچي ۾ پنهنجي هڪ رچنا 'پريان منارا' ۾ هڪ هنڌ لکي ٿو.

" ( اسلامي) مذهب ماضي کي لڙي ڇڏيو ۽ جڏهن ماضي ۽ کي ائين ڪڍيو ويو ته اِتهاس کي ياري ڏڪ لڳو. اِنساني وهنوار ۾ سني وهنوار جا ويچار وڏيڪ ڏڪ کائيندا، مان جڏهن پاڪستان ۾ هوس، اخبارن ۾ اهڙيون رچنائون ۽ رپورٽون اچي رهيون هيون جيڪي عربن جي سنڌ کٽڻ جو ساليانو جشن منائي رهيون هيون. يارت اُپ کند جو هي پهريون ڀاڱو هو جنهن کي عربن کٽيو هو. اهو عبسي کان پوءِ الين صدي جو شروعاتي دور هو. سنڌ سامراجيه - هڪ اٿاهه ايراضي تائين ڦهليل هو. جنهن ۾ افغانستان جو ڏاکڻو اڌ اچي پئي ويو. ڏاکڻو اڌ پاڪستان به اچي ٿي ويو. اُن وقت هندو- ٻوڌي سامراجيه هو. برهمڻ سڄ پڄ ٻاهرين دنيا کي ڪونه سڃاڻو هو. ٻوڌي وري پئي جي جان ولڻ ۾ وشواس ڪونه رکندا هئا. هيءُ هڪ اُهو سامراجيه هو جو جڻ اُن انتظار ۾ وينو هو ته ڪو اچي ۽ کيس کٽي.

حو عربن جي گادي هي هنڌ کان ڪافي پري هو. اٿاهه ٻبابان پار، ڇهه ست دفعا حملا ڪيا ويا.

آخرين سنڌ جي فتح عراق کان پبرين پنڌ شروع ٿي. جنهنجو وڏو هو، حجاج،جو عراق جوگورنر هو. مان پڪ تو ڏيان ته هو ياڳوان هئا. عربن جو سنڌ کٽڻ جو اِرادو ۽ هيءُ حبت اُن وقت ئي ويچاري ويئي هئي. حبئن ئي هن مذهب پبر پشتا ڪيا،فتح ڪرڻ مقصدهمشه اهوئي رهيو آهي. "ٻانها ۽ ڌن" نه ڪِه اسلام جو پرچار، ۽ جڏهن آخر ۾ حجاج کي سنڌ جي راجا جو سر مليو ۽ گڏو گڏ سنڌ جا ٢٠٠٠٠ هزار سنڌي ٻانها ۽ سنڌ جي لوٽ مان پنجون حصوجو دين جي اصولن موجب مقرر ٿيل هو هن پنهنجو مٿو ڌرتي ۽ تي رکيو ۽ خدا جي شڪرانئي لاءِ سجدا ڪيا ۽ ٻه دفعا نميو اهو خدا کي چوندي "مونکي اُهي سڀ خزانا مليا آهن. ڪليل يا پوريل ۽ ٻي ملڪيت ۽ دنيا جي بادشاهت، ڪوفعا جي شهر ۾ هڪ مشهور مسجد هئي. حجاج اُتي به ماڻهن کي سڏايو. اُتان هن اُنهن کي ٻڌايو، "خوش خبرون ۽ خوش نصيب سبريا ۽ عربستان جي ماڻهن کي جن کي مان سنڌ جي جيتڻ تي مبارڪون تو ڏيان ۽ اٿاهه خزاني جي حاصلات تي پڻ . جنهن کي ڏٺي سڳوري مهرباني سان توهان مٿان وسايو آهي."

مان هي حوالو ١٣ صدي ۽ جي فارسي ۽ ۾ لکيل ڪنهن ڪتاب جي ترجمي مان تو ڏيان. جنهن جو نالو آهي چچنامو. هي ۽ ئي هڪ ڏارا آهي جا مکيه طرح سنڌ کي فتح ڪرڻ جي باري ۾ ٻڌائي ٿي. عجب اِن ڳالهه حو آهي نه آَج ڪلهه جو جڻ لکيل پيو لڳي چو ته سنو ۽ تڪڙو بڌايل آهي. جنهن ۾ وڻندڙ وستار ۽ ڳالهه ٻولهه آهي. هي (چچنامو) خطرناڪ ڪهاڻي تو ٻڌائي، اُن ڪوس ۽ خزاني جي ڦرلٽ جي،عربي لشڪر کي هٿي ڏني ويئي ته پل ڏينهن جا ڏينهن ڪوس جاري رکي ۽ سنڌ جي هر هڪ شهر جي هار کان پوءِ هٽ ڪبل ڦرلٽ جو مال سپاهين ۾ ورهايو ويو ۽ اُن ڦرلٽ جي پنجين پتي خليفي لاءِ پاسيري رکي ويئي. پر فارسي ليکڪ لاءِ - آکاٽي جا فتح جي ٥٠٠ سالن کان پوءِ لکي ويئي-

# ڪارگل تي ڪاهه، سنڌ تي ڪاهه

## لڇمڻ ڪڪريجا 'مسافر'

اسلام جا پوڄاري ستري هار نہ ڪائيندا آهن. هنن جو هڪڙوئي مقصد اتهاس ۾ بہ رهيو آهي، ''ورائي ڪوشش ڪر''. ۽ هو ان ڳالهہ ۾ شرم محسوس ڪونہ ڪندا آهن.' هو مار ڪائي وري پٺتي ويا، هوُ پني ڏئي پٺتي ويا' هو وري ايندا آهن، وري وري ايندا آهن. پر ايندا ضرور آهن. ڪهڙا بہ طريقا اپنائي ڪاهون ڪندا آهن. حملا ڪندارهندا آهن. مڙندا ڪونہ آهن. وري وري منهن ڪڍندا آهن، وري وري منهن ڏيکاريندا آهن ۽ ائين آخر جيت حاصل ڪندا آهن. ڀارت، اسان جو ملڪ ڪمزور ڪونهي. ڀارت ۾، اسان ڀارتواسين ۾، اسان هندن ۾ ڪمزوريون آهن. جن جو هي حملاور ڏيري ڏيري اڀياس ڪري ڪمزورين کي حاصل ڪن ٿا ۽ حملا ڪندي آخر جيت حاصل ڪن ٿا. اهو اُنهن جي دماغ ۾ بہ ائين آهي. مسلمان هميشه سنڌ کي باب - ا سلام (هندستان جو) ڪري مڃيندا آهن. يعني تہ هندوستان ۾ اسلام جي گهرڻ جو پهريون دروازو سنڌ آهي، اهو باب - اسلام سنڌ ڪيئن ٿيو. اڃو تہ ڏسون.

هار کائڻ کان پوءِ بہ مسلمان ڪونہ مڙندا آهن. ڇو نہ مڙندا آهن، اُن لاءِ ڪي سبب اڳتي هلي ظاهر ٿيندا پر ور ور ڪاهي اچڻ، ان سبب لاءِ هو هميشه ڪمزوريون ڳوليندا آهن. جيئن تازو ڪارگل وقت اُنهن ڀارت جي ڪمزوري ڳولهي ۽ ڪارگل ايراضيءَ جون سڀ چوٽيون والاري وڌائون. هي تہ ايشور جي مهرباني سان آپريشن وجيہ ''وجيہ پاتي'' پر پاڪستان مڙندو ڪونہ،' اِهو مان ڪونہ ٿو چوان، اِهو عام رايو آهي. ۽ آد کان وٺي اِسلام جي پوڄارين مار کاڌي آهي. وري واپس وقت گذرندي وڏا لشڪر ڪاهي وڏيون تياريون ڪري ڪاهي آيا آهن. ۽ انت ۾ چالاڪيون ڪري، هندن جون ڪمزوريون جاچي فتح پاتي اٿن.

شري وديا ڌر ايس. نئيپال

''سنڌي'' هفتيوار ١١-١٧ آگسٽ ١٩٩١

| | | |
|---|---|---|
| نالو | : | لڇمڻ ڪڪريجا 'مسافر'. |
| جنم | : | ڳوٺ ياسين، سکر، ١٦.١٠.١٩٣٥. |
| ڇپايل ڪتاب | : | ١١. |
| پيشو | : | ايڊيٽر 'ڪرڻو' مخزن (ٽماهي). |
| پتو | : | ٤١-بي/٢٣٥، نوان بلاڪ، ڪڪريجا پبلشنگ هائوس، سنڌو نگر-٤٢١٠٠٥. |

مؤل مقصد آهي، ڇوڪرين جي ڪلا جو قدر
ٿيڻ گهرجي.

’ڪنڌ تي سوار آتما‘ سماجي تاجي
پيٺي ۾ اُڀليل ڪهاڻي آهي، جنهن ۾ نائڪ
رميش جو آنترڪ سنگهرش ڊيڪاريل آهي.
اِنسان حالتن وس ڪيئن نہ بيوس بڻجي
تو وڃي. ’ٽاڪنگ ڊال‘ بڻنڪنگ جو ڪم
ڪندڙ هڪ شاهوڪار ڪيولرام جي گهر جي
ءِ ڪجهہ زندگيءَ جي جهلڪ ڏيکاري ويئي
آهي. شهنشاهي ناٽ هوندي بہ غصي ۾
دل جو دؤرو پوڻ تي ببوسي وڃان هن جي
حالت ٽاڪنگہ ڊال جهڙي ٿئي ٿي جنهن
جو ڇرڻ پرڻ بند ٿي وڃي ٿو. هن ۾ ليکڪ
ميون جي ڪوڪلاٿپ جو هڪ درشيہ پسايو
آهي.

’مادر‘ ڪهاڻيءَ ۾ وڏي شهر جي هڪ
ولشبا جي ڪهاڻي :آهي جيڪا پنهنجي
ڏنلي جي آوڙت سان ڪنهن بہ اگهہ تي
گراهڪ ڦاسائڻ لاءِ مجبور آهي. تصوير جي
ٻئي پاسي راجنيتيءَ جو ڍونگہ رچائيندڙ
هڪ ليڊر جو چتر چٽيل آهي، جيڪو جوس
جي انڌ ۾ جهنڊي کي ريلنگ مٿان پردي
طور تو الڪائي. ليدر پنهنجي قومي چرتر
کان ايتري قدر ڪري سگهي ٿا اِها ڳالهہ
ٻالائي ليکڪ سچ پچ ڪهاڻيءَ ۾ نئين
ملهوم کي آندو آهي. ’سونو اندو‘

ڪهاڻيءَ ۾ ڊيڪاريل آهي تہ هڪ عورت
پدم شريءَ جو خطاب پائڻ کان پوءِ بہ
پنهنجو دامن ملامتن کان آجو نٿي رکي
سگهي. عورت ذات جي سازِپڇ جو شڪار
ٿيڻ ڪري گهٽ ءِ ٻؤسات ۾ ڀري محفل ۾
پاڻ کي اڪيلو ٿي محسوس
ڪري.’ساڻائي‘ ۾ ڪهاڻيءَ جو مکيہ نائڪ
نيرتداس ڏنڌي مان رٽائر ٿي، سنسار جون
جوابداريون پوريون ڪري، هؤ ايشور جي
آراڌنا ۾ لين ٿي سمرٽي سوريندي هڪ
عجيب ساڻائيءَ ۾ گهيرجي وڃي ٿو.
ڪهاڻيءَ جو موضوع رواجي آهي پر نياءُ
جي خيال کان ڪهاڻي رُنبي واري آهي.

منهنجي راءِ موجب هن مجموعي
جون ’غفا جي هن پار‘ ءِ ’ڪنڌ تي سوار
آتما‘ بهترين ڪهاڻيون آهن. جبتوٽيڪ
کن پانڪن ءِ نقادن’ماءُ‘ ءِ ٽاڪنگ ڊال‘
ڪهاڻيون وڌيڪ پسند ڪيون آهن.

ڪجهہ بہ هجي شري لکمي کلاڻي
نئين ڌارا جو ڪامياب ڪهاڻيڪار آهي.
هن جون ڪهاڻيون سنڌيءَ کانسواءِ
هندي،بينگالي، گجراتي، مراٺي، اُردو،
ڪنر، تيلگو، مليالم ءِ انگريزي ٻولين ۾
ترجمو ٿي چڪيون آهن. اُميد تہ سندس
قلمي ڪاوش اڃا بہ جوش خروش سان ڏکيل
ڏسڻ/پڙهڻ لاءِ ملندي.

دواران چرتر هيڻ سمجهڻ سياويڪ نٿو
لڳي. 'نانگ' هن مجموعي جي بهترين
ڪهاڻي آهي.
ڪهاڻين جو چوٿون مجموعو 'غفا جي
هن پار' آهي. هن مجموعي ۾ آيل
ڪهاڻيون اڳ ۾ ئي جدا جدا رسالن ۾ شايع
ٿي ليکڪ جي شهرت کي بلنديءَ تي
پهچائي چڪيون هيون. اِنهيءَ ڪري هن
ڪتاب جي ظاهر ٿيڻ تي مرڪزي ساهت
اڪادميءَ به ڌيان ڏنو ۽ سندس قدر شناسيءَ
طور گذريل ٽن سالن جو بهترين ڪتاب
مڃي 'غفا جي هن پار' ڪتاب کي ١٩٩٤ع
جو ساهتيه اڪادمي اِنعام پنجويهه هزار
رپيا ۽ تامرپتر عطا ڪيو.

'غفا جي هن پار' ڪهاڻي سنگره ۾
ڀن ڀن وشين واريون ١٢ ڪهاڻيون آهن ١.
نيڪ ٿاءِ ٢. سڇاٽپ ٣. ٿاريءَ تان چٽيل
اڇا گل ٤. ماءُ ٥. ڪايا ڪلپ ٦. سونو پکي
٧. غفا جي هن پار ٨. ڪنڌ تي سوار آتما
٩. ٽاڪنگ ڊال ١٠. مادر ١١. سونو اندو ۽
١٢. ساٿائي.

'نيڪ ٿاءِ' ڪهاڻيءَ ۾ پشچمي
سڀيتا ۽ ڀارتي سڀيتا تي روشني وڌي ويئي
آهي، خاص طور پوشاڪ بابت تفاوت
سمجهايو ويو آهي. 'سڇاٽپ' ڪهاڻيءَ ۾
ڊاڪٽر جيمس جي سيرتنگاري اثرائتي
ڪيل آهي. ٻئي طرف ليکڪ جي سنڌيءَ
جي ناتي، سنڌي عورت طرف همدردي
ڏيکاريل آهي.

'ٿاريءَ تان چٽيل اڇا گل' ۾ ڪلا
پارکو پدما جو منوهر جي لاءِ روحاني
ڏيکاريل آهي. 'ماءُ' ڪهاڻيءَ ۾ پٽ جو
لاءِ پيار جي سياويڪ اوسر ٿيل آهي.
جا ممتا ڀريل ڊائلاگ سياويڪ آهن. ليک
سنڌي ماحول پڻ پيدا ڪرڻ جي ڪوش
ڪئي آهي. 'ڪايا ڪلپ' ڪهاڻيءَ
اڪيلائيءَ جو احساس شدت سان ڪراي
ويو آهي. ليکڪ جو پاڙيسري ملٽريءَ جو
رٽائرڊ ڪرنل آهي جيڪو ڪنهن سان به
ملڻ جلڻ ڪري پاڻ کي اڪيلو ۽ تنها
محسوس ٿو ڪري ۽ پاڳل بڻجي ٿو
وڃي. آخر پاڻ کي گولي هڻي پنهنجو
انت ٿو آڻي.

'سونو پکي' ڪهاڻي جي 'مان' نالي
نائڪا جي منودشا جو ورنن آهي. گهٽن ۽
ٻوساٽ واري گهر جي ماحول مان نڪري
ڪلاڪارن جي ٽوليءَ ۾ هوءَ پاڻ کي هلڪو
ٿي محسوس ڪري ۽ هن جو خالي پڻو دور
ٿو ٿئي. 'غفا جي هن پار' ۾ مکيه پاتر انيتا
۽ ڌرميش جي سماجڪ ڪهاڻي آهي. هڪ
آزاد طبع ڇوڪريءَ جو مٽڻو، ڌرميش
جيڪو هڪ تنگ مزاجي آهي سان ٿئي ٿو.
ويچارن جي ٽڪراءَ ڪري هوءَ هن کي
پنهنجي جيون مان خارج ٿي ڪري، ڪن
سالن بعد ڇوڪرو واپس اچي ٿو پر اڳ
جيان هن لاءِ ٻنڌن جون هٿڪڙيون نٿو ڪٽي
اچي، مگر هن جي خواهش جو سهارو ۽
مددگار بڻجي ٿو اچي. هن ڪهاڻيءَ جو

ڪجهه ڏينهن ماتم ڪري پوءِ سيڪجهه
ڀلجي ويندي.

’پنهنجي ڳوٺها ۾‘ ۽ ’ڪنڊي ۾
اڪيلي ساهه‘ مجموعي جون بهترين
ڪهاڻيون آهن. هن مجموعي تي ڪيس
سينٽرل هندي ڊائريڪٽوريٽ طرفان سال
۱۹۸۱-۸۲ لاءِ اِنعام حاصل ٿيو آهي.

’بند دروازا‘ ڪهاڻين جو ٽيون
مجموعو آهي جيڪو آرميڪ سنڌي ساهتيه
پرچار يوجنا- پونا طرفان ڇپايل آهي ۽
اِنهيءَ ڪتاب جي دستخط تي، ليکڪ کي
سڄي ڀارت مان آيل ڪهاڻي چٽابنديءَ
جي داخلائن ۾ پهريون نمبر اِنعام حاصل
ٿيو آهي. هن ڳٽڪي ۾ ڪل ۱۲ ڪهاڻيون
ڏنيون ويون آهن.

’شڪار‘ ڪهاڻي ۾ پرشٽ ٺيڪيدار
جو ذڪر آهي جيڪو تحقيقات لاءِ آيل
ڊائريڪٽر کي رشوت ڪارائي پنهنجو ٻٽائي
ٿو ڇڏي. اڄ جي يگ سان لهڪندڙ ڪهاڻي
آهي. ’نانگ‘ هڪ گهرو سماجڪ ڪهاڻي
آهي. ذالن ۾ ڀرم، وهم سنسا گهڻا ٿيندا
آهن. هن ۾ به هڪ اهڙي عورت لاچوءَ جي
ڳالهه آهي، جنهن کي گهر جي ڪٻٽ ۾
نانگ هئڻ جو وهم غالب پئجي ويو
آهي.جيڪو پتيءَ جي جدا جدا طريقن
سان سمجهائڻ کان پوءِ به دور نٿو ٿئي.
ڪهاڻي گهڙت جي لحاظ کان پختي ۽
اِنتظاريءَ جي پهلوءَ واري آهي.

’ دروازا‘ اِنسان جي سهڻ جي

قوت ڪنهن سيما اندر ٿيندي آهي.
ڪنهن استري ليکڪا جو پنهنجي گهر ۾
ليکڪن جو ميڙ ڪوٺائي محفلون ڪرڻ،
ليکڪن سان حجائتو ٿيڻ، گهر طرف
لاپرواهه رهڻ، اِهي ڳالهيون پتيءَ کي
نٿيون وڻن ۽ هو نراشاوس ڪيس ڇڏي هليو
ٿو وڃي. ڪهاڻيءَ جي اُلٽ سُٽي آهي.

’لهٽي جو خواب‘ هڪ هوٽل ۾ ڪم ڪندڙ
بار جي پيڙا جي ڪهاڻي آهي. هوٽل ۾
ڪم ڪندي ڪيس ڪيترين پريشانين جو
مقابلو ڪرڻو ٿو پوي ۽ مالڪ جون گاريون
ڏار ٿو کائي. اُن جهنجهٽ کان آزاد ٿيڻ
لاءِ ٻارن جي دنيا جو خواب ٿو لهي. هن ۾
لهٽي ڪردار جي سير تنگاري اثرائتي
ڪيل آهي.

’غشي ڪاڏل چيتنا‘ ڪهاڻي’ هن‘
نالي ڪردار سان شروع ٿئي ٿي جيڪو
نئينءَ مسواڙي جاءِ ۾ وڃي وهي ٿو. اُتي
سندس سچاٽپ بين سان گڏ نمائي نالي
اڌ وحشي اِنسان سان ٿئي ٿي. لبڪ اُن
جهنگلي اِنسان جي بيوسي واري جيون جو
چٽر سهٽي نموني چٽيو آهي. ’ٻاهر نڪرڻ
جو رستو‘ ڪهاڻيءَ ۾ هڪ وڌوا عورت جي
زندگي ڏيکاريل آهي. سماج ڪيتري نه
ظالم آهي جو وڌوا عورت کي نه رنگين
ڪپڙا پائڻ جو حق آهي نه ڪنهن پرش
سان کلي ڳالهائڻ جو. هن کي هر وقت
سماج جون شڪي نگاهون گهوريندڙيون رهن
ٿيون. پاڪ چرتر واري گيتا کي ڪمل

گهر رهي ٿو. سريتا ننڍو ڏير سمجهي هليس ٿي مگر هوُ واسناوس وحشيانون حرڪتون ڪرڻ جي ڪوشش ۾ نوڪر ڪائي ٿو.

شري لڪمي ڪلاٽيءَ جي ڪهاڻين جو ٻيون مجموعو آهي ’اڌوري رچنا‘ جنهن ۾ ڪُل ١١ ڪهاڻيون جدا جدا موضوعن تي ڏنل آهن. هيءُ ڳتڪو ’اسانجو ادب‘ ڪلڪٽي طرفان ڇپايل آهي ’ هڪ اڪيلي شام‘ ڪهاڻيءَ ۾ ڄاڻايل آهي تہ ٻالپڻ جي زندگي ڪيڏي لاپرواهي ۽ مستيءَ واري هوندي آهي.’هوُ‘ نالي ڪردار جي ننڍي هوندي جي معصوميت ۽ هڪ طوائف زرينا بيگم جو چٽر يادگيرين دواران هن ۾ چٽيو ويو آهي. ’سلسلو ٽٽڻ جڙڻ جو‘ ڪهاڻي گفتگو جي روپ ۾ چيل آهي جنهن ۾ هڪ ميجر ۽ ڪئپٽن سنيش جي سيرتنا ڳاري سُني ڪيل آهي.

’اڌوري رچنا‘ ۾ ڄاڻايل آهي تہ ٻاراٽي اوستا ۾ سنگتراش جي سندر ڪلاڪرتي ڏسي ليڪڪ بہ مهان ڪلاڪار بڻجڻ جي تمنا رکي ٿو پر پوءِ شلپڪار ڪي برين عادتن ۾ قاتل ڏسي، اِهو ويچار ترڪ ڪري ٿو ڇڏي. هن ۾ شلپڪار ڪي اِهو بہ ذهن نشين ٿئي ٿو تہ ساريرڪ سندرتا ڪان آتمڪ سندرتا بهتر آهي. ڪهاڻيءَ ۾ فيصوفاڻو اظهار آهي.’ پنهنجي ڳولها‘ ۾ بہ شلپ ڪلا تي لکيل ڪهاڻي آهي، جنهن ۾ هڪ ڪلا پريمي جوان جي ملاقات

ائنگلواِنڊين ڇوڪريءَ سان ٽرين جي سف دؤران ٿئي ٿي. ٻنهي ۾ ڀارت جي خاص طور اجنتا ايلورا جي غفائن ۾ آيل چٽرن پتلن تي بحث ڇڙي ٿو، جنهن موجب ڀارت جي ڪلاڪرتين ۾ جيون جي سچ ڪي اِظهاريو ويو آهي. اُن ۾ فاحش پٽي جهڙي ڪا ڳالھ ڪونهي هيءَ دلچسپ نموني لکيل ڀاوناتمڪ ڪهاڻي آهي.

’فيصلو‘ ٻن ساهيڙين جي ڪهاڻي آهي، جيڪا آتم ڪٿا جي طرز تي اِظهاريل آهي. هن ۾ جڏهن ننڍي شهر جي ڇوڪري ڇوڪري سان گهمڻ تي وڃي اُن وقت من جي ڪهڙي حالت ٿئيس ٿي، اُن منودشا جو اثرائتو ذڪر ڪيل آهي. جيتوڻيڪ ڪٿا جو موضوع پراڻو آهي، پر گفتگو بنا سڄي ڳالھ ’مان‘ ڪردار دواران ٻڌائڻ جي ٽيڪنڪ نئين آهي. ’ڪنڌي ۾ اٽڪيل ساهہ‘ ٻن دوستن جي ڪهاڻي آهي. هڪ دل جو مريض اسپتال ۾ موت سان جدو جهد ڪري رهيو آهي ۽ ٻيو دوست سندس حال پڇڻ لاءِ اسپتال ۾ آيو آهي، هن ڪهاڻيءَ جي خوبي اِها آهي تہ هيءَ سڄي ڪهاڻي ’مان‘ نالي ڪردار جي من جي ويچارن دواران بنان گفتگو جي ٻڌائي وڃي ٿي. ٻنهي دوستن جو سوچ علحدو آهي. مريض سوچي ٿو جنهن عورت ڪيس پيار ڏنو سندس مرڻ پڄاڻان هن جي ڪهڙي حالت ٿيندي؟ ۽ ’مان‘ ڪردار سوچي ٿو دوست جي مرڻ بعد هن جي زال

ڪال ۾ ٦٠-٧٠ ڪهاڻيون لکيون آهن جيڪي مجموعي صورت ۾ اچڻ کان اڳ ڇپجي مخزنن ۾ لوڪ پڙهي چڪيون هيون. منهنجي ڄاڻ موجب هن جا چار ڪهاڻي سنگره شايع ٿيل آهن، (١) رت جا داغ، ١٩٧٢.(٢) اڌوري رچنا،١٩٧٨. (٣) بند دروازا، ١٩٨١ ۽ (٤) غفا جي هن پار،١٩٩٣.

پارتي ساهتيه بمبئي طرفان ڇپايل 'رت جا داغ' لکمي ڪلاڻيءَ جو پهريون مجموعو آهي. هن ۾ ڪل نوَ ڪهاڻيون آهن، جيڪي گونا گون وشين تي لکيون ويون آهن. هنن ڪهاڻين ۾ انساني ڀاونائن کي بخوبي چٽيو ويو آهي.'رت جا داغ' ۾ شاهوڪار شاهيءَ جي وحشيانا حرڪتن جو چٽر آهي ته ڪيئن مُجرو ڪندڙ ڪنهن عورت جي مجبوريءَ جو فائدو وٺي ڪيس پنهنجي هوَس جو شڪار بڻائي، سندس انت ٿا آڻين. ملاڻيءَ جو ڪردار شاهوڪار طبقي جو عيوضي ڪري پيش ڪيو ويو آهي.

'رڪ جو ڍير' ڪهاڻيءَ ۾ ٻار لاءِ ماءُ جو پيار ڪيترو ضروري آهي، اُن جي هڪ تصوير آهي. مائيلي ماءُ وٽان پيار حاصل نه ٿيڻ ڪري، ٻار پاڙي ۾ رهندڙ هڪ ممتامئي عورت ڏانهن ڇڪجي ٿو وڃي ۽ هوءَ ڪيس ننڍي ڏير وانگر پالئي ٿي.

'رڙهندڙ پٿر' ۾ هڪ سنياسيءَ جو ڪيل آهي جيڪو ورهين جي تپسيا بعد استريءَ جي روپ ۽ اُن جي موهه کان آجو نه ٿي سگهيو آهي. روپ رس سڀ ماياجار آهي، اِهو ڄاڻندي به هن جو من ڀٽڪي ٿو وڃي. اُن من جي مونجهه کي ليکڪ لفظن جي چاردواران پيش ڪيو آهي.'مائي پاري' ڪهاڻيءَ ۾ ساڌن سنتن ۽ ياترين جي شيوا ۾ گذاريندڙ هڪ سپاجهي ۽ نيڪ عورت جو چٽر آهي جنهن کي شيوا جي ڦل جي روپ ۾ سندس پتي واپس مليس ٿو. موضوع جي لحاظ کان هيءَ رواجي ڪهاڻي آهي.

'پاجا ۽ پڙاڏا' ڪهاڻيءَ ۾ شاهوڪار طبقي جي عياشي جيون جي عڪاسي ڪيل آهي. سائنٽي وقت اِهو پڻ ڏيکاريو ويو آهي ته پئسي اڳيان رشتن ناتن جو ڪو قدر ڪونهي. اِنسان ايترو بي غيرت ٿي سگهي ٿو جو پئسي خاطر پنهنجي زال کي غير مرد جي ٻانهن ۾ ڊانس ڪرڻ لاءِ ڇڏي ڏئي؟ هن ڪهاڻيءَ ۾ پاترن جي سيرتنگاري سُٺي ڪيل آهي.'ممتاز' ڪهاڻيءَ ۾ هڪ مسلم عورت جي تصوير چٽيل آهي. خوبصورت هوندي به سندس نڪاح، ڪلپنا جي بنهه اُبتڙ هڪ بدصورت وڏي عمر واري شخص سان ٿئي ٿو. هن ۾ ممتاز جي سيرتنگاري اثرائتي ڪيل آهي، باقي ڪهاڻي روايتي آهي.'سريتا پاپي' ڊاڪٽر چندرو ۽ سندس پتنيءَ جي شڪي گهرو جيون جي ڪهاڻي آهي، جنهن ۾ ڪشور هڪ نوجوان پينٽيسٽ تي سندن

کي دنيا جو آزموندو هئڻ ڪري ڳنڀيرتا وڌيڪ آهي ۽ ڪشن موج مستيءَ ۾ جيئڻ وارو رومانوي طبيعت جو نوجوان آهي. ڪشن جو مٺڙو رنگ منچ جي هڪ سٺي اداڪاره چندرا نالي ڇوڪريءَ سان ٿئي ٿو. نئين سال جو جشن ملهائيندي ڪشن جي واقفيت ٿي اسٽال جي مئنيجر جي زال ايليزابيٿ سان ٿئي ٿي، هن جي سونهن تي موهجي حسينا جي سازش جو شڪار ٿي هوائي حادثي ۾ مري ٿو وڃي. موهن کي شڪ پوڻ تي هوءَ چندرا سان ملي، لزيءَ جي ڪارگذارين تي نظر رکي ٿو. جنهن مان لزيءَ جي وديشي ملڪ جي جاسوس هئڻ جي ڄاڻ کين ملي ٿي. پنهنجي رمز سان جان جوکي ۾ وجهي به بئي ملڪ کي برباد ٿيڻ کان بچائي ٿا وٺن. ناول ۾ سيرتنگاري اثرائتي ٿيل آهي، خاص طور موهن، ڪشن راماٽي ۽ چندرا جي چرتر کي سهٺي نموني اُڀاريو ويو آهي، جنهن مان چندرا ۽ موهن جو ديش پريم لياڪا ڀاڻيندو نظر اچي ٿو. اِنتظاريءَ جي پهلوءَ سان ليکڪ سٺو نڀايو آهي. سڄي ناول ۾ اهڙيون ڪي سنسنيخيز گهٽنائون نٿيون ٿين جو هن کي سنسنيخيز ناول چئجي البت جاسوسي ناول چئي سگهجي ٿو. جيتوڻيڪ اهڙو ماحول ڪٿا جي منڍ ۾ پيدا ڪيل ڪونهي.

ڀارت جيون ساهتيه منڊل، بمبئيءَ جو ڇپايل ’امرت-امرت‘ ليکڪ موجب راڄنيتيءَ تي لکيل ناول آهي. هن نا[ول] جي ڪٿا جو مکيه موضوع آهي، اِنسان ج[ي] امرت لاءِ کوج ۽ اُهو امرت حاصل ڪر[ڻ] آهي، اُتر هماليه جي ڳرڙ کنڊ مان اُ[هو] امرت سڀ کان پهرين ڊاڪٽر ڪيسواٽي کي ملي ٿو. امرت جي تصديق ٿيڻ تي دنيا ڀر جون مهان هستيون امرت حاصل ڪرڻ لاءِ ڀارت ۾ پهچي ٿيون وڃن ۽ دني[ا] جي ٽي مهاڀاري جنگ ڇڙي پوي ٿي ليکڪ جي ڪلپنا کي داد ڏيڻو پوندو. پر اُها ڪلپنا هوُ راڄنيتي ماحول ڪڙو ڪري ڪنهن خاص نتيجي تي پهچڻ لاءِ ڪتب آڻي ها ته بهتر ٿئي ها. ناول جي آخر ۾ جلمئيءَ جو درشيه ڏيکاريو ويو آهي، لڳي ٿو ليکڪ دشاهين ٿي ويو آهي ۽ بي خياليءَ ۾ نامعلوم منزل طرف خيالن جي ٽڪ ۾ لُڙهي ويو آهي.سياست دانن جا بيان ڏاڍا لنبا ۽ بِرڪندڙ آهن.

منهنجي راءِ موجب ناول نويس طور ليکڪ ايترو ڪامياب نه ويو آهي جو هن ڀاڻ هڪ هنڌ قبول ڪيو اٿائين ته ناول لکڻ لاءِ زندگيءَ جو وسيع مشاهدو گهرجي ۽ اُن کي لکڻ لاءِ گهڻو وقت گهرجي. اُهو ليکڪ سٺل ناول لکي سگهي ٿو جيڪو ڦل ٽائيم رائيٽر آهي. سنڌي ۾ اجا تائين اُهو ممڪن ٿي نه سگهيو آهي.

ڪهاڻيڪار: ليکڪ ڪهاڻيڪار طور وڌيڪ ڪامياب ويو آهي جو ڪهاڻي هن جي پياري صنف آهي. هن پنهنجي رچنا

جو وجهہ مليس، اِتان لکڻ لاءِ وڏيڪ اُتساهہ
حاصل ٿيس. ١٩٦٢ع ۾ کيس منگهارام
ملڪاڻيءَ جي بہ صحبت ملي جوهُو
صاحب رٽائر ڪرڻ بعد ڪلڪتي وڃي
پنهنجي پٽ وٽ رهيو هو. ملڪاڻي
صاحب جي رهنمائيءَ ۾ چڱو فيض
پرايائين. هن جون رچنائون سنڌو ڌارا،
آڪاڻي، ڪونج، هير، ساحت ڌارا، پره
ڦلي، سنگيتا، نزرانو، رچنا ۽ هندواسي
وغيره ۾ ڇپجڻ لڳيون.

هرڪو ليک ڪنهن نہ ڪنهن اعليٰ
شخصيت کي پنهنجو آدرش بڻائي اڳيان
وڌندو آهي. لکمي بہ شاعرن ۾ شاهہ ۽ شيام،
ليکڪن ۾ ڪرشن کٽواڻي ۽ منگهارام
ملڪاڻيءَ جي لکڻين کان بيحد متاثر ٿيو
آهي. ڏيهي ٻولين ۾ ٽئگور، پريمچند،
بادل سرڪار، پرڏيهي ٻولين ۾ ٽالسٽاءِ،
جيمس جائس ۽ چيخوف هن جا من پسند
ليک رهيا آهن. هنن سڀني جو سڌو اڻسڌو
اثر سندس لکڻين تي ضرور رهيو هوندو.

ناول نويس :- شري لکمي کلاڻي- ناول
نويس طور ڄاتو وڃي ٿو. سندس هيٺيان
ٽي ناول لکيل ملن ٿا- (١) هاءِ منهنجي
دل، ١٩٦٨ (٢) سازش، ١٩٧٠ (٣)
امرت..امرت، ١٩٧٣.

ڪونج طرفان ڇپايل ”هاءِ منهنجي
دل“ لکميءَ جو پهريون ناول آهي. بنارس
هندو يونيورسٽيءَ جي اِنجنيئرنگ ڪاليج
... پڙهندڙ ... هڪ
رومانوي ناول آهي. هن ۾ ڪاليجي زند
گيءَ دوران شاگردن جي اڙٻنگاين جو ذکر
آهي. ناول جو نائڪ هڪ جاگيردار جو پٽ
ڪشور موٽواڻي اِنجنيئرنگ ڪاليج جو شا
گرد ڏيکاريو ويو آهي. جيڪو آزاديءَ کان
اڳ پارٽ ۾ اِنجنيئري پڙهڻ لاءِ اچي ٿو.
ڪاليج ۾ پڙهندي، شرارتون ڪندي،
شادي کيل هوندي بہ ٽن ٽن ڇوڪرين
پوني، پوپٽي ۽ روميءَ سان پيار ٿو ڪري.
پوني ۽ پوپٽي تہ ڪنهن ريت پاڻ ڇڏائي
ٿيون وڃن پر رومي هن جي پيار ۾ جسم
جو سودو ڪري ٿي وهي. نائڪ کي ليکڪ
اصولن ۽ آدرشن کان ڪريل ترڪٽي دل وارو
ڏيکاريو آهي، جيڪو نائڪ نہ پر کل نائڪ
ٿو لڳي. بارهن سال اِنجنئري ۾ پڙهندي
بہ بہ دفعا کيس يونيورسٽيءَ مان نيڪالي
ملي ٿي تڏهن بہ پڇتاو نٿو ڪري، بہ سال
جيل ياترا بہ ڪري آيو تہ بہ گهر جي هن
کي ياد نٿي اچي گويا هُو نڌڪٽو آهي.
اِهي ڳالهيون اسپاويڪ ٿيون لڳن. ساڳئي
وقت ناول ۾ آزاديءَ کان اڳ جو ماحول بہ
ليک اُياري نہ سگهيو آهي. ٻُئت جي لحاظ
کان کي ڪچايون آهن باقي ليک ٻولي
اِصطلاحي ۽ پکي پختي ڪم آندي آهي.

”سازش سٽي پبليڪيشن جئپور جو
ڇپايل لکميءَ جو ٻيون ناول آهي، هن ۾
ٻن دوستن جي ڪهاڻيءَ جو ذکر آهي،
هڪ ڪنسٽرڪشن ڪمپنيءَ جو مالڪ موهن
۽ ٻيو فلائنگ آفيسر ڪشن راماڻي. موهن

نوڪري ڪرڻ کان پوءِ اُها ڇڏي پنهنجي
اڏاوت جي ڪم جي ٺيڪيداري شروع
ڪيائين. ڪلڪتي ۾ ڪلاڻي ڪنسٽرڪشن
ڪمپني لميٽيڊ چالو ڪيائين، جنهنجو
پاڻ ڊئريڪٽر ٿي رهيو. ڪيس اوپر
هندستان ۾ ملٽريءَ جي ڊفينس وڀاڳ ۾
ڪم جا ٺيڪا ملندا هئا، جنان سٺي
ڪمائي ٿيندي هئس.

۱۰-۱۲ سالن جي اوستا ۾ جڏهن
لکمي اچا سکر اسڪول ۾ پڙهندو هو تڏهن
ئي ڪيس ڪتاب پڙهڻ جو شوق جاڳيو.
هن سکر شهر جي، سندر شيوڪ سڀا جي
لئبريريءَ جا سوين ڪتاب پڙهي ورتا.
پهرين ديون، پرين جا داستان، پوءِ
جاسوسي قصا ۽ رومانوي افسانا ۽ پوءِ شرت
چندر جا سماجي ناول. تن ڏينهن ٻالڪن
جي ڀاريءَ طرفان شايع ٿيندڙ 'گلستان' ۽
سندر ساهت طرفان شايع ٿيندڙ 'گل ڦل' هن
جا من پسند رسالا هوندا هئا. اُنهن ۾
ڇپجندڙ ٻال رچنائون پڙهي ڪيس ٻه ٻال
ڪوينائون ۽ ڪهاڻيون لکڻ جو شوق
جاڳيو، سو ٻال مخزنن ۾ ڇپيل رچنائن جي
ڌار تي ٻين هم ڪلاسين سان گڏجي
ميءَ ٻه ڪڇيون ٽڪيون ڪي ڪهاڻيون
ڪوتائون لکيون. جيڪي گڏ ڪري هنن
ر جي ڳڙ-بازار جي 'هيمن داس ڪتاب
ر' جي پرڪاشڪ کان 'سوناپري' عنوان
ن چپارايون پر ڇپائيءَ جا پئسا چُڪائي
سگهڻ ڪري ورهاڱي سبب 'سوناپري'

ڪي سنڌ ۾ ئي الوداع ڪري هند ۾ ا
پيئن.

ورهاڱي بعد ڪلاڻي صاحب پڙهائي
ادب کان پوريءَ طرح ڪٽجي ويو. هند
هن جا وڏا ڀهرين هردوار پوءِ بنارس ۽ پ
ڪلڪتي ۾ وڃي رهيا. پوءِ ٻه هن جي من
جي پٽڪ پوري نه ٿي. نيٺ ۱۹۸٦ کان
گانڌي ڌام ۾ پنهنجو دائمي نڪاڻو ناهي
ويٺو. بنارس اِنجنيئرنگ ڪاليج ۾
پڙهندي سنڌيءَ جي برک ليکڪا تارا
ميرچندڻيءَ سان سندس واقفيت ٿي. پيڻ
تارا ميرچندڻيءَ جو گهر، بنارس هندو
يونيورسٽيءَ ۾ پڙهندڙ ٻي گهر ٿيل سنڌي
شاگردن لاءِ سڪڌام هو. اُتي سيني کي گهر
جهڙو سنيهہ ملندو هو. تارا پنهنجون لکيل
ڪهاڻيون ڪين پڙهي ٻڌائيندي هئي.
اهڙيءَ طرح لکميءَ اندر ڪهاڻيڪار بڻجڻ
جو ٻج هن ئي ڇٽيو. اُنهن محفلن مان
اتساهه حاصل ڪري ڪلاڻي صاحب لکڻ
شروع ڪيو. ڀارت ۾ سندس پهرين رچنا هڪ
ليکہ 'گنگا پل پوجنا' آهي جيڪو ۱۹۵۹ع
۾ هندواسيءَ ۾ ڇپيو. ڪهاڻيڪار طور هن
پهرين ڪهاڻي ڪاليج جي هڪ گهٽنا کان
متاثر ٿي لکي، 'پاشائي پتيم' جيڪا مي
۱۹٦۰ واري سنڌو ڌارا انڪ ۾ شايع ٿي.
۱۹٦۴ع ۾ لکنوءَ سنڌي سميلن ۾ پهريون
ڀيرو ڪيس ڀارت جي مکيه ليکڪن ۽
ڪلاڪارن سان گڏجڻ ۽ ڏيٺ ويٺ ڪرڻ
جو موقعو مليو. سنڌي ساهتڪ مخزنون ڏسڻ

# شري لکمي ڪلاڻي- ناول ۽ ڪهاڻيءَ جي حوالي ۾

## منوهر نهالاڻي

سنڌي سميلن ۾ شوقيا نوجوان طور شرڪت ڪري لکڻ جي پريرڻا پائي، ڪلاتمڪ جڳت جا جنهن دروازا کوليا ۽ ادب جا سون ماڻ ۽ ماپا آڏيندڙن جي صف ۾ پاڻ کي شمار ڪيو، اُهو ليکڪ آهي شري لکمي ڪلاڻي. هو سنو ڪهاڻيڪار، ناول نويس، ناٽڪ ڪار، ڪلاڪار سان گڏ سنو سمپادڪ پڻ آهي. هن جو جنم ۲ آڪٽوبر ۱۹۲۵ ۾ ڳوٺ جهانهان، تعلقي سکر (سنڌ) جي زميندار ڪٽنب ۾ ٿيو. سندس پورو نالو لکمي ڀريومل ڪلاڻي آهي. اٽڪل ۳۸ سالن کان هوُ صاحب لاڳيتو لکندو رهيو آهي. روز گار جي لحاظ کان ڪنسٽرڪشن جي ڪم ۾ مصروف رهيو آهي. سنڌيت جو جذبو کيس ڪلڪتي مان ڳانڌي ڌام وٺي آيو. هو سنڌي سنسڪرتي ۽ ساهت جي ڪم ۾ لڳل، انڊين انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ ۾ ڊيپوٽي ڊئريڪٽر طور پنهنجون شيوائون ڏيئي رهيو آهي.

لکمي سکر جي مين اسڪول مان پرائيمري تعليم حاصل ڪئي. پوءِ نيو ماڊل اسڪول ۾ پڙهيو. جلد ئي ملڪ جو ورهاڱو ٿيو. تنهنڪري هند ۾ اچي بنارس جي پي. اي. وي اسڪول مان ۱۹۵۲ع ۾ مئٽرڪ پاس ڪيائين. اوچي تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ بنارس جي سينٽرل هندو ڪاليج جي سائنس فئڪلٽيءَ ۾ داخلا ورتائين جتان ۱۹۵۴ع ۾ مئٿس، فزڪس، ۽ ڪيميسٽري وشيه کڻي انٽر سائنس ڪيائين. سول انجنيئرنگ جي ڊگري بنارس هندو يونيورسٽيءَ مان ۱۹۵۸ع ۾ُ حاصل ڪيائين. جلد ئي کيس بهار جي هڪ انگريزي فرم، بريٿويٽ برن ائنڊ جيسپ ڪنسٽرڪشن ڪمپنيءَ ۾ ريلوي پلين جي اڏاوت ڪرائڻ جي نوڪري ملي ويئي پر اتي کيس مزو نه آيو تنهن ڪري ٽي سال کن

| | | |
|---|---|---|
| نالو | : | منوهر نهالاڻي. |
| جنم | | منڌالي ڳوٺ، ضلع نوابشاه. |
| ڇپيل ڪتاب | : | ٽي. |
| انعام | : | سينٽرل هندي ڊئريڪٽوريٽ ۽ گجرات ساهتيه اڪادميءَ طرفان پنج. |
| پيشو | : | اڊاپڪ رٽائرڊ. |
| پتو | : | ۱۰۶/اي، سردار نگر، احمدآباد-۳۸۲۴۲۵. |

تڏهن ڏئي سگهي . اُن ڪري ذرا نراش هو.
رستو ڳولهڻ لاءِ مون وٽ آيو هو پر مان به
انهيءَ بيماري جو شڪار هوس.

جيئن جيئن عمر وڌي ٿي ماڻهو جي
شڪتي گهٽجي ٿي. ماڻهو جوابدارين کان
ڇوٽڪارو پائڻ چاهي ٿو. موه کان ڪنارو
ڪرڻ چاهي ٿو، پر گرهستي جي نباهڻ جي
جوابداري وڌي ٿي. جوابدارين نباهڻ لاءِ
پٽن اڳيان هٿ ڦهلائڻا پون ٿا.

عمر جي پهرين پڙاءَ ۾ ماڻهو
سنگهرش شيل هوندو آهي. زندگيءَ جيئڻ
جو حسين سپنو هوندو آهي. ٻارن کي ڪجهه
بڻائڻ جا خواب هوندا آهن. گرهست کي
سکي ڏسڻ جي تمنا هوندي آهي. تنهن
ڪري هو دولت ڪٺي ڪرڻ جي نشي ۾ هن
کي کاڌو پيتو، ننڊ آرام ڪجهه منو نه لڳندو
آهي. هن جي آڏو صرف مستقبل هوندو
آهي.

پرسرام ۾ به اِهي گڻ ۽ تمنائون
هيون، تنهن ڪري هن نه رات ڏٺي نه
ڏينهن هن پنهنجي صحت جو خيال نه
رکيو. جتي مليو تتي کاڌو، نه مليو ته نه
سهي. هن کي جُنون هو ته هڪ وار وڏو
مالدار ٿيو؟ هو اُن ۾ سڦل پڻ ٿيو. اِندور ۾
جايون جڳهيون، تيل ميل، ڏنڊا ڏاڙيون،
مارڪيٽ ۾ سٺي ساک هئي. واپارين ۾
سرمور ليکيو ويندو هو. هن کي ڪوبه گهمنڊ
ڪونه هو. سڀ سان پيال پيلائيندو هو. پر اڄ
زندگيءَ مان نراش آهي. هن ڪٿي مان
ڪاسو ڪيو، اُن تي به سندس اڌڪار
ڪونهي. هو پنهنجي مرضي سان ڪجهه
ڪري نٿو سگهي. هن جو پٽن تي اڌڪار
ڪونهي. هو اڃا به چاهين ٿا ته ”بابو ڪو
ڪم ڇونه ٿو ڪري؟“ اڄ مون وٽ انهيءَ
ڪم لاءِ آيو هو. ڪٿي منشيگيري يا منيب
وني ڏيان. هو هن عمر ۾ به پيرن تي بيهه
ٿو چاهي؟ زندگي عزت سان گذارڻ ٿو
چاهي؟ هو پٽن کي تڪليف ڏيڻ لاءِ به تيا
ڪونهي، نه هنن سان ٽڪر کائڻ ٿو چاهي
گهر جي بدنامي کان به بچي ٿو؟ ڪٿي هنن
جي اولاد کي نه ڪندا ڪيڏا پون؟

پرسرام کي ڇهه ڏيئر ۽ به پٽ آهن.
ڇهن ڏيئرن کي ڇا نه کپي؟ ڏڻ وار جي
ڏپ کان ته هن ڇوڪريون ٻاهر پرڻائي
ڪڍيون. پر تڏهن به ڇوڪريون ۽ ٻار بابي
جي گهر ته ايندون؟پوءِ اهڙو ڪهڙو پيءُ
آهي جو ڇوڪرين ۽ سندن ٻارن کي ڪجهه
نه ڏيئي سگهي ۽ خوش رهي سگهي؟
ڇوڪرين ۽ سندن ٻارن کي ڏيڻ به چاهي ته
اِهو ڪري نٿو سگهي؟ تنهن ڪري هو
منجهي پيو آهي ته نيٺ ڇا ڪري؟

هر گهر جي وڏي سان اِهي سمسيائون
آهن؟ ڪم ڪري نٿو سگهي؟ ڪورٽ ۾ وڃي
نٿو سگهي؟ نيڪي بدي ۾، سيڻ سڄڻ سان
منهن کيس ڏيڻو آهي؟ ڪنهن کي هي بي
اِنصافي جي دانهن نٿو ڪري سگهي.
دنياداري کي به منهن ڏيڻو اٿس. ڪنهن
سان فرياد ڪري؟ ڪير مدد ڪرڻ وارو
آهي؟ اِهي سڀ سوال آهن جنهن جو ڪنهن
وٽ جواب ڪونهي؟ هن کي ئي سور پيئڻو
آهي. منو پاڻو ڪري سهڻو آهي؟ پنهنجو
زهر پيئڻو آهي؟ گهر جي وڏي هئڻ جي
ناتي اِهو سڀ سهڻو پوندو؟ مان مريادائن
جو پالن ڪرڻو پوندو؟ گهر جو وڏو ٿيڻ ڪو
سَوَلو ڪم ناهي؟

# زمانو ئي اهڙو آ

ڪرشن مِسرور

تنهن ڏينهن منهنجو لنگوٽيو يار پرسرام مون وٽ ڪهي آيو. خوش خبرافيت ڪان پوءِ احوال ڏيندي هن ٻڌايو ته هو گهڻي ڏينهن کان پريشان آهي ۽ مون کان صلاح وٺڻ آيو هو. مون سوچيو هن عاقل ماڻهو کي مان ڪهڙي صلاح ڏيئي ٿو سگهان ؟ هن جهڙو سياڻو ماڻهو سنڌين ۾ ڪو ورلو هوندو. سنڌ ۾ سندس لکن جو ڪاروبار هو. هن جي پيٽ ۾ مون پاڻ کي اناڙي ٿي سمجهو. چڱا چڱا هوشيار ماڻهو به هن کي صلاح جا محتاج هئا. هوشيار اهڙو جو منهن زباني ڪبترا ڏکيا حساب هو آساني سان سلي ويندو آهي. وڏا وڏا آرچيڪيٽڪس ۽ انجنيئر به هن جي اڳيان ڦڪا لڳندا آهن. نقشو ڏسيءَ ئي ٻڌائيندو ته اُن جاءِ ۾ ڪيتريون سيرون ،سيمينٽ، ريتي، واري، لڪڙي لڳندي يا نهيل مڪان ۾ ٻڌائي سگهندو ته مڪان ۾ ڪيترو مليريل لڳو آهي. سندس آزموندو ۽ دليل اهڙا وزندار هوندا آهن جو گهڻا سياڻا هن جي دليلن جو داد ڏيندا آهن. هن جي سوجهه ٻوجهه سان ئي ته سڀ منهنجا ڪم راس ٿيا آهن.

اسان مان ڪو به جڏهن ڪنهن اُلجهن ۾ ڦاٿو آهي تڏهن هن جي ئي مدد وٺي پار پيو آهي.مونکي تعجب لڳو ته اهڙي عقل جي اڪابر کي ڪهڙي صلاح ڏيان؟ هن پنهن جون مشڪلاتون ۽ سمسيائون منهنجي آڏو رکيون. تڏهن مون ڏٺو ته عمر جي پوئين پڙاوَ ۾ اِهي سمسيائون سڀ جي سامهون آهن. گهر گرهستي جي جوابداري،مٽ مائٽ، سيڻ سڄڻ، شادين غمين کي نباهڻ جي جوابداري وڏي ماڻهو جي آهي.نياڻين سِماڻيِن نبڪي بدي ۾ ڏي وٺ جي جوابداري به وڏي کي نباهڻي آهي،ڇو ته اُنهيءَ ڪان منهن موڙڻ گهر جي بدنامي ۽ عزت کي نقصان رسندو. اِهي جوابداريون نباهڻ لاءِ وڏي کي معاشي افراتي کپي. پرسرام پنهنجي پٽن کي پئسو ڏوڪڙ، مال ملڪيت، ڏنڌا ڌاڙيون ڏيئي ڇڏيا هئا، پاڻ فارخ ٿي ويلو هو. سنهٺ انهٺ سال جي عمر ۾ ڪيڏانهن وڃي؟ ڏيءَ پيڻ، پوٽي پوٽي،ڏوهٽي ڏوهٽي کي به پٽن کان وٺي

| | | |
|---|---|---|
| نالو | . | ڪش چند مسرور. |
| جنم | : | حيدرآباد، ١٩٢٠.٦.٢٠ |
| پتو | : | ٣٨/اي، پلسڪر ڪالوني، اِندور-٣٥٢٠٠٢، ايم. پي. |

تڏهن ڏئي سگهي . اُن ڪري ذرا نراش هو.
رستو ڳولهڻ لاءِ مون وٽ آيو هو پر مان به
انهيءَ بيماري جو شڪار هوس.

جئن جئن عمر وڌي ٿي ماڻهو جي
شڪتي گهٽجي ٿي. ماڻهو جوابدارين کان
ڇوٽڪارو پائڻ چاهي ٿو. موه کان ڪنارو
ڪرڻ چاهي ٿو،پر گرهستي جي نباهڻ جي
جوابداري وڌي ٿي. جوابدارين نباهڻ لاءِ
پٽن اڳيان هٿ ڦهلائڻا پون ٿا.

عمر جي پهرين پراوَ ۾ ماڻهو
سنگهرش شيل هوندو آهي. زندگيءَ جيئڻ
جو حسين سپنو هوندو آهي. ٻارن کي ڪجهه
ٻڻائڻ جا خواب هوندا آهن. گرهست کي
سکي ڏسڻ جي تمنا هوندي آهي. تنهن
ڪري هو دولت ڪني ڪرڻ جي نشي ۾ هن
کي کاڌو پيتو، ننڊ آرام ڪجهه منو نه لڳندو
آهي. هن جي آڌو صرف مستقبل هوندو
آهي.

پرسرام ۾ به اِهي گڻ ۽ تمنائون
هيون، تنهن ڪري هن نه رات ڏٺي نه
ڏينهن هن پنهنجي صحت جو خيال نه
رکيو. جتي مليو تتي کاڌو، نه مليو ته نه
سهي. هن کي جُنون هو ته هڪ وار وڏو
مالدار ٿيو؟ هو اُن ۾ سڦل پڻ ٿيو. اِندور ۾
جايون جڳهيون، تيل ميل، ڏنڊا ڌاڙيون،
مارڪيٽ ۾ سني ساک هئي. واپارين ۾
سرمور ليکيو ويندو هو. هن کي ڪوبه گهمنڊ
ڪونه هو. سڀ سان پيال پيلائيندو هو. پر اڄ
زندگيءَ مان نراش آهي. هن ڪٿي مان
[..]اسو ڪيو،اُن تي به سندس اڌڪار
[..]نهي. هو پنهنجي مرضي سان ڪجهه
[..] نٿو سگهي. هن جو پٽن تي اڌڪار
[..]ي. هو اڄا به چاهين ٿا ته ” بابو ڪو
ڪم ڇونه ٿو ڪري؟“ اڄ مون وٽ انه...
ڪم لاءِ آيو هو. ڪٿي منشيگيري يا منـ...
وٺي ڏيان. هو هن عمر ۾ به پيرن تي بيـ...
ٿو چاهي؟ زندگي عزت سان گذارڻ...
چاهي؟ هو پٽن کي تڪليف ڏيڻ لاءِ به ت...
ڪونهي، نه هنن سان ٽڪر کائڻ ٿو چاهي...
گهر جي بدنامي کان به ڊڄي ٿو؟ ڪٿي ه...
جي اولاد کي نه ڪندا ڪيڏا پون؟

پرسرام کي ڇهه ڏيئر ۽ به پٽ آهن...
ڇهن ڏيئرن کي ڇا نه ڪپي؟ ڏڻ وار ج...
ڊپ کان ته هن ڇوڪريون ٻاهر پرڻائي...
ڪيديون. پر تڏهن به ڇوڪريون ۽ ٻار ٻابي...
جي گهر ته ايندي يون؟پوءِ اهڙو ڪهڙو پي...
آهي جو ڇوڪرين ۽ سندن ٻارن کي ڪجهه...
نه ڏيئي سگهي ۽ خوش رهي سگهي؟
ڇوڪرين ۽ سندن ٻارن کي ڏيڻ به چاهي ت...
اِهو ڪري نٿو سگهي؟ تنهن ڪري هو...
منجهي پيو آهي ته نيٺ ڇا ڪري؟

هر گهر جي وڏي سان اِهي سمسيائون
آهن؟ ڪم ڪري نٿو سگهي؟ ڪورٽ ۾ وڃي
نٿو سگهي؟ نيڪي بدي ۾، سيڻ سڄڻ سان
منهن ڪيس ڏيٺو آهي؟ ڪنهن کي هي بي
اِنصافي جي دانهن نٿو ڪري سگهي.
دنياداري کي به منهن ڏيٺو اٿس. ڪنهن
سان فرياد ڪري؟ ڪير مدد ڪرڻ وارو
آهي؟ اِهي سڀ سوال آهن جنهن جو ڪنهن
وٽ جواب ڪونهي؟ هن کي ٿي سور پيئٽو
آهي. منو پاٽو ڪري سهٽو آهي؟ پنهنجو
زهر پيئٽو آهي؟ گهر جي وڏي هئڻ جي
ناتي اِهو سڀ سهٽو پوندو؟ مان مرياداڻن
جو پالن ڪرٽو پوندو؟ گهر جو وڏو ٿيڻ ڪو
سوَلو ڪم ناهي؟

بن قاسم نہ تہ نڪاح ڪيو ۽ نہ وري لاڏي
ھن کي ھٿ آئي. ھن تہ پين سان گڏ جوھر
ڪيو ھيو. اھڙي ريت داھر جي ڌيئرن جو
قصو بہ ڪيس بدنام
ڪرڻ جي اِرادي کان
جوڙيو ويو آھي-
ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ
پنھنجي ڪتاب جي
صفحہ ۲۹۱-۲۹۲ تي
لکيو آھي تہ داھر جي
پاٽيجي حسينا جي
باري ۾ فتح نامي ۾ ڏنل
روايت بلڪل غير معتبر معلوم ٿئي ٿي. ھي
بيان بہ ھڪ افسانو آھي. جڏھين سيني
عورتن جي باري ۾ فتح نامي ۾ ڏنل
حقيقتون غلط آھن تہ داھر جي ڌيئرن جي
باري ۾ بہ حقيقتون غلط ھئڻ کپن.

(۲) بغداد شھر جڏھن وجود ۾ ئي
ڪونہ ھيو تہ داھر جي ڌيئرن کي بغداد
موڪلڻ جي ڳالھہ بہ غلط آھي.

(۳) خليفو اُن وقت اِسلامي دنيا جو
سرمو رھبو تنھن کي اھڙو ڇسو ۽ مورکہ نہ
سمجھڻ کپي، جيڪو دشمن جي ڌيئرن جي
ھڪ گفتي تي بنا ڪنھن سوچ ويچار جي
پنھنجي اُن وقت سڀ کان وڏيڪ قابل
سيناپتيءَ کي مارڻ جو حڪم ڏيندو.

(۴) محمد بن قاسم عربن لاءِ املھہ
ھيرو ھيو ڇاڪاڻ تہ محمد بن قاسم کان
اڳہ ١١ دفعہ جيڪي جنگيون عرب ھارائي
چڪا ھيا اُھا جنگہ ھن عربن کي کٽي ڏني.

(۵) محمد بن قاسم ئي پھريون عرب
سيناپتي ھيو جنھن عربن جو ڳاٽ سنسار ۾
اونچو ڪيو. ھن کي اُن لاءِ اِنعام اِڪرام
ملڻ کپندا ھيا نہ ڪہ دشمن جي ڌيءُ جي
ڪوڙي چغليءَ تي ھن
کي موت جي سزا ملڻ
کپندي ھئي.

(٦) ٿوري دير لاءِ
قبول بہ ڪجي تہ خليفو
رات جي وقت شراب
جي ۽ ڪام جي نشي ۾
انڌو ھيو اُن ڪري
سوريہ ديوي جي
شڪايت تی ھڪدم بنا جاچ جوچ جي حڪم
جاري ڪيائين. ٻئي ڏينھن، ٽئين ڏينھن،
چوٿين ڏينھن ڪڏھن تہ سندس نشو ٽٽو
ھوندو، اُن وقت ڇو ڪين سوچيائين تہ مون
ھي ڪھڙو نہ غلط ڪم ڪيو آھي؟ اھڙو
ڪھڙو ڪم عقل بادشاھہ ھوندو جيڪو
پنھنجي وير سيناپتي کي ھھڙي ريت
مارائيندو؟ ڇا خليفي ۾ ذرو بہ عقل نہ ھيو.
آءُ سمجھان ٿو خليفي کي اھڙو مورکہ
سمجھڻ سندس ايمان ڪرڻ برابر ٿيندو.

(۷) سنڌ ۽ عربستان جي وِچ ۾ وڏو پنڌ
آھي. ٻئی ملڪ پاڻ ۾ پاڙيسری نہ آھن.
اُن وقت نہ ھبا ھوائي جھاز نہ ھئي ريل نہ
وائرليس ۽ نہ تار، اُن ڪري خليفي جو
پروانو محمد بن قاسم کي پھچڻ ۾ ضرور
ڪي ڏينھن لڳا ھوندا. جي خليفي اھڙي
غلطي رات جو ڪئي ھجي ھا تہ ضرور ٻئي
ڏينھن تي پيو قاصد ڊوڙائي پنھنجو

...هريون حڪم رد ڪري ها.

(٨) سندرتا جي ڪمي عرب ڇوڪرين
...اص ڪري ايرانين ۾ ڪونہ هئي ۽ نہ هن
...وقت ئي آهي. آءُ نٿو سمجهان تہ سوريہ
...ديوي يا پرمل ديوي عرب ڇوڪرين ايرانين
...کان وڌيڪ اهڙي حسين ٿي نہ ٿي سگهي
...جو خليفي جي ڳگہ ٻڙي پيئي جو غش ڪائي
...ڪري پيو ۽ هوش حواس وڃائي وينو؟

(٩) محمد بن قاسم حجاج جو ناٺي
...هيو. سندس سوٽ بہ هيو. جي محمد بن
...قاسم کي مارائڻ جو حڪم نڪري ها تہ هو
...خليفي وٽ ڊوڙي وڃي اِهو حڪم رد ڪرائي
...ها.

(١٠)محمد بن قاسم بہ اهڙومورکہ
...سيناپتي ڪونہ هو جو هزارين ميل پري سنڌ
...۾ مليل بادشاهت کي نوڪر هٽي خليفي جي
...حڪم تي پاڻ کي ڍڳي جي کل ۾ پورائي
...صندوق ۾ بند ڪرائي خليفي وٽ پنهنجو
...ڙه موڪلي. حقيقت اِها آهي تہ مسلم
...بادشاهتن جي اِتهاس ۾ ڪنهن بہ حاڪم
...ئي مارائي کان سواءِ ستا ڪونہ ڇڏي آهي.
...اهڙا وفادار سيناپتي مسلم اِتهاس ۾ ڪونہ
...ملندا.

اُنهن سيني ڳالهين تي ويچار ڪرڻ
...ان پوءِ هر ٻڌيمان شخص اُن نتيجي تي
...پهچندو تہ داهر جي ڌيئرن جي باري ۾
...ڪربن ڳپوڙا هنيا آهن. ڪوڙي ۽ بي بنياد

افسانو ناهي لکيو اٿن.

شري ناڪرداس ورما هڪ پستڪ سنہ
١٩٣٦ ڇپارايو هيو. پستڪ جو نالو آهي -
”نائڪ مهاراجا داهر سين“ ۽ اُن جي صفحي
١٧ تي لکيل حقيقت مونکي صحيح ٿي
لڳي، هو صاحب لکي ٿو تہ، ”مونکي جيڪي
حقيقتون مليون آهن تن مان معلوم ٿو ٿئي
تہ الور ۾ ئي لڙائي ختم ٿي ويئي هئي ۽
اُن الور جي لڙائيءَ ۾ محمد بن قاسم
مارجي ويو هيو.

مهاراجا داهر سين جي ڌيئرن جي
باري ۾ شري ناڪرداس ورما لکي ٿو تہ سنڌ
پتن کان پوءِ يُوَراج جئسنگهہ طرفان هلايل
سنڌ مڪتي جي يُڌ کي سگهل بڻائڻ لاءِ ٻئي
راجڪماريون سنياسڻيون بڻجي ڳوٺ ڳوٺ
۾ رٿن ڪري سوتنترتا سينانين جي پرتي
ڪرڻ لڳيون.

مونکي شري ناڪرداس ورما جي ڳالهہ
صحي ٿي لڳي. مهاراجا داهر سين جون
ڌيئر محمد بن قاسم جي هٿ ڪونہ آيون
هيون نہ وري محمد بن قاسم پاڻ کي
جيئري ڍڳي جي کل ۾ بند ڪرايو. اِهي
ڳپوڙا اعتبار جوڳا نہ آهن. اچو تہ اِتهاس
کي وري لکون. غلط ۽ ڪوڙي اِتهاس کي
هٽائي سچو ۽ صحي اِتهاس جڳہ کي
پڙهايون. اِها ذميواري سنڌين مٿان آهي.

بن قاسم نہ تہ نڪاح ڪيو ۽ نہ وري لاڏي
ھن کي ھٿ آئي. ھن تہ ٻين سان گڏ جوھر
ڪيو ھيو. اھڙي ريت داھر جي ڌيئرن جو
قصو بہ ڪيس بدنام
ڪرڻ جي ارادي کان
گھڙيو ويو آھي-
ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ
پنھنجي ڪتاب جي
صفح ۲۹۱-۲۹۲ تي
لکيو آھي تہ داھر جي
ڀاڻيجي حسينا جي
باري ۾ فتح نامي ۾ ڏنل
روايت بلڪل غير معتبر معلوم ٿئي ٿي. ھي
بيان بہ ھڪ افسانو آھي. جڏھين سيني
عورتن جي باري ۾ فتح نامي ۾ ڏنل
حقيقتون غلط آھن تہ داھر جي ڌيئرن جي
باري ۾ بہ حقيقتون غلط ھئڻ کپن.

(۲) بغداد شھر جڏھن وجود ۾ ئي
ڪونہ ھيو تہ داھر جي ڌيئرن کي بغداد
موڪلڻ جي ڳالھہ بہ غلط آھي.

(۳) خليفو اُن وقت اسلامي دنيا جو
سرمو رھيو تنھن کي اھڙو ڇسو ۽ مورکہ نہ
سمجھڻ کپي، جيڪو دشمن جي ڌيئرن جي
ھڪ گفتي تي بنا ڪنھن سوچ ويچار جي
پنھنجي اُن وقت سڀ کان وڏيڪ قابل
سيناپتيءَ کي مارڻ جو حڪم ڏيندو.

(۴) محمد بن قاسم عربن لاءِ اھڙو
ھيرو ھيو جاڪاڻ تہ محمد بن قاسم کان
اڳ ۱۱ دفع جيڪي جنگيون عرب ھارائي
چڪا ھيا اُھا جنگہ ھن عربن کي کٽي ڏني.

(۵) محمد بن قاسم ٿي پھريون عرب

سيناپتي ھيو جنھن عربن جو ڳاٽ سنسار ۾
اونچو ڪيو. ھن کي اُن لاءِ انعام اڪرام
ملڻ کپندا ھيا نہ ڪہ دشمن جي ڌيءُ جي
ڪوڙي چغليءَ تي ھن
کي موت جي سزا ملڻ
کپندي ھئي.

(٦) ٿوري دير لاءِ
قبول بہ ڪجي تہ خليفو
رات جي وقت شراب
جي ۽ ڪام جي نشي ۾
انڌو ھيو اُن ڪري
سوريہ ديوي جي
شڪايت تي ھڪدم بنا جاچ جوچ جي حڪم
جاري ڪيائين. ٻئي ڏينھن، ٽئين ڏينھن،
چوٿين ڏينھن ڪڏھن تہ سندس نشو ٽٽو
ھوندو، اُن وقت چو ڪين سوچيائين تہ مون
ھي ڪھڙو نہ غلط ڪم ڪيو آھي؟ اھڙو
ڪھڙو ڪم عقل بادشاھہ ھوندو جيڪو
پنھنجي وير سيناپتي کي ھحڙي ريت
مارائيندو؟ ڇا خليفي ۾ ذرو بہ عقل نہ ھيو.
آءُ سمجھان ٿو خليفي کي اھڙو مورکہ
سمجھڻ سندس اپمان ڪرڻ برابر ٿيندو.

(۷) سنڌ ۽ عربستان جي وچ ۾ وڏو پنڌ
آھي. ٻئي ملڪ پاڻ ۾ پاڙيسري نہ آھن.
اُن وقت نہ ھيا ھوائي جھاز نہ ھئي ريل نہ
وائرليس ۽ نہ تار، اُن ڪري خليفي جو
پروانو محمد بن قاسم کي پھچڻ ۾ ضرور
ڪي ڏينھن لڳا ھوندا. جي خليفي اھڙي
غلطي رات جو ڪئي ھجي ھا تہ ضرور ٻئي
ڏينھن تي ٻيو قاصد ڊوڙائي پنھنجو

گهرائي نندي متعلق اِشارو ڪيائين تہ هن
کي وڃي سنڀاليو جيئن هن کي وهاري ڪولي
خليفي ڏانهن نهاريو تہ خليفو سندس حسن
جو ڪمال ۽ جمال ڏسي چريو ٿي پيو ۽ سندس
خونخوار نازوادا هن جي دل کان صبر ڪسي
ورتو. سريا ديوي ۽ کي هٿ وجهي پاڻ ڏانهن
ڇڪيائين تہ سريا ديوي اُٿي ڪڙي ٿي ۽
کيس چيائين تہ بادشاهہ سلامت رهي آءٌ غلام
بادشاهہ جي خلوت جي لائق نہ ٿي ٿي
سگهان ڇاڪاڻ تہ امير عادل عماد الدين
محمد بن قاسم اسان کي ٿي ڏينهن پاڻ
وٽ رکي پوءِ دارا لخلافت جي خدمت ۾
موڪليو آهي شايد توهان جو دستور اِئين
آهي. بادشاهن لاءِ هيءُ خواري جائز نہ
آهي.

خليفي تي اُن وقت عشق تمام غالب
تي چڪو هيو ۽ صبر جي مهار سندس هٿ
مان نڪري چڪي هئي تنهن ڪري اِنهيءَ
غيرت کان کيس تحقيق ۽ غيرت جي جاچ
جوچ جي طاقت نہ رهي ۽ هڪ دم ڪاغذ ۽
قلم گهرائي پنهنجي هٿ سان پروانو
لکيائين تہ محمد بن قاسم جتي بہ پهتو
هجي تہ کيس گهرجي تہ پاڻ کي ڪچي
کل ۾ بند ڪري دارا لخلافت ڏانهن واپس
تئي.

محمد بن قاسم کي جڏهن هيءُ خبر
ملي اوڏاپر جي شهر ۾ پهتو تڏهن سندس
چوڻ تي کيس ڪچي چمڙي ۾ بند ڪري
محمد بن قاسم جان خدا پاڪ جي حوالي
ڪئي.

ڊاڪٽر بلوچ پنهنجي ڪتاب جي
صفحہ ۵۳۵ تي لکي ٿو تہ ”جيڪا حڪايت
محمد بن قاسم جي گرفتاريءَ ۽ موت بابت
ڏنل آهي سا هڪ محض ڏند ڪٿا آهي
جنهن جو آڳاٽن تاريخي ڪتابن ۾ ذرو
جيترو بہ ذڪر ڪونہ آهي. هي محض هڪ
افسانو آهي جنهنجو بنياد محمد بن قاسم
بابت ٻُڌل مقامي ڏند ڪٿائُن تي رکيل
آهي. ڪنهن شخص هيءُ ڏند ڪٿا
فتحنامي ۾ شامل ڪئي آهي (صفحہ ۵۳۶).
اُن وقت بغداد شهر ٻڌو ئي ڪون ويو هيو.
بغداد شهر اُن کان ۴۰ سال پوءِ وجود ۾ آيو.
اُن وقت خليفو دمشق ۾ رهندو هيو. محمد
بن قاسم جو موت سياسي اُٿل پٿل ۽ شخصي
اِنتقام سبب ٿيو. عربي تاريخن ۾ ڪٿي بہ
داهر جي ڌيئرن کي پيٽ ۾ پورائڻ جو ذڪر
نہ آهي (صفحہ ۵۳۷). صفحہ ۵۰۶ تي لکي ٿو
تہ داهر جون ڪي ڌيئر گرفتار ٿين ها تہ
عرب مورخ اُن اهم واقع جو ضرور ذڪر ڪن
ها مگر ڪنهن بہ عربي تاريخ ۾ اهڙو ذڪر
ڪونهي، اُن ڪري اِهي حڪايتون ۽ بيان
محض اقاويل ۽ ڏند ڪٿائون ئي سمجهڻ
کپن. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جيڪي بہ
ڪارڻ ۽ دليل ڏنا آهن، حوالا ڏنا آهن- اُنهن
کان سواءِ پڻ هينين ڳالهين تي غور ڪرڻ
ضروري آهي.

(۱) عرب اِتهاسڪارن مهاراجا داهر
کي بدنام ڪرڻ لاءِ انيڪ ڪوڙ ڪتيا آهن
جهڙو ڪ داهر جي پيڻ سان شادي، داهر
جي ماءُ بابت غلط بياني، داهر جي پتني
بابت نسورو ڪوڙ لاڏي عمر ۾ محمد بن
قاسم جي ڏاڏي برابر هئي. اُن سان محمد

لکيل ڪتاب ٻہ پڙهيا آهن، اُنهن ڪڏهين
ٻہ مٿئين ڪهاڻي کي ووڪ جي تارازي ۾
ڪونہ توريو آهي. جيئن طوطي کي ڪا
ڳالهہ رٽائي ويندي آهي ۽ هوُ اِها ساڳي
رٽيل ڳالهہ وري وري پيو دهرائيندو آهي،
نيڪ اُن ريت ڀارت جي اِتهاسڪارن عربن
جي اُن ڪوڙي ڳالهہ جو پنهنجي ڪتابن
۾ نقل ڪيو آهي. دڪر جي ڳالهہ اِها ٻہ آهي
تہ اسڪولن ۾ ڪاليجن ۾ جيڪي اِتهاس
جا پستڪ پاڙهيا پيا وڃن اُنهن ۾ بہ اِها
ساڳي ڳالهہ لکيل آهي. ڀارت جي آزاديءَ
کان پوءِ ۵۲ سالن تائين ڪوڙو اِتهاس
پڙهائڻ چالو رهيو آهي. صحي ۽ سچو
اتهاس جاڻڻ لاءِ ڪابہ ڪوشش اجا تائين
ڪونہ ٿي آهي شايد ڀارتيہ اتهاسڪارن کي
اُن ڳالهہ تي فخر ٿو محسوس ٿئي تہ اسان
جي راجڪمارين ترڪيب سان ديش جي
دشمنن کان اُن ريت بدلو ورتو.

سنڌي ادبي بورڊ پاڪستان طرفان
چچ نامو وري لکائڻ لاءِ سنڌ جي اتهاسڪ
کوجنبڪ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ کي مقرر
ڪيو ۽ هن جو لکيل چچ نامو عرف فتح نامو
سنڌ کي سنہ ۱۹۵۴ ۾ وري نئي سر ڇپارايو
ويو آهي. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ اُن
حقيقت کي ڪوڙو سڏيو آهي ۽ پوءِ جي
جوزيل حقيقت ڪري محيو آهي، اُن لاءِ
هن پنهنجا پنهنجا دليل ڏنا آهن. سنڌس
ڪتاب مان آءٌ حوالا ٿو پيش ڪريان. هو
پنهنجي ڪتاب جي صفحہ ۲۰۲ تي لکي ٿو
تہ:

” پوءِ جڏهين غنيمتون ۽ غلام محمد
بن قاسم جي اڳيان آندائون ۽ هر هڪ جو
احوال معلوم ڪيائون تڏهين معلوم ٿيو تہ
داهر جي زال لاڏي قلع ۾ آهي. داهر جون
ٻہ ڌيئر پڻ ٻين زالن وچ ۾ منجهن ڏکيو
ٻنبون آهن جن کي هڪ خادم جي حوالي
ڪري جدا وهاريائين. ڊاڪٽر نبي بخش
بلوچ پنهنجي پستڪ ”فتح نامو سنڌ“ جي
صفحہ ۲۶۲-۲۶۳ تي اُن قصي جو ذڪر هن
ريت ڪيو آهي.

محمد بن عالي ۽ ابوالحسن مدائني
هن ريت روايت ڪئي آهي تہ راجا داهر
جي ڪتل ٿيڻ وقت سندس حرم سراءِ مان
هنجون ٻہ ڪنواريون ڌيئرون گرفتار ٿي
آيون هيون جي محمد بن قاسم حبشي غلامن
حتان، بغداد ڏانهن دار - ال خلافت جي
درگاهہ ۾ موڪلي ڏنيون هيون. وقت جي
خليفي غمخواري خاطر کين حرم سراءِ جي
حوالي ڪيو تہ ڪي ڏينهن آرام ڪري
خلوت جي لائق ٿين. ڪن ڏينهن کان پوءِ
خليفي جي مبارڪ دل تي آئي ۽ رات جو
ٻنهي کي حاضر رهڻ جو حڪم ڏنائين.
خليفي وليد بن عبدالملڪ ترجمان کان پڇيو
تہ معلوم ڪر تہ هنن مان وڏي ڪير آهي
تہ اُنهيءَ کي روڪيو وڃي ۽ سندس ڀي ڀيڻ
کي وري ڪنهن ٻئي وقت تي گهرائبو.
ترجمان خدمت گار پڇريائين تہ اُنهن کان
نالا پڇيا- وڏي چيو تہ منهنجو نالو ”سريا
ديو“ (نوٽ : -ترجمان کي شايد سوريہ ديوي
نالو سمجهہ ۾ نہ آيو ٿو ڏسجي جو هن سريا
ديو ڪري ٻڌايو- ليکڪ.) ننڍي چيو تہ
منهن جو نالو پرمل ديوي آهي- وڏيءَ کي

# سنڌو پٽي مهاراجا ڏاهرسين جون ڌيئر
# سوريه ديوي ۽ پرمل ديوي

## ڊاڪٽر نانڪرام ايسراڻي

سنڌو پٽي مهاراجا ڏاهرسين کي ٻه سندر ڌيئر هيون، هڪ جو نالو هيو پرمل ديوي ۽ ٻي جو نالو هيو سوريه ديوي. جڏهن محمد بن قاسم سنڌ مٿان ڪاهه ڪئي هئي تڏهن انهن ٻنهي ڪنيائن جي جوڀن جي ڪلي ڪلي چٽڪي هئي. عرب ليکڪ لکن ٿا ته راجا ڏاهرسين جي لڙائي ۾ هارائڻ کان پوءِ محمد بن قاسم کي اهي ٻيئي ڪنيائون ۽ سندن ماتا مهاراڻي لاڏي محل ۾ هٿ آيون. محمد بن قاسم راڻي لاڏي سان ته خود وواهه ڪيو پر ڏاهر جي ٻنهي ڌيئرن کي خليفي جي حرم ۾ رکڻ لاءِ بغداد موڪلي ڏنائين. جڏهين رات جو خليفي جو انهن ڪنيائن سان مڪاميلو ٿيو تڏهين اُنهن ڪنيائن ڪيس شڪايت ڪئي ته اي خليفا اسان کي هٿ نه لاهه-ترس-محمد بن قاسم اسان کي هٿ موڪلڻ کان اڳه ئي ڀنت ڪري ڇڏيو آهي. اِها ڳالهه ٻڌندي ئي خليفي جو پارو گرم ٿي ويو ۽ هڪدم حڪم ڏنائين ته محمد بن قاسم جتي به هجي اُتي پاڻ کي جيئري ڏڳي جي کل ۾ پورائي مون وٽ اچي پيش ٿئي. محمد بن قاسم اِهو حڪم ملنديئي حڪم جي پوئواري ڪندي پاڻ کي ڏڳي جي کل ۾ پورائي خليفي ڏانهن روانو ٿيو ۽ رستي ۾ ئي مري ويو. جڏهين اِها خبر خليفي کي پيئي تڏهين هن کي ڏاڍو افسوس ٿيو. هن کي ڏاهر جي ڪنيائن چيو ته هي خليفا اسان محمد بن قاسم کان انتقام وٺڻ لاءِ توکي بيوقوف بڻائڻ لاءِ ڪوڙ ڳالهايو. پوءِ خليفي اُنهن ٻنهي ڪنيائن کي ڀت ۾ جيئري ئي پورائي ڇڏيو.

اِها ڪهاڻي پڙهڻ سان ئي هڪدم بيهودي بي بنياد ۽ ڪوڙي پيئي لڳي. افسوس آهي ته هن وقت تائين ڀارت جي ڪنهن به اتهاسڪار اُن من گهڙنت ڪهاڻي جي سچ ۽ ڪوڙ کي پرکڻ لاءِ ڪابه ڪوشش نه ڪئي آهي. مون وڏن وڏن ودوانن جا


| | | |
|---|---|---|
| نالو | : | ڊاڪٽر نانڪرام ايسراڻي. |
| جنم | : | ميان جو ڳوٺ، تعلقو شڪارپور. |
| ڇپايل ڪتاب | : | پنج. |
| پيشو | : | ائڊووڪيٽ. |
| پتو | : | پوسٽ باڪس ٨٩، سنت ڪنور رام بازار، اجمير-٣٠٥٠٠١. |

سڀ چونڊا تہ ٻي ويڙن تہ نہ آ نرمل سان سنڌ سنڌيت لئہ ڇريو آهي، ٻيو ڪجھہ ڪونهي.

واسديو سنڌي ساهتيہ ۾ پنهنجي طرفان اصلوڪيون ايڪانڪيون پڻ پيش ڪيون آهن. سندس اصلوڪين ايڪانڪين جا ٽي مجموعا شايع ٿيل آهن (i) ٻوڙا آچيِ مِڙيا (ii) بنا ڏيتي ليتيءَ شادي (iii) سسُ ڙي سسُ. اِنهن ناٽڪن جا انيڪ شوز ٿي چڪا آهن.

ٻوڙا آچيِ مِڙيا ۾ شامل جڳهڙو ايڪانڪيءَ ۾ ٻهاڪن ۽ محاورن جي جيڪا پلٽ پلٽان ڪئي اٿس اُها ڏسڻ ۽ ٻڌڻ وٽان آهي.

هن هڪ ايڪانڪيءَ ۾ ڪو نہ ڪو مسئلو کنيو آهي. لڳيٽو واسديو نرمل جيڪو ١٩٩٩ جي جون مهني ۾ لاڏو لاڏي آٽيندو پر (ٽہ فصلو ناٽڪ) پيش ڪبو آهي اُهو جڏهن سنڌي رنگہ منچ تي ايندو ۽ تنهن کان پوءِ جڏهن اُنهيءَ جو ترجمو ٻين ٻولين ۾ ٿبندو ۽ رنگہ منچ تي الڳہ الڳہ پارتيہ ڀاشائن ۾ منچت ٿيندو تڏهن اُهي ڀاشاڀاشي جڏهن واسديو جي پٺي ٺپريندا تڏهن سنڌي ناٽڪن جو آبو پروفسر منگهارام ملڪاڻي بہ سرگہ ڌام مان ٽيليفون ســ ۾ڪي واڌايون ڏيندو تہ واسديو پلو ڪم ڪيو ٿيئي.

واسديو نرمل ٻين ٻولين جا ناٽڪ سنڌيءَ ۾ اُلٿو ڪري پيش ڪيا آهن. ممبئيءَ ۾ جيڪي بہ سنڌين جا ٿئيٽر گروُپ هئا يا آهن، ذري گهٽ اُنهن سڀني سان هن جو واسطو پئي رهيو آهي. ٻين ٻولين مان ترجمو ڪرڻ کان وڌيڪ اُنهن جو اُلٿو ڪرڻ وڌيڪ بهتر سمجهندو آهي. سندس وشواس آهي تہ اُلٿو ڪرڻ سان مناسب ڦير ڦار ڪري اُنهيءَ ناٽڪ کي سنڌي رنگت ڏيئي ٿي سگهجي.

ضرورت آهہ نئين ٽهيءَ کي سڌي ٻولي سنڌي ساهت ۽ سنسڪرتيءَ کان واقف ڪرڻ جي ۽ اُنهيءَ لاءِ سڀ کان بهتر اُپاءُ آهي تہ پنهنجي گهر کي سنڀاليون - نيئن ٽهيءَ سان سنڌيءَ ۾ ڳالهايون ۽ اُنهن کي سنڌ جي اِتهاس، سنڌ جي جاگرافيءَ کان واقف ڪرايون. پلي ڪس ديوناگريءَ ۾ لکڻ پڙهڻ جي ڇوٽ ڏيون.

# ٻهوُ مُکي شخصيت جو ڌڻي واسديو نرمل

## جهمون ڇڳاڻي

منهنجو سر تنهنجي سان پيارا ملي جڏهين
گيت اسانجو مذر ترانو بڻي تڏهين

دوردرشن تي جڏهن گهنشيام واسواڻيءَ جو ڳاتل گيتُ جيکو نريندر هيرواڻيءَ تي فلمايو ويو آهي، اسين جڏهن ٻڌندا آهيون ته فخر سان اسانجي ڇاتي ڦُنڊجي پوندي آهي. پر اسان اِهو ڄاڻڻ جي ڪڏهن ڪوشش ئي نه ڪئي آهي ته اهڙو مذر گيت سنڌيءَ جي ڪهڙي گيتڪار لکيو آهي. اِها قدر شناسيءَ واري ڪلا اسانجي وريشٺتم ساهتيڪار گوبند مالهيءَ ۾ واهه جي آهي. ڀڳونتيءَ ناواڻي جي گيت سنگيت جو پروگرام پيش ڪندي چوندا هئا، هاڻي ڀڳونتي ناواڻي هند ۽ سنڌ جي هاڪاري شاعر واسديو نرمل جو گيت پيش ڪندي جنهنجا ٻول آهن 'آلا مون نٺا وِسرن سنڌ جا نظارا'. هن ليکه ۾ اُنهيءَ واسديو نرمل جو ئي ذڪر ڪيو ويو آهي جنهن پنهنجي لاءِ خود چيو آهي ته

هن جي ڳالهه نه دل ۾ ڪجو
نرمل آهي مست ملنگه

اِنجنيئرينگه ۾ گرئجيوئيت نرمل ممبئي ميونيسيپل ڪارپوريشن جي چيف اِنجنيئر جي اعليٰ عهدي تان رٽائر ٿيو. پر جيءَ ۾ لڳل سنڌيت جي جهوڙيءَ سبب، ڀاشا ڀاشي هن سان گڏجندو ۽ هنديءَ يا انگريزيءَ ۾ ڳالهائيندو ته نهه پهه چوندس:

مون سان سنڌيءَ ۾ ڳالهاءِ
ٻوءِ ڀلي ڇئه ٻوڏ ۽ ڦوٽ

اَڄ سنڌي شاعرن ۾ واسديو نرمل جو نالو ڪافي عزت ۽ اَعترام سان ورتو ويندو آهي ڇو ته :

| | | |
|---|---|---|
| نالو | : | جهمون ڇڳاڻي |
| جنم | : | حيدراباد، سنڌ، ۱۹۴۰.۹.۵. |
| ڇپيل ڪتاب | : | ۲. |
| اِنعام | : | سينٽرل هندي ڊائريڪٽوريٽ ۽ سنڌي اڪادمي دهلي. |
| پيشو | : | ريجنل اِنسٽيٽوٽ آف ايڊيوُڪيشن ڀوپال، ايم. پي. |
| پتو | : | جي-۱، رام لڇمڻ نواس، ٻئراڳڙ، ڀوپال- ۴۶۲۰۳۰. |

محمد بن قاسم يا غزنويءَ جو قهار محمود،
دهليءَ جو حاڪم خلجي يا مغل، افغانستان
جو پاڇوڪڙ ارغون خان يا ترخان يا شاهه
شجاع، ٻوه ڪندڙ فرنگي يا ڪنهن ليگي.

سنڌ جي تاريخ پڙهي ڏسجي ته جنگ
ته ڪا ڪانه لڳي، سدائين ڪوس هو.

سنڌين کي ياد آهي آڪاٽي درخت جي
۽ ڪاني جي، ۽ طوفان ۾ درخت جو پاڙن
کان پٽجڻ ۽ جهڪندڙ ڪاني جي سلامتيءَ
جي. هو چوندا ته جي تنهن سان ڇڇي ته
ڪاتي ڇو ڪم آئجي. ڏنو پٽ ڇني جو.
ڏيئي ڇڏائجي ته وڙهجي ڇو،ڪو پڳ
لاهي ته ڪٽي وري متي تي رکجي مان ميٽ
۾.

پاڙي ۾ ڪو ڪُتِجي ته پنهنجو در
ڪُلف سان بند ڪري ڇڏڻ سنڌيءَ جو مُرڪ.

اِئين چوڻ ته سنڌي واپاري قوم آهن،
تنهنڪري ٻول ۽ ناهه، نمرتا ۽ اٽڪل بازي،
اُنهن لاءِ ضروري آهن ۽ ضد ۽ ويڙهه
نقصانڪار. سنڌين کان گجراتي واپار ۾
اڪابر آهن، پر اُنهن اُهي فولادي ماڻهو
پيدا ڪيا آهن، جن دنيا جا واجت وڄائي
ڇڏيا آهن.

سوامي ديانند سرسوتي ۽ مهاتما
گانڌي، ولڀ ڀائي پٽيل ۽ مُرارجي ديسائي
ڀارت ۾ رهندڙن کان پڇبو ته هنن کي خالي
هڪ سنڌي سورمو سکي به آهي.

سکر جو ڳڀرو جوان هيمون ڪالاڻي،
جنهن ڦاسيءَ تي چڙهڻ قبوليو پر جنرل
رچنبد سن کي جن ٻين ساٿين جا نالا نه ڏسيا.

آخر ۾، جيئن ڪنهن پراڊڪشن تي
آءِ ايس آءِ جو نمبر لڳل هوندو آهي ته اِها
چيز خاطري واري ليکي ويندي آهي. تيئن
ڪو وقت هو جوجنهن ڪتاب جو مهاڳ
پروفيسر اجواڻي جو لکيل هجي معنيٰ اها
رچنا خاطري واري آهي معيار واري آهي .
سندس آخرين رچنا سنڌي ادب جي تاريخ
صدين تائين ياد رهندي. پروفيسر ناگراڻي
جو ڪتاب سامي جا سلوڪ جو مهاڳ به
پروفيسر اجواڻي صاحب جو لکيل آهي ۽
ساميءَ جي ويچارڌارا کي وڌيڪ صاف سترو
ڪري ٿو.

بس هي ليک اِتي پورو ٿو ڪريان.
وقت ايندو جو اجواڻي صاحب جي ادبي
دين تي حوالن سان هڪ ڪتاب لکبو ويندو.
آخر ۾ اجواڻي صاحب، عالم اجواڻي
وڏياوان اجواڻي صاحب کي سَوَ سلام ۽ بس.

تيرٿ وسنت کي پهرين سنڌي ڪتاب
”ڪنور“ تي انعام ڏنو ويو هو. اجواڻي
صاحب اُن اڪاڊمي طرفان ڪيترا ڪتاب
ٻين ٻولين مان سنڌي ۾ ترجمو ڪرايا.

سنڌي ڪهاڻي سال ١٩٥١ کان ١٩٦٠
تائين هڪ مجموعو تيار ڪرايو هو، جنهن
جا سمپادڪ هئا گوبند مالهي، ۽ ڪلا
ريجهسنگهاڻي.

ٻي ٻالهه جا به ادب سان واسطو تي
رکي ، ۽ پروفيسر اجواڻي جي ادبي
ايمانداري ڏانهن تي اِشارو ڪري.

مون مٿي چيو آهي ته پروفيسر
اجواڻي صاف گوئي هو.

جيئن هاڻ رام جيٺملاڻي سياست ۾
صاف گوئي آهي.

تازو رام جيٺملاڻي ، آديپور ڪڇ ۾
ٿيل ورلڊ سنڌي ڪانفرنس ۾ چيو ته:

سنڌي چالاڪ آهن.
سنڌي چاپلوس آهن.
سنڌي چغلي خور آهن.
سنڌي چڙهت ڪندڙ آهن.

سچ ٿا مڙد چون،ڪنهن کي وڻي نه
وڻي.

اجواڻي صاحب ڪنور ڪتاب جي
مهاڳ ۾ اهڙو ئي سچ لکيو هو. جنهن تي
دادا جيرامداس ۽ سندس ساٿي ناراض ٿيا
هئا ۽ هندستان اخبار ۾ به اُن مهاڳ کي
وڻي وڏي واد وواد ٿي هئي. تڏهي
هندستان اخبار دوارا ڪتابن جو وڪرو ڪي
ويندو هو، ڪنور ڪتاب وڪري لاءِ نه رکي
ويوهو. چي اُن مهاڳ سان اِهو ڪتاب وڪري
لاءِ نه رکيو ويندو.

اجواڻي صاحب پنهنجي راءِ تي
اڏول رهيو هو. ان مهاڳ جو اهو حصو به هت
ڏنل آهي.

”...هاڻي مزو ته اِهو آهي جو
اسانجي سنڌڙيءَ ۾ سورما ته ڪونه ٿين. پر
سومان جي به ڪمي آهي. رامايڻ ۽ مهابارت
جي زماني ڪانوني سنڌي گدڙ ۽ ڊرپوڪ
ثابت ٿيا آهن. منست، ساماجت، رشوت ۽
خوشامند، ڪڏهين ڇل ول به، سندن مُکيه
شستر آهن. پوءِ برهمڻ هجن يا کتري،
مومن هجن يا مُلا، سما هجن يا سومرا ، ٻروچ
هجن يا پناڻ، سپائي هجن يا ڪانگريسي
سماجي هجن يا سکه.

سنڌي ڪيڪئي ڇل ول سان ماتي جي
پٽ کي بنواس موڪليو، ته سنڌي جئدرٿ
گدڙن سان گڏجي شير جي ٻچي ايمنيوءَ
تي ٻه ڪرائي ۽ نيٺ شير جو ٻڪر پاڻ ٿيو.

سنڌي ڇڇ ڇل ول سان راجڌاني ٿٽ
ڪئي ۽ ٻئي جي زال، تنهن کان وٺي ته
سنئين سڌي ڪانئرتا شروع ٿي ويئي. پوءِ
ڪاهه ڪندڙ هجي سور ٿن ورهين جو ڄار

مهمان تي ويل لبڪ من ۾ ڦولجڻ لڳو.“
موهن وڏيڪ چيو،”پر جڏهين نہ ايندو
آهين تہ وڏيڪ خوشي ٿيندي آهي.“
پروفيسر اجواڻي صاحب وڏيڪ
خوشي جو ذڪر ڪندو هو باقي اڳيون جملو
نہ پر رام پنجواڻي فقط اڳيون جملو چوندو
هو ۽ پويون نہ. موهن ڪلپنا ۾ئي جملا چيا.
سندس اِن صاف گوئي ڪري ڪيترا
ليڪڪ ۽ ٻيا ڪانئس ڪَوُ کائيندا هئا. پهرين
مان بہ ڪانئس ڪَوُ کائيندو هيس. پر جڏهين
منهنجو ڪتاب ’ هوُجمالو‘ نڪتو هو ۽ مون
کين ڪاپي موڪلي هئي تہ اُن جي جواب
۾ ڪارڊ ۾جيڪو هن لکيو هو، اُن منهنجو
ڀپ دور ڪري ڇڏيو. پوءِ تہ منهنجي ٻئي
ڪتاب جو محورت بہ پاڻ ڪيائين.
اجواڻي صاحب بيوقوفن کي ويجهو
اچڻ نہ ڏيندو هو.
پروفيسر رام پنجواڻي، بيوقوفن کي
... ٻڌندو هو.
... پروفيسر ملڪاڻي بيوقوفن ۾ ...
... اُنهن کي ٻڌندو هو.
... ڪري اُن وقت پروفيسر ايم. يو
... وڏيڪ پريہ هو.
... اجواڻي سنڌي ٻولي کي
... تمام اهم پارٽ
... ساحت سڀا جو

پهريون پريزيڊنٽ ١٩٥٧ ۾ پروفيسر
اجواڻي صاحب هو ۽ ٻيو دفعو سال ١٩٦١ ۾
پريزيڊنٽ ٿي رهيو. هن صاحب اُن دوران
۾ سنڌي ٻولي کي تسليم ڪرائڻ لاءِ تمام
لاجيڪل ۽ انگن اکرن سميت عريضا ناهي
سرڪار آڏو پيش ڪيا هئا.
ياد ٿو اچيم تہ سال ١٩٦١ ڌاري هند
سرڪار طرفان ٻوليوار پرانت ناهڻ لاءِ هڪ
ڪميشن ناهي هئي. جنهن جو ڪنوينر هو
شري بي. جي. کير اُهو هت بمبئي ۾ بہ آيو
هو، اُن کي ڪي-سي- ڪاليج ۾ هڪ اُتسوُ
۾ گهرايو ويو هو جتي اجواڻي صاحب هڪ
عريضو ڏنو هو. جنهن جي عبارت ۽ انگن
اکرن جي ساره شري کير بہ ڪئي هئي.
۽ پوءِ اڳتي هلي سنڌي ٻولي سال
١٩٦٧ ۾ تسليم ٿي هئي.
اُن ڪان اڳ جواهر لال نهرو جي رضا
مندي سان مرڪزي ساهتيہ اڪاڊمي جي
انعام لاءِ سنڌي ٻولي بہ شامل ڪئي ويئي
هئي ۽ اُن لاءِ سنڌين جي هڪ صلاحڪار
ڪاميٽي بہ ناهي ويئي هئي جنهن جو
پهريون ڪنوينر پروفيسر اجواڻي صاحب
هو. ۽ ٻيا ميمبر هئا، پروفيسر رام
پنجواڻي،ڪلياڻ آڏواڻي، ڊي. ڪي.
مشارامالي، پروفيسر منگهارام
ملڪاڻي،پروفيسر ڪلا ريجهسنگهاڻي ۽ ٻيا
هئا. مرڪزي ساهتيہ اڪاڊمي طرفان شري

مهاڳ لکي اجواڻي صاحب شاهه جي سورمين
کي اُجاگر ڪيو آهي ته سنڌي لوڪ ساهتيه
کي به ڇُهيو آهي. هي سال ١٩٥٣ جو ظاهر
ٿيل ڪتاب آهي.

اُن دؤر ۾ سنڌي ليکڪن ۾ ترقي پسند
ويچار ڌارا هلي رهي هئي. پروفيسر
اجواڻي صاحب اِهو ڄاتو ٿي ته هي ڌارا
ڪو ٿورو وقت ڪونه هلندي، پر سنڌي ٻولي
۽ ادب ته قائم آهي ۽ وڌندو ويجهندو.

جڏهين نئون سنڌي ساهت منڊل
هلندو هو ۽ ان طرفان، هفتيوار ادبي ڪلاس
به هلندڙ هو، تڏهين هن صاحب هڪ ٻي
ويچار ڌارا جو هرويرو مارڪسوادي جي
راهه تي هلندڙ ڪونه هئي، ان جي جماعت
بندي ڪئي. هن صاحب ان جماعت جو نالو
تمام سادو سودو سنڌي ادبي سنگت رکيو.
نه نئون لفظ ڳنڍي پاڻ کي ٻين کان الڳ
ڪري بيهاريو. پر سيني ويچار ڌارا وارن
لاءِ در کليو رکيو. ان سنگت طرفان هفتيوار
ڪلاس هلندا هئا. ان جماعت جو پريزيڊنٽ
پاڻ اجواڻي صاحب هو ۽ سيڪريٽري مرلي
مکي هو، جو ڪي. سي. ڪاليج ۾ پروفيسر
هو ۽ جائنٽ سيڪريٽري سنڌي جي ڄاتل
سڃاتل برک ليکڪا پروفيسر پوپٽي
هيرانندڻي هئي. هنن جا ڪلاس سنڌي
ماڊل هاءِ سڪول ۾ هلندا هئا ۽ ڪڏهين
ڪڏهين ڪي. سي. ڪاليج جي ڪنهن روم
۾ به هلندا هئا. منهنجي ڪتاب 'سنڌي
لوڪ ڪهاڻيون' جو مهورت ڪي. سي
ڪاليج ۾ اجواڻي صاحب ڪيو هو ۽ وقت
جو سڀاپتي هو پروفيسر رام پنجواڻي سا
١٩٦٠.

هن ادبي ڪلاس ۾ چوهڙمل هندوجا
گوبند مالهي ، ٻيا ليکڪ،ساهتيه پريمي
ايندڙ هئا.ماهوار 'ڦليلي' رسالو پڻ نڪرند
هو جنهنجو سمپادڪ هو مرلي مُکي.

هن ادبي ڪلاس اهي نوان
ساهتيڪار ايريا جي هرويرو ترقي پسند
ڌارا سان وابسط ڪونه هئا.

پر نئون سنڌي ساهت منڊل ڏيک
ويک ۽ ڇڪڻ ۾ وڌيڪ هو. ان ۾ نوجوان
نئين ٽهي گهٽي ايندي هئي.

پروفيسر اجواڻي جي هڪ ڪمزوري
اچ جي وهنوار ۾ هوندي هئي ۽ بهادر ته
هو، سچ منهن تي ۽ تمام صاف سڌي ٻولي
۾ چئي ڏيندو هو. پروفيسر رام پنجواڻي
لڪل ۽ ڍڪيل لفظن ۾ جا ڳالهه ڪندو
اجواڻي صاحب اِها ڳالهه صاف لفظن ۾
چوندو هو.

اُن نموني جو هڪ ٻيو مثال ٿو ڏيان:
موهن ڪلپنا وٽ هڪ ليکڪ دوست
گهر ۾ ويو.
موهن سندس آدر ڪندي چيو،''تون
مون وٽ ايندو آهين ته خوشي ٿيندي آهي.

لڳو. جو پهرين گُرداس مل هاءِ سڪول ۾ پرشن ۾ سنڌي پڙهائيندو هو.

شڪارپور ڪاليج ۾ پروفيسر ڪيئلداس بيگواڻي فاني سنڌي پڙهائڻ لڳو.جو پهرين شڪارپور جي نيوايرا هاءِ سڪول ۾ سنڌي وشيه پڙهائيندو هو.ورهاڱي کان ڪجهه اڳ پروفيسر يوجراج ناگراڻي شڪارپور ڪاليج ۾ سنڌي وشيه پڙهائيندو هو. پروفيسر اجواڻي صاحب ۽ ڊاڪٽر گربخشاڻي جي ڪوشش سان پوءِ ته سنڌ جي هاءِ سڪولن ۾ سنڌي ماڌيم به شروع ٿيو.

ورهاڱي بعد پروفيسر اجواڻي صاحب نئشنل ڪاليج باندرا ۾ انگريزي جو پروفيسر ٿي پڙهائڻ لڳو. اُتي ئي پوءِ وائيس پرنسيپال ۽ پوءِ پرنسيپال ٿي رهيو.

ورهاڱي بعد هت هندستان ۾ سنڌي وشيه جدا جدا ڪاليجن ۾ پڙهائي وئي، اُن لاءِ پروفيسر اجواڻي صاحب ڪافي ڪوشش ڪندو رهيو. بمبئي جي ايلفنسٽن ڪاليج ۾ سنڌي ويا ڳه کولايائين جتي پروفيسر ڪلا ريجهسنگهاڻي پڙهائيندي هئي. سينٽ زيورس ڪاليج ۾ داس طالب سنڌي پڙهائيندو هو ته خالصا ڪاليج ماٽونگا ۾ ڊاڪٽر ارجن شاد سنڌي پڙهائڻ لڳو. باندرا جي نئشنل ڪاليج ۾ پروفيسر ناگراڻي ۽ پارٽ ٽائيم پروفيسر پوپٽي هيراننداڻي سنڌي پڙهائڻ لڳا.

جڏهين ڪي.سي ڪاليج کليو ته اُتي سنڌي شاعر عالم ليکراج عزيز ۽ پروفيسر پوپٽي هيراننداڻي پڙهائڻ لڳا ته باندرا جي نئشنل ڪاليج ۾ پوپٽي جي جاءِ تي پروفيسر چندرا آڏواڻي پڙهائڻ لڳي.

گهاٽڪوپرجي سوفيا ڪاليج ۾ پروفيسر موهني نڪر سنڌي وشيه پڙهائڻ لڳي ۽ اُن سان گڏ پروفيسر رام شرما به هو.

اِهي سڀ ڪوششون پروفيسر اجواڻي صاحب جون هيون،پروفيسر اجواڻي صاحب بمبئي يونيورسٽيءَ جي نه فقط سينيٽ جو ميمبر ٿي رهيو پر ايڪيڊمڪ ڪائونسل جو به ميمبر هو. جنهن ڪري جدا جدا ڪاليجن جي پرنسيپالن ۽ ويا ڳه پرمکن سان لههُ وچڙ ۾ آيو ۽ اُن واقفيت جو فائدو وٺي اُنهن ڪاليجن ۾ به سنڌي ويا ڳه شروع ڪرايائين.

پروفيسر اجواڻي صاحب جي بمبئي يونيورسٽي جي تعليمي ڪيتر ايڪيڊمڪ فيلڊ ۾ ڪافي دٻ دٻو هو.۽ سندس قابليت،ذهنيت جي ڇاپ هوندي هئي. غير سنڌي تعليمدان سنڌين جي تعليم بابت اجواڻي صاحب ۽ پرنسيپال ٿي. ايم آڏواڻي ڪري سنڌي تعليم دانن کي سچاڻندا ۽ عزت ڏيندا هئا.

جيئن پروفيسر رام پنجواڻيءَ ڪري سنڌي ڪلچرل شغولن کان غير سنڌي واقف ٿيا ويندي ڪي. ايم. منشي، ڊاڪٽررام جوشي، ڊاڪٽر ٽوپي وغيره.

اڄُ اسان سنڌي تعليمي ڪيتر ۾ جو ڪجهه ميوا کائي رهيا آهيون، اِهو پرنسيپال اجواڻي صاحب جي محنت ۽ ڪوشش جو نتيجو آهي.

سنڌ ۾ اُن وقت جي تعليم کاتي جي ڊئريڪٽر ڊاڪٽر دائود پوٽا سنڌي صورت خطي ۾ اعرابن جو سوال آندو يعنيٰ سنڌي صور تخطي پارسي ۽ عربي جي اُچارڻ مطابق زيرون زبرون ڏيئي پڙهائي پڙهائي

۾، ڳوٺ ڳوٺ ۾ ڄاتو ويو. هندو(هاڻ هندستان) سنسار سماچار، هندو سنسار ۽ ٻين روزانين اخبارن پروفيسر اجواڻيءَ جي علميت، قابليت جو ذڪر ۽ ڪيترائي حوالا ڏنا هئا.(ڪاش اڄ اهي ڪنهن نموني وجود هجن ها ته سٺو.)

پوءِ ته سنڌ ۾ ڪيترن ليکڪن جي ڪتابن جا مهاڳ پروفيسر اجواڻي صاحب لکيا. جنهن ۾ ڏيونداس ڪشناڻي آزاد جي پورب سنديش، ڪوي بيوس جي ساموندي سپون، هري دلگير جي ڪوڏ، گوبند ڀاٽيه جي ورق ڪتابن جا مهاڳ پروفيسر اجواڻي صاحب جا لکيل آهن.

هن واد وواد کانپوءِ پروفيسر اجواڻي سنڌ جي تعليمي ڪيتر ۾ چمڪيو ۽ هن تعليمي ڪيتر جي اڳواڻي به ڪئي. تعليمي ڪيتر ۾ اجواڻي صاحب جو ٻيو هڪ اهم ڪم آهي. سنڌ جي ڪاليجن ۾ سنڌي وشيه بي اي سطح تي اسپيشل (خاص) سبجيڪٽ طور پڙهائڻ.

سنڌ ۾ جڏهين اهي ڪاليج کليا هئا تڏهين انهن ۾ سنڌي وشيه ڪونه پڙهائي ويندي هئي.اسڪولن ۾ به ماڌيم انگريزي هو جو پوءِ اڳتي هلي سنڌي ماڌيم ٿيو. پر ڪاليجن ۾ سنڌي وشيه طور پڙهائي وڃي ان پٺيان پٺيان ڊاڪٽر گربخشاڻي.اُن وقت تائين سنڌي ادب جو جائزو طور هڪ رپورٽ تيار ڪري يونيورسٽيءَ کي موڪلي زوردار گهر ڪئي هئي ته سنڌي ٻوليءَ جو ادب ڀرپور آهي، اُن ڪري سنڌ پرانت جي ڪاليجن ۾ سنڌي وشيه طور پڙهائڻ جي اجازت ڏني وڃي.

ڊاڪٽر گربخشاڻي اُن ڪم ۾ پروفيسر اجواڻي صاحب جي مدد ورتي هئي. اُن بعد اڳتي هلي پروفيسر اجواڻي صاحب اُن وشيه وستار پيش ڪري سنڌ جي ڪاليجن ۾ سنڌي وشيه به بي. اي. جي ليول تائين خاص وشيه طور ڪڍڻ لاءِ هڪ دستاويز تيار ڪيو ۽ اُن آڌار تي سنڌ جي ڪاليجن ۾ سنڌي وشيه اهميت حاصل ڪئي.

سنڌ ۾ ڊي جي. سنڌ ڪاليج ۾ جڏهين وشيه طور سنڌي ٻولي منظور ڪئي ويئي ته ڪاڪو ڀيرومل مهرچند آڏواڻي سنڌيءَ جو ليڪچرار مقرر ڪيو ويو. اُن کان اڳ ڪاڪو ڀيرومل مهرچند ايڪسائيز کاتي ۾ ڪم ڪندو هو. ڪاڪي ڀيرومل جي رٽاير ڪرڻ کانپوءِ ڊي.جي. ڪاليج ۾ سنڌي وشيه جو ليڪچرار پروفيسر رام پنجواڻي مقرر ٿيو. اُن عهدي لاءِ ٻيا به ٽي اُميدوار هئا.شري شري تيرٿ وسنت، ليکراج عزيز ۽ ڪاڪو لالچند امرڏنومل ڄڳتياڻي، ڪاڪو لالچند يونيورسٽيءَ جي ڪنهن ڳالهه ڪري خيال ۾ نه آندو ويو باقي ليکراج عزيز ۽ تيرٿ وسنت کي تعليمي لياقتون جنهن کي آنرري ايڪيڊمڪ ڪواليفڪيشن سڏيو آهي. هن سوال تي به پروفيسر رام پنجواڻيءَ کي پرنسيپال بڻائي ۽ پروفيسر اجواڻيءَ چڱي مدد ڪئي هئي.

پوءِ ته پروفيسر اجواڻيءَ جي ڪوشش سان حيدرآباد ڪاليج ۾ سنڌي وشيه پروفيسر جيٺومل ۽ پوءِ شري ڪلياڻ آڏواڻي پڙهائڻ

# پرنسيپال لالسنگھ اجواڻي

## ڊاڪٽر نارائڻ ڀارتي

تعليمي دين

ورهاڱي کان بہ اڳہ مون پرنسيپال لالسنگھ اجواڻيءَ جو نالو ۽ ناماچار سنڌ ۾ ٻڌو هو.

جينوٽيڪ مان اڃا انون درجو مس پڙهندو هيس، تڏهين بہ الائي ڇو منهنجي دلچسپي تعليمي ۽ ساهتيڪ ڳالهين ۾ هوندي هي اُن ڪري چوڏهن پندرهن سالن جي عمر ۾ بہ مون سنڌيءَ ۾ نڪتل چڱا ڪتاب پڙهيا هئا خاص طور شرت بابو، ڪوي ٽئگور ۽ منشي پريمچند جون ڪهاڻيون ۽ ناول پڙهيا هيم.

پر پرنسيپال اجواڻي صاحب جو نالو ۽ ناماچار- ادبي طور گهٽ ۽ تعليمدان ۽ عالم طور وڌيڪ ٻڌل هو ۽ سنڌ ۾ نالو وڳل هو.

شايد ڳالھہ هيئن آهي، تڏهين سنڌ جا ڪاليج (ڪراچي جو ڊي.جي. سنڌ ڪاليج، حيدرآباد جو نئشنل ڪاليج ۽ شڪارپور جو ڪاليج) بمبئي يونيورسٽي سان شامل ٿيل هئا، ۽ اُنهن ڪاليجن طرفان، بمبئي يونيورسٽي جي سينيٽ تي هڪ ميمبر چونڊبو هو. (هاڻ بہ شايد ائين ئي آهي مان خود يونيورسٽي جي طرفان سنڌي وياڳہ سينيٽ جو ميمبر هڪ سال لاءِ رهي چڪو آهيان).

ڪاليجن پرنسيپال (تڏهين پروفيسر) جو نالو اُن ميمبري لاءِ موڪلڻ تي چاهيو. پر سنڌ سرڪار جي وڏي وزير سَرِ غلام حسين، پنهنجي پٽ جو نالو تي موڪلڻ چاهيو. سنڌ جي ودوانن ۽ تعليمدانن وڏي وزير جي اُن رِٿ جي زبردست مخالفت ڪئي ۽ اُن وشيہ تي سنڌ جي تعليمي کيتر ۾ چڱي واد وواد هلي ويو ۽ آخر ۾ پروفيسر اجواڻي صاحب بمبئي يونيورسٽي جي سينيٽ جو ميمبر ٿيو هو.

پر اُن واد وواد ڪري پروفيسر اجواڻي صاحب جو نالو سنڌ جي شهر شهر


| | | |
|---|---|---|
| نالو | : | ڊاڪٽر نارائڻ پرياڻي ڀارتي. |
| جنم | : | ڦنير، ضلع ٺٽو، ١-١٠-١٩٢٢. |
| ڇپايل ڪتاب | : | پنجن کان وڌيڪ. |
| پيشو | : | چيف ايڊيٽر سنڌي ٽائيمس اخبار. |
| پتو | : | ٥٦، هيرو هائوسنگ سوسائٽي، پراڻي ٽيليفون ايڪسچينج جي سامهون، اُلهاس نگر- ٢٢١٠٠٢. |

شاھ جي رسالي ۾ موجود آھن. سُر ٻروو
سنڌيءَ ۾ ڪوڏر ۽ ڪاڻيءَ جو ذڪر ٿو اچي
تہ سُر سُھڻي ۽ سُر حُسينيءَ ۾ ڪانڌين بابت
پڻ لکيو آئائين. سُر ڪوھياريءَ ۾ ماتم
ڪندڙين جي رسم جو ھي عڪس ڏنل آھي.
'سرتيون سؤ راتِ جي، عُيم قبون پٽر پٽن؟'
ڊاڪٽر گربخشاڻي اُن رسم جي ھن
ريت وضاحت ڪئي آھي. ھو صاحب لکي
ٿو:
'جڏھن ڪو ماڻھو مرندو آھي تہ پٽر
يا توُنري پوندي آھي، جنھن تي ماڻھو،
حي اعزا پرسي ڪرڻ ايندا آھن، سي
اچي وھندا آھن. اُنھيءَ رسم مان'پٽر
پوڻ' يا ' تونري تي وجڻ' ھڪ سنڌي
اِصطلاح ٿي ويو آھي ۽ معنيٰ اٿس: ماتم
داري ڪرڻ، اعزاپرسي ڪرڻ.'
شادي شُدھ عورتن ۾ اِھا ھڪ رسم
ھوندي ھئي تہ جڏھن ڪنھن عورت جو مرد
گذاري وڃي تہ ھوءَ پنھنجا زيور لاھي
ڇڏيندي ھئي ۽ شيشي جون چوڙيون ڀڃي
ڦليون ڪندي ھئي. سسئيءَ ڪي پنھنجي
پنھونءَ جي جدائي موت مثل ٿي لڳي. اُن
ڪري ھن پنھنجي ماءُ کي چيو:
'ساڻڍ پنھنجي ساھ،
ٻانھيُن ٿي ڀورا ڪريان.'

مسلمانن ۾ اِھا رسم ھئي تہ وڏوا
جڏھن مري ويندي ھئي تہ اُن کي اڪثر
سندس مڙس جي قبر جي پيرانديءَ وٽ دفن
ڪيو ويندو ھو:
'پنھونءَ پيرانديءَ،
نماڻيءَ نصيب ٿي.'
شاھ جي رسالي ۾ ننڍپڻ سان واسطو
رکندڙ ريتين رسمن جا بہ ڪافي انداز ۾
تفصيل موجود آھن. سنڌ ۾ پينگھي جو
خاص رواج ھو. ھر ٻالڪ اُن جي لوڏي جو
لُطف ماڻيو ھوندو. سُر حُسينيءَ ۾ پينگھي
جو ذڪر اُچي ٿو. سُر ڏھر ۾ ڪنڊ جي وڻ
معرفت ٻار جي 'مُنڻ' جي رسم ڏانھن اِشارو
ظاھر آھي ۽ سُر آسا ۾ جٽيئي بابت بيت
چيل آھي. اھڙي طرح شاھ صاحب جي شعر
۾ گھڻائي ساماجڪ حوالا ملن ٿا.بنيادي طور
شاھ لطيف جي شعر کي تصوف جي پس
منظر ۾ ڏٺو ويندو آھي. پر سندس روحاني
فيلسوفيءَ جو سار لوڪ-ڪھاڻين معرفت
ظاھر ٿئي ٿو ۽ اُھي لوڪ- ڪھاڻيون اِنساني
ناتن رشتن تي ٻڌل آھن. مان نہ ٿو ڀانيان
تہ دنيا جي ڪنھن بہ شاعر ظاھري ۽ باطني
سطحن جو اھڙيءَ طرح سنگم جوڙيو آھي،
جھڙو اسان جي عظيم شاعر شاھ لطيف
جوڙيو آھي.

”هو جي پهڻ پب جا، مٽيا مُڪائون“
(هنن پب جبل جا پٿر يعني مٽيا مون ڏانهن موڪليا.)

هينئين بيت مان ظاهر آهي تہ ڏيجَ ۾ بسترو بہ شامل هوندو هوا

’ماءِ وهاڻو وارِ، ڪَڻُ پٽراٽي پانهجي،
جيڪي ڏِنئہ ڏيجَ ۾، سو سيوئي سار،
وَڃان تيِ وٽڪار، ڏِنم پيرُ پُنهوءَ جو.

هي ٻي رسم، جا هندن ۾ اجا تائين هلندي اچي ٿي، تنهن جو پڻ شاهہ جي رسالي ۾ ذڪر اچي ٿو شاديءَ واريءَ رات جو، گهر جي چانئٺ تي ڍڪڻ رکيو ويندو هو. ڪنوار پنهنجو ساڄو پير اُن تي رکندي هئي ۽ گهوٽ پنهنجو ساڄو پير ڪنوار جي پير تي رکندو هو. جيڪڏهن پير سڌو سنواٽو نہ رکيو ويندو هو تہ اُن کي اپسوڻ ڪري سمجهيو ويندو هو. سُر ليلا چنيسر ۾ شاهہ صاحب جو هيِ بيت اُن رسم تي روشني وجهي ٿو:

’پوُچا ڏِنم پيرَ،
ڍَڪَڻَ مٿي ڍول جا،
مون پانيون، تنهن ويرِ،
ڪوجهي ڪندو پرپڙي.‘

اِهو ظاهر آهي تہ شاهہ لطيف هندن جي رسمن کان بہ ايتروئي واقف هو، جيترو هوُ مسلمانن جي رسمن جي ڄاڻ رکندو هو. مسلمانن ۾ پڻ ٿوري فرق سان اُن رسم جو رواج آهي ۽ اهڙو ذڪر سندس رسالي ۾ اچي ٿو. شاديءَ نسبت ٻين ڪيترين ئي ريتين رسمن بابت رسالي ۾ بيت نظر اَچن ٿا. مثال طور ڏوليءَ يا پالڪيءَ جو اِستعمال، هٿن ۽ پيرن کي ميندي لڳائڻ، گهوٽ جو ڪنوار جي ٻانهن ۾ سڳڙو ٻڌڻ ۽ ميٽُ پائڻ وغيره جون ڳالهيون پڻ سندس شعر ۾ قلمبند ٿيل آهن.

شادي معنيٰ خوشي، پر اُنسان جي زندگي فقط خوشيءَ جي موقعن سان وابستہ نہ آهي. نہ فقط ايترو، پر خوشي عارضي آهي ۽ جيڪڏهن خاطري آهي تہ صرف موُت جيِ. موُت جي باري ۾ شاهہ جا فيلسوفاڻا ويچار نهايت ئي رقت آميز نمونيِ ۾ ظاهر ڪيل آهن. جن ريتين رسمن جو موُت سان تعلق آهي، تن جا حوالا پڻ

لاهي بار پنهور ۾ ويندو گهوٽ وَناهيو،
پنهونءَ ڄاڃيئڙن کي، رَڌي ڪيَڻ ڪارايو،
پرڳائي پنهونءَ کي، نيڪيتي نڪڙايو،
بيلي ٿي باننِڙ سين ڏِکيِءَ ڏيج ڏيکاريو،
آڍيونا عبداللطيف چي، سڄڻ کي ساراهيو.

هيتي 'واڄٽ وڄايو' مان اِها ڳالهه سڌ ٿئي ٿي ته شاديءَ جي وقت، جي شادمانا ٿيندا هئا، تن ۾ راڳ ۽ ناچ جو دلپذير ماحول پيدا ٿي ويندو هو. شهنائي ۽ ڍُهل خاص طور استعمال ٿيندا هئا ۽ اُن جي لاءِ شاهه صاحب 'واڄٽ وڄايو' جو محاورو ڪتب آندو آهي. 'ونهه' يعني منڍپ ۾ گهوٽ اچي وِهندو هو. اُنهيءَ رواج کي چئبو آهي دوناهڻ 'يعني شاديءَ لاءِ سنيرائڻ. سنا کاڌا تيار ڪريو ۽ اُنهن ڄاڃين کي ڪارايو جي پنهونءَ جي ڄڃ ۾ شامل آهن. اُن مان اِهو پڻ ظاهر ٿئي ٿو ته گهوٽ جي مائٽن کي رات جي طعامن واري ماني کارائڻ جي رسم شاهه جي وقت ۾ مروّج هئي. 'نيڪيتي نڪڙائڻ' اصطلاح آهي، جنهن جي معنيٰ آهي 'گهر کان ٻاهر وني وڃڻ' مسلمانن ۾ رواج آهي ته نڪاح پوڻ کان پوءِ گهوٽ ڪنواريتي گهر ترسي پوندو آهي. شام جو گهوٽ ماءُ ڪنواريتي گهر ايندي آهي ۽ اچي گهوٽ جي لونگيءَ جي ڪنڊ، ڪنوار جي چُنيءَ جي پاند سان ملائيندي آهي. ڪنوار کي پيڪي گهران 'نڪڙائي' يعني گهر کان ٻاهر وني ايندي آهي ۽ ڪيس گهوٽ سان گڏ پنهنجي گهر وني ايندي آهي. اِنهيءَ رسم کي 'نيڪيتي' چئبو آهي. هيتي 'ڏيج' لفظ مان اِها پروڙ پوي ٿي ته تنهن وقت ۾ پڻ ڏيتي ليتيءَ جي رسم جاري هئي. ڪنوار کي سندس گهر مان ٻاهر وني اچبو هو ۽ هيڪا ڪيس ڏيتي ليتي ڏني ويندي هئي سا شاديءَ جي ڏينهن سيني کي ڏيکاري ويندي هئي. 'ڏيج' ۽ 'ڏيب' معنيٰ ساڳي آهي.

ڏيتي ليتيءَ جو رواج تنهن وقت به هو، پر ساڳئي وقت ڪنوار جي ساهرن لاءِ به اِهو لازمي هو ته هوُ پنهنجيءَ نُنهن لاءِ زيور موڪلين. سُر حُسينيءَ ۾ شاهه صاحب لکي ٿو:-

# شاھہ جي شعر ۾ ريتيون رسمون

## ڊاڪٽر ارجن شاد

شاھہ صاحب جي شاعراڻي ذات جا اَنيڪ پھلو آھن ۽ سندس ھر پھلوءَ ۾ ھڪ نئين رنگت جلوه گر آھي. دنيا ۾ اھڙا ڪي ٿورا شاعر ملندا، جن جي شعر ۾ ايتريون علحديون خوبيون يڪجا نظر ايندي‍ون. اِھوئي سبب آھي جو شاھہ لطيف جي شعر جدا جدا ڪُنڊن کان تجزيو ڪيو ويندو آھي. جماليات کان وٺي فيلسوفيءَ تائين ۽ فيلسوفيءَ کان وٺي معاشرت تائين، ھن جي ڪلام ۾ فڪر جا بيشمار ذخيرا موجود آھن. شاھہ صاحب جي شعر مان اسان کي سندس زماني جي سماجڪ تصوير پڻ چٽيءَ طرح ملي ٿي. شاھہ جي رسالي ۾ ڪيترن ھنڌن تي اھڙا بيت آيل آھن، جن مان سنڌين جي ڪيترين ريتين رسمن جي معلومات حاصل ٿئي ٿي. مثال طور، شاديءَ جي موقعي تي سنڌين جون ڪي ريتيون رسمون ھن ريت ھيون ۽ اُھي اڄا تائين ٿوري گھڻي تبديل سان قائم آھن:-ڪکر ڪيائم، ڪاڪ جو، ڏيئي لاڙيءَ لِڪَہ ھاڻي متي ڏِکَہ، چڙھئو تي چاڳہ ڪريان.

ھِتي 'ڏِکَہ' جي رسم ڏانھن اِشارو آھي. ويڏي وغيره کان اڳہ جو سانٺ سوڻ ڪبو آھي، تنھن کي ڏِکَہ چوندا آھن. وھانءَ جي ڏينھن گھوٽ ۽ ڪنوار کي خاص سنان پاڻي ڪرائي، چِتي ڏِکي، سُھڻا وستر پھرايا ويندا آھن-'ڏِکَہ متي چڙھڻ' ھڪ سنڌي اصطلاح آھي، جنھن جي معنيٰ آھي: ' ھار سينگار ڪرڻ.'

سُر سسئي آبري ۾ شاھہ صاحب لکيتو: -

وِلھيءَ جي ويھانءَ ۾، واڃٽ سڀ وَڃايو،



| | | |
|---|---|---|
| نالو | : | ڊاڪٽر ارجن ميرچنداڻي. |
| جنم | : | ١٩٢٢-١٢-١٧. |
| ڇپايل ڪتاب | : | ڏھہ |
| پيشو | : | رٽائرڊ ريڊر ۽ بمبئي يونيورسٽيءَ جي سنڌي وڀاڳہ جو ھيڊ. |
| انعام | : | سينٽرل ساھتہ اڪاڊمي، مھاراشٽر گورو پرسڪار، سويت لئنڊ نھرو اوارڊ، سنڌيءَ جو پھريون پي. ايچ. ڊي. |
| پتو | : | ١، سلور بيچ ايچ ايس سوسائٽي، گولموھر ڪراس روڊ ١٢، پلاٽ ٢٢، جُھوُ اسڪيم، ممبئي-٤٠٠٠٤٩. |

ي لکايو هو. اُهو سنگرهہ ٽن ڀاڱن ۾ آهي.
ڀهرئين ۾ عرب جي آدي ڪوين يعني اسلام
کان اڳ جي ڪوين (شاعرن) جو جيون ۽
سندن ڪاوين جو مختصر پريچيہ ڏنل آهي
ٻي ڀڱي ۾ حضرت محمد جي شروعاتي
ڏينهن کان وٺي بني اُمئيا خاندان جي
شروع کان خليفي هارون الرشيد جي درباري
ڪوين يعني ليکڪ پنهنجي وقت تائين
جي ڪوين جو ورڻن ڪيو آهي. پستڪ جو
نالو''سير العقول'' آهي ۽ اُن جو سنگرهہ
ڪندڙ عربي ڪاويہ جو ڪاليداس ابو-امر-
العسئي آهي جو خليفي هارون جو درباري
ڪوي هو. اُن ڪتاب جي وڏيڪ چاڻ ۽ هن
ليک سان واسطو رکندڙ ڪوتا جو ورڻن مون
پنهنجي پستڪ آريا ورت ۾ ڪيو آهي.
هتي فقط ٽوري ۾ لکان ٿو. محمد کان ١٦٥
ورهيہ اڳ جرحم بن طائي جيڪو عرب جي
ٽن مشاعرن ۾ هر دفعي اول نمبر ايندو هو
تنهنجي هڪ ڪوتا مهاراجا وڪرمادتيہ جي
نسبت جي آهي. هتي فقط وڪرم نالي
واريون سٽون ڏيان ٿو.

''اطر نشفائی صع الہ بڪرم تن
فعل من ڪريمن ير طفيها ويودسر-
بحلا هايڪزي يعينا دلي فلي امرينا
فتيا نا عونا بلا امري بڪرم تن-

ستجي ڪوتا جو مختصر ارٿ هي آهي:-
''اُهي ماڻهو خوش نصيب آهن
جهتي راجا بڪرم(وڪرم) جي راڄ ۾ پيدا
ٿيا، جيڪو وڏو داني، ڌرماتما ۽ پرجاپالڪ
هو. پر اهڙي وقت ۾ اسان جو عرب ايشور
کي ڀلجي ڀوڳہ ولاس ۾ ڦاسجي ويو هو.
سڄي ديش ۾ اُماس جي رات جيان انڌڪار
ڦهليل هو. پر هاڻ وديا جو پراتہ ڪال (فجر)
وارو سکدائي پرڪاش ڏيکاري ڏئي ٿو. سو
ڪيئن ٿيو؟ اها اُن ئي ڌرماتما راجا بڪرم
جي ڪرپا آهي. جنهن اسان ودیشين کي
بہ پنهنجي ديادرشٽي کان محروم ڪونہ
رکيو ۽ پوتر ڌرم جو سنديش پنهنجي قوم
جي دوارا اسان کي ڏنو ۽ ....جن پرشن جي
ڪرپا سان اسان ڀلايل ايشور ۽ سندس الهام
(دين) کي ڄاتو.

...اهي ماڻهو راجا بڪرم (وڪرمادتيہ)
جي حڪم سان اسان جي ديش ۾ وديا ۽ ڌرم
جي پرچار لاءِ آيا هئا.''

هي بيان مونکي پنڊت گيانيندر
صوفي وٽان معلوم ٿيو، جيڪو تازو ئي
ترڪي جي مٿين لئبرري مان ٽپي موٽيو هو.
هو اول مسلمان هو پوءِ آريہ سماج جي شڌي
کان پوءِ گيانيندر بڻيو هو. هي ۽ سنڌ جو
ڳالهہ آهي، اٽڪل ٥٠ ورهيہ اڳہ جي.

ويندي. مون وٽ اڪيچار ڌن آهي سو سمورو
توهانجو آهي. شايد اُن ڌن سان اوهان جو
منورٿ سِڌِ ٿئي. تنهن تي وِيادِيءَ پنهنجو
ڪم وري شروع ڪيو.

چيو وڃي ٿو (جيڪو آهي سڀ ڪوڙ
۾ دوکو) تہ رساين جا ڪتاب پرولين جي
ڍنگ تي رچيل آهن. سو وِيادِيءَ کي هڪ
شبد جي سمجهڻ ۾ دوکو ٿيو هو. اؤشڌي
جي هڪ يوگ (ملائڻ) ۾ جيڪو لفظ هو اُن
جو ارٿ تيل ۽ انساني رت هو جن ٻنهي جي
اُن دوا ۾ ضرورت هئي. اصل ۾ ''رڪتامل''
لکيل هو جنهنجو ارٿ هن ''مؤل آملھ''
سمجهيو. سو جڏهين بہ اُن دوا کي ٺاهيندو
هو تہ لاڀ ٿيندو ڪونہ هوس. هڪ ڀيري هن
مختلف دوائن کي باھ تي نيڪ ڪرڻ شروع
ڪيو تہ اتفاق سان باھ جي ڇپي اچي
سندس مٿي کي لڳي ۽ سندس ميڄالو سڪي
ويو. مٿي تي گهڻوئي تيل لڳايائين. اِئين
ڪندي هي ڪنهن ڪم سانگي ٻنيءَ تان
اُٿي ڪيڏانهن وڃڻ لاءِ اُٿيو. جتي ٻني
هئي اُنجي ڇت ۾ لوھ جي ڪلي ٻاهر
نڪتل هئي. سو جيئن اوچتو اُٿيو ۽ بي
خبريءَ ۾ اُها ڪلي وڃي سندس مٿي ۾
تنبي ۽ رتُ وهڻ لڳس. ڪيس سور ٿيو تہ
هيٺ جهڪيو اِئين ڪندي سندس ٽيڙ تي
لڳل تيل اُن رتُ سان گڏجي وڃي اُن دوا ۾
پيو جنهنجي ڪيس سمڪ ڪانہ رهي. آخر
جڏهين دوا جي تياريءَ جوڪم پورو ٿيو تہ
هن ۽ سندس جوءِ(زال) دوا کي پرکڻ لاءِ اِها
دوا پنهنجي شرير تي لڳائي تہ ٻئي هوا ۾
اُڏامڻ لڳا.

اِهو معلوم ڪري وڪرما
پنهنجي راڄ ڀَوَن کان اُنهن ٻنهي کي ا
سان ڏسڻ لاءِ ٻاهر نڪتو. تنهن تي ويا
ڪيس دانهن ڪري چيو ''پنهنجو و
منهنجي ٽڪ لاءِ کول. پر راجا اُن ڪ
ڳالھ لاءِ ائين ڪونہ ڪيو ۽ اُها ٽڪ پا
۾ اچي ڪري اُڇلي جنهن سان سچو ورا
سونو ٿي پيو.''

اُن بعد البيرونيءَ وڪرمي سنبت ۽
ڪجھ لکيو آهي.

اُن سواءِ تاريخ فرشتا، آئين اڪبري
۽ مئتخب تواريخ ۾ بہ مهاراجا وڪرمادت
جو ورڻن ملي ٿو.

مٿي جيڪي بہ پرماڻ پيش ڪيا وي
آهن سي سڀ جا سڀ وشواس جوڳا پلي
ناهن، گپوڙا بہ آهن پر اُن مان اِهو ظاهر
آهي تہ مهاراجا وڪرمادتيہ جو ناماچار
ڀارت ۾ گهڻو ڦهليل هو خاص ڪري شڪ
لوڪن کي شڪست ڏيئي ڀاڻ کي شڪاري
(شڪ + اري=-شڪاري يعني شڪن جو
شترو) پرسڌ ڪيو.

انت ۾ هڪ تمام اهم واقعو لکان ٿو
جيڪو نہ فقط سڌو ۽ ممڪن آهي پر گپوڙن
کان آجو آهي.

اربي عاديہ ۾. استمبول(ترڪي) جي
سرڪاري پستڪاليہ (مڪتب-اي-سلطانيا
جنهن کي اڄ ڪلھ مڪتب اي-جمهوريہ
چيو ويندو آهي اُن جي عربي وڀاڳ ۾
۱۷۴۲ع جو لکيل ڪاويہ سنگرھ آهي جو
ترڪيءَ جي ڪنهن پرسڌ پلي مانس گهڻي
ڪوشش سان ڪنهن پراچين لکيت جي آڌار

توهان جو کوش(خزانو) خالي ٿي ويندو.
تڏهين هارين ني نيون ڏلون مڙهيون
ويندريون. جنهنجو نتيجو زمين جو چوسڻ
ٿيندو ۽ پوءِ اسنتوش(بي آرامي) جو آواز
اُٿندو. شترن کی هٿي ملندي.

مهاراجا جواب ڏنو،''پر مان پنهنجي
نجي نجت مان نرڌنن(غريبن) جي مدد جي
اِڇا کريان ٿو ۽ کنهن به کارڻ پنهنجي
خانگي (شخصي) فائدن لاءِ بنا ويچار کئي
پرجا تی بار کونه وجهندس.'' اِئين
چئي هن پنهنجي آگيا جاري
رکي.

عربي-فارسي ساهتيه-
۱۰۲۰ع ڌاري جي عالم
البيرونيءَ پنهنجي گرنٿ ۾
سمرات وکرمادتيه جو ذکر
کندی سندس وقت جي هڪ
رساينڪ جو ورڻن کندی لکيو
آهي، ''راجا وکرماجيت،
جنهنجي سنبت جي باري ۾
اسين اڳتي ذکر
کنداسون، جي زمانی ۾
اُجين نگريءَ ۾ ويادِي نالی
هڪ شخص رهندو هو جنهن
پنهنجو سمورو ڌيان اُن رساين ڏانهن ڏنو
هو ۽ پنهنجو جيون ۽ ڌن به اُن کارڻ ناس
کري ڇڏيا. ليکن سندس اُن اُتساهه جي
بدلي کيس اوترو به لاڀ کونه ٿيو جو سندس
ساڌارڻ جيوت جو گاڏو هلي سگهي. هو
ڏاڍو دکي ٿي پيو ۽ کيس پنهنجي اُدم کان
نفرت ٿي ويئي. جنهن لاءِ هن سخت
محنت کئي هئي. آخر دکي ۽ نراس ٿي
هن نديءَ جي کناري تي ويهي پنهنجي
هٿ ۾ اُن رساين گرنٿ کي کنيو جنهن
مان هو نُسخن جا وزن تيار کندو هو ۽ اُن
پستڪ مان هڪ هڪ پنو کڍندو پاڻيءَ ۾
بوڙڻ شروع کيو. اتفاق سان اُن ئي نديءَ
جي کناري تي لاهيءَ طرف پر ٿورو ئي
پريرو هڪ وئشيا ويٺي هئي. هن اُنهن
نرندڙ پنن کي کڻو کيو ۽ رساين سنبنڌي
اُنهن پنن کي هڪ هنڌ گڏ کيو.

ويادِي جڏهن سڄو
پستڪ بوڙي چڪو اُن بعد
سندس نظر اُن وئشيا تي
پيئي، هوءَ سندس ويجهو
آئي ۽ کائنس اُن پستڪ
سان اهڙي ورتاءَ بابت
پڇيو. تڏهن وِيادِيءَ
جواب ڏنو،'' هن پستڪ
مان کو لاڀ کونه ٿيو، اُن
کري مون اِئين کيو.
مون وٽ گهڻيئي ملکيت
هئي ليکن مان هاڻ دکي
حالت ۾ آهيان. مان
گهڻي وقت کان اُن لاءِ آس
رکيو ويٺو هوس ته اِهو ٿو اَمر ٿيان.''
وئشيا ديويءَ چيو،'' جنهن کم لاءِ توهان
پنهنجو جيون لڳايو آهيءَ جنهن ڳالهه کی
کن سچو کری ڏيکاريو آهي تنهنجي
ممکن ٿيڻ ۾ نراس نه بڻجو. توهان جو
مطلب سڌيءَ ۾ جيکا رڪاوٽ آهي سا شايد
کنهن پراکرتڪ گهٽنا جي کارڻ دور ٿي

كيل هو، سو پيٽ ڏنو''.

راڄا جي مرڻ بعد اُن سنگهاسن تي وهڻ يوگيہ كير كونہ هو، اُن كري اهو هك ٻنيءَ ۾ پورايو ويو. گهڻي سميہ كانپوءِ اهو سنگهاسن ڌار جي راڄا ڀوڄ كي هٿ آيو. جڏهين هو اُن تي وهڻ لڳو تہ هك پتليءَ آواز كيو تہ ''هي راڄن! اگر تو ۾ وكرمادتيہ جهڙي ويرتا، اُدارتا ۽ سچائي هجي تہ پوءِ ئي هن سنگهاسن تي وهڻ جو ويچار كج.'' راڄا ڀوڄ اُن پتليءَ كان وكرمادتيہ جي اُدارتا وغيره جو ورڻن كرڻ لاءِ چيو. جنهنتي ٣٢ پتلين هك هك تي كري وكرمادتيہ جي گڻن جو ورڻن كيو جو سڀ هن گرنٿ ۾ آهي.

پربنڌ چنتامڻي! هي ميرو تنگاچاريہ جو لكيل پستك جين اتهاسك گرنٿن ۾ مكيہ آهي. اُن جي رچنا وكرمي سنبت ١٣٦١ ۾ ٿي. اُن موجب راڄا وكرم اونتي(اُڄين) ۾ هك راكشس كي راضي كيو. اُهو راكشس ساڳيءَ طرح كاڌو كائي خوش رهڻ لڳو. هك ڏينهن وكرم كانئس پنهنجي آيُو (عمر) پڇي. اُن راكشس اگني ويتال چيس تہ وكرم جي آيُو (عمر) سوَ(١٠٠) ورهيہ آهي ۽ كنهن بہ طرح گهٽ يا وڌ ٿي نٿي سگهي. ٻئي ڏينهن راڄا كيس كائڻ لاءِ كجهہ نہ ڏنو ۽ وڙهڻ لاءِ تيار ٿي ويو. يڌ ۾ جڏهين راكشس هارايو تڏهن راڄا جي ساهس جي ساراهہ كئي ۽ كيس پاڻ ارپڻ كيو. اُن كانپوءِ وكرم سنبنڌ يارهن كٿائون ٻيون ڏنل آهن جيكي بہ ڏاڍيون دلچسپ آهن.

پُراڻ! ڀوشيہ پُراڻ انوسار''كلجگہ
جي ٣٧١٠ ورهين بعد اونتيءَ ۾ پرمر نا
راڄا ٿيو. اُن جي ٽي ونش ۾ گنڌروسين را
ٿيو. جنهنكي وكرم نالي پٽ ڄائ
وكرمادتيہ جو جنم شكن جي ناس كرڻ
آريہ ڌرم جي استاپنا لاءِ ٿيو هو. (اُنكر
ٽي وكرمادتيہ كي شكاري يعني شكن ج
شترُو چيو ويندو آهي) هن گهڻي سمي
تائين راڄ كيو ۽ دگوجيہ ۽ اشوميڌ يگ
كيا.

سكند پُراڻ جي كماركا كنڊ موجب
كلجگہ جي ٽي (٣) هزار ورهيہ گذرڻ تي
(يعني ١٠٠ ع.ا عيسوي سنہ كان اڳہ
وكرمادتيہ جو جنم ٿيو هو.

متين پستكن كانسواءِ ''گاٿا
سپتشستي''، ''جيو وداپرڻ'' ۽ ''راڄ
ترنگڻي'' وغيره گرنٿن ۾ وكرمادتيہ جو
ذكر آهي.

چيني ٻوليءَ ۾! چيني ياترا
هيوُتسانگہ ٦٣٠ع ڌاري ڀارت ۾ آيو هو. هن پنهنجي گرنٿ ۾ لكيوآهي تہ، ''اُن سمي شراوُستي جي مهاراڄا وكرمادتيہ جو ناماچار پري پري تائين ڦهليل هو. هُن پنهنجن اماتين(منترين) كي سچي ڀارت ۾ پنج لكہ سونيون مهرون اناٿ ۽ ڏكين ۾ ورهائڻ جي آگيا ڏني. سامراجيہ جا ساڌن كمزور ٿيڻ جي ڊپ كان سندس كوشا ڌيكش (مالي منتري) حالت سندس سامهون ركي ۽ چيو، '' مهاراڄ! توهانجو ناماچار پرجا تائين پهچي ويو آهي. توهان نرڌنن(غريبن) جي سهايتا لاءِ پنهنجي خرچ ۾ پنج لكہ واڌاري لاءِ آگيا ڏيو ٿا. اُن طرح

وڪرم شڪتيءَ جو قاصد ڪيس اچي
مليو. تنهن ڪيس ٻڌايو تہ ”توهان جي
طرفان ٻين ديسن سميت دڪشڻ(دڪن)،
سؤراشٽر، سنڌ سميت مديہ ديس،
بنگہ(بنگال) ۽ انگہ سميت پورب طرف
جيتيا ويا آهن. ڪشمير سميت ڪوٻيري
ڪاشنا کي ڏن پرؤ ٻڌايو ويو آهي. ٻيا قلعا
۽ ٻيٽ بہ جيتيا ويا آهن. مليڇ
سنگهت(راڄن) کي ناس ڪري باقي کي
وس ڪيو ويو آهي ۽ اُهي سڀ سمراٽ جي
سينا ۾ شامل ڪيا ويا آهن. اهو وڪرم
شڪتي اُنهن راڄائن سان ساڻ اچي رهيو
آهي.“ ان طرح سوم ديو، وڪرمادتيہ جي
راڄ وستار جو ورڻن ڪري ڇڏيو.

ويتال پنجونشتڪا هي پستڪ اصل
۾ ڪشميندر جي ”برهت ڪٿا منجري ۽
ڪٿا سرت ساگر جو حصو آهي.“ ان
موجب:-

”گندروسين (گرديل) ڌارا نگريءَ جو
راڄا هو. ڪيس چار راڻيون هيون. جن مان
ڇهہ پٽ هئس. سندس مرڻ بعد وڏو
راڄڪمار شنک گاديءَ تي ويٺو، جنهن کي
هٽائي ننڍو ڀاءُ وڪرم گاديءَ تي ويٺو.
وڪرم وڏو پرتاپي راڄا هو. ڌيري - ڌيري
هو سڄي جمبو ديپ جو راڄا بڻجي ويو.
هن پنهنجو سنبت وڪرمي هلايو. ديش جو
رٿن (دؤرو) ڪرڻ جي ويچار سان هن
پنهنجو راڄ پنهنجي ننڍي ڀاءُ ڀرتري
هريءَ کي ڏنو ۽ پاڻ ياترا تي هليو ويو
.....(اُن بعد راڄا ڀرتري ۽ سندس راڻيءَ جي
پرسڌ ”امر ڦل“واري ڪٿا آهي) ڀرتري
هريءَ جي ويراڳ ڪارڻ سنگهاسن خالي ٿي
ويو. اهو ٻڌي راڄا وڪرم پنهنجي ديش ۾
موٽي آيو.

سنهاسن دواتر نشڪا(سنگهاسن
ٻتيسي). وڪرم ساهتيہ ۾ هن پستڪ جو
درجو خاص آهي. اُن جون ڪٿائون سڄي
ڀارت ۾ لڳ ڀڳ سيني ٻولين ۾ موجود آهن.
هي گرنٿ وڪرمادتيہ کان هڪ هزار ورهيہ
پوءِ راڄا ڀوڄ جي سمي ۾ لکيو ويو هو. اُن
انوسار مول ۾ ساڳيءَ طرح راڄا ڀرتري ۽
سندس راڻي اننگہ سينا جي ڪهاڻي آهي.
جنهن ۾ ڀرتريءَ پنهنجو راڄ پنهنجي
ننڍي ڀاءُ وڪرم کي ڏيئي پاڻ وڃي ويراڳي
بڻيو. اُن بعد :-

”وڪرمادتيہ پرجا جي پالنا ڪندي
نيتيءَ سان راڄ ڪرڻ لڳو. هڪ ڀيري
وشوامتر جي تپسيا کان اندر کي ڏاڍو ڀؤ
ٿيو. هن اِرادو ڪيو تہ رنڀا يا اُروشيءَ مان
هڪ اپسرا کي وشوامتر جي تپسيا ڀنگ
ڪرڻ لاءِ موڪليو وڃي. پر ديوَ سڀا ۾ اُن
ڳالهہ جو فيصلو نہ ٿي سگهيو تہ ٻنهي مان
ڪنهن کي موڪلجي، ڇاڪاڻ تہ ٻئي هڪ
ٻئي جو شان نہ رکنديون هيون. تڏهين نارد
جي صلاح تي اِندر پنهنجي سارٿي مالتيءَ
کي موڪلي وڪرمادتيہ کي سڏايو جنهن
نرتيہ ڏسي اُروشيءَ کي ٻنهي ۾ اُتم ٺهرايو.
ڪارڻ پڇڻ تي هن نرتيہ ڪلا جي نهايت
سندر شاستري وياکيا ڪئي ۽ پنهنجي
نرتيہ جي اوچائيءَ کي سڌ ڪري
ڏيکاريو. خوش ٿي ديوراڄ کيس پنهنجو
سنگهاسن جيڪو ٻتيہ(٣٢) پتلين تي ڪڙو

# هندو سنسڪرتيءَ جو رڪشڪ مهاراجا وڪرمادتيه "شڪاري"

## گنگارام سمرات

مهاراجا وڪرمادتيه عيسوي سن کان اڳ جي پهرين صديءَ ۾ ٿي گذريو. سندس سِڪا ۽ شلا ليکه کونه مليا آهن. پر هو اسانجي سنسڪرتي وغيره ساهتيه ۽ عام جي اندر اُڪريل آهي. سندس باري ۾ جيڪو به ساهتيه ورٿن مليو آهي، اُنجو ورٿن هتي ڏنو وڃي ٿو.

ڪٿاسرت ساگر! هي گرنٿ سوم ديو ڀٽ جو جيتوڻيڪ وڪرمي ٻارهين صديءَ ۾ لکيو ويو آهي، پر ڪيترن ڪارڻن ڪري اُن جي اتهاسڪ اهميت گهٽي آهي. هيءَ ڪٿا گڻاڍيد جي رچيل پئشا جي پراڪرت ٻوليءَ ۾ لکيل برهت ڪٿا جي آڌار تي لکيل آهي. برهت ڪٿا جو رچيندڙ سالواهن هال جي سمي جو هو. ان ڪري ڪٿا سرت ساگر، وڪرمادتيه کان گهٽو ڪري هڪ صدي پوءِ ئي گرنٿ جي آڌار جي هئڻ ڪري اُن جو وڪرمادتيه سنبنڌي ورٿن اهميت وارو آهي. اُن ڪٿا ۾ سوم ديو، وڪرمادتيه جو جنم وغيره لکڻ کان پوءِ سندس سورويرتا، پراڪرم ۽ پرجاپالن جو ذڪر ڪيو آهي. هو لکيتو:-

"اهو وڪرمادتيه ورٿي ۾ مليل راڄ کي حاصل ڪري پرٿويءَ تي پنهنجي پرتاپ(ويرتا) کي اهڙيءَ طرح ڦهلائڻ لڳو جهڙيءَ طرح آڪاش ۾ سج پنهنجي پرتاپ (تيج) کي ڦهلائيندو آهي. ڌنش(ڪمان) تي ٻاڻ چاڙهيندو ان راجا کي ڏسي وڏن وڏن ايماني راجائن جو سر جهڪي ويندو هو- پرٿويءَ تي وڪرمادتيه(وڪرماجيت) جي سينا سيني طرف ان طرح ڦهلجي ويئي هئي، جئن سج جا ڪرڻا. هڪ دفعي جڏهين وڪرمادتيه دربار ۾ ويٺو هو ته دگه وجيه (وڏي-چوڌاري) تي نڪتل سندس سيناپتي


نالو : گنگا رام سمرات.
جنم : ١٩١٨.
ڇپايل ڪتاب : سنڌي ۽ هنديءَ ۾ ۴ کان وڌيڪ.
پيشو : اِتهاسڪار ۽ پترڪار.
پتو : سحجاپور بوگها احمداباد-٣٨٢٣٤٥.

۽ ٻيا ساوا مصالح صاف ڪنديون هيون ۽ ڪپنديون هيون.

سنڌ جا هنر ٻه قابل داد هئا. جوهيءَ ۾ ميناڪاريون ڳهڻيون ٺهنديون هيون، جن جو پاڻي سڄو سال ٿڌو رهندو هو. نصرپور جا ڪيس، لاڙڪاڻي جون ڪُٽ جون ٿالهيون، ميناڪاري جون اجرڪون، هالن جا پلنگها، ٺٽي جون لونگيون ۽ سوسيون، ٻوٻڪن جا غاليچا، هالن ۽ ڪشمور جو جنڊيءَ جو ڪم، هالن جو ڪاشيءَ جو ڪم، ٿر جا ڪمبل ۽ کٿا، چمڙي مان ٺهيل اُٺن جا پاکڙا، گهوڙن جون زينون، پاڻي پرڻ لاءِ مشڪون، شڪارپور، لاڙڪاڻي ۽ سکر ۾ جيسلميري موچين جا ٺاهيل بوٽ ۽ سپاٽا، ڳوڻن جو پرت ۽ زريءَ جو ڪم، دادوءَ ۽ ڪوٽڙيءَ جي پيلي مٽيءَ مان ٺهيل ڪونڊا مٽ، دِلا، ڳهڻيون، حقا ڪُنا وغيره پنهنجو مٽ پاڻ هئا. مٽيءَ مان ٺهيل دانگيون ۽ ٿوٻين تي ٻڪل مانيءَ ۽ کُنن ۾ رڌل ڀاڄيون سوادي هونديون هيون. ٺڪر جي ٿانون تي جٽساليءَ جو ڪم ٻه سندر هوندو هو.

سنڌ جا ٻيگرا، تلشڪريون، پاپڙ، مُرمِلا، آچار، ٻوٽبندا، مُربا، چندن، گازبان، گُلاب وغيره جا شربت ٻه مشهور هوندا هئا.

سنڌ جا آستان منهوڙي جو جهولي لال مندر، هنگلاج ماتا جو مندر، ٺٽا ۾ مڪلي ٽڪريءَ تي سوا لک پير، بدين ۾ پير دستگير جي درگاه، پٽوري ۾ پير پٽوري جو آستان ( اهڙو آستان ڪڇ ۾ پڻ ٺهرايو ويو آهي.) حيدرآباد جو ڪاليءَ جو مندر، ڀوڏيسر جي مسجد، ننگرپارڪر ۾ انچلسر تبرٿ، ويرا واه جو جين مندر، ڀٽ شاه، درازي ڪُٽيا، امير پير، مانجهندن جي دربار، لڪي ڏارا تيرٿ، لعل شهباز، سکر- بکر، ساڌ ٻيلو، روهڙيءَ واري لئنسڊائون پُل، موهن جو دڙو ( حقيقت ۾ موئن جو دڙو) وغيره ڏسڻ لائق هئا.

سنڌ جي ٿرپارڪر ۾ امرڪوٽ وٽ ٻر ۾ هڪ وڏي آڪ جي هيٺان مُغل بادشاه همايون کي پٽ ڄائو. آڪ جي هيٺان ٻر ۾ جنم وٺڻ سبب هن جو نالو رکيو ويو " آڪبر"!

نوابشاه ضلعي جي ساهتيءَ جو اهو نالو جوڌپور جي راجڪمار موڙا سنگهه جي ڄوٿين نمبر پٽ سهتا سنگهه جي نالي پٺيان پيو آهي. سهتا سنگهه جي ڀيءُ موڙا سنگهه جي نالي تان مورو شهر آهي.

سنڌ ۾ ڀڳت ڪنورام جي ڀڳت ڀڌم ۽ اُنهن جو درشن ڪيم. هو مانجهندن کان ڀڳت ڪري دادوءَ ۾ آيا. اِها اُنهن جي آخري ڀڳت هئي. غريب آباد جي وشال ميدان تي رات جو ڀڳت ڪيائون. دادوءَ ۾ ئي روڻي ڪائيندي سندن گرهه ڪري پيو هو ۽ هنن کي پرون پئجي ويا ته هيءَ آخرين سفر آهي. هو دادوءَ مان روانا ٿيا ۽ رُڪ سٽيشن تي سندن هنيا ڪٽي ويئي! هو شهيد ٿي ويا. امر ٿي ويا. لاکيڻا لال هميشه لاءِ راه رباني ٿي ويا!

اِهي آهن منهنجون سنڌ جون ٿوريون گهڙيون يادگيريون. اِهي آڇا ٻه تازيون آهن. اِهي آستان ، اِهي نظارا اکين آڏو پيا تا قرن. منهنجي دلي تمنا آهي ته هڪ دفعو پياري منڙي جنم ڀوميءَ جو درشن ڪري سندس مٽي مستڪ تي لڳايان!

اسان پڇا ڪندا ڪندا اڳتي وڌي رهيا هئاسين. واٽ تي هڪ ڪوهه نظر آيو. نار چالو هو. هاري ڏڳي کي هڪلي رهيو هو. ڪنگرين مان نرمل جل وهندو ڏسي روح کي راحت آئي. اسين وڌي اڳيان وياسين. هاريءَ جو نالو قاسم هو. هن اسانکي کائڻ لاءِ پڇڙا ڏنا، پيئڻ لاءِ کوهه جو ٿڌو پاڻي ڏنو ۽ ڳوٺ جو ڏس پتو ڏنائين.

ڳوٺ ۾ پهچڻ سان ئي خبر بجليءَ وانگر ڦهلجي ويئي ته سينيون آيا آهن. بس، پوءِ ته لوڙهي جي اندر ڳوناٺا گڏ ٿي ويا. اسين کٽولن تي ويٺا هئاسين. ايندڙ ڀائرن مان ڪي هٿ ملائي پئي مليا، ڪن هٿن کي چميو پئي ته ڪن وري ڀاڪر پائي پئي خوش خيريافت ڪئي. هنن جو ڀاڪر به نرالي قسم جو هو. سنڌ کان پوءِ اهڙو ڀاڪر ڪڇ ضلعي جي ڪاوڙا پرسان ڏنارا ۾ هڪ سڄڻ اچي پاتو ۽ اُن وقت سنڌ ياد اچي ويئي! تر جي اُنهن ڳوناٺن جو منجهند جو ڏڌ جا وٽا پري ڏنا. شام جو تاڏل ڏني ۽ رات جو کير جا ڪٽورا پري ڏنائون. ڳوٺن ۾ ڏُنر ڏنگهر ۽ ڀاڪنئان ڪٽورا ڪتب آندا ويندا هئا. ڪن ڪن شهرن ۾ به اُنهن جو استعمال ڪيو ويندو هو.

سنڌ جي زمين اُپجائو هئي. جدا جدا قسمن جي اناج جون جنسون پيدا ٿينديون هيون. سنڌ جا سُڳداسي چانور ته مشهور هوندا هئا. لاڙي چانور پڻ کائڻ ۾ سوادي هوندا هئا. اُتان جي دالين، چانورن، ڪٽڪ ۽ ٻين اناجن کائڻ ۾ شيري هوندي هئي.

ڪيترن ئي قسمن جون ڪاڌي جون شيون پيدا ٿينديون هيون. روهڙيءَ ۽ ڪوٽڙيءَ جا حليلا، دادو ضلعي جي مي[...] پاسي يعنيٰ ميهڙ، ڪڪڙ، خيرپور ناٿن شا[...] جون ٻاڄيون، کهيري، ٿر جا پيرون- پڪ[...] ڏيلها- ڏٿنرا تلائن مان ملندڙ پبڻ، بِه[...] لوڙهه، ڪوٽيون، ڪُم، ڏاچوٽا، دريا شاهه [...] سمنڊ مان ملندڙ پلا، مڇيون، ڪڳا، گندڻ[...] جهينگا يعنيٰ گانگٽ، وڻن مان ملندر ميوا[...] سنگريون، گيدوڙا يعنيٰ ليسوڙا، لِيار[...] ڦاروهان، بوبڪ پرسان ٿلتيءَ وٽ منڇر ڍند[...] جا آڙي پکي لاثاني چيزون هيون. ٻُوراڻي به ذائقي واري هوندي هئي.

سنڌ جا وڻ به ياد ايندا آهن. لئو، اَڪُ، ڪرڙ، ٻٻُرُ، ٻڙُ، ڪانڊيرو، پپر، نم، ٻهڻ، ڪنڊيون وغيره جدا جدا قسمن جا وڻ هئا. اُنهن جي ڇانوَ ۾ ويهي ڳوناٺا ۽ واٽهڙوُ آرام ڪندا هئا ۽ ڪچهريون ڪندا هئا.

سنڌي زالون گهرو ڪمن ڇاهي ڏر- ٽوپي ۾ پڙ هونديون هيون، هو وانديون ٻنهه نه وهنديون هيون. صبوح جو سويل اُٿي جنڊ هلائينديون هيون ۽ وڏين چاڏين ۾ رنگين مانڌاڻين سان ڏڌ ولوڙينديون هيون. ڇڀو ڇورو ڪري مڙد ڏنڏن- نوڪرين تيءَ ٻار سڪولن ۾ ويندا هئا. پوءِ زالون ڏر ٽوپو ڪنديون هيون. آر ۽ سُئا ڪٽي مڙهڻ جو ڪم ڪنديون هيون ته سُئي ڪٽي اُن سان هُرمچو ڪچو ۽ پڪو ڪنديون هيون. ڪپڙن تي ستارون ۽ ڪاچ ٽاڪينديون هيون. بزار مان ايندڙ شين جي پُڙين تي ويڙهيل ڌاڳن کي سنڀالي رکنديون هيون، ۽ اُنهن مان اَڳٽ ناهينديون هيون. سياري جي وقت ۾ مٽي ڪڏ تي وڇي اُس ۾ ويهي ڳَنر، پالڪ، مترن، ڇٽن جي پلي، لوُڙڪ، ڇهل، مريڙو

ماڪمل جي گھٽيءَ ۾ ٿيو. جيتري قدر
مونکي ياد آهي تہ ان گھٽيءَ ۾ ڪي ٻاڻ
گهٽيا گهر مسلمانن جا هئا. باقي سڀ هندن
جا گهر هئا. پر، ڇا تہ هو هڪٻئي سان ميل
ميلاپ، سک پريم، آدرڀاءُ، عزت! هڪ ٻئي
تان گهورُ گهوريندا هئا. اويل- سويل، ڏک-
سک ۾ هڪ ٻئي جا ٻانهن ٻيلي هوندا هئا.
پاڙي جا گل محمد ڏڪڻ، آچر، گل
خُدابخش، ڪرڙ نائڪ، مائي بچي وغيره
قرب ۾ ڪُنل هئا. من وندرائڻ لاءِ ادي
يعقوب دائي جي گڏهن تي چڙهي پيا
گهمندا هئاسين. پر، هو ويچارو هڪا اکر
بہ نہ چوندو هو. اسانجي اصلي ڳوٺ جهلا
مان، جبڪو سنڌونديءَ جي ڪپ تي دادوءَ
کان نَوَ ڪلو ميٽر پري هو، مائي مميءَ هاشم
منڊو بہ ڏڻَ وار تي ايندا هئا.

دادو شهر جي پرسان دادو ڪئنال
وهندو هو. جيڪو سکر براج مان ڪڍيو ويو
هو. اُن جي پرسان ڪچو رستو هوارستي جي
ٻنهي پاسي ٽاليءَ جا وڻ هئا. ڇا تہ ساوڪ
هئي ۽ نظارو هو. دادو ڪئنال مان ڪي
شاخون ڦٽنديون هيون، جن مان ويران پاڻن
کي پاڻي ملندو هو. اُنهن مان هڪ شاخ
امبرپير ڏانهن ويندي هئي. اُن سان گڏو
گڏ واري رسي تان اسين پنڊ امبرپير جي
ميلي تي ويندا هئاسين. جيتوڻيڪ امبرپير
خداباد ريلوي سٽيشن کي ويجهو هو. پر
اسين پنڊ وڃڻ پسند ڪندا هئاسين.دادو
ڪئنال جي پرسان ئي مساڻ هو، جيڪو
سموري سنڌ ۾ مشهور هو. جنهنجي سنڌ جي
گورنر سرفرا سزمدي پڻ ساراه ڪئي هئي .
١٥ سالن جي عمر ۾ ئي مون اُن وقت

سنڌ جي انن ضلعن مان ڇهن ضلعن جو،
ڪن جو ٽورو ڪن جو گهڻو سفر ڪيو هو.اُهي
يادگيريون اڃان بہ تازيون آهن ۽ اُهي ڏنل
آستان ۽ نظارا اکين اڳيان پيا ڦرن.

حيدرآباد کان ميٽرگيج گاڏي جوڌپور
ويندي هئي، جنهنکي راجا جي گاڏي
چوندا هئا. اُن لائين تي ميربور خاص کانپوءِ
حمزائو جنڪشن کان هڪ ريل جو رستو
جيمس آباد، ڏگهڙي، جهڏو، نئون ڪوٽ،
بني سر، پٿورو، شادي پليءَ کان ٿي ميرپور
خاص ايندو هو. هيءَ ريل رستو گولائيءَ ۾
اهڙي طرح لڳندو آهي جڻ تہ تربارڪر
ضلعي جي ڳچيءَ ۾ هار پيل آهي! جمزائو
سٽيشن کان گاڏي جمزائو واه سان گڏوگڏ ۽
ٽاليءَ جي وڻن جي قطار سان هن لائين تي
مسافري ڪرڻ جو آنند ئي نرالو هو.

سنڌ جي ڇپي ڇپي تي کوه هوندا
هئا، جن مان منو ۽ ٿڌو پاڻي نڪرندو هو.
کوهن تي نار چالو هوندا هئا. ڪنگرين
ذريعي صاف- شفاف پاڻي کوهن مان نڪري
کيتن، باغن، ٻنين، بارن ۾ وجي پوندو هو ۽
چوڌاري ساوا ڪنت لهرائيندا نظر ايندا
هئا.

سنڌ جا رهواسي مهمانوازيءَ جا
ڪوڏيا هئا. شل نہ ڪو مزمان ڪنهن وٽ
اچي. خاص ڪري ڳوٺن جي مهمانوازي
پنهنجو مٽ پاڻ هئي. مونکي چٽي طرح
ياد آهي تہ هڪ دفعي اسين ٿرپارڪر
ضلعي جي پٿوري ۽ اڪڙيءَ کان ٿيندا
ڪنهن ڳوٺ ۾ وڃي رهيا هئا سين. مئيءَ جو
مهنو هو. ٽاڪ منجهند جو وقت هو. تر جي
گرمي بہ غطب جي هئي. ڳوٺ پريرو هو.

# سنڌ جون، يادگيريون

## تيج ”قابل“

سنڌ سونهاري، موچاري، سيني کان نياري، ڏُلاري، سنڌ جي چپي-چپي تي گل-ڦل، باغ باغيچا، وڻ-ٽڻ، ٻوٽا-ٻارا، چوڏاري ساوڪ، پونا گاه وارا، لهرائيندڙ کيت، سنڌونديءَ جي ٻنهي ڪنارن تي وَسَيل سنڌ، نماڻائيءَ ۽ نهنائيءَ جي مورتي نئين نويلي ڪنوار وانگر ڪنڌ جهڪائي ٻيٺل نظر اينڌڙ. ڪنوار جي سينڌ جيان سنڌوندي هنجي وچ مان ٿي وهي سنڌي سمنڊ سندس چرن پنهنجي پوتر جل سان ڌوئي، اهڙي آهي منهنجي سنڌ، مهان سنڌ، منهنجي جنم ڀومي! ١٥ سالن جي عمر ۾ مون جنم ڀوميءَ کي الوداع ڪئي.

اهڙيءَ مهان سنڌ جي دادو شهر ۾ منهنجو جنم ٿيو. دادو ضلع عمر ۾ ڀلي ننڍو هو، پر، قد ۾ وڏو هو. هن ضلعي ۾ سيوهڻ ۽ خداباد جهڙا تاريخي شهر هئا ته لکي ڏارا ٿيرٿ جهڙو پوتر آستان ٻه هو. پهاڙي علائقو محال ڪوهستان ۽ ٻوبڪ جي ڀرسان ٿلتيءَ وٽ مشهور منڇر ڍنڍ هِنَ ضلعي جو شان هئا هيءُ ضلع سنڌونديءَ جي اولهه ڪناري تي راڌڻ کان وٺي ڪوٽڙيءَ تائين ڦئليل هو. هن جي اولهه ۾ کيرٿل ۽ هالار جبلن جون قطارون هيون ۽ اوڀر ۾ سنڌوندي، حيدراباد ۽ نوابشاه جا ضلعا هئس. هن ضلعي جو سياست ۽ حڪومت تي ٻه دٻدٻو هو. اُن وقت ٻه سنڌ وزرات ۾ هن ضلعي جا سَرَوَ شري جي. ايم. سيد، پير اِلاهي بخش ۽ سيد صالح شاه ٿي وزير هئا.

سنڌ سونهاري ديا جو ساگر، ممتا جي مورت ۽ اِنساني گڻن جو ڀنڊار هئي. هن زمين تي جيڪو ٻه ڏکيو- بکيو آيو، اهو سکيو- سنابو، سائو ڍائو ٿي ويو. هن ڀوميءَ پنهنجي گود ۾ گهڻن کي جاءِ ڏني ۽ پاليو-نپايو. ڪيتراسنت- مهاتمائون، وير- جوڌا، درويش-فقير، اڳوان- سياستدان، داني پرش- تعليم دان هن ڌرتيءَ تي پيدا ٿيا.

منهنجو جنم دادو شهر جي مکي

| | | |
|---|---|---|
| نالو | : | تيجومل موٽومل ڀاڳچنداڻي ”تيج قابل“. |
| جنم | : | دادو ضلع، سنڌ، ١٥-٨-١٩٣٢. |
| ڇپايل ڪتاب | : | ٢٢ سنڌي ۽ ٻه هندي. |
| انعام | : | گجرات سنڌي اڪادميءَ طرفان. |
| پيشو | : | رٽائرڊ پرنسيپال |
| پتو | : | ٽي.سي. ايڪس/سائوٽ-١٠١، گانڌيڌام (ڪڇ)-٣٧٠٢٠١ |

# فهرست

## مضمون

# جئرام چمناڻي جو غزل

١ محبت جي آتش رُڪندي نہ يارو،
لڳل باھ سڀني، اُجهندي نہ يارو.

٢ نگاهن ۾ ڪنهنجي، هي تصوير آهي،
نگاهن کان منهنجي هٽندي نہ يارو.

٣ ڏسندي اُهو چهرو، اُها وارن جي رنگت،
دلين جي تمنا، رُڪندي نہ يارو.

٤ بڻايو آ مذهب، جنهن عشق آهي،
اُنهن جي حياتي، ڪٽندي نہ يارو.

٥ فقط هڪ خوشي 'ديپ' جي چاهہ آهي،
اُها ئي خوشي بس، ملندي نہ يارو.


نالو : جئرام چمناڻي.
ڄمڻ : ڳوٺ-خوش پور، ضلع-جيڪب آباد، ٦.١ ١٩٥٣.
پيشو : وڪيل
پتو : بي-١٢٢، سڪنڊ فلور، سماڌيا ڪالوني، تاراڳنج، گواليار -
(ايم. پي.)
ف

# ڪُندنداس پاراڻي جوگيت

## نندڙو ٻار

نندڙو ٻار، هنئين جو نار؛
ڏسي دلڙي، ٿئي باغ بهار.

(۱)

ٻار ۾ ناهي ٻيائي، نہ آشا ڪائي؛
پيٽ ڪٽي پائي، ٻٽي سپ جو؛
سيني جو، ٿو پائي پيار؛
نندڙو ٻار، هنئين جو نار.

(۲)

تنڙو بہ سندر، منڙو بہ سندر؛
برابر مندر، مسجد گرجا؛
ايشور جو، آهي اسرار؛
نندڙو ٻار، هنئين جو نار.

| | | |
|---|---|---|
| نالو | : | ڪُندنداس پاراڻي. |
| جنم | : | ۱۹۲۲.۱۱.۲. |
| ڇپايل ڪتاب | : | بہ (۲). |
| پتو | : | سي-۱۳۹، ايم. آئي. جي. سوناگري، ڀوپال-۴۶۲۰۲۱، (ايم. پي.). |

# موتيرام هيرانندائي ’موتي‘ جو گيت

وڻني آهيان اوسيڙي ۾،
تنهنجي اچڻ جي آس لڳائي.
ساجن! تي تنهنجي ياد ستائي.

۱ ڀونئرن جي گونجار ٻڌي،
گلشن ۾ رواني آئي آ.
ٽهڪن تا ٻوٽا سارا،
ڪلين تي جواني ڇائي آ.
ڇپ ڇمڻ خاطر گل جا،
تي تتلي ڀرا پائي.
ساجن! تي تنهنجي ياد ستائي.

۲ راس رچائي تارن سان،
آ چند گذاري رات.
پره ڦٽي آ پورب ۾،
آئي سونهري پرڀات.
ٽار ٽار تان ڪڏندي ڪوئل،
تي گيت خوشيءَ جو ڳائي.
ساجن! تي تنهنجي ياد ستائي.

۳ محبت جي مڪتب ۾ آهي،
سبق حساب جو اڙ ڪو.
تنهنجي منهنجي ڏيڻ وٺڻ جو،
ڪير ڪري لکو جوکو.
ملُ اچي تون ملڙا! هاڻي،
رڱبو رُسڻ ۾ ڇاهي.
ساجن! تي تنهنجي ياد ستائي.

| | | |
|---|---|---|
| نالو | : | موتيرام هيرانندالي ’موتي‘. |
| جنم | : | ڳوٺ-ٽڪا، ضلع-دادو، ۱.۳.۱۹۲۲ |
| پيشو | : | ريلوي کاتي مان رٽائرڊ. |
| پتو | : | ۵۰۲، گيتا ڪامپليڪس، هاسپيٽل روڊ، الهاس نگر-۴۲۱۰۰۲. |

# پريو ديال وجيہ جي ڪويتا

## پنهنجي چاهت

سنڌ سکر جي اُها ڌرتي
جنهنکي مان ڇڏي آهيو آهيان
پنهنجي چاهت جي خلاف.

ڪڏهن من چاهيندو آهي
تہ ايڪانت ۾ ويهي روئيندو رهان
بنا ڪنهن سنڪوچ ۽ روڪاوٽ جي.

اُن ڌرتيءَ کي ڇڏڻ وقت
اُنهن سسڪين جو آواز
اڄ بہ مونکي ياد آهي.

اُنهن سسڪين جو آواز
دنيا جي آواز ۾ ملي
بي آواز ٿي ويو هو.

ٻڌڻ ٻڌائڻ لاءِ رکيو ئي ڇا آهي
ڪجهہ گذري ويو آهي
ڪجهہ گذري ويندو.

يارت يوميءَ کي پنهنجو ڀاڳ سمجهي
رکيو مان اکين تي

ماتر يومي نہ آهي
ڪرم يومي پنهنجو بڻايو مان

پر سنڌ ۽ هند هڪ ٿيڻ
جي چاهت
اڃان باقي آهي.

ديش جي ورهاڱي جي مجبوريءَ کي
خوشيءَ سان ڳلي لڳايو هو مان
هڪ سوتنترتا سئنائيءَ جيان.

آزاديءَ جي قيمت
اسانکي جلا وطنيءَ سان ملي.

اڳتي ڀي جيڪو ملندو
اُنکي پنهنجو ڀاڳ سمجهي ڪري
اکين تي رکندس مان.

چاهت پوري ٿئي
نہ ٿئي
چاهت رکڻ جو حق تہ آهي مونکي.


نالو : پريو ديال وجيہ.
جنم : سکر، ١٩٣٥.١.٢.
پيشو : رٽائرڊ.
پتو : ٦/٧، انڪور ڪامپليڪس، شواجي نگر، ڀوپال-٤٦٢٠١٦.

# ڪنهيا لال موٽواڻي ’ماندو‘ جو پرارٿنا گيت

رحم ڪر تون سائين مان رحمت ڀُريو تو
صفائي سُٺائي صداقت ڀُريو تو.

١ ڳُناهن جو گهر مان ڳُنهگار آهيان
مان پاپي ۽ بدنام بدڪار آهيان.
ڪپٽ ڪوڙ ڏوهن جو ڀنڊار آهيان
تون آهين ديالوُ ديا نِتُ ڀُريو تو.
رحم ڪر تون سائين مان رحمت ڀُريو تو.

٢ زماني حي دردن آهه ڏاڍو ستايو
ڏيئي ڏکَ رشتن به آهي رنجايو.
آهه لوڀ ۽ موهه من کي منجهايو
مهر ڪر تون مونتي عنايت ڀُريو تو.
رحم ڪر تون سائين مان رحمت ڀُريو تو.

نالو : ڪنهيا لال موٽواڻي ’ماندو‘.
جنم : ١٩٦٠.٩.٢.
پتو : اي نيو ١٥/١٢٦، ٽراگڙه، ڀوپال-٠٣٠٢٦٢.

# پڳوان ٻاٻاڻي 'بندا' جو غزل

ڏنو ڏک، توهانجو مان ٿورائتو آهيان،
سُٺنور بٽايو، مان ٿورائتو آهيان!

ڇجان پل نہ ڪجهہ پيي توهانجي نظر ۾،
بين لاءِ گهٽو ئي مان ڪارائتو آهيان!

توهان مان قدر جي نہ اُميد ڪائي،
مگر ماهِرن ۾ تہ ويو ڄاتو آهيان!

نہ جوڙي سگهو ٿا، نہ ٽوڙي سگهو ٿا،
خدا ڄاڻي ڪهڙو عجب ناتو آهيان!

توهانکي ئي فرصت ملي ڪانہ ٿي ڪا،
مگر مان تہ هردم وينو آتو آهيان!

لڪائڻ جي لئہ هاڻ ڪجهہ پيي تہ ناهي،
گهٽو ئي زماني ۾ ويو ڳاتو آهيان!

ڪيان ڪيئن ڪا تعاريف پنهنجي زبان سان،
انهي ڳالهہ ۾ 'بندا' ڇڻ ٻاتو آهيان!


| | | |
|---|---|---|
| نالو | : | پڳوان ٻاٻاڻي 'بندا'. |
| جنم | : | ١٩٥٤.١٠.٥. |
| پيشو | : | برانچ مئنيجر، اسٽيٽ بئنڪ آف اِنڊيا. |
| پتو | : | ايچ-٢٥/٢١، بئرا ڳڙهہ، ڀوپال-٤٦٢٠٣٠. |

# گھنشيام لوڪواڻي جو غزل

خوش گوار اُهو شخص ڇوائي،
دل جا سگهي جو درد لڪائي.

ڪٿندو نيٺ اُهو ئي ڪڄهه ۾،
جو سؤر پٺي ته به پيو مسڪائي.

ڪنهنجي هاڻ ڪين ٻڌي ٿي،
دل پاڳل کي ڪو سمجهائي.

دؤر ۾ اڄ جي ڪيئن ٽڪندو سو،
منصوبا جو روز پيو ڊاهي.

سينو ساهي هلندا هتي جي،
سي پڻ ويا هتان ڪنڌ جهڪائي.

ٻچيل سواس ڪر رب کي ارپڻ،
ٻيو تو وٽ هاڻ بچيو ڇا هي.

نالو : گهنشيام لوڪواڻي.
پتو : ڊي-١٥٠، پنجابي باغ، ڀوپال (ايم.پي).

# ڪشنچند گلاٽي 'ديپڪ' جي ڪوينا

هلندي هلندي توکي - سلام ٿي ڏيو  
خادم بيخوديءَ ۾ - غلام ٿي ڏيو

١ گاڏيءَ تان موٽندي - جان توتي نظر پئي  
تو ٿورو مسڪرايو - مون لاءِ جام ٿي ڏيو

٢ دل بي چئن هئي - توکي ڏسڻ خاطر  
تنهنجي اک جو اِشارو - اِلاهي اِلهام ٿي ڏيو

٣ توکي وري ڏسڻ لاءِ - هِتِ هُتِ ٿي پتڪيس  
سک چئن مون لئہ - حرام ٿي ڏيو

٤ عاشق بِن معشوق 'ديپڪ' - بي جان لڳندو آهي  
دلبر جي ديدار سان - دل کي آرام ٿي ڏيو

| | | |
|---|---|---|
| نالو | : | ڪشنچند گلاٽي 'ديپڪ'. |
| جنم | : | خيرپور رياست، ١٦.١٠.١٩٣٥. |
| پتو | : | بلاڪ سي/٦٦٥/٢٢٩ ايڪس، ڪالاڻي سوسائٽي جي پنيان، اُلهاس نگر-٤٢١٠٠٢. |

# هري مستانا جو غزل

چنمڻ لاءِ پيون ڇرڪن
آهن اُداس اکڙيون
روئڻ لاءِ ٿبون تڙڦن
آهن اُداس اکڙيون

(١)

پلڪون پيون جهڪائن
ڪجھ ڪين ٿہ بہ ٻڌائن
ڦڙ ڦڙ ڪري ٿيون ڦڙڪن
آهن اُداس اکڙيون

(٢)

ناحق ٿيون ننڊ ڦٽائن
ور ور پيون واجهائن
بي حد پيون سي پڙڪن
آهن اُداس اکڙيون

(٣)

سرمو سدا هڻُ پائن
ڏورئون سي ڏنگر لڳائن
مستان مُرڪي مُرڪن
آهن اُداس اکڙيون

| | | |
|---|---|---|
| نالو | : | هري مستانا. |
| جنم | : | گدو آدم، ١٩٢٢.٩.٢. |
| ڇپايل ڪتاب | : | ٿي (٢). |
| پيشو | : | چترڪار. |
| پتو | : | ٦١، مهارڻي سوسائٽي، سردار نگر، احمداباد. |

# ساوتري هندوجا جي ڪويتا

## سدا ڪلندو رهُ

١ سک ڌرتيءَ کان سدا سهڻ،
آسمان کان اونچائي تي رهڻ.

٢ سک پربت کان سدا اڏول بيهڻ،
هوا کان هردم رفتار ۾ رهڻ.

٣ سک جهرني کان سدا نئڙت سان هلڻ،
چشمي کان خوشي ۾ مٽني وهڻ.

۴ سک بدبدي کان سدا پل پر جو جيئڻ،
ٻيڙيءَ کان راهه سچ واري تان ترندو رهڻ.

۵ سک ساگر کان هردم گهرائي ۾ رهڻ،
سريتا کان پريتم سان ملڻ لاءِ اڳتي وڌڻ.

٦ سک پروندي کان سدا فلڪ جو سئر ڪرڻ،
قدرت کان هردم نيم مريادا ۾ هلڻ.

٧ سک گلاب کان سدا آنند ۾ ٽڙڻ،
پوپٽ کان رمتا جوڳيءَ جئان جيئڻ.


نالو : ساوتري اين. هندوجا.
پتو : ڊي-٧١٢، سن گري، رهيجا وهار، پووئي،
ممبئي-۴٠٠٠٧٢.

# جهامن داس روهڙا جي ڪويتا

## سنڌي آهيان

(۱)
سنڌي آهيان-سنڌي آهيان
سنڌيت منهنجو شان
ڳاتو ڳاتو ۾ گونجي ٿو
اڄ منهنجو نانءُ نيشان.

(۲)
اُجڙيل ڪيئي شهر وسائي
محل ٺهايم عاليشان
جهنگلن کي مان محل بڻائي
باغ بڻايم گلستان.

(۳)
محنت ڪش وڻجارو ٻڻجي
پاتم ڏن دولت جي کاڻ
بزدل ٻڻجي ڪين وهان ٿو
آهيان سوروير سنتان.

(۴)
سنڌڙيءَ مان ڪين وساري
رها هند ۾ ٿو مستان
پريم سنڌو وهنوار وڏائي
مان ٻڻيو آهيان دنيا ۾ محان.


نالو : جهامن داس روهڙا.
جنم : گوٺ-لکي، ضلع-سکر، ۱۵.۱۲.۱۹۲۲.
پيشو : پرائيويٽ ڌنڌو.
پتو : مالري چاپا، ڪيپ۱۲، تلونڊي، ڪوٽا-۳۲۴۰۰۵.

# پارُوَ ناڪر چاولا جو گيت

درد ڪئي دل گهارون گهارون
پريت ڪيون تو لاءِ پڪارون.

١ تو تہ ڇڏيو آ دل تان لاهي
تہ بہ منهنجي دل توکي چاهي
پل پل تنهنجون ڪريان پچارون
پريت ڪيون تو لاءِ پڪارون.

٢ ڇَڏُہ تہ قصور بہ ڪهڙو آهي؟
ڏکہ ڏيڻ توکي واجب ناهي،
ڳڙن پيبون لڙڪن جون لارون
پريت ڪيون تو لاءِ پڪارون.

٣ ورهہ وڇوڙي ماري آهيان
سوز سڄڻ جي ٻاري آهيان
روز ڇئين ۾ هُرنِ سنيارون
پريت ڪيون تو لاءِ پڪارون.


نالو : پارُوَ ناڪر چاولا.
ڇپايل ڪتاب : ٻي (٢).
پيشو : گهرو استري.
پتو : ١٢بي/٢، جيتلي بهن سوسائٽي، موري روڊ، ماهيم، ممبئي-
٤٠٠٠١٦.

# نانڪ چوٽواڻي ”بيرس“ جو غزل

نگاهہ ناهي خبر نہ آهي مگر،فرشتا فضا ۾ هوندا،
ڪرشما آهن نظر نہ آهي عجب تماشا هوا ۾ هوندا.

اڏي رهي آ رهي تي اڏندي ڪٽي سا پاڻي پي پاڻ سان گڏ،
ڪٽي سا وسندي تو ڪير ڄاڻي اِرادا ڪهڙا ڳهنا ۾ هوندا؟

نہ چئن تن کي قرار آهي نہ ڪوئي تعلق زماني سان ڪهي،
لڪل پي احڙا ڪي لعل هوندا جي غرق هردم خدا ۾ هوندا.

نڪو پتو آهي ڪنهنجي دل جو چڱي بري جي پروڙ ناهي،
ڏسڻ ۾ جيڪي اچن چڱا تا سي مبتلا ڪنهن خطا ۾ هوندا.

نہ واسطو تن جو آهي ڪنهن سان نڪو رکن تا نہ ڪنهن سان مطلب،
خوشي غميءَ ۾ جي سر رهن تا سي راضي رب جي رضا ۾ هوندا.

ڪريان تو ڳالهيون مان راز جون سڀ آ راز هڪڙو نہ ڪوئي شڪ آ،
فنا ڪي سمجهي فنا ڪيو جن سي باقي هردم بقا ۾ هوندا.

يقين آهي پڪو هي دل جو مون آزمايو پي آهي بيرس،
مِلي شفاحت نہ ڪنهن دواسان علاج تن جا دعا ۾ هوندا.

نالو : نانڪ چوٽواڻي 'بيرس'.
پتو : پاارا سنيما روڊ،اجمير، راجستان .

# شون ريلواڻي ’ساز‘ جو غزل

نہ اڄ جي خبر نہ پوءِ جي خبر
اسانجو پيار آهي اِها بس خبر

لڪائڻ سان محبت لڪي ڪانہ سگهندي
اِهو روڳ وڌندو سا ڪنهنکي خبر

نشو نينهن جو بس چڙهيو ئي رهي ٿو
لهندو ڪڏهن سو - سا ڪنهن کي خبر

پلڪن جي اندر هيءَ-نازڪ نظر
ڍوُنڍي ٿي ڪنهن کي سا ڪنهن کي خبر

نہ آهون-نہ داهون-نہ فرياد چاڙان
ڪئي ڪنهن شڪايت سا ڪنهن کي خبر

چوڻ چاهين جا ڳالهہ اُن لاءِ مون کي
اِشارن مان تنهنجي پوي ٿي خبر

رهي ڪانہ سگهندي هيءَ پڙدي جي ديوار
ڪڏهن ’ساز‘ ڊهندي سا خدا کي خبر


نالو : شون ريلواڻي ’ساز‘.
جنم : لاڙڪاڻو، ١٩٢١.٩.١٧.
پيشو : رٽائرڊ سرڪاري نوڪري.
پتو : ’چيتنا‘، سداما ڳهلي، وڪاس ڳره روڊ، جامنگر-٣٦١٠٠٨.

# ارجن چاولا جو گيت

ڌيري ڌيري وس
او بادل،ڌيري ڌيري وس!

رات اڳي ئي آهي ڪاري
ويتر تيز هوا ٿي جاري
پرديسي پريتم موٽڻ ۾
متان ڪري آلس!
او بادل،ڌيري ڌيري وس

گرجڻ ڳرڪڻ روڪ گهڙي پل
واڄٽ روڪ ۽ وڄڙين کي ڇڻل
دلبر دانهن ٻڌي نه ٻڌي
پر واڪا منهنجو وس!
او بادل،ڌيري ڌيري وس

پرينءَ وٽان پيغام نه آيو
ماندي من کي مونجهه ورايو
ڪهڙي ريت مڃايان ملڙو
ڏاءِ ڪوئي تون ڏس
او بادل،ڌيري ڌيري وس.

ڪانگل ڪالي ڇت لنويں ٿو
چوڻ وڃان چوپول چويں ٿو
توکي لکر شاباش!
او بادل،ڌيري ڌيري وس.

پلڪن جون پينگهو سينگاري
۽ اکڙين جون شوليون هاري
وات تڪيندي ڇت ڇهڪي ئي
ٿڙڪي ٿي نس نس!
او بادل،ڌيري ڌيري وس.

مُدت ٿي محبوب هليو ويو
ٿرب ڪُلڻءَ کي ڏئي ڏيڻي ويو
ساڄن ڏاران ڪاڻ ڇيڻڻ ۾
رهيو نه ڪوئي ڇس
او بادل،ڌيري ڌيري وس.

| | | |
|---|---|---|
| نالو | ، | ارجن چاولا. |
| ڇپايل ڪتاب | ، | ٻه (٢). |
| ڪم | ، | ڀارت سرڪار، سينٽرل هندي ڊائريڪٽوريٽ، نئي دهلي طرفان پسم هزار. |
| بشو | ، | رڪالرڊ پرنسپال. |
| پتو | ، | ١٩٨/٦، گلي نمبر-١، نئين بستي، عليگڙهه. |

نياڻيءَ کي جلايو ويو
چي -پاڻ جلي آهي
پاڻ بہ ڇو جلي؟
بي -اِنتها شاريرڪ
۽ مانسڪ پيڙا ڪري ئي نہ؟

ڪير جوابدار
نياڻي؟
نياڻيءَ جا مائٽ؟
يا نياڻيءَ جا ساهرا؟
يا ڪشٽ ڏيندڙن جو بدلو ڪٽندڙ؟

ھي چاٽو ڪرين
پئسا گڏ ڪري
نياڻيءَ جي مائٽن کي تو ڏين
يا ڪشٽ ڏيندڙ نياڻيءَ جي ساهرن کي؟

سمجهہ ۾ نٿو اچي
تون نياءُ تو ڪرين يا انياءُ
پڇ تو ڪرين يا پاپ
ٻيا بہ ڇو نہ نياڻين (ننهرن) کي جلائن
جي
تو جهڙا پئسا گڏ ڪري ڏيندا
نياڻين (ننهرن) کي جلائيندڙن کي
يا جلڻ لاءِ مجبور ڪندڙن کي؟
ڪيڏو نہ ڀينڪر تضاد!!!ڪ

# گورڌن مورجاڻي جي ڪويتا

## نياڻين جو درد

لڳي هوئي تو ڪل پڙهي
توکي ڪهڙو احساس
نياڻين جي ڪشٽن جو.

پراين ڄاين کي ڏک،
مکون ۽ لتون هڻڻ
بي انتها شاريرڪ ڪشٽ ڏيڻ
ڪٿي جي انسانيت آهي؟

ٿُنهنجيون نياڻيون
خوش آهن آباد آهن
شال سدائين خوش آباد رهن

پر جن نياڻين کي بکه ماريو تو وڃي
بيمار ٿيڻ تي دوا نٿي ڪئي وڃي
بي انتها مانسڪ ڪشٽ تو ڏنو وڃي
اُنهن جو واهي ڪير؟

نه ڪر ٺوڪ بازي
يسر ڪري ڇڏينديون توکي
ستايل نياڻيون جون آنهون ۽ دانهون
نه اُڇلاءِ اُپ ۾ تکون
موٽي لڳندءِ منهن ۾!


نالو : گورڌن مورجاڻي.
جنم : ٩-٩-١٩٢٦.
ڇپايل ڪتاب : ٻه (٢).
اسام : يونيورسل ساوڪ طرفان اکل ڀارت ڪماليي چنا پنليءَ ۾.
پيشو : پرنسپال.
پتو : ٨٢، اُديوگر نگر سوسائٽي، رڻڇوڙ مندر جي سامهون، بڙودا-١٩٠٠١٩-٢.

# امل آهوجا 'رحمي' جي ڪوينا

## لُٽ، لٽيرن جي

شاهي شاميانيءَ ۾
ميمبرن نون کي
ڪٽائڻ قسم جي رسم وقت
جهلجي جوان پيو هڪ
هٿ سندس ۾ هئا هار گُل گُلاب جا
پيچ لتاڙ تي شروع
ماڻهن ليکي
هارن ۾ هوندا دسني بم
تحقيقات مان
پيو پتو
ته ڪئي سچي جوان
نه
اُتسون اهڙن ۾ اڪثر
آهيان ويندو آنءُ
پائي پوشاڪ ڪاڌيءَ جي
جهلي جهجا گُل
ڪندي سنمان چوُنديلن جو
آهيان وڻندو ڦيري هٿ
سندن ئي کيسن تي
جو ناهي ڪم ڪسو
لُٽ ڪرڻ لٽيرن جي.


| | | |
|---|---|---|
| نالو | : | امل آهوجا. |
| جنم | : | ۱۹٦۲.۱.۳۰. |
| ڇپايل ڪتاب | : | پنج (۵). |
| انعام | : | يونيورسل ساوٿ ڪهاڻي چٽا ييٽيءَ ۾. |
| پيشو | : | نيوز ريڊر آڪاشواڻي سنڌي ويڀاڳ، نئي دهلي. |
| پتو | : | بي-۲۰۸، ڪرزن روڊ اپارٽمينٽ، نئي دهلي-۱۱۰۰۰۱. |

# اِندومتي شهدادپوري ’پدما‘ جو غزل

دنيا ۾ هر ڪنهن کي جيئڻو پوي ٿو،
زهر کي سمجهي امرت پيئڻو پوي ٿو.

وقت وقت جو آهي مُلهه جيتڙو،
اَمُلهه کي بي مول وڪڻڻو پوي ٿو.

دهشت دمُ درياهه، سهي ڪير سگهي،
سانجهه کي هِتِ صُبح چوڻو پوي ٿو.

جهلين جو نه ٿو پلا پنهنجي نظر کي،
تاب تنهنجي اکيان جلڻو پوي ٿو.

لائو يا ڪانڊو چوان مان ڪنهن کي،
مڻ کي ’پدما‘ ماسو تيڻو پوي ٿو.


نالو : اِندومتي شهدادپوري ’پدما‘.
جنم : ١٩٢٧-٢-١٦.
پيشو : رٽائرڊ ٽيچر.
پتو : پدم پئليس، بلاڪ اي-١٨٧/٣٧٢، پانچ دوڪان چوڪ پرسان،
ڪُرلا ڪئمپ روڊ، اُلهاس نگر-٤٢١٠٠٢.

توتاري وجائي تي،
سچائيءَ ۽ ايمانداريءَ واسطي
جنتا ماتبر منائي تي.
باپوءَ جا ٻي هٿيار
(ستيہ، شانتي ۽ اهنسا)
چورن چورائي ورتا آهن.
ڪوڙن ٽنهي ٻاندرن جو
هرڻ ڪري ورتو آهي
ڊونگين اهنسا مان الف ڪڍي
ستيہ ۽ شانتيءَ سان جوڙي
باپوءَ جي ٻاندرن سان
ڳنڍي ڇڏيو آهي.
اهڙن ٺڳن جي چنبن مان

ڪو شريف اِنسان بچي بہ پوي ۽
سچ ڳالهائي تہ
اُن تي ڪو وشواس نہ ڪندو آهي.
سَچ کي سچُ بڻائي رکڻ لاءِ
اِنسان کي قسم کائڻو پوندو آهي.
اُهو سچُ بہ ڪهڙو سچُ
جنهن کي ثابت ڪرڻ لاءِ
قسم کائڻا پوندا آهن!
قسم تہ اڄڪلهہ ڪوڙا ئي کائيندا آهن،
پر اُنهن جو تہ
وارُ بہ وِنگو نہ ٿيندو آهي!
انهيءَ ڪري مون قسم نہ کائڻ جو
قسم کنيو آهي!

# جيوترام سيتپال جي ڪويتا

## آچو تہ قسم کائون

ٻالڪ ٻالڪ ۾ تون مونکي
قسم کائڻ لاءِ مجبور نہ ڪر!
مان جيڪي چوان ٿو
اُن تي اعتبار ڪر!
اعتبار
هڪ اهڙي وَٽ آهي
جيڪا پريم ڀاو ناتي
وشواس جي تيل سان
ٻرندي رهندي آهي
۽ خاموشيءَ سان
سڀ ڪجهہ سهندي آهي،
ڪجهہ بہ نہ چوندي آهي.
ڇا توکي اِن وٽ تي
وشواس ڪونهي؟
ڪو سچ بہ سلي سگهي ٿو،
ڇا من ۾
اهڙي بہ اُميد ناهي؟
اهڙا گهٽا ئي ماڻهو آهن
جنکي بنا قسم کائڻ جي
روٽي هضم ئي نہ ٿيندي آهي!
آزاديءَ کان پوءِ تہ
هيءُ مرض گهڻو وڌي ويو آهي!
ماڻهن جي من جي آئيني تي
بي اعتباريءَ جو ڪارو چشمو
ناهي فريم سان گڏ
برابر فِٽ ٿي ويو آهي.
موقعي جو ناجائز فائدو
هرڪو وٺي ٿو، ۽
سوريءَ تي چڙهي ٿي سچائي،
بي ايماني، رُشوت کوري ۽
ڪارو ڏنڏو چوٽ چڙهي ويو آهي!
حرامخوري تخت تي ويهي


نالو : جيوترام سيتپال.
ڇپايل ڪتاب : پنج .
انعام : اُتر پرديش هندي سنستا طرفان.
پتو : اي-٢/٢٠٧، إلليڪس نگر، ياري روڊ، ورسووا، انڌيري، (ويسٽ) ممبئي-٤٠٠٠٦١.

# شرد ديوانا ’شرد‘ جو غزل

سَڀَ سان نِياين، ڏي سمُجهہ سائين،
نَہ مُنهنڙو مَتايان، ڏي سمُجهہ سائين.

کَڙو ٻولُ ٻولِيان نَہ، ڪنهن سان ڪڏهن مان،
مِٺو پِيو ڳالهايان، ڏي سمُجهہ سائين.

نَہ ڪنهنجي گِلا ۽، نَہ ڪنهنجي شِڪايتَ،
سُٺو سَڀَ کي ڀايان، ڏي سمُجهہ سائين.

ڪَيان ڪَرمَ اهڙا، جو سَڀَ کي وَڻي ٿَلَ،
وَڻان ۽ وَڻايان، ڏي سمُجهہ سائين.

شُڪُرَ سان صَبُرَ کي، ۽ ڌيرجَ کي ڌاري،
نَہ ڪڏهين ڇِلايان، ڏي سمُجهہ سائين.

مُجي سُرتِ تُنهنجي، ۽ تُنهنجي وڏائي،
تُنهنجا گيت ڳايان، ڏي سمُجهہ سائين.

رَهان صافُ سُٿِرو، نَہ ڪا دل ۾ ٻيائي،
’شردُ‘ ٿي سَڏايان، ڏي سمُجهہ سائين.

| | | |
|---|---|---|
| نالو | : | شرد ديوانا ’شرد‘. |
| جنم | : | ٩-٦-١٩٣٧. |
| ڇپايل ڪتاب | : | اَٺَ (٨). |
| انعام | : | راجستان سنڌي اڪادمي طرفان. |
| پيشو | : | نرنڪار مشن جو پريس رپورٽر، گيتڪار ليکڪ ڊراماسٽ. |
| پتو | : | بي-١٢٩، سنڌي ڪالوني، راجا پارڪ، جئپور-٣٠٢٠٠٤. |

ڪنيا !
پر هڪ ڳالهہ رکجاءِ
هيئين سان لڳائي سدائين
تہ دنيا ايتري سَولي نہ آهي
تہ آهي آسان هِنَ دنيا ۾
پنهنجي جاءِ پاڻ ناهڻ
جو اِها دنيا مردن جي آهي
نياڻي!
توکي پنهنجا سُپنا پورا ڪرڻا آهن
تہ توکي حاصل ڪرڻي پوندي
ذهن جي طاقت پڻ
اِهو ڪيئن ڪنديئن،
اِهو توکي ئي طئہ ڪرڻو آهي
توکي رستو پنهنجو پاڻ اڏڻو آ
ڪنيا او منهنجي گهر جي!
سُپنا ننڊ ۾ ايندا آهن
۽ ننڊ لاءِ پوُرڻيون پونديون آهن اکيون
پر جي توکي ڪرڻا آهن پنهنجا سُپنا ساڀيا
تہ توکي کولي رکڻيون آهن پنهنجيون اکيون
شَل
سُپنا تنهنجا ساڀيا ٿين!
بيشڪ تون ڏسُ سُپنا!

# هريش ڪرمچنداڻي جي نئين ڪوِتا

## ڇوڪري ڇو نہ ڏسي سُپنا

ڇوڪري! بيشڪ تون ڏِسُ سُپنا!
پنهنجي زِندگيءِ پاڻ
جيئڻ جو حقُ آ توکي!
توکي لڳي ٿو تنهنجو پنهنجو
جُدا وجود آ نہ لڳئي ٿو صحيح
تون ڪا گُڏي ڪونہ آهين، جو جيئن
نچائبو توکي تيئن تون نچنديئن!
تون سڀ کان پهرين اِنسان آهين
نينگريِ ! اِهو سچُ آ تہ زَمانو متجي ويو آ
فرقُ نَہ رهيو آ آدم ۽ عوُرت ۾ اڄُ
گهر سنڀالڻ کان گهر هلائِڻ تائين
هر ڪو ڪم ڪري سگهين ٿي تون
ڪَن پيوُن اڪيچار ناريون

| | | |
|---|---|---|
| نالو | : | هريش ڪرمچنداڻي. |
| جنم | : | جوڌپور، ١٩٥٤.٧.١٥. |
| ڇپايل ڪتاب | : | هنديءَ ۾ هڪ (١). |
| پيشو | : | اسسٽينٽ اسٽيشن ڊائريڪٽر آڪاشواڻي جئپور. |
| پتو | : | ٩/٩١٣، مالويہ نگر، جئپور-٣٠٢٠١٧. |

# ديش جي سپاهيءَ جو انت

هيرانند سکيجا

نارائڻ نالي ننڍو نينگر پيءُ ماءُ جو هڪڙوئي سڪيلڌو ٻار پنهنجي ڳوٺ جي اسڪول ۾ پڙهندو هو. سندس پيءُ گلاب سنگهه ڳوٺ جي زميندار جو منيب هو اُن ڪري ڳوٺ ۾ سٺي عزت هئس. گلاب سنگهه پنهنجي پٽ جي واڌاري ۽ ترقيءَ لاءِ گهڻائي ارمان پاليندو هو ۽ چاهيندو هو ته سندس پٽ پڙهي وڏو آفيسر بڻجي، پر نارائڻ جو چت پڙهڻ ۾ گهٽ ۽ راند روند ۾ وڌيڪ لڳندو هو. تيرڪمان جي ابياس کان پوءِ پيءُ جي بندوق کڻي ڳوٺ کان ٻاهر نشان چٽڻ جو ابياس ڪندو هو. نارائڻ مضبوط بدن وارو قداور شڪل جو ناهوڪو ڳڀرو جوان، پاڪستان جي ڀارت سان ڇيڙ ڇاڙ جون خبرون اخبارن مان پڙهي اهڙو متاثر ٿيو هو رات جو ننڊ ۾ به پاڪستان کي چتاءُ ڏيندو رهيو.

آخر پيءُ کي مڃائي فوج ۾ ڀرتي ٿيڻ ويو. بدن جو جانٺو ۽ قداور ته هو ئي ويتر بندوق جي نشاني بازيءَ ڪري ڀرتي ڪندڙن فوجي عملدارن جي دلين ۾ ڇانئجي ويو.

فوجي عملدارن نارائڻ کي ڀرتي ڪري ڪانئس پسندي پڇي ڪشمير سرحد تي موڪلڻ لاءِ ڪيس ٽريننگ ڏئي ۽ حوالدار بڻايو ويو. سرحد تي وڃڻ کان اڳ ڪيس ڏهن ڏينهن لاءِ گهر وڃڻ جي موڪل ملي. اِنهيءَ وچ ۾ نارائڻ جي پيءُ گلاب سنگهه پرسان واري ڳوٺ جي هڪ خوشحال ڪسان جي ڌيءَ سان نارائڻ جي مڱڻي جي پڪ ڪئي هئي سو ڇُٽيءَ وارن ١٠ ڏينهن ۾ سندس شادي به ڪرائي وئي. هفتي کن گذرڻ کان پوءِ نارائڻ سرحد تي وڃڻ جي تياري شروع ڪئي ته سندس اڌ شرير يعنيٰ ڌرم پتنيءَ گهبرائڻ شروع ڪيو پر نارائڻ حولدار جي سمجهائڻ تي ڌرم پتني سشيلا پنهنجي دل کي ڌڍ ڏئي منهن تي ٿوري مشڪراهٽ آڻي نارائڻ کي تلڪ ڏئي ماتر ڀوميءَ جي رکيا لاءِ موڪل ڏني ۽ سندس پيءُ گلاب سنگهه سندس پٺي ٺپري

نالو ، هيرانند سکيجا.

نيون خوشيون اُڀرڻ لڳيون. هڪ ڏينهن
هوُ اسٽول تي چڙهي پنهنجي ڪتنب
جو فوٽو صاف ڪرڻ لڳو تہ ڌم سان ڪِري
پيو. پير ۾ فرئڪچر ٿي پيس. پنهنجي
پراڻي ڊاڪٽر ۽ موهنيءَ کي فون ڪيائين.
موهني جلدي ڪاڪي پرسرام وٽ
پهتي ۽ هنکي وٺي سْپتال پهتي. سْپتال ۾
ايڪسري ۽ پلاسٽر چاڙهڻ ۾ سڄو ڏينهن
نکري ويو. موهني بہ گڏ رهيس. گهر اچي
ڪاڪي کي کير بريڊ کارائي بي من سان
گهر واپس آئي.
ٻئي ڏينهن صبوح جي جلدي هٿن ۾
گلن جو گلدستو کڻي پرسرام جي گهر
ر آئي، ”چوڻ لڳي باغيچي ۾ نکتل
ڪجهہ تازن گلن جو گلدستو ۽ ٿوري اُپما
ناهي تو لاءِ کڻي آئي آهيان.“
پرسرام ڏاڍو خوش ٿيو. موهنيءَ گهر
ي صاف ڪيو ۽ منجهند جي روٽي ناهي.
ڪاڪي پرسرام کي لڳو تہ بنا گهرڌياڻيءَ
ي گهر ڀوتن جو اڏو آهي.
ٽي هفتا گذري ويا. ڪاڪي پرسرام
ب ۾ سوچيو تہ شل منهنجو پلاسٽر نہ لهي
موهني اُن بهاني گهر ايندي رهي.
اڪي پرسرام ۽ موهنيءَ ڪلاڪن جا ڪلاڪ
ڻ ۾ دکہ سکہ جون ڳالهيون ڪيون.
ٽن هفتن ڪان پوءِ جڏهن ڊاڪٽر
سٽر کوليو تہ هڏي پنهنجي جڳهہ تي
نهي ويئي، تڏهن موهني هڪ شام جو وچن
لڳي ۽ چوڻ لڳي، پرسرام صاحب، هاڻي
توهان نيڪ ٿي ويا آهيو. مان هاڻي سياڻي
ڪان روز نہ ايندس.
ڪاڪي پرسرام هنجو هٿ پڪڙيو،
”موهني، تو مونکي جيئڻ جي وري خوشي
ڏني آهي.... مان توکي هاڻي هتان ڪڏهن
بہ وڃڻ نہ ڏيندس.... هل ڪورٽ ۾ هلي
شادي ڪيون. اسانکي هڪ ٻئي جي سخت
ضرورت آهي.“
موهنيءَ شرمائيندي چيو، ”اسانجا
ٻار ۽ سماج ڇا چوندي....“
پرسرام بي صبر ٿي چيو، ”ڪهڙو
سماج. ڪنهنکي اسانجي پرواهہ آهي؟
اسان جا اولاد تہ پنهنجي پنهنجي سنسار
۾ مست آهن. هوُ اسان لاءِ ڇا ٿا ڪن؟ ۽
تون ڪهڙي سماج جي ڳالهہ ٿي ڪرين،
جيڪا سوارٿي ۽ مطلبي آهي. سيني جي
چنتا ڇڏ. جيتري زندگي آهي، ٻئي گڏجي
رهي سڄايي ڪنداسين، ۽ زندگيءَ جا رهيل
بہ پل آنند ۾ گذارينداسين.
موهنيءَ ڪنڌ سان هامي ڀري.
ڪاڪي پرسرام ۽ موهنيءَ ڏٺو تہ آسمان
۾ بہ پکيئڙا گڏجي اُڏامي رهيا هئا.
شايد پرماتما بہ اُن رشتي ۾ خوش هو.

ڪيئن بدليو آهي. هاڻي اُنکي جيون مان
مزو اچڻ لڳو.

هڪ ڏينهن شام جو جڏهن هو باغ
۾ پهتو تہ اِها عورت ڪانہ آئي هئي. هو
هنجو انتظار ڪندو رهيو، شام ٿيڻ لڳي،
هن جون اکيون ٿڪجي پيون ، پر اُها
ڪانہ آئي. طرح طرح جا اشپ ويچار
ڪاڪي جي من ۾ اچڻ لڳا. ڪٿي ڪو
ائڪسيڊنٽ تہ ڪونہ ٿيو يا بيمار تہ
ڪانہ ٿي پئي. من مان چئن موڪلائي
ويس. سوچڻ لڳو ، مان بہ ڪيترو نہ
بيوقوف آهيان. هيترا ڏينهن ٿي ويا پر
اڄ تائين مان هنجو ڏس پتو ڪونہ پڇيو
آهي ۽ نہ ٻڌايو آهي. ڪاڪي راند
ڪندڙ ٻارن ڪان اُنجي گهر جو پتو پڇيو
۽ ڌرڪندڙ دل سان اُتي پهچي گهنٽي
وڄائي، اندران اچي مشڪرائيندي اُن
عورت دروازو کوليو. هو ٻڌ تر ۾ بينو رهيو
تہ ڇا چوي اندر وڃي يا نہ، تہ اُن عورت
اندر اچڻ جي نينڊ ڏنس ۽ سجايل اوطاق
۾ وهاري اندر هلي ويئي. ڪاڪي چئني
پاسي نظر ڦيرائي تہ ڏٺائين سندر نموني
جو نهيل ننڍڙو بنگلو آهي، ٻاهر سندر گلن
جا وڻ ۽ اندر سجايل گلدستن سان خوشيءِ
پريل ماحول وارو گهر. تڏهن هٿ ۾ پاڻي
کڻي هوءِ داخل ٿي.

ڪاڪو چوڻ لڳو،” معاف ڪجو، اڄ
توهان باغ ۾ ڪونہ آيا تہ مان چنتا ۾
پئجي ويس تہ ڪٿي بيمار تہ نہ ٿي پيا.“

ڪاڪو ٿورو ترسي ڪري وري چوڻ
لڳو،” چڱو هاڻ مان وڃان ٿو.... پر ها، اسان
هڪ ٻئي جو نالو بہ ڪونہ پڇيو آهي
منهنجو نالو پرسرام آهي. ڏنڊي ڪان مار
وڪيل آهيان،۽ هاڻي ڪافي ٽائيم ملند
آهي.پتني پاروتي بہ سال اڳہ سرڳواس
پڌاري، مون کي بہ پٽ هڪ ڌيءُ آهي
ٽيئي ٻار آمريڪا ۾ وڃي ٽانئيڪا ٿي
آهن.مان هتي ٣٠ نمبر بنگلي ۾ بلڪل
اڪيلو رهندو آهيان. تون پنهنجي سڃاڻپ
ڏينديءَ تہ سنو.

” منهنجو نالو موهني آهي،“ عورت
چيو،”منهنجو گهوٽ گهنشام ڀارت سرڪار
۾ آءِ . اي. ايس آفيسر هو. گهڻو اڳ
پهاڙيءَ تي هيءَ جڳهہ ڏاڍي سنسان هئي
ماڻهو ڏينهن جو بہ هيڏانهن اچڻ کان
ڏڪندا هئا. هڪ دفعو موڪلن ۾ اسان هيءُ
گهر نهرائڻ شروع ڪيو ۽ ٻن سالن ۾ نهي
تيار ٿي ويو. اسان جا بہ پٽ دهليءَ ۾
پڙهندا هئا. جڏهن منهنجو گهوٽ رٽاير ٿيو
تہ اسان هن بنگلي کي اچي سجايو. پ
قدرت اسان جو سکہ سهي نہ سگهي ۽ رٽائ
ٿيڻ ڪان پوءِ سال اندر هارٽ اٽئڪ ۾ هـ
رمندو رهيو ۽ اُتي جتان ڪوئي واپس نـ
وريو آهي.

ويندا هئا. شام جو موٽي گهر جي ڪم ۾ لڳي ويندا هئا. اِهائي پشچمي ديش جي روزاني حياتي آهي.

ڪاڪي پرسرام جي اُتي ڪنهنکي ضرورت ڪانه هئي، نه ڪوئي هنجي پاسي ۾ اچي وهندو هو، نه ڪجهه ٻڌائيندو هو ۽ نه دکه سکه پڇندو هو. اڪيلي گهر ۾ ڪنهن سامان وانگر پيو رهندو هو. آمريڪا ۾ ٻئي پٽ امر ۽ ڏيءُ نمرتا وٽ ڪجهه ڏينهن رهيو. سڀ پنهنجي روزاني ڪم ۾ رُڌل رهندا هئا. اُن ڪري اڪيلو جيئڻ هنکي ڪائڻ ايندو هو. اُن ڪري روڪڻ تي به هي پنهنجي ديش ڀارت ۾ واپس آيو.

هتي هِن گهر ۾ هنجي زال پاربتيءَ جي خوشبوءِ ڦهليل هئي.چمپل، سامان، گهر جي هرهڪ ڪنڊ ۾ پاربتيءَ جي يادگيري هئي. جڏهن هوءَ جيئري هئي، تڏهن هن جو قدر ڪونه ڄاتو. ڳالهه ڳالهه تي هيءُ پاربتيءَ تي غصو ڪندو هو. هاڻي هن کي پاربتيءَ بنا جيئڻ بسو لڳندو هو. جيتري عمر ايشور لکي آهي اُها ته گذارڻي آهي.

باغ ۾ هڪ ٦٢ سالن جي عورت هڪ ڪنڊ واري بينچ تي اچي وهندي هئي. تزيل گلن جي ساراهه ڪندي هئي نه ڪڏهن ڪجهه نه ڪجهه گنگنائيندي هئي. پڙهيل، لکيل ، قاعدي سان ڪپڙا پاتل، سٺي گهر جي لڳندي هئي.

ڪاڪي پرسرام ڏيان سان ڏٺو ته هنجي ڳلي ۾ منگل سوتر ۽ نرڙ تي بندي ڪانه هئي، شايد وڌوا آهي. ڪاڪي جو من اُن عورت لاءِ ديا سان ڀرجي ويو. پر ايتري ته دکي ڪونه ٿي لڳي. هنجي چهري تي ڪيتري نه شانتي آهي. شام جو جڏهن باغ ۾ ٻار گڏ ٿيندا آهن ته اُنهن ٻارن سان هوءَ راند ڪندي آهي، اُنهنکي ڏارمڪ ڪهاڻيون ٻڌائيندي آهي.

ڪاڪي پرسرام جون اکيون ، ڪن ۽ من سڀ اُن عورت طرف هوندو آهي. من ٿيندو اٿس ته هنجي محفل ۾ شريڪ ٿي وڃي، پر شرم ٿيندو اٿس. هڪ ڏينهن هُو همت ڪري اُٿيو ۽ اُن وٽ وڃي ڪري چيائين،” ٻڌو جبڪڏهن توهانکي اعتراض نه ٿئي ته مان به توهانجي ڪهاڻين ۾ شامل ٿيان.“

اُن عورت مشڪرائيندي چيو،” بيشڪ اعتراض ڇو ٿيندو؟ اُن ۾ مونکي ته خوشي ملندي،“ ٿورو سري ڪري ڪاڪي پرسرام کي جڳهه ڏنائين.

هاڻي روز جو نيم. صبوح کان وٺي هو سانجهيءَ جو انتظار ڪندو هو. اُن ٿورن ڪلاڪن ۾ هو پنهنجو دکه، اڪلائي سڀ ڪجهه وساري ڇڏيندو هو. هو به ٻارن کي چرچا ٻڌائي کلائيندو هو. هنکي پنهنجو پاڻ ٿي عجب لڳندو هو ته هو ايترو

# زندگانيءَ جا رهيل ٻه پل

## شريمتي ديا لکي جشناڻي

سياري جي ٿڌي وڻندڙ اُس ۾ ڪاڪو پرسرام بدن سيڪڻ لاءِ ۽ ٽائيم پاس ڪرڻ لاءِ، باغ جي هڪ بينچ تي منجهند جو ٢ بجي اچي وهندو هو. گهر ۾ ڪير هو جو هنجو انتظار ڪري؟ گهر ۾ گهسڻ لاءِ ڪاڪي کي گهبراهٽ ٿيندي هئي. صبوح جو ڪجهه رات وارو بچيل ڪاڌو يا بريڊ کائيندو هو. رات جو ڪير پيئندو هو يا ڪجهه ناهيندو هو نه ته بکيو ئي سمهي پوندو هو. ڪوئي پڇڻ وارو ته ڪونه هو، وڏي ڪوٺي، جيڪا هن وڏي شونق سان نهرائي، هاڻي کائڻ لاءِ ڊوڙندي آهي. اڪيلي جيون ۾ نه ڪو رس آهي نه اُتساهه آهي. پتني ٻه سال اڳ دل جو دؤرو پوڻ سان ڪاڪي پرسرام کي اڪيلو ڇڏي رمندي رهي.

هو هن وڏي سنسار ۾ اڪيلو رهجي ويو. پهريائين ته هنکي زال جي مرڻ جو وشواس ئي نه پيو ٿئي، پاڳلن وانگر گ... ۽ ٻاهر گهمڻ لڳو. هن جو وڏو پٽ آمريڪ... مان اچي ڪاڪي پرسرام کي ٽورنٽو ون... ويو. وڏو پٽ انيل ۽ ننهن شاردا ٽورنٽو ... سرجن آهن. شاردا پنجابي ڇوڪري آهي ... ٻنهي امريڪا جي ڪورٽ ۾ سول مئريج... ڪئي هئي. شاديءَ جي خبر پوڻ سان ڪاڪو ... پرسرام ڏاڍو غصي ٿيو، پر پتنيءَ جي ... سمجهائڻ تي ٻارن کي معاف ڪري قبول ڪيو هئائين.

جڏهن انيل ڪنوار شاردا کي وني ... ٻارت واپس آيو ته سنڌي نموني وڏي شاندار پارٽي ڏني هئائين.

ٽورنٽو ۾ انيل کي ٻه ٻار ڇاوا، پٽ ۽ ننهن صبوح جو جلدي اُٿي ٽورو ڪير ۽ ناشتو کائي، سويل ئي نڪري ويندا هئا ۽ ٻارن کي رستي ۾ ئي سڪول ڇڏيندا

| | | |
|---|---|---|
| نالو | : | شريمتي ديا لکي جشناڻي. |
| جنم | : | ٢٤.١٠.١٩٤١. |
| ڇپيل ڪتاب | : | چار. |
| اِنعام | : | سيتا سنڌو ٻون ۽ ڪئنادا مان اشوڪ گولاڻيءَ طرفان. |
| پتو | : | بيرڪ ٢١٢٤، راشن آفيس، اُلهاس نگر- ٤٢١٠٠٥. |

شيوڪرام ته پيو ڌاڌا لڪاڌا پيليندو هو ۽
ورسين تي ضرور ويندو هو. عئنشيرام
پنهنجي پاڻ شيوڪرام سان پنهنجي دل
جي ڳالهه چوري، ۽ اُنکان صلاح ورتائين.
شيوڪرام کي آزمودو هو. ڏنائين ته ڪيئن
نه ورسين جو ڪاروبار هلي پيو. پاڻ کي صلاح
ڏنائين ته پاڻ جيڪڏهن اسان کي پنهنجي
ڏنڌي جي مشهوري ڪرڻي آهي ته چونه
پنهنجي پتا گهندومل جي ورسي ڪيون.
مٿ مائٽن ته اسانکي بابي کان پوءِ وساري
ڇڏيو آهي. اُهي به ايندا ۽ گراهڪ به ضرور
ايندا. پڪو فيصلو ڪري تاريخ مقرر
ڪري هڪ سلو سهڻو نيند پتر ڇاپايائون.

## پائي گهنڊي مل جي ورسي.

پيارا سڄڻو،

توهان کي پڙهي خوشي ٿيندي جو
اسانجي سرڳواسي پتا پائي گهنڊي مل جي
ورسي پائي گهنڊورام جي دربار ۾
ملهائي ويندي. سيني کي نماڻي وينتي
آهي ته ورسيءَ جي شڀ موقعي تي حاضر
رهي اسانکي ڪرتارٿ ڪن ۽ هٿ پرسادي
وٺي وڃن.

نوٽ : هن شڀ موقعي تي اسانجي
”گهنڊ ڇاپ“ ڪپڙي تي ٢٥ سيڪڙو ڇوٽ
ڏني ويندي.

توهانجي درشن جا پياسي
عئنشيرام ۽ شيوڪرام
گهنڊو ڪلاٿ اسٽورس
گهنڊگهڙيال گلي
گهنٽا گهر جي پرسان
فون : ٥٢٢٢٠
هڪ پاسي شوڪرام

جو چٽر هو - دشالو پائي هٿ جوڙي بيلو
هو ۽ پئي طرف عئنشيرام ڏند ٽيڙيل
ملائي جو باڪس هٿ ۾ کڻي بيلو هو.
ڪارڊ خوب وراهيا ويا. جنهنکي ڪارڊ مليو
سو عجب ۾ پئجي ويو ڇو ته گهنڊومل هڪ
رواجي ماڻهو هو جنهنکي ڪي ٿورا ماڻهو
ئي سڃاڻندا هئا. ڪيس سرڳواس ٿئي به
ڪافي عرصو گذري ويو هو. ڇا وري گ
هنڊومل جاڳي اُٿيو آهي؟ خير ورسيءَ جو
ڏينهن اچي ويو. عئنشيرام ۽ شيوڪرام کي
ته پنهنجي خھوني ڪپڙي جو اسٽاڪ جو
نيڪال ڪرڻو هو. سو ڇا ڪيائون جو ڪپڙي
تي گهنڊ ڇاپ لپو هڻي سلي پئڪ ڪري
رکي ڇڏيائون ۽ ائين ڪپڙو نڪال ڪري
رقم روڪڙي هٿ ڪيائون. ڊسڪائونٽ
جي ڪري ۽ هٿ پرساديءَ جي لالچ ۾
ڪافي ماڻهو آيل هئا ۽ اُنهن کي بنا
خريداريءَ جي وڃڻ کان روڪڻ جي
ڪوشش ڪيائون. عئنشرام ۽ شيوڪرام
ڏاڍا سرها ٿيا. پر اشتهاربازي اڃا بند نه
ٿي. پيپر ۾ اشتحار وجهائي سڀني جي
شڪرگذاري ڪيائون. ۽ گهنڊو ڪلاٿ
اسٽورس (گهنڊ ڇاپ) جو نالو وڏن اکرن ۾
ڇاپائي پنهنجي ڏنڌي کي اڳتي ڌڪيائون
۽ ائين پاڻ کي ورسيءَ سان ورسائي
ڇڏيائون.

# ورسي

## ڪنعيو ملڪيرام نوتاڻي

ورسي معنيٰ ورسجڻ. جنهن سان سڀ ورسجي وڃن. اڳ گهڻو ڪري ورسيون سنتن مهاتمائن جون ملهايون وينديون هيون، جيئن اُنهنجي ورسين تي سندن پريمين ۽ شرڌالن مٿان اُنهن سنتن مهاتمائن جي آشيرواد جي ورشا ٿيندي رهي. پر اُهو زمانو بدلجي ويو آهي. زماني جي بدل سدل جو اثر ورسين تي به پئجي ويو آهي. ورسي ملهائڻ ته اڄ ڪالهه فئشن ٿي پيو آهي ۽ هڪ ڏنڌي جو قسم. اُن ڪري واپارين ۽ ڏنڌوڙين اُنجو خوب فائدو ورتو آهي.

پائي گهنڊومل پوري ساريءَ پونجيءَ وارو هو. ڪيس هڪ ننڍو ڪپڙي جو دوڪان هو. عيال وڏو- ڪمائي ٿوري. زندگيءَ جي گاڏيءَ کي پيو ڌڪيندو هو. اُن ڪري سندس اولاد غريبيءَ ڪري پاڪي دکي محسوس ڪندو هو. پائي گهينڊومل ته زندگيءَ جو داڙو پاٽي پورو ڪري پرلوڪ پڌاريو. سندس ڪٽنب پروار جي جوابداري اُنجي پن پٽن عئنشيرام ۽ شيوڪرام تي پئي. ٻنهي ڀائرن ڪپڙي جو دوڪان هلايو. محنت شيوڪرام ڪري ۽ عئش ڪري عئنشيرام. اُن ڪري ڏنڌي ۾ برڪت ئي ڪونه پوي. پر عئنشيرام جو دماغ ادر هو. هنجو اُن ڳالهه ۾ وشواس ڪونه هو ته ”جو تڏ ڀاوي سائي ڀلي ڪار“. اُنکي ڇو ڀاءُ پوي؟ اِها ئي ڪار سني آهي جا اسانکي ڀاءُ پوي. شيوڪرام ته پيو شيوا ڪري، آئي وئي جو آدر مهمانن جي مهمان نوازي. هوڏانهن عئنشيرام ڏنڌي جي وڌائڻ لاءِ پيو دماغي ڪوجنائون ڪندو هو. هُن محسوس ڪيو ته اڄ زمانو اشتهاربازيءَ جو آهي جو ڇيٽي کي رنگ روپ ڏئي. مڇر مار خطاب ڏنو اٿائون. مساڻن جي رک ۾ اڇو پائوڊر ملائي باسڻن ملڻ جو پائوڊر مشهور ڪيو اٿائون. اُن ڪري سندس ڪپڙي جي ننڍي دوڪان کي جيڪڏهن ڪلاٿ اسٽورس جو لقب ڏيٺو آهي ته ڪا اشتهاربازي ضرور ڪپي پر اِها اهڙي نموني هجي جيئن خرچ گهٽ نفعو وڌيڪ.

نالو : ڪنعيو ملڪيرام نوتاڻي.

پيشو : وڪيل هاءِ ڪورٽ بمبئي.

پتو : فلئٽ نمبر-٣٠١، ٽيون ماڙ، جيون ديپ اپارٽمينٽ، پاٽيا هاسپيٽل جي سامهون، اُلهاس نگر- ٤٢١٠٠٥. فون:٥٢٧٢٢٨.

توهانجي گهر ۾ کائيندي پيئندي، گهر ۾
ئي توهان جون شيون چوري ڪيون آهن....
مون کي اهڙي ڳالهه نه هئي ته منهنجي
ڌيءَ هيئن ڪندي ته جنهن ٿالهيءَ ۾
کائيندي اُن ۾ ئي ڇيد ڪندي.... هاڻ
توهان هنکي بخشيو ۽ سڀاڻي کان ولي مان
ئي ڪم تي ايندي ۽ جيڪو توهان جو
نقصان ٿيو آهي سو مان پري ڏينديس، ٿورو
ٿورو ڪري پنهنجي پگهار مان. ساوتري
حيران ته شربتيءَ کي ٿيو ڇا آهي ۽ هوءَ ڇا
پيئي چوي. ٿوري دير بعد هن کي شانت
ڪري سندس وياڪلتا جو ڪارڻ پڇيائين ۽
اُنسان گڏ اِهو به چيائينس ته شانوءَ کي مان
ئي خود سڀ ڪجهه ڏيندي هئس. ڇُن
نياڻيءَ ته ڪڏهن منهنجي گهر مان ڪجهه
چوري ڪئي ئي ڪين آ. مون پاڻ ئي تي
اِهو ڏٺو ته هوءَ هار سينگار جي سامان طرف
اُڪير جون نظرون کڻي نهاريندي هئي.
سوچيم ته هي شيون توهان جي خريد ڪرڻ
جي توفيق کان ٻاهر آهن سو تنهنجن
سيني شيوائن کي ياد رکي مون هنکي
ڪجهه سينگار جو سامان ڏئي ڇڏيو جا هوءَ
گهر موٽڻ مهل واپرائيندي هئي. مونکي ته
اُن ۾ ڪا به خراب ڳالهه ڏسڻ ۾ نٿي اچي....
پر تنهنجي من ۾ اِهو خيال چوريءَ جو آيو
ڪيئن؟

ساوتريءَ جي قرب جي اڳيان شرمسار
ٿيندي شربتيءَ چيو ته، ''مالڪڻ
غريبي اِنسان کان سڀ ڪجهه ڪرائيندي
آهي.... مون سوچيو''. وچ ۾ ڪيس ڪٽي
سا ىءَ کيس چيو، ''بس ڪر هاڻ بس
ڪر شربتي. تو شانوءَ کي سڃاتو ئي
ڪونهي. هوءَ ته تنهنجي ڌيءَ آهي،
جنهن تي اوشواس ڪري تو پنهنجو
پاڻ سان ڏوهه ڪيو آهي. غريب ٿيڻ ڪو
گناهه نه آهي. اِها ته فخر جي ڳالهه آهي
جو تو محنت مزوريءَ ۾ ويساهه رکي
ڪري هي سڀ سال محنت سان ڪم
ڪيئه پر ساڻ انجي توکي پنهنجي ٻارن
۾ به ويساهه رکڻ کپي. صرف انومان جي
آڌار تي ڪنهن ۾ دوش نه ڏسجي ۽
بي بنياد ويچارڌارا قائم نه ڪرڻ
گهرجي. رشتن جي بنياد لاءِ وشواس
پهريون ڏاڪو آهي.''

ساوتريءَ جي هن آتت ڀريل اکرن
هنجي سڪل ساهه ۾ جان وڌي. گهر موٽي
ڪري اچي پنهنجي ڌيءَ شانوءَ کي گلي
سان لاتائين پر کجيائين بلڪل ڪين....
کجيو ته هنجي نيڻن جي نير جو جهر جهر
ڪري وهڻ لڳو.

جون ٿا ته شانوءَ جي شاديءَ مهل
پندرهن هزارن روپين جي مٽئي ۽
ڪپڙي لٽي ۾ مدد ڪري ساوتريءَ
پنهنجي سنيءَ مالڪڻ ٿيڻ جو فرض
پورو ڪيو.... ۽ شربتيءَ کي نه ڇُن بي ملهبو
پنهنجو ڪري ڇڏيو.

شاد رهن شل ساوتريءَ جهڙا مالڪ
جيڪي وٿيون گهٽائي دلين جون.... ۽
آتم وشواس جاڳائن هر هڪ دل جي
انڌاهيءَ ڪنڊ ۾.... جتي ضروري آهي
روشن ڪرڻ چراغ وشواس جو.

کرڻ لاءِ هڪ شاهوڪار جي گهر ۾ نوڪري
ڪندي هئي. ڪم تہ تمام سُوڌو سنو ڪندي
ئي ۽ ڪجهہ سمير ۾ ئي هُن پنهنجي
الڪڻ ساوتريءَ جو وشواس کٽيو. ننڍين وڏن
ڪمن لاءِ ساوتري پئي شربتيءَ جي مدد
ندي هئي. ڪڏهن ڪڏهن تہ رات جي
همانن جي ماني ڪرڻي هوندي هئس تہ
ربتيءَ کي پنهنجي گهر ٽڪائي ڇڏيندي
ئي، ٻئي ڏينهن کيس ڇڳو ڪاڏو پيتو ۽
ڪجهہ خرچي روڪ ڏئي گهر موڪليندي
ئي تہ ”وڃي آرام ڪر وري ٻئي ڏينهن
ڇڄ.“

ہہ سال اِهو سلسلو هليو. اونهاري
ي مند هئي، گهٽي لڪ ۽ لُو جي ڪري
ربتي بيمار ٿي پئي پر هُن پنهنجيءَ
ڏيءَ ڌيءُ شانوءَ کي مالڪڻ جي گهر وني
جي سڀ ڪم
مجهائي ۽ پارت
ڪري آيس تہ چڱيءَ
رح ڪم ڪجانءِ ۽
ام رات پوڻ کان
ۓ ٿي گهر موٽي
چجانءِ. سڀ ڪم
ڱيءَ طرح پيو هليو
شربتيءَ جي اکين
بيچيني... ڪجهہ
نار بيا پيا نطر اچن.
ہر اچڻ کان پوءِ شانوُ
نهنجي هار سينگار تي چڱو وقت
ائيندي هئي ۽ پئي پاڻ کي ناهيندي
ئي. هڪڙي ڏينهن شام جو جڏهن گهر

آئي تہ چڱي دير ٿي ويئي هئي. ماءُ
شربتيءَ جو من ڪجهہ وياڪل ٿي پيو،
وڏي اُٿل پٿل هئس من اندر. اڇي دريءَ
کان ويٺي واٽ واجهائڻ، پنهنجي ڌيءُ
جي جا ڪجهہ دير کان پوءِ آئي. اڄ تہ
وري هن جي ڪپڙن مان مهڪ پئي آئي
عطر جي.... مار.... سوچ ۾ پئجي ويئي
ويچاري شربتي، هڪ تہ بيماري ٻيو
فڪر پر ڇا ڪري؟ پڇيائين پنهنجي
ڌيءُ شانوءَ کان تہ هوءَ آڻي ڪٿان ٿي،
هي سامان هار سينگار جو ۽ هي عطر جو
هُن لڳايو هو، تنهن تي شانوءَ کيس چيو
تہ مان ڪم ڪرڻ کان پوءِ مالڪڻ کان ٿورو
گهري وٺندي آهيان ۽ پئسا مالڪڻ مونکي
ڏيندي آهي جي مان خرچ ڪندي آهيان
گهمڻ ڦرڻ وقت. پر ماءُ کي هيءَ ڳالهہ دل
سان نہ لڳي. ٻہ، چار
ڏينهن رکي هوءَ پاڻ
کي جڏهن نيڪ
سمجهڻ لڳي تہ هُن
ڌيءُ کي گهر ۾ رهڻ
جي هدايت ڪري
وکہ وڌائي پنهنجي
مالڪڻ ساوتريءَ جي
گهر ڏانهن من ۾ جا
هئس آنڌ مانڌ تنهن
هنکي ماٺ رهڻ ٿي
نہ ڏنو. جيئن پهتي
چائنٽ تي تيئن ڪِري ڪري ساوتريءَ جي
پيرن تي خطا پئي بخشائي تہ مالڪڻ
منهنجي ڌيءُ کي معاف ڪجو جنهن

# نزاڪت رشتن جي

ديوي بي نانگراڻي

انيڪ رشتا، اُنهنجون انيڪ تارون، جن جا ڪئين تہ رنگ آهن، ڪئين اُنهنجون نزاڪتون آهن.... پر اُهي لڳن ٿا رشتا اسان کي پيارا ۽ دل جي قريب، جيڪي ڏين ٿا دل کي سڪوُن.

ذڪر جيئن اڳي ڪيو آهي تہ سمجهہ ۽ سخاوت جي ضرورت آهي، اُنهن رشتن کي نڀائڻ لاءِ، جي هر ڪو اِنسان پنهنجي ئي نظر سان هر رشتي کي ماپيندو يا تور تڪ ڪندو تہ ممڪن آهي تہ اُن رشتي کي نڀائڻ جو باعث صرف هڪ سمجهوتو ئي رهجي وڃي. مثال طور جي هڪ مل جو مالڪ پنهنجي مل ۾ ڪم ڪندڙ هر هڪ ماڻهوءَ کي اُن مل جو حصو سمجهي اهميت ڏئي تہ اِهو هن جو وڏپڻو، پر جي ڪم ڪندڙ اُن قرب جو قدر نہ ڪري يا اُنجو اڻوڳہ فائدو وٺي تہ اُهو سندس رَوَيو اِنسانيت جي خلاف آهي. هي بدگماني ءَ واري ڳالهہ آهي. اوشواس يا ڪنهن غلط افواهہ تي بنا ڪنهن سوچ ۽ سمجهہ جي انڌوشواس ڪرڻ جنهن ڪري ئي ڪئين رشتا ٽٽي پون ٿا. پر افواهہ ڦهلائڻ وارو جنهن مقصد ڪان اُهو ڪم ڪندو آهي تہ اُن محل هوُ اِئين نہ سوچيندو آهي تہ هنجو ڪم ڪرڻ جو طريقو نيڪ آهي يا نہ، يا اُن مان ڪيس اِهو مقصد حاصل ٿئي ٿو يا نہ، يا اُن مان اڳلي ماڻهوءَ کي نقصان تہ نٿو پهچي. هي هڪ ڀرم سوارث ٿيو جنهن ڪري ڳالهہ ميڻ وارن جو ڪئي طرح سان نقصان ٿي سگهي ٿو. آرٿڪ نقصان جو اثر هنجي گهر پريوار تي ۽ اُنهن جي ٻارن ٻچن تي بہ پئي ٿو.

پر سچي سمجهہ تہ هيءَ آهي تہ هر هڪ ماڻهوءَ کي، چاهي هو ننڍو هجي يا وڏو، آزمودگار هجي يا سيڪڙات، پنهنجيءَ سمجهہ کان ڪم وٺي فيصلو اهڙو ڪري جنهن ۾ نہ هاڃي مان جي ٿئي، نہ مال جي ۽ نہ جان جي.

شربتيءَ ٿالي هڪ غريب زال پنهنجي پريوار جون گهرجون پوُريون

منهنجو عڪس ڏسڻو پوندو. ڪويتا کي
اوترو ئي پيار ڏيڻو پوندو، جيترو تو مونکي
ڏنو آهي. تڏهن ڪمار چيو، نه آشا مان اِئين
نه ٿو ڪري سگهان. توکي وسارڻ منهنجي
وس ۾ نه آهي. ڇا پوڄاري پنهنجي من ۾
وسيل ڀڳوان کي من مان ڪڍي سگهي ٿو؟
مان هر وقت توکي ياد ڪندو رهندو آهيان.
هر وقت تنهنجو معصوم چهرو اکين آڏو
اچي بيهندو آهي. تنهنجي چهري کانسواءِ
مان ٻيو ڪو چهرو ڪيئن ٿو ڏسي سگهان.
پوءِ ٻڌاءِ ته مان ڪويتا کي پيار ڪيئن
ڪريان. ڪهڙي نموني تنهنجو وجود،
تنهنجو روپ هن ۾ ڏسان؟ تون منهنجي
ڀاونائن کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪر. تڏهن
آشا ناراض ٿيندي ڪمار کي چيو ته نيڪ
آهي. جيڪڏهن تون ڪويتا کي پنهنجو
پيار نه ٿو ڏيڻ چاهين، منهنجو روپ ڪويتا
۾ نه ٿو پسڻ چاهين ته مان سمجهندس ته
تنهنجو پيار هڪ ڏيکاءُ آهي، ڀرم آهي.
جنهن ۾ تون نه پنهنجي زندگي خراب
ڪري رهيو آهين ۽ پاڻ سان گڏ ڪويتا جي
به. توکي منهنجي وچن جي به ڪا پرواهه
ناهي. جيڪڏهن توکي حقيقت ۾ مونسان
پريم آهي ته تون ڪويتا کي ضرور پيار
ڏيندين ۽ هن ۾ مونکي ضرور محسوس
ڪندين. ايترو چئي آشا غائب ٿي ويئي.

صبوح جو جڏهن ڪمار ننڊ مان اُٿيو
ته پنهنجو پاڻکي هُو ڪجهه هلڪو محسوس
ڪرڻ لڳو. هنکي لڳو ته سندس دل تان ڪو
وڏو بار هٽي ويو آهي. پنهنجو پاڻ ۾
ڪجهه بدلاءُ ڏسي هنجي چهري تي اڻ
سڃاتل خوشي نمودار ٿي آئي هئي. سندس
چپن تي هڪ مٺي مُرڪ اُڀري آئي هئي.
هُو ڏاڍو خوش نظر اچي رهيو هو. هُو خوشيءَ
خوشيءَ ۾ جلدي تيار ٿي ويو ۽ من ۾ ڪجهه
سوچي پنهنجي ساهرن يعني ڪويتا جي
گهر وڃي پهتو.

ڪمار جو گلاب وانگر مهڪيل چهرو
ڏسي ڪويتا جي چهري تي به چڻ خوشي
اُجاگر ٿي آئي. اڳيان وڌي ڪمار ڪويتا
کان معافي ورتي. ڪمار چيو، ڪويتا،
مونکي معاف ڪج. مان آشا جي ڪري
ڀاونائن ۾ ايترو ته جڪڙجي ويو هئس جو
تنهنجي پيار کي سمجهي نه سگهيس. مون
توکي ڪا به اهميت ڪونه ڏني. تو مونکي
خوشي ڏيڻ چاهي ۽ مون توکي گهٽ وڌ
ڳالهايو. ڪمار جي بدليل وهنوار کي ڏسي
ڪويتا چيو، ڪمار، اڄ مان ڏاڍي خوش
آهيان. مون کي لڳي رهيو آهي دير سان
ئي صحيح پر تنهنجو پيار مون حاصل
ڪيو آهي. هاڻي مان تنهنجي زندگيءَ کي
خوشين سان ڀري ڇڏيندس. تون پنهنجي
پيار يعني آشا جو روپ هڪ ڀيرو وري مون
۾ ڏسي سگهندي. اڄ ته اسين ملي پنهنجي
نئين پيار جي شروعات ڪريون.

چوندا آهن سچي ۽ نسوارٿ پيار ۾
هي زندگي لڪيل ٿيندي آهي. ٻئي هڪ
ٻئي جي گلي ملي وڃن ٿا. هڪ ٻئي ۾ اِئين
سمائجي وڃن ٿا جيئن لهر نديءَ ۾
سمائجي ويندي آهي.

۽ آشا جو ڏنل وچن ياد ڪرائڻ تي آخر هن ڪويتا سان ٻي شادي ڪئي. ڪويتا هڪ تمام سٺي-سهڻي ۽ سمجهدار ڇوڪري هئي. پر ڪمار هنکي ايترو پيار نه ڏيئي سگهيو. ڪويتا کي اُن ڳالهه جي ڄاڻ هئي ته ڪمار آشا کي ڏاڍو پيار ڪندو هو. دل وَ جان سان هنکي چاهيندو هو. هوءِ پنهنجو پاڻکي آشا بڻائي ڪمار کي خوش رکڻ جي ڏاڍي ڪوشش ڪرڻ لڳي. هوءِ ڪمار جي هر طرح جي شيوا ڪرڻ لڳي. هر وقت ڪمار کي ريجهائڻ لاءِ ڪجهه نه ڪجهه ڪندي رهندي هئي. هُن خود محسوس ڪيو ته ڪمار کي آشا جهڙو پيار ڏيئي سگهان ۽ سندس دل ۾ پنهنجي جڳهه ٺاهي سگهان. پر سڀ ڪجهه ڪرڻ بعد به هنکي ڪاميابي نه ملي سگهي. هن ڪمار کي گهڻو ئي سمجهايو ته آشا هاڻي واپس نه ٿي اچي سگهي، هنکي وسارڻ ئي سٺو ٿيندو پر ڪمار پنهنجو پاڻکي سمجهڻ لاءِ تيار ئي نه هو. شاديءَ بعد به سندس من ڏاڍو اُداس رهندو هو. ڪويتا سوچيو، وقت هر زخم کي هڪ ڏينهن ڀري ڇڏيندو آهي. جڏهن وقت ايندو، تڏهن پاڻ هي سڀ ڪجهه ٺيڪ ٿي ويندو.

هوءِ پنهنجي سٺي وهنوار سان ڪمار کي خوش رکڻ لڳي. هڪ سال گذري ويو پر ڪمار ۾ بدلاو ڪونه آيو. هوُ آشا کي اڃا تائين پنهنجي دل مان نه ڪڍي سگهيو. هاڻي ڪويتا پنهنجو پاڻکي دکي محسوس ڪرڻ لڳي. هنجي ايترين ڪوششن بعد به جڏهن ڪمار نه سڌريو تڏهن هن محسوس ڪيو ته هاڻي ڪجهه ٿي نه سگهندو. اُن هوندي به هن پنهنجي من کي مظبوط ڪيو ۽ هڪ ڀيرو ڪمار کي سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي. گهڻي بحث ڪرڻ بعد ڪمار ڪويتا کي ڪجهه غلط ڳالهائي ڇڏيو. هاڻي ڪويتا جي سهن شڪتي جڻ ختم ٿي ويئي. هوءِ سهن نه ڪري سگهي ۽ پنهنجن مائٽن وٽ واپس هلي ويئي.

هاڻي ڪمار اڳي وانگر اڪيلو ٿي پيو. هاڻي سندس خيال رکڻ وارو ڪو به ڪونه هو. هن پنهنجي گهر جي هر ڪمري ۾ آشا جون پراڻيون تصويرون لڳائي رکيون هيون ۽ سڄو ڏينهن بس اُنهن ئي تصويرن سان ڳالهائيندو رهندو هو. سڄو ڏينهن آشا کي ياد ڪندي رئندو رهندو هو. هُن پنهنجي زندگي جڻ زهر بڻائي ڇڏي هئي. سندس من ڪنهن به ڪم ۾ ڪونه لڳندو هو. آفيس ويندو هو پر جلدي ئي آفيس مان موٽي ايندو هو. سندس زندگيءَ ۾ ڪو رس نه بچيو هو. هو اِهو طئہ نه ٿي ڪري سگهيو ته ڪري ته ڇا ڪري. آشا کي ڪيئن چوي ته تون منهنجي دل مان نڪري وڃ.

هڪ ڏينهن جڏهن هو ننڊ ۾ غلطان هو تڏهن هن کي لڳو ته جڻ آشا هنسان ڳالهائي رهي هئي، ڪمار توکي پنهنجي دل مان مونکي ڪيڏڻو ئي پوندو. نه ته تنهنجي زندگي برباد ٿي ويندي. جي ڪڏهن تون مونسان پيار ڪرين ٿو ته توکي مون مان موهه ڪيڏڻو ئي پوندو ۽ ڪويتا ۾

# نئون پيار

جيوت ڪيسواڻي ''جئہ''

ڪمار پنهنجو پهريون پيار اڃا تائين
وساري نہ سگهيو هو. اڃا سندس پهريئن
پيار يعني آشا کي گذر ڪري ٿورو وقت ٿي
مس ٿيو هو. آشا جا سندس زندگي هئي،
هوءَ سندس نس نس ۾ سمايل هئس. هر وقت
آشا جي ياد ايندي رهندي هئس. آشا جو
سهڻو چهرو هميشه اکين آڏو گهمندو
رهندوهوس. ڪمار سڄو ڏينهن بس آشا کي
ئي ياد ڪندو رهندو هو.

ڪمار هڪ وڏي ڪمپنيءَ ۾ مئنيجر
هو. ڪمپنيءَ طرفان هنکي هڪ تمام سٺو
فلئٽ مليل هو. گاڏي پڻ مليل هئي. ٿورو
عرسو پهرين هوُ پنهنجي زال آشا سان گڏ
تمام خوش هو. شايد ڀڳوان کان ٻنهي جو
اهڙو پيار سهن نہ ٿي سگهيو ۽ هن آشا کي
پاڻ وٽ گهرائي ورتو. چوندا آهن تہ سٺن
ماڻهن جي ضرورت هتي بہ آهي تہ هتي
بہ.

آشا کنهن بيماريءَ سبب ڪمار کي
هن دنيا ۾ اڪيلو ڇڏي هلندي رهي. هن
ڏاڍو رنو. ايترو رُنو جو سندس ڳوڙها اُگهڻ
وارو بہ ڪوئي نہ هو. آشا جي مرڻ بعد هوُ
ڏاڍو اُداس اُداس رهڻ لڳو. هن محسوس
ڪيو تہ آشا سان گڏ جڻ سڀ ڪجهہ ختم
ٿي ويو آهي.

آشا ڪمار کي چاهيندي هئي. ڏاڍو
پيار ڪندي هئي. هوءَ سندس زندگيءَ جي
سچي حقيقت هئي. ڪمار بہ آشا کي ڏاڍو
پيار ڪندو هو. حد کان وڌيڪ هنکي
چاهيندو هو. هن آشا کي پنهن جي
زندگيءَ ۾ سيني کان وڌيڪ پيار ڏنو هو.
آشا مرندي وقت ڪمار کان اِهو وچن ورتو
هو تہ هوُ سندس مرڻ بعد بہ شادي ضرور
ڪندو. پر آشا سندس دل دماغ ۾ ايتري
قدر ڇائنجي ويئي هئي جو اُنجو خيال
بہ دل مان نڪرڻ ممڪن ڪونہ هو. شادي
ڪرڻ تہ پري جي ڳالهہ ٿي.

گهڻن ئي مائٽن ماڻهن جي سمجهائڻ

نالو : جيوت ڪيسواڻي ''جئہ''.
پتو : ويسٽرن ريجنل لينگويج سينٽر، ڊيکن ڪاليج، پونا-٦.

وڻائي هيلان رکي ڇڏيا هئا. آهستي آهستي مون وڻائي هيلان هٿ وجهي ڏٺو ته نوٽ برابر پيا آهن.مون نوٽ ڪڍڻ جي ڪوشش ڪئي ته ايتري ۾ ونود پاسو ورايو. مون جهٽ هٿ ڪڍي ورتو. ڪجهه دير بعد مون وري ڪوشش ڪئي. هاڻ اُهي نوٽ منهنجي هٿ ۾ هئا. ٿوري وقت ۾ مان بزار ۾ پهچي ويس. رات جا اٽڪل ٻارهان وڳا هئا. بزار ۾ اڃ وڃ ڪونه هئي. مون سٽيشن تي پهچي گاڏي پڪڙڻ جو سوچيو ۽ ڊوڙندو سٽيشن تي پهچي ويس. ٽڪيٽ ته مون ڪڍڻ ورتي ڪونه هئي سو بنا ٽڪيٽ جي گاڏيءَ ۾ چڙهڻ جي اِرادي سان پليٽفارم تي پهتس. گاڏي تيار بيٺي هئي ۽ گارڊ سيٽي وڄائي. سائي لائيٽ ڏيکاري. گاڏي هلڻ لڳي. آهستي آهستي گاڏيءَ جي رفتار تيز ٿيڻ لڳي پر مان خبر نه آهي ڇو بت بڻجي بيٺو رهيس. گاڏي منهنجي سامهون نڪري ويئي ۽ مان گاڏيءَ ۾ نه چڙهي سگهيس.

منهنجو من مونکي ڏڪارڻ لڳو ته جنهن توکي پناهه ڏني اُنجي گهر ۾ تو چوري ڪئي؟ جنهن گهر ۾ پهچڻ سان تنهنجي چوريءَ جي خراب عادت ڇٽي ويئي اُن گهر ۾ تو چوري ڪئي؟ دوست کي تو دوکو ڏنو آهي! لعنت آهي توکي.

اتي منهنجو دماغ ڪلبو ۽ مان واپس گهر ڏانهن روانو ٿيس. اڄ پهريون دفعو زندگيءَ ۾ منهنجا پير اُن انسان ڏانهن وڌي رهيا هئا جتان مون چوري ڪئي هئي. منهنجو هڪ هڪ پير مون کي ١٠٠-١٠٠ ... ن ٿي رهيو هو. منهنجا قدم

پاري ٿي پيا هئا. صبوح جا چار وڄي رهيا هئا. مون آهستي بنا آواز جي دروازو کوليو ۽ اندر داخل ٿيس. ڏٺم ته ونود گهري ننڊ ۾ سمهيو پيو آهي. مون پنهنجي کيسي مان نوٽ ڪڍيا ۽ ونود جي وهاڻي هيٺان رکي ڇڏيا.مان ونود جي پاسي ۾ سمهي پيس. وهاڻي تي ڪنڌ رکندي مون پاڻکي ڪافي هلڪو محسوس ڪيو پر من مونکي ڏڪاري رهيو هو. مون دوست سان دوکو ڪيو هو.جنهن گهر جو نمڪ کاڌو هو اُن گهر سان نمڪ حرامي ڪئي هئي.

صبوح ٿيو هر روز وانگر ونود ئي مونکي اُٿاريو ۽ چانهه جو ڪوپ هٿ ۾ ڏيندي ونود چيو،” خبر اٿئي رات مون سپني ۾ ڇا ڏٺو.“

” نه “

” مون سپني ۾ ڏٺو ته منهنجي وهاڻي هيٺان پيل نوٽ چوري ٿي ويا آهن ۽ اُهو چور بيو ڪو ڪونه بلڪ تون آهين!“

” ڇا “.....؟

پر دوست تون ڊڄ نه منهنجا نوٽ صحيح سلامت آهن!“

پوليس سٽيشن جي انسپيڪٽر کي سڄي ڳالهه ٻڌائي رامونءَ پنهنجا ٻئي هٿ اڳتي وڌائيندي چيو،” هاڻ مونکي گرفتار ڪري سزا ڏياريو.“

انسپيڪٽر چيو،” نه رامون نه! تون واپس ونود وٽ وڃ ۽ اُن کي سڄي ڳالهه ٻڌائي اُنکان معافي گهر! مونکي اُميد آهي ته هو توکي ضرور معاف ڪندو!!

آهين، ڪجهہ ڪپئي چا؟“

”ها...ها مونکي ڪم ڪپي.“

پر مون وٽ ڪهڙو ڪم ڪندين؟ توکي روٽي ناهڻ ايندي آهي؟ مون اِئين ڪئي ڏکو هنيو- ها ايندي آهي.

تہ پوءِ نيڪ آهي. هل منهنجي گهر! پر هڪ ڳالهہ مان توکي چوان پگهار مان توکي ڪونہ ڏيندس، باقي رهڻ لاءِ جڳهہ ۽ روٽي ضرور ڏيندس.

پهريئي ڏينهن مون روٽي ناهي. روٽي تہ مون ڪڏهن زندگيءَ ۾ ناهي ڪونہ هئي سو اهڙي روٽي نهي جو ونود ٿوُ ٿوُ ڪرڻ لڳو. آهستي آهستي ونود مونکي روٽي ناهڻ سيکاري. هنکي جيڪي ليکہ لکڻ جا پئسا ملندا هئا اُن مان هو ڪڏهن ڪڏهن مونکي پنج رپيا فلم ڏسڻ ۽ گهمڻ لاءِ ڏيندو هو. مون بہ آهستي آهستي چوري ڪرڻ چڏي ڏني هئي. اِئين بئي خوش گذارڻ لڳاسين چو تہ مان بہ اڪيلو ۽ هو بہ اڪيلو هو.

ونود اڪثر گهر ۾ ئي سڄو ڏينهن گذاريندو هو ۽ پيو لکندو هو. بئي ٽئي ڏينهن بئنڪ ويندو هو چو تہ هُن وٽ گهڻو ڪري تہ چيڪ ئي معاوضي جي روپ ۾ ايندا هئا. بئي طرف مان هوس جنهن سڄي زندگي کليل آسمان هينان گذاري هئي. مونکي سڄو ڏينهن گهر ۾ وهڻ نہ ايندو هو ۽ باهر باغ ۾ يا بزار ۾ هليو ويندو هئس.

تازو ئي ڪالهہ ونود پنهنجو لکيل هڪ ناول وڪڻي آيو. هن کي چڱي رقم ملي هئي. رات جو جڏهن هو موٽيو تہ هنجو ڪيسو نوٽن سان ڀريو پيو هو. اندازن بہ هزار کن هوندا. اچڻ سان ونود اُهي نوٽ هٿ ۾ جهلي مونکي ڏيکاريا هئا. اُهي نوٽ ڏسي منهنجي اندر ۾ وري سمهيل چور جاڳيو، ۽ اُهي نوٽ هٿ ڪرڻ لاءِ من ئي من ۾ يوجنا ناهڻ لڳس.

ونود پنجاهہ روپين جو هڪ نوٽ مونکي ڏنو ۽ چيو، ”وڃ وڃي فلم ڏس ۽ هوٽل تي روٽي کائي اچ. اڄ مان بہ ٿڪل آهيان ۽ روٽي هوٽل تان کائي آيو آهيان.“

مون ونود کان پنجاهہ جو نوٽ ورتو ۽ ٻاهر نڪري آيس. هوٽل تي روٽي کائي فلم ڏسڻ ويس. فلم ۾ منهنجو من ڪونہ پيو لڳي. منهنجو سڄو ڌيان ونود جي نوٽن ڏانهن هو. نہ چاهيندي بہ وقت گذارڻ لاءِ مون فلم ڏٺي. اڳہ بہ هن ئي ٽاڪيز ۾ مون ڪيترا دفعا فلم ڏٺي هئي. پر اڄ فلم ڏسندي مان ڪافي بي چئني محسوس ڪري رهيو هئس. منهنجي اکين جي سامهون بار بار ونود جا نوٽ جو ڦري رهيا هئا!

آخر فلم ختم ٿي ۽ مون گهر ڏانهن هلڻ جو رُخ رکيو. مون سوچيم تہ هاڻ ونود سمهي رهيو هوندو ۽ نوٽن تي هٿ صاف ڪرڻ جو موقعو ملي ويندو. تيز قدم وڌائيندي مان گهر پهچي ويس. بنا آواز جي در کولڻ وقت مون ڏٺو تہ ونود سمهيو پيو آهي. هر روز وانگر مان بہ سندس ويجهو ئي سمهي پيس. پر اکين ۾ ننڊ ڪٿي هئي. مونکي خبر هئي تہ ونود هر روز رات جو سندس ڪيسي ۾ پيل نوٽ وغيره وهاڻي جي هينان رکندو آهي ۽ اڄ بہ هن نوٽ

# پڇتاءُ

لکؤ پھلواڻي

رامون ننڍي هوندي کان چور هوندو هو. هُن پنهنجي زندگيءَ ۾ انيڪ چوريون ڪيون. ڪي ننڍيون ڪي وڏيون.پر اڄ تائين هو چوريءَ جي الزام ۾ پڪڙيو ڪونہ هو. اڄ رامونءَ جا قدم خبر ناهي ڇو پوليس اسٽيشن ڏانهن وڌي رهيا هئا! انسپيڪٽر جي سامهون پهچندي ئي راموءَ انسپيڪٽر چيو،'' انسپيڪٽر صاحب توهان مونکي گرفتار ڪريو. مون چوري ڪئي آهي.'' اِهو ٻڌي انسپيڪٽر رامونءَ کان پڇيو، '' اڙي شڪل مان تہ شريف ٿو لڳين، تو ڪنهنجي چوري ڪئي آهي؟''

رامونءَ پنهنجي کهاڻي ٻڌائيندي چيو،'' حضور مان ننڍي هوندي کان ئي چور آهيان.زندگيءَ ۾ مون انيڪ چوريون ڪيون. پر پڪڙيو اڄ تائين ڪونہ آهيان. اڄ مان توهانجي سامهون پاڻ حاضر ٿيو آهيان ڇاڪاڻ تہ مون هڪ شريف انسان جي چوري ڪئي آهي. منهنجي دل ۾ وويڪ جا وڍ پئجي رهيا آهن ۽ مان پنهنجو پاڻ کان نفرت ڪرڻ لڳو آهيان. توهان مون کي چوريءَ جي سزا ڏيو.''

انسپيڪٽر خفي ٿيندي چيو،'' تو ڪنهنجي چوري ڪئي آهي.وستار سان ٻڌاءِ،اٿين تہ ڪجهہ بہ سمجهہ ۾ نٿو اچي.''

هُن چيو،'' هو هڪ ليکڪ آهي . هِن ئي شهر ۾ رهندو آهي. سندس نالو آهي ونود. ننڍين وڏين اخبارن، پترڪائن ۾ پنهنجون رچنائون موڪلي اُن مان ملندڙ معاوضي مان هو پيٽ گذران ڪندو آهي. سندس گهر ۾ ٻيو ڪير بہ ڪونهي ، اڪيلو آهي.ونود سان منهنجي ملاقات پوسٽ آفيس جي ٻاهران ٿي هئي. هو لفافو ڏبي ۾ وجهي موٽي رهيو هو. مون سندس کيسو صاف ڪرڻ جي خيال کان هنجو پيڇو ڪيو. پيڇو ڪندي ونود مون کي ڏسي ورتو ۽ پڇيائين،'''' تون منهنجي پٺيان ڇو اچي رهيو آهين؟ ....... اڙي ڀائي مون توکان پڇيو تون ڇو منهنجي پٺيان اچي رهيو

نالو : لکؤ پھلواڻي.
جنم : اجمير، ١٩٥٢.٢.٦.
ڇپايل ڪتاب : سنڌيءَ ۾ ٢.
پيشو : سمپادڪ- جوت جڳندي رهي (ماهوار).
پتو : ٢٢، يادو پورا، شاهجهان آباد، ڀوپال-٤٦٢٠٠١.

اکيون کولي گھنشام کي ڏنائين ۽ جهڪي
آواز ۾ چيائين پت اڃا جيئري آهيان،
ڪپڙيءَ ۾ ڪٽان آهن سي ته ڇڳٽا اٿم نه؟
امان اِئين نه چئه تنهنجي
ڪپڙيءَ ۾ شل خوب ڪٽان هجن مان اُن
ي پريندس، تون منهنجي گهر جو ڇت
هين، تون آهين ته مون کي امان چوڻ
و حق ته آهي، تون ئي ته منهنجو
وان آهين، مس ته ڀڳوان جي ڀڳتيءَ
موقعو مليو آهي. گھنشام جا ويچار
ي منهنجي دل ڀرجي آئي،سوچيم
اش هن سماج ۾ اهڙا پت هجن ته
به مائٽ پاڻ کي ٻارن تي بوجھه نه
بندو.

ايتري ۾ ڪملا سوپ جو پيالو کڻي
۽ چيائين امان اُٿاريانوَ سوپ پيو.
بوتيل اکيون هڪ وار وري کوليون ۽
جي ڏوڻ سان ها ڪئي. گھنشام کين
رو ڏئي وهاريو ۽ ڪملا کيس آهستي
ي چمچي سان سوپ پيارڻ لڳي،
ر سندس نربل اکيون اک ٻوٽ ڪري
ن هيون، اوچتو اُنهن ۾ نير تري
به ڳوڙها ڳري اچي ڳلن تي پيس.
گھنشام سندس ڳوڙها اُگهندي چيو
چو؟ ڪا تڪليف اٿئي ڇا؟ هن
ري نوع ۾ ڪنڌ جي ڏوڻ ڪئي.
وات مان نڪتو اِهو آهي لاهڻو
شايد مان توکي اڃا لهڻان جو

وصول ويني ڪريان، تڏهن ته هرڪو
پنهنجو پاڻ ڇڏائي هليو ويو، سيئي
سک جا ساٿي هئا، سُک ملين ته ساڻ هئا ۽
سندس دل ڀر جي آئي بيکس نظرن سان
اسان طرف ڏسڻ لڳي.

نه امان اِئين نه چئهُ ، منهنجو
نصيب زور آهي ان ڪري ئي تنهنجي
شيوا مون کي نصيب ٿي آهي، تون دل
نه لاهه خوش ٿي کاءُ پيءُ ته جلد نيڪ
ٿيئي.

ٻنهي ماءُ پٽ جو پريم ڏسي اسين
به پنهنجا ڳوڙها روڪي نه سگهياسين.
آخر ميران کي چيم هاڻي اُٿ ڪافي
وقت ٿي ويو آهي. گھنشام مشڪندي
چيو ميران ڪڏهن ڪڏهن امان سان ڳڏجڻ
ايندي ڪر ته هن کي به ٿوري چينج
ملندي.

اسان کي اُٿندو ڏسي سندس نبل نيڻ
اسان طرف ڪڇيا ٿورو مشڪي ڄڻ اسان
سان موڪلائي رهي هئي، پر اڄ به
مان اُن دوارڪي ماءُ جي ڳولها ڪري
رهي آهيان جيڪا پنهنجي گهر سماج،
پاڙي اوڙي لاءِ هڪ پڪو ٿنڀو هئي.
ڇا وقت پڄاڻان هر انسان جي اها
حالت ٿيڻي آهي؟ ڇا اُنجو نالو ئي جيون
سنڌيا آهي؟

ڪرڻ وهنديون هيون تہ هڪ ڪلاڪ ۾ ٻہ
ڪلو پاپڙ ٺاهي ولنديون هيون. صبوح
جو ڇئين بجي اُٿي سنان ڪري گروءَ جي
پوڄا ڪندي، ڏڌ ولوڙيندي، مکڻ
ڪڍندي ۽ نيرن ٺاهڻ جو ڪم پاڻ
امان ئي ڪندي هئي.

سڀ ٻار بہ اِنهن نيمن سان هيريا
هئائين جو نيرن کائڻ لاءِ ڪنهن کي سڏ
نہ ڪرڻو پوندو هو، امان جيئن ٺاهيندي
هرڪو پنهنجي پنهنجي نيرن کڻي هلندو
ويندو.

ٻارن کي دڪہ سڪہ ٿيندو هو تہ سندن
مائرن کي ڇوندي منجهيو ڇو ٿيون ۽
پاڻ ئی اُنهن جي پرگهور لهندي پر
گهر جي شين مان سولو علاج ٻڌائيندي
ڇوندي ٻار کي کن ۾ سور پوي تہ ڪئوڙي
تيل ۾ نم جا پن ساڙي اُن تيل جا بہ ڦڙا
وجهو. پيٽ ۾ سور هجيوَ تہ ٿورو گُڙ ۽
گدامڙي ملائی اُهو پاڻي پي وڃو. ڏندن
۾ سور هجيوَ تہ ٿوم يا بصر جي رس
مهٽي ڇڏيو. هوءَ بہ هر روز ڪاڏو کائڻ
کان پوءِ لوڻ ڦلڪي پاڻيءَ ۾ ٻاري اُن
پاڻيءَ سان گرڙيون ڪريو تہ ڏندن جي
بيماريءَ کان ڇوٽڪارو ملي ويندو. اهڙيءَ
ريت ننڍين ۾ ننڍين بيمارين لاءِ ڊاڪٽر
وٽ وڃڻ جي ضرورت ئی محسوس ڪين
ٿيندي هئی. اُن ڪٽنب روپی عمارت جو
هڪ مضبوط ٿنڀو ٿي نظر آيو.

اج اُهو ٿنڀو پراڻو ويران هڪ سڪل
وڻ وانگر ڪِريو پيو هو. ائين ٿي لڳو
جڻ سرءُ جي مند هن وڻ جا سمورا پن ڇاڻي
ڪيس بيجان بڻائي زمين تي ڪيرائي
ڇڏيو آهي. هاڻي اُن بيئل وڻ کي اهڙي
ئي ڪنهن آڌار سان بهارڻ جي ڪوشش
ڪرڻي پوندي. سندس ئي اڏيل پکين جا
آکيڙا ٽلي پيا هئا، پکي پنهنجن ٻچن
سميت اُڏامي ويا هئا. اُن ريت سڀ
پٽ پنهنجي پنهنجي ڪٽنب سميت هليا
ويا هئا. بس هن وڻ جو سهارو هئو وڏو
پٽ اُن جي ڪنوار ۽ اُن جو ڪٽنب، جنهن
لاءِ هوءَ ايشور جو خلقيل ٺاڪر هئي
جنهنجي شيوا ۾ هو ڪٽنب سميت هردم
حاضر هو، هُن پنهنجي ماءُ جي فرض کي
هردم ياد رکيو ۽ سندس مرض لاهڻ خاطر
سندس شيوا ۾ ڏينهن رات مشغول هوندو
هو، جيئن اُهو آڌار سندن لاءِ سدا هڪ
سڪايو ٻٽيو پيو هجي.

ايتري ۾ گهنشام گهر ۾ گهڙيو، ماءُ
جي ڪمري ۾ آيو، اسانکي ڏسي مشڪيو
۽ اچي ماءُ جا چرڻ ڇهيائين اُن کانپوءِ
ڪيس مٿي تي هٿ ڦيري ڇيائين امان
هري اوم، ڪيئن آهين؟ ڀڄن ٻڌا اٿئي؟
نبض جو آواز تہ چالو ئي هو پٽ جو آواز
ٻڌي هُن ۾ هڪ شڪتي آئي پاسو ورائي

اکيون کولي گهنشام کي ڏنائين ۽ جهکي
آواز ۾ چيائين پٽ اجا جيئري آهيان،
ڪُپڙيءَ ۾ ڪٽان آهن سي تہ چڱا اٿم نہ؟

امان اِئين نہ چئہُ تنهنجي
ڪُپڙيءَ ۾ شل خوب ڪٽان هجن مان اُن
کي پريندس، تون منهنجي گهر جو ڇت
آهين، تون آهين تہ مون کي امان چوڻ
جو حق تہ آهي، تون ئي تہ منهنجو
ڀڳوان آهين، مس تہ ڀڳوان جي ڀڳتيءَ
جو موقعو مليو آهي. گهنشام جا ويچار
ٻڌي منهنجي دل پرجي آئي،سوچيم
ڪاش هن سماج ۾ اهڙا پٽ هجن تہ
ڪو بہ مائٽ پاڻ کي ٻارن تي بوجهہ نہ
پائيندو.

ايتري ۾ ڪملا سوپ جو پيالو کڻي
آئيءَ چيائين امان اُٿاريانوَ سوپ پيو.
هُن بوتيل اکيون هڪ وار وري کوليون ۽
ڪنڌ جي ڏوڻ سان ها ڪئي. گهنشام کين
سهارو ڏئي وهاريو ۽ ڪملا کيس آهستي
آهستي چمچي سان سوپ پيارڻ لڳي،
هر هر سندس نربل اکيون اڪہ بوت ڪري
رهيون هيون، اوچتو اُنهن ۾ نير تري
آيو ۽ بہ ڳوڙها ڳري اچي ڳلن تي پيس.

گهنشام سندس ڳوڙها اُگهندي چيو
امان چوُ؟ ڪا تڪليف اٿئي ڇا؟ هن
ناڪاري نوع ۾ ڪنڌ جي ڏوڻ ڪئي.
سندس وات مان نڪتو اِهو آهي لاهٺو
ليکو شايد مان توکي اجا لهڻان جو

وصول ويني ڪريان،تڏهن تہ م
پنهنجو پاڻ ڇڏائي هليو ويو،س
سکہ جا ساٿي هئا، ڏکہ ملين تہ ساڻ
سندس دل ۾ جي آئي بيکس نظرن
اسان طرف ڏسڻ لڳي.

نہ امان اِئين نہ چئہُ ، منه
نصيب زور آهي ان ڪري ئي تنهن
شيوا مون کي نصيب ٿي آهي، تون
نہ لاهہ خوش ٿي ڪاءُ ڀيءُ تہ جلد ن
ٿيئي.

ٻنهي ماءُ پٽ جو پريم ڏسي اسي
بہ پنهنجا ڳوڙها روڪي نہ سگهياسين
آخر ميران کي چيم هاڻي اُٿ ڪافي
وقت ٿي ويو آهي. گهنشام مشڪندي
چيو ميران ڪڏهن ڪڏهن امان سان گڏجڻ
ايندي ڪر تہ هن کي بہ ٿوري چينج
ملندي.

اسان کي اُٺندو ڏسي سندس نبل نيڻ
اسان طرف ڪچيا ٿورو مشڪي جڻ اسان
سان موڪلائي رهي هئي، پر اڄ بہ
مان اُن دوارڪي ماءُ جي ڳولها ڪري
رهي آهيان جيڪا پنهنجي گهر سماج،
ٻاڙي اوڙي لاءِ هڪ پکو ٿنيو هئي.

ڇا وقت پڄاڻان هر انسان جي اها
حالت ٿيڻي آهي؟ ڇا اُنجو نالو ئي جيون
سنڏيا آهي؟

ڪري وهندي هيون ته هڪ ڪلاڪ ۾ به
ڪلو پاڻ ناهي ولنديون هيون. صبوح
جو جڏهن ٻجي آلي سنان ڪري گروءَ جي
پوڄا ڪندي، ڏڏ ولوڙيندي، مکڻ
ڪڍندي ۽ ليرن لاهڻ جو ڪم پاڻ
امان لي ڪندي هئي.

سڀ ٻار به اِنهن نيمن سان هيريا
هئاليءَ جو ليرن ڪاڻ لاءِ ڪنهن کي سڏ
نه ڪرڻو پوندو هو، امان جيئن لاهيندي
هرڪو پنهنجي پنهنجي ليرن کڻي هلندو
ويندو.

ٻارن کي ڏک سک ٿيندو هو ته سندن
مائرن کي ڇولڻي منهنجيو ڇو ٿيون ۽
پاڻ لي اُلهن جي پرگهور لهندي پر
گهر جي شين مان سولو علاج ٻڌائيندي
جولڻي ٻار کي ڪن ۾ سور پوي ته ڪئوڙي
تيل ۾ لبر جا ٻن ساڙي اُن تيل جا ٻه ڦڙا
وجهو. پيٽ ۾ سور هجيو ته ٿورو ٻڙ ۽
گدامڙي مٿلي اُهو پاڻي پي وڃو. ڏندن
۾ سور هجيو ته لوم يا بصر جي رس
مهٽي ڇڏيو. هوءَ به هر روز ڪاڏو ڪاڻ
ڪان پوءِ لوڻ لنڪي پالي؛ ۾ ٻاري اُن
پاڻيءَ سان گرڙيون ڪريو ته ڏندن جي
بيماريءَ کان ڇوٽڪارو ملي ويندو. اهڙيءَ
ريت ننڍين ۾ ننڍين بيمارين لاءِ ڊاڪٽر
وٽ وڃڻ جي ضرورت لي محسوس ڪين
. اُن ڪٽنب روپي عمارت جو

هڪ مضبوط ٿنڀو ٿي نظر آيو.

اڄ اُهو ٿنڀو پراڻو ويران هڪ سڪل
وڻ وانگر ڪريو پيو هو. ائين ٿي لڳو
جڻ سرءُ جي مند هن وڻ جا سمورا پن ڇاڻي
ڪيس بيجان بڻائي زمين تي ڪيرائي
ڇڏيو آهي. هاڻي اُن بيلل وڻ کي اهڙي
ئي ڪنهن آڌار سان بحارڻ جي ڪوشش
ڪرڻي پوندي. سندس ئي اڏيل پکين جا
آکيرڙا لئي پيا هئا، پکي پنهنجن ٻچن
سميت اُڏامي ويا هئا. اُن ريت سڀ
پٽ پنهنجي پنهنجي ڪٽنب سميت هليا
ويا هئا. بس هن وڻ جو سهارو هئو وڏو
پٽ اُن جي ڪنوار ۽ اُن جو ڪٽنب، جنهن
لاءِ هوءَ ايشور جو ٿلقيل ڏاڪر هئي
جنهنجي شيوا ۾ هو ڪٽنب سميت هردم
حاضر هو، هُن پنهنجي ماءُ جي فرض کي
هردم ياد رکيو ۽ سندس مرض لاهڻ خاطر
سندس شيوا ۾ ڏينهن رات مشغول هوندو
هو، جيئن اُهو آڌار سندن لاءِ سدا هڪ
سڪايو بڻيو پيو هجي.

ايتري ۾ گهنشام گهر ۾ گهڙيو، ماءُ
جي ڪمري ۾ آيو، اسانکي ڏسي مشڪيو
۽ اچي ماءُ جا چرڻ ڇهيائين اُن ڪانپوءِ
ڪيس مٿي تي هٿ ڦيري چيائين امان
هري اوم، ڪيئن آهين؟ ٻچن ٻڌا اٿئي؟
نبض جو آواز ته چالو ئي هو پٽ جو آواز
ٻڌي هُن ۾ هڪ شڪتي آئي پاسو ورائي

ڪير آهيون؟

هُن اڏوگابرو پاسو ورائي اڏوَريون اکيون کوليون، اسان کي ڏٺو ۽ ڪن پل ڪان پوءِ بنا جواب ڏيڻ جي اکيون بند ڪري واپس پاسو ورائي ڇڏيائين، ننهڻس چيو، هاڻي اجا تنهنجي پيڻ آئي هئي. اُنسان ڳالهائي تڪي هوندي ۽ ٿورو دير ڪانپوءِ ڳالهائيندءِ.

مان گهري سوچ ۾ پئجي ويس ڇا هيءُ اُها ئي دوارڪي ماءُ آهي جنهنجو آواز خنڪيءَ وارو، جنهن گهر ۾ ويٺي ڳالهائيندي هئي ته سندس آواز گهٽيءَ جي ڪنڊ تائين ٻُڌڻ ايندو هو. اوڙو پاڙو مت مائٽُ هرڪو سندس خوب عزت ڪندو هو، ڇاڪاڻ ته هرڪنهنکي گهٽي پاڻگي سندس صلاح مصلحت جي ضرورت پوندي هئي. ڪڏهن ڪنهن متي مائٽيءَ بابت ته ڪڏهن ڪنهن سماجڪ مسئلي بابت ته ڪڏهن دکه سکه ۽ دوا درمل بابت، هر ڳالهه ۾ هوءِ پنهنجو مت پاڻ هئي.

باهران ئي گهر ۾ گهڙندي ته ڪا ننهن ڪرسي ڪٽي ايندس، ڪا چانهه ته ڪا پاڻي. پنجن پٽن ۽ ٽن ڌيئرن جي ماءُ هئي، ڌيئر پٽ سڀ پرڻيل هئس، پٽ به اولادي هئس. پر پنجن ئي کي اهڙي ته ايڪي ۾ ٻڌي ويئي هئي جو

ڪو به پٽ يا ننهن سندس حڪم جي مخالفت نه ڪري سگهندو هو، پو پوٽيون به مڙيئي سندس ڇئي ۾ هئ ناني به ڏاڍي عزت سان پيش ايندا هئس ڪڏهن ڪنهن ڏنگائيءَ ڪان جي ڏوهتر ڏوهتين کي ڇڙٻيندي هئي ته ناني اِئين ڪونه چوندا هئا ته اسانجي ٻارن کي ڇوٽي ڇڙٻي؟

پهرين تاريخ هرڪو پٽ پگهار آڻي سندس هٿ تي رکندو هو، هوءِ اکين تي رکي مراديءَ جي پيتيءَ ۾ رکندي هئي، ٻئي ڏينهن اُن مان ٻارن کي کيسي جي خرچي ڏيئي باقي گهر خرچ، ڪپڙو لٽو، ننگه ڊنگه وغيره لاءِ بچائي رکندي هئي، هر ڪنهن ٻار جي پڙهائي، جو به پورو پورو خيال رکندي هئي، گهر اهڙي ته ڪفائت ۽ ڪنائت سان هلائيندي هئي جو ڪنهن به ڪوٽ واڌ جي اُپتار ڪيس پنهنجي اولاد سان ڪين ڪرڻي پوندي هئي. هرڪو اُن گڏيل ڪٽنب ۾ ڏاڍو خوش هو، ننهرن ڌيئرن کي آزادي ڪين مليل هئس پر سندن گهر ۾ ئي ايتري ته رهه چئهه هئي جو ڪنهنکي به ڪنهن قسم جي وندر جي ضرورت محسوس ڪين ٿيندي هئي. سڀني کي پنهنجو پنهنجو ڪم ورهايل هو اِن ڪري ڪنهن به ننهن کي ڪا شڪايت ڪين هوندي هئي. ٻاپڙ

# جيون سنڌيا

## سروج گوپال پاروائي

شام جو سهائو وقت هو، گهر ۾ اڪيلي ويهي ويهي بور ٿِئي ٿيس، سوچيم تہ ڪا ڪمپني ملي تہ وڃي ڪٿان چڪر هڻي اچان بس منهنجي سوچڻ جي دير هئي ۽ ميران اچي نڪتي، هن کي ڏسي منهنجي دل باغ باغ ٿي ويئي. ڇيو ماٺ، ميران پيگوان ڪان اڄ هيو ڪجهہ گهران ها تہ بہ ملي وڃي ها. ڪيتري دير ڪان پي سوچيم تہ هڻڙي سڻي شام ۾ باهرين هوا کائي ڪا موج ولان.

ميران خوش ٿيندي چيو، مان بہ اُن ڪري ئي آئي آهيان. مون کي بہ گهمڻ لاءِ ڪمپني کپندي هئي، تڏهن تو وٽ هلي آيس.

گهر کان نڪري اڃا گهٽيءَ وٽ مس پهتاسين، ميران جي پيڻ پشپا گڏي پڇيوسونس، ڪٿان پئي مونين ۽ جواب ڏنائين، دوارڪي ماءُ نيڪ ڪونهي، اُنکي ڏسڻ ويئي هئس. ميران پاڻ تنهنجو پڇيائين، وڃي گڏجي اچيس. ويچاريءَ جي الائي باقي حياتي گهٽي. ميران مون ڏانهن نهاريو، مون عجب وچان پڇيومانس، ڪهڙي دوارڪي ماءُ امان؟

ها ها، بيو ڪهڙي؟ ميران جواب ڏيندي چيو، مون بہ پنهنجي رضامندي ڏيکاري مانس ۽ ٻئي گڏجي هلياسين دوارڪي ماءُ وٽ.

گيٽ کولي اندر گهڙياسين. سندس ننهن سامهون ئي ويٺي هئي. ڏاڍو آءُ آدر ڏنائين ۽ امان جي ڪمري طرف ولي ويئي. هڪ صاف سٿري کٽ تي هڪ هڏائون پڃرو اڇي چادر سان سندس اڌ شرير ڍڪيل نظر آيو، اسان سڌ ڪري پڇيس امان ڪهڙو حال آهي؟ سچائو ٿا؟

نالو : سروج گوپال پاروالي.
ڄنم : حيدرآباد سنڌ، ٢٢.٧.١٩٢٩.
ڇپايل ڪتاب : ڪٿ.
پيشو : رٽايرڊ ٽيچر.
پتو : بي-٢٢، پرتاپ نگر، گانڌي ڌام، ڪڇ.

حملو ڪيو هو ۽ چيني سولجرن چڱي تباهي
آندي هئي. اسان جي وير جوانن ڪڏهن
به جنگ ۾ پٺي نه ڏيکاري آهي. جڏهن
به ديش تي سنڪٽ آيو آهي ته وير جوانن
پنهنجي ماترڀومي ۽ جي رکيا ڪرڻ
۾ پنهنجي جان جي آهوتي ڏني، ڀارت
ماتا جو مستڪ هميشه اوچو رکيو آهي.
هن دفعي به اسان جا وير اوچين برفاني
چوٽين کي خالي ڪرائڻ کي لڳي ويا آهن.
هڪ ته اوچاين جي ڪري آڪسيجن جي
ڪمي ۽ مٿي چڙهڻ جي ڪوشش. وري
پاڪستاني مٿان توبون ۽ مشين گنون
تاڻي بيٺا هئا پر وير ڪونه وريا. هلندا
هليا وڙهندا رهيا. دشمن جو خاتمو ڪندا
رهيا. سچ پچ هڪ اچرج ۾ وجهڻ جهڙي
هي ۽ جنگ هئي. جنهن کي دنيا وارن داد
ڏنو هو، ڇو ته اهڙين خراب حالتن هيٺ
به لڙندي فوجن کي ڪڍي هڪالي ڇڏيو
هو ۽ اوچين پهاڙي چوٽين ٽائيگر هل
،دراس سيڪٽر وغيره تي ڀارتي ترنگو
جهنڊو لهرايو هو. انهن وير جوانن
جي قرباني ۽ ڀارت ماتا جو مستڪ اوچو
رکيو هو.

تازو ئي دوارڪاداس جي
اوچتوحالت خراب ٿي ويئي ۽ ڏسندي
ڏسندي ئي هؤ هن سنسار مان راهه رباني

ڪري هليو ويو، ۽ هو هن نِردئي دنـ
کي سدا لاءِ ڇڏي ويو. ٻارهي تائين جڏ
سڀ ڪجهه ڀهجي ويو هجي، ٻارهـ
گذريو ناهي ۽ اندازا لڳڻ شروع ٿيا
هرڪو پنهنجي ليکي ڀاڱ کي پيءُ جي
ويچهو سمجهڻ لڳي ويو ۽ پيءُ جي من
ٿي من ۾ ساراهه ڪرڻ لڳو.

”وصيعت نامو ڪري ويو“ ان ڪري
اڄ اُن وصيعت نامي جي کلڻ جو انتظار
سيني کي آهي. سڀ برادري ۽ وارا ڪنا
ٿيا هئا، جنهن ۾ ٻه بزرگ به آهن.
وڏي ۽ ڏيءُ جي هٿ ۾ وصيعت نامو
هو ڇو ته دوارڪاداس کي سيني ٻارن
کان وڌيڪ اُن ڏيءُ ۾ وشواس هو. پٽ
ننهنرون سڀ ساهه روڪي بيٺا آهن ته
الائي ڇا....تڏهن هڪ بزرگ وصيعت
کولي ڪري پڙهي ۽ اچرج ۾ پئجي
ويو ۽ پوءِ سيني ڏانهن عجب ڀري نگاهن
سان ڏسي پڙهي ٿو،” مان دوارڪاداس
پوري هوش حواس سان سالم پنهنجي
ملڪيت ديش جي وير جوانن جي نالي ٿو
ڪريان جن پنهنجي گهرٻار ۽ ڪٽنب
جي پرواهه نه ڪري، ديش جو بچاءُ ڪيو
آهي. اهڙن وير سپوتن کي مان هرديه سان
نمن ٿو ڪيان.

هئي توڙي سندس عمر چڙهي چڪي هئي.
بڍاپو هن سان ساڻ هو ته به سيني کي
چوندو رهندو هو،” اڃا ته مان گهمي ڦري
سگهان ٿو. ڀڳوان جي وڏي ڪرپا آهي. پر
ڏسجو ڪڏهن نه ڪا اهڙي گهڙي آئي ته
اسانجا پٽ اڳتي وڌي اسان جي شيوا
ڪندا.

پر حالتون اُبتڙ ثابت ٿيون. هڪ
ڏينهن گهر جي مٿئين ڏاڪڻ تان جو
ترڪيو ته ڪيس ڇهن سالن تائين ڪٽ وٺڻي
پيئي. سندس هڪ ٽنگ جو فرئڪچر ٿي
پيو. آپريشن ٿيو. تڏهن به هلڻ چلڻ کان
لاچار ٿي رهيو. پلن پنهنجن پنهنجن
دنگن سان پيءُ جي شيوا ڪئي صرف
پنهنجن سوارٿن جي وس اچي.

اُن وچ ۾ گهر واري به هلندي رهي.
هڪ وڏو صدمو سهڻو پيو. هنن ڇهن سالن ۾
نهنجي پلن جو اصلي
روپ ڏسڻ ۾ آيو پر هڪ
پهاڙ سمان اڏول رهيو.
ٻاهران ته هن ٻاڦ نه
ڪڍي. زندگيءَ جي
آخري دؤر تائين
سوايمان سان ڏينهن
ڪاٽڻ تي چاهيا ۽ اهڙي
... ن، گهرجون قائم ڪيون ۽ اُن

نموني ڏينهن ڪاٽيندو رهيو. ڀڳوان جا
ڀڄن ڳائيندو هو. هڪ ننڍڙو ٽرئنزسٽر به
هوس جنهن کي سمهندي سمهندي ڪن کي
لڳائي پيو دنيا ڀر جون خبرون چارون ٻڌندو
هو. ڪيس پراڻين فلمن جا گانا وڻندا هئا
۽ ٻڌندي ٻڌندي گذريل جوانيءَ جي
گذريل سالن ۾ ڪوئجي ويندو هو. ڪيس
عجب لڳندو هو ته گانا اڃا سانڍيا آهن پر
سندس زندگي بدلجي ويئي آهي. ڇا مان
ڇا ٿي ويو هو.

ائين ٽرئنزسٽر ٻڌندي هن کي خبر
پيئي ته پاڪستان وري ڀارت مٿان ڪاهي
آيو آهي ۽ ڪشمير جي ڪارگل سيڪٽر ۾
پاڪستان پنهنجون فوجون چوريءَ
چوريءَ گسايون آهن، جي مٿاڇبون وٺي
ويٺا آهن. ڀارت جا وير جوان به پوئتي
ڪونه پئي پيا. جنگ جهڙو ماحول ٺهي
ويو هو. ڀارت پاڪستان
سان دوستيءَ جو هٿ
وڌايو هو. پر پاڪستان
دوستيءَ جي ناليءَ تي
پٺيءَ ۾ ڇرو وهايو هو.
اهڙي طرح جيئن ۱۹۶۲
۾ چين به ” هندي
چيني ڀائي ڀائي “ نعري
جي پردي پوئتان دوکو ڏنو هو ۽ ڀارت تي

# وصيعت نامو

## ڀڳونتي لڇمڻ ڪڪڙيجا

جڏهن کان دوارڪا داس بيمار ٿيو آهي، اُنهن ڇهن سالن ۾ هُن ٻه ٽي دفعا زندگيءَ جي جمع پونجيءَ جي وصيعت بدلي آهي. ملڪيت ته سندس جي خاص ڪونهي، اِهو ئي سندس ابن ڏاڏن جي مڪان جنهن ۾ هُن جيون جا پنجاهه سال گذاريا. پنهنجي ڇهن پٽن ۽ ڇهن ڌيئرن سان. ڌيئر شادي ڪري پنهنجي پنهنجي گهر هلي ويون. دوارڪا داس ڏاڍو سوايماني اِنسان هو. هن پنهنجن پٽن کي پڙهايو لکايو ۽ نصيب سان اُنهن کي سٺيون نوڪريون به ملي ويون. شادي ٿي ۽ سڀني جي گرهستي وسي ويئي. پر ٿيو اُهو جو صدين کان ٿيندو آيو آهي. ننڊين ننڊين ڳالهين تي سسُ ننهن جا جهڳڙا ۽ نتيجو پٽن جو الڳ گهر وسائڻ. تڏهن به دوارڪا داس ڪنهن کي ڪجهه نه چيو، پاڻ پنهنجي پتنيءَ کي چوندو هو، ”سلو ٿيو ته ٻارن پنهنجو ٻوٽو ٻاريو ۽ پنهنجا وچي گهر وسايا آهن. اسانکي ڇا جو ڏک؟ سرڪار مائي باپ ته ويني آهي. ڪارائڻ ۾، پالڻ ۾. پئي ٿي پينشن ڏئي ۽ اسان ٻيا ٽا وٽ سان ڪاٽون، ها پر اڳتي ڏسجانءِ ته ڪيئن نه اسانجا ٻار جڏهن ڪا آپدا آئي يا ڪو دک وغيره آيو ته هو هڪيا تڪيا وينا هوندا ۽ شيوا ڪندا، اِها خاطري آهي.“ هن پنهنجي پٽن کان سوايماني هئڻ جي ڪري ڪهڙي به طرح مدد نه ورتي.

ڏڻن وغيره تي پٽ ننهن گڏ ٿيندا هئا، پنهنجا دک سک ٻُڌائي هيانءُ هلڪو ڪري آشيرواد وٺي پنهنجن گهرن ڏانهن روانا ٿيندا هئا. دواركاداس ڪڏهن نه ڪنهن سان گلا ۽ دانهن ڪئي

| | | |
|---|---|---|
| نالو | : | ڀڳونتي لڇمڻ ڪڪڙيجا. |
| جنم | : | ١٩٢١.١١.٢٥. |
| پتو | : | بي-٢١/٢٤٥، نيو بلاڪ، آلهاس نگر-٥. |

امان اڪر ٻڌندي هئي تہ سندس ڪان چڙڪ
نڪري ويندو هو. هوءَ سوچ ۾ پئجي ويندي
هئي تہ هوءَ سچ پچ ايڏي ٻڍي ٿي وئي
آهي ڇا؟ موڪلن جي ڏينهن تي راجيش ۽
چيتنا ڪو نہ ڪو بهانو ڪري نڪري ويندا
هئا. چيتنا جو پٽ اڃا ڏاڏيءَ سان پوري
طرح هريو ڪونہ هو. ٻاهر جو ڪم بہ ريشما
کي ڪرڻو پوندو هو. هوءَ گهر ۾ اڪيلي
ويٺي هوندي هئي.

هڪڙي ڏينهن راجيش ماءُ کي چيو،
”امان چيتنا جي
طبيعت نيڪ
ڪونہ ٿي رهي.
مان کيس ڪلاڪ
کن ۾ ڊاڪٽر کي
ڏيکاري اچان ٿو.
تون تيستائين
ننڍي ٻٻو يعني
ڪِہ پوٽي کي
سنڀال.“ ائين چئي ڪري ٻئي ڄڻا هلي
ويا. ريشما جي طبيعت تہ نيڪ ڪونہ
رهندي هئي. ڪڏهن ڪڏهن هن جي دل ۾
خيال ايندو هو تہ گهر ڇڏي وڃان پر گهر
ڇڏي ڪيڏانهن وڃي؟ کيس گذر تہ ننهن
پٽ سان ڪرڻو آهي. راجيش سندس لاءِ سڀ
ڪجهہ هو. ڪڏهن ڪڏهن سندس ننهن بہ
کيس طعنا هڻندي هئي تہ تون ڇاتي

ڪرين؟ سڄو ڏينهن ويٺي آرام ڪرين
ننهن جا اِهي اکر ٻڌي کيس ڏاڍو ڏکہ ٿيند
هوءَ پنهنجو پاڻکي چوندي هئي تہ ايشو
هيئنر گهرائي وئي.

راجيش ۽ چيتنا ٻئي ڄڻا پنجي ٻجي
شام جو گهر مان نڪتا هئا مٿان رات جو
اچي ٿيا پر ٻنهي جو ڪو بہ پتو ڪونہ هو
ريشما جو پوٽو ماءُ پيءُ کي نہ ڏسي ڪري
روئڻ لڳو. ايتري
قدر پي رُنو جو هر
چپ ٿي نہ پيو
ڪري. اُنهيءَ
ڏينهن روٽيءَ
واري مائي ۽ ٻئبوءَ
کي سنڀالڻ واري
مائي بہ ڪونہ آيون
هيون. پاڙي وارن
بہ ڪافي ڪوشش
ٻار کي چپ ڪرائڻ جي ڪئي، پر ٻار چپ
ئي ڪونہ پيو ڪري. ريشما کي رکي رکي
خيال پئي پيدا ٿيا تہ ٻنهي ڄڻن کي چار
ڪلاڪ نڪتي ٿيا آهن، پر سندن ڪو بہ پتو
ڪونہ آهي. ڀڳوان خير ڪري. روٽي ڪرڻ
واري مائيءَ جي نہ اچڻ ڪري، ريشما کي
خيال ٿي پيو تہ روٽي ڪير تيار ڪندو؟ هڪ
طرف ٻار جو تنگہ ڪرڻ ۽ ٻئي طرف ريشما

نوڪري ڪئي. هنهي جي پگهار سٺي هئي.
هنهي جٽن پرموشن وٺڻ کان اِنڪار ڪيو.
ٿوري وقت کان پوءِ کين پٽ ڄائو جنهنجو
نالو راجيش رکيائون. هو اڄ ننڍو سياڻي وڏو
ٿيندو پي ويو. هو به هڪ سٺو ڪلاڪار هو.
راجيش به پنهنجي پيءُ ماءُ وانگر ڊرامي
۾ پارٽ کڻندو هو. هو ايم. اي. پڙهندو هو.
راجيش سان گڏ چيتنا نالي ڇوڪري
پڙهندي هئي. راجيش جو هنسان پريم
ٿي ويو. چيتنا به ڪاليج جي ڊرامن ۾
هيروئين جو پارٽ کڻندي هئي. اُنهي
ڪري چيتنا جو سڀاءُ ڪڙڪ هوندو هو.
راجيش پنهنجو اِرادو چيتنا سان شادي
ڪرڻ جو ڏيکاريو. سندس مائٽن کي ڪو به
اعتراض ڪونه هو، ڇاڪاڻ ته هو سندن
اڪيلي اولاد هئي. اُنهيءَ ڪري رام ۽
ريشما نٿي چاهيو سندن پٽ جي مرضيءَ
جي برخلاف وڃن، هنن راجيش جي شادي
چيتنا سان ڪرائي. راجيش پنهنجي
ڪاليج ۾ ليڪچرار ٿي لڳو. چيتنا ڪلارڪ
ٿي ڪنهن آفيس ۾ لڳي. ٻئي ڄڻا نوڪري
ڪندا هئا. چيتنا جو سڀاءُ عياشي جو ۽ هوءَ
سست هئي. گهر جي ڪم ۾ ڌيان ڪونه
ڏيندي هئي. راجيش زال جو مڃڻ هو. هو
پنهنجي زال کي ڪجهه به ڪونه چوندو هو.
جيئن ته ريشما ڊرامن ۾ ماءُ جو پارٽ کڻندي
هئي تنهن ڪري هن جي دل ۾ ماءُ جي
ممتا هوندي هئي. ممتا سان گڏو گڏ ماءُ جو
پيار ۽ گهر جي جوابداري ڄڻ ڪنهن طرح
محسوس ڪندي هئي. سندن گهر به سرگ
جي زندگي آرام سان پئي

گذرندي هئي. ڀڳوان کي شايد سندن خوشي
منظور ڪونه هئي. ايشور هڪ ڏينهن رام
کي پاڻ وٽ گهرائي ورتو. ريشما جو جڳ
سڀ ڪجهه لٽجي ويو. هوءَ اڪيلي ٿي
پيئي. ڪيس خبر هئي ته هڪ وڌوا جي
زندگي ڇا ٿيندي آهي؟ هن وڌوا جي
زندگي ڊرامن ۾ آدا ڪئي هئي، پر هينئر
سندس لاءِ هڪ سچي زندگي ٿي پيئي.
مڙس کان سواءِ زندگي گذارڻ ڏاڍو مشڪل
آهي. اهڙي حالت ۾ ريشما جي لاءِ به مڙس
کان سواءِ زندگي گذارڻ ڏاڍي مشڪل ٿي
پيئي. رام جي گذاري وڃڻ کان پوءِ ريشما
جهٽڪ پوڙهي پئي لڳي. ريشما نوڪريءَ تي
ويندي هئي، پر کيس نوڪريءَ ۾ مزو ڪونه
ايندو هئو. ڪڏهن ڪڏهن سوچيندي هئي
ته نوڪري ڇڏي ڏيان پر ٻئي طرف
سوچيندي هئي ته سندس ڪجهه وقت
نوڪريءَ ۾ ساهڙين سان گذري تو وڃي.
گهر ماڻس جي حوالي هو. ٿوري وقت کان
پوءِ راجيش کي پٽ ڄائو. ٻار کي به مايون
پاليندڙيون هيون. ريشما کي اِجا ٻالڪ پسند
ڪونه آئي ته ٻار مايون پالين. اُنهيءَ ڪري
هن نوڪريءَ تان واليئنٽري رٽائرمينٽ
ورتي. ريشما سمجهيو ته ٻار کي پاليندس،
پر ٻار ريشما سان پرچندو ڪونه هو. ٻار
هميشه ماڻس جي هنج ۾ خوش هوندو هو.
چيتنا نوڪريءَ تان اچڻ کان پوءِ ٿڪون
ٽيڙي پئي هوندي هئي. گهر جي ڪم کي
آڳونو ڏيکاري ويٺي هئي. اڳه ۾ پاڙي جا
ٻار ريشما کي پاپي چوندا هئا سي ڪيس
هينئر امان چوندا آهن. ريشما جنهن وقت

# ريشما

ايم. ٽي. ڀاٽيا

هن وٽ ڇا نه هو؟ هن وٽ سڀ ڪجهه هو. هن جي عمر چڙهندي پئي ويئي. سندس مان ڪم ڪرڻ جي شڪتي گهٽجي رهي هئي. هن سمجهيو ته پٽ جي شادي ڪرائي سک جي ننڊ ڪندس. اِهو سندس محض هڪ سپنو هو. هن جو نالو ريشما هو. جهڙو سندس نالو هو، اهڙي پاڻ ريشم هئي. هوءَ شڪل جي سهڻي، بدن جي سنهي، ڪارا وار ۽ ڳالهائڻ جي مٺي هئي. سندس ڪارا وار سندس سهڻي چهري تي ڪارن بادلن وانگر پيا مهڪندا هئا. هوءَ ڪاليج ۾ ڊرامن ۾ پارٽ ڪٽندي هئي. هوءَ سٺي اداڪاري ڪندي هئي. ڪاليج جو اُهو ڊرامو اڌورو هوندو هو جنهن ۾ هوءَ پارٽ نه ڪٽندي هئي. ڪاليج جا پروفيسر ۽ پرنسيپال ڪيس پارٽ ڪٽڻ لاءِ زور ڀريندا هئا. سندس هم ڪلاسي به ڪيس ڊرامي ۾ اداڪاري ڪرڻ لاءِ پڻ ستائيندا هئا. ريشما هميشهه ڊرامي ۾ ماءُ جو پارٽ ڪٽندي هئي. سندس ماءُ جو پارٽ اهڙو هوندو هو جو ڏسندڙ روئي وهندا هئا.

ريشما جي ماءُ جي اداڪاري ڏسي ڏسندڙن جي منهن مان اُف! جو آواز نڪرندو هو ته ڪڏهن ڪڏهن وري ڏسندڙ واه واه ڪندا هئا. تاڙيون وڄائي سندس عزت ڪندا هئا. سندس اداڪاري ڪري ڪيس ڪافي اِنعام مليا هئا. جيڪي هن پنهنجي گهر جي ڪمري ۾ سجائي رکيا هئا.

ريشما سان گڏ رام پڙهندو هو. ريشما ۽ رام ٻئي ڄڻا ڪاليج جي پهرين سال کان هم ڪلاسي هئا. رام به ڊرامن ۾ پارٽ ڪٽندو هو. هن کان سواءِ ڊرامو اڌورو هوندو هو. ٻئي ڄڻا جيستائين ڪنهن به ڊرامي ۾ نه هوندا هئا ته ڊرامو ڦسو، ڦسو پيو لڳندو هو. رام ۽ ريشما پڙهڻ ۾ ڏاڍا هوشيار هوندا هئا. ٻئي ڄڻا هميشهه فرسٽ ڊويزن ۾ ايندا هئا. ٻنهي ڄڻن ايم. اي. پاس ڪئي. سندس زندگي به هڪ ڊرامي وانگر ٿي ويئي. ڊرامن جي زندگيءَ کان پوءِ ٻئي ڄڻا سنساري زندگيءَ ۾ اچي ويا. ٻنهي ڄڻن شادي ڪئي. ٻنهي ڄڻن ساڳئي محڪمي ۾

نالو : ايم. ٽي. ڀاٽيا.
جنم : ٣١.١٢.١٩٢٨.
ڇپايل ڪتاب : سنڌيءَ ۾ ٠٧
انعام : راجستان سنڌي اڪادمي طرفان راجستان سطح تي.
پيشو : رٽائرڊ سليڪشن گريڊ ٽيليفون اِنسپيڪٽر.
پتو : ڀاٽيا ڀون، مڪان نمبر-٥٠٨/٢٥، ڀانگر ڀاوڙي، اجمير-٣٠٥٠٠١.

خرچ لاءِ پاڻر ڦانڊٽي ڪري ٿورا پئسا هن
ڪي ماهواري ڏيندا هئا ۽ روٽي ڪنهن نہ
ڪنهن ياءُ وٽ واري وٽيءَ سان کائيندو
هئو. گگدام گانئن جيئان روٽيءَ مهل اچي
وهندو هو. ٿلڪو هڪ اڌ گهٽ ملي يا وڌ،
پاپڙ ڪناڻ هجي يا نہ هجي، انب هن وٽ
پهچندي پهچندي خلاص ٿي وڃي. ڪجهہ
نہ ڪڇي. ڪائي اُٿي ڪڙو ٿيندو هو.

پنهنجي هينتا جي پاونا کي لڪائڻ
لاءِ شرير جي ناه نوه تي وڌيڪ ڌيان ڏيڻ
لڳو هو. شڪل تہ اڳہ ۾ ئي ناهوڪي هئس،
اُن ڪري وڌيڪ محنت ڪرڻي نہ پوندي
هيس.

ڏاڙهي ڏينهن ۾ ٻہ دفعا لاهيندو هو.
بوٽ ٻہ روز پالش ڪرائيندو هو ۽ گنجي
سٿڻ کي ٻہ پاڻ هي استري ڪندو هو.

بي. اي. تہ آنرس ۾ پاس ڪيائين.
وڌيڪ پڙهائڻ جي جوکم کڻڻ لاءِ پاڻُر تيار
نہ هئا. وقت آيو آهي هوُ پنهنجن پيرن
تي بيهي. هيڏو ڏگهہ اچي ٿيو. اجا گهٽو
پاليندا سين هنڪي. پنهنجا ٻہ تہ ٻار آهن،
اُنهنجي آئينده جو ٻہ تہ سوچڻو آهي.

ٻي مهاڀاري لڙائي پوري جوش ۾
چالو هئي ۽ پوري ملڪ جي ايڪاناميءَ کي
ڊانواڊول ڪري رکيو هئائين.

پاءُ جي هٿ پير هڻڻ سان نوڪري تہ
ملي ويس پر جوکائتي. ملٽري بيس جي.
ڪنهن ٻہ وقت فرنٽ تي وڃڻ جو سڏ ٿي
تي سگهيو ۽ ٿيو. پوري گهر ۾ وائويلا مچي
ويئي. ڪرمچند کي ٻيو چاڙهو ئي نہ رهيو
سواءِ رشوت ڪارائي ماڌوءَ کي نوڪري
مان ڪڍايو ويو.

نئين سري سان ماڌوءَ کي زندگي
شروع ڪرڻي پئي.

موگو ماڌو مدمست موهنيءَ سان
مڱجي ويو.

ڇوڪري ڏسڻ مهل پاروتيءَ هن کان
پڇيو، ”ڪيئن لال رامايڻ پاڳوت پڙهيو
تي؟“

”نہ“. هن مشڪندي ورندي ڏني.

”جپ صاحب، سڪمني يلا؟“

”سڪولي ڪتابن کان سواءِ منهنجي
ڏيءُ صرف هڪ هي ڪتاب پڙهيو آهي.“
موهنيءَ جي پتا وراڻيو.

”عمر خيام!“ موهنيءَ هلڪو ٽهڪ
ڏيئي وراڻيو.

پاروتيءَ پانيو، هوندو ڪوئي صوفين
جو ڪتاب. باقي ماڌوءَ کي منجهيل مست
جهٽڪو لڳو. ڪتاب پڙهيو اٿائين سو تہ
نيڪ، پر جي اُن تي عمل ٻہ ڪندي هوندي
تہ مون کي پاڙي پئجي ويندو.

سيني کي خبر آهي تہ موهنيءَ جي
پيءُ شراب ڪباب جو ڏاڍو شوقين آهي ۽
اُن ۾ پنهنجو ڪافي ڌن دڦ ڪندي
شاهوڪار طبقي مان وڃولي تي پهچي
چڪو آهي. ڪٽنب قبيلو ڪافي اٿس، پر
ڪنهن ٻہ ڌيءُ پٽ کي پيءُ جون عادتون
پيل نہ آهن جو سندن ماءُ ٻارن ۾ سنا

جي عمر جيتري ڏيءِ. مڙس اچانڪ گذاري
ويس تہ ماڏوءَ جي پِتا، پاروتيءَ جي
چاچي هن مٿان هٿ رکيو ۽ پنهنجي گهر
جي واڳ ڪٽي هن کي سونپيائين.

ديا روپي اُن هٿ ٻگهيرڻ ۾ هنجو
سوارٿ بہ هو. لنهن ڏيءَ جي شڪالن جي
شڌ هئس. هوءَ تہ هئي صرف ڪاڏي جي
ڪوٺلي پيو تہ ڪوئي گهر جي سار سنڀار
جو آڀاس هئس ڪونہ. وري شڪارپور
ڇڏڻ لاءِ هنجو وڏو پٽ بہ آتو هو. سو
هن کي رحمت ڪري، گهر جو ڪارو بار
پنهنجي ڪشل وڏوا پائڻيءَ جي هٿن ۾
سونپي، پائي نشچنت ٿي ويٺو هو.

پاروتي سچ پچ تہ ديوي هئي ۽ گهر
جي مينيجمينٽ سنڀالڻ ۾ نهايت ئي
ڪشل هئي.

پنهنجي ڪروڻ هرديہ، ملي سڀاءَ
۽ دوراندیشي نظرسان ئي سيني ڀائين
کي ٿوري ئي وقت ۾ پنهنجي وس
ڪري رکيائين.

چاچس ٿلڌي گذاري ويو تہ هنجي
جوابداري وڌي ويئي.

ماڏوءَ سان ناسق ٿيندو ڏسندي
هئي، پلي پنهنجن پائرن کان تہ بہ اُنهن
جي ڪن مٺٽ ڪرڻ کان هچڪچائيندي
نہ هئي. ننڍي ڀاءُ کي هيڏن ويڙهي بيگار ۾
وڃائن، اُهو اُن ڀاءُ کان تہ سنو ويندو هو،
پر پاروتيءَ کان سنو نہ ٿيندو هو.

... هتڪي بہ تہ پنهنجي
زندگي ناهٽي آهي ڪين نہ، اُن وقت هن
سوارٿ پري سنسار ۾ هن ساڌو پرڪرتيءَ
واري شخص جي ڪير ڪم ايندو؟

هن ظالم سنسار ۾ ايترو سرل ساڌو
بڻجڻ ليڪ نہ آهي.

مئٽرڪ ۾ وڏو ڏڏڪو رهيو ماڏوءَ کي.
هميشهہ چڱن نمبرن سان پاس ٿيندي،
مئٽرڪ ۾ اچي فيل ٿيو.

”اڙي دئوس هي ڇا!“ ڪرمچند
چمات وحائيندي چيو، ”هيترا تو مٿان
پئسا خرچيا سيني اُميدن مٿان پاڻي
ڦيري ڇڏيئہ؟

لوڪرام بہ وڏا انسلا ٻڏا هئا تہ ڀاءُ
کي آءِ سي ايس آفيسر بڻائيندس پر....

ائين تہ ڪرمچند بہ هڪ دفعو
امتحان ۾ فيل ٿيو هو،پر هنجي ٽائيم تي
ڪرمچند کي ڇڏي باقي سڀي هڪِت کي
ڏوه ڏنو ويو هو، پر ماڏوءَ جي صورت ۾ اي
ڪان زيٺ ٽائين سمورو ڏوهہ هن مٿان ئي
مڙهيو ويو هو، ڇو جي وڏي ڀاءُ ۾ ڪاميابيءَ
جو سحرو پنهنجن ڪلهن تي ٻڌڻ جي ڪا
آهي، جيڪا هن ۾ ناهي.

جيسيل نينگر وڏيڪ جيستي ويو ۽
آتم وشواس جو ڏيري ڏيري وڌي رهيو
هئس، اُنهن رڪاوٽ اچي وئي.

چاچي ڇڃن مهين بعد مئٽرڪ ۾
پاس ٿيو ۽ بي. اي. جي ڪورس لاءِ ڪاليج
۾ داخلا ورتائين.

رهڻ بہ مينارام هاسٽل ۾ لڳو. هٽ

هن نڪمي ، ڪاٺي جي ڪوبلي ننهن
وت هڪ دفعو ، سپني ۾ به سسُ آئي
هوندي اُن ۾ به شڪ آهي، پر ڏنيءَ جي
وائي بادي من گهڙت عقس ۾ به بادام
روغن جي خوشبوءِ آهي.

ڪرڙي هوندي اٿس پنهنجي من
ماني، پر اُن لاءِ هدايتون مليل هونديون
آهن، اُنهن وٽان جيڪي يا ته ديوي
ديوتائون هوندا آهن يا مري ويل مٽ
مائٽ!

اهڙي ماحول ۾ ماڌو اُسرڻ لڳي ٿو.
وڏي ۾ وڏو ياءُ، ننڍي ۾ ننڍي کي ظابطي
۾ رکڻ ٿو چاهي ۽ جاتي چڙواڳي ناهي،
اُتي به هن مٽان بنڌن رکي ٿو. سادگيءَ
جا، وڏن جي ادب ۽ شيوا ٽهل جا سبق
لڳاتار هن کي پڙهائيندو ٿو رهي. ماڌوءَ کي
به چڪي ڪري پاڪي لڇمڻ ريکا جي
اندر رکيو ٿو پوي. ڪرمون ۽ لوڪو
ڪجهه نرالي رنگ ۾ رتل آهن. وڏي ياءُ
کي ٻُڌڻ جي هنن کي پرواه ناهي. پتا
جڏهن ڪنترول نه رکيو ۽ هنجي نه رهڻ
تي به ياءُ جي هدايتن جو اکر به اکر
پالن ڇو ڪن!

”اڙي ڊڦور شنڪر!“ ڪرمونءَ
ٽوڪيندي، ”پاڻ کان ٿورو ئي وڏي کي
جهٽ پيرين پوڻ جي ڪهڙي ضرورت
آتي. ڏورانهون سوٽ ايسر توکان هڪ
ڏينهن ئي ته وڏو آهي.... پيرين پئي
پئي اٿين ته پنهنجي چيلهه ئي ڇڀي
نه ٿي پوئي.“

ماڌو پوءِ به پيرين پوڻ ڇڏي نٿو
ڪنڌ جهڪائڻ ۾ هنکي هڪ قسم جو آنند
ٿو محسوس ٿئي.

چند رات جو ته نه صرف سيني وڏن
مٽن مائٽن کي پر پوري گهٽيءَ جي بزرگن
کان وچي آسيس وٺي ٿو.

يائرن جي فرمائش جي بجاوري
جيئن فرحتي نموني ڪري ٿو، تيئن
وڏن کي پيرين پوڻ ۾ به هنکي ڪا ئي
جهجهڪ محسوس نٿي ٿئي.

ڪي ماڻهو ٿيندا آهن جنکي صرف
برسات ۾ ئي ڇٽي کپندي آهي، ڪن کي
اُس ۾ به، پر هي سنت اهڙو آهي جو هنکي
بارهان ئي مهنا ڇٽي کپي ٿي. سچو جڳتر
هن لاءِ ڇترڇايا آهي. هو اُن ڇترڇايا
هيٺ پاڪي سرڪشت رکڻ ٿو چاهي.

ماءُ روپي ڇتري ڏهن سالن تائين به
نه رهي، پيءُ روپي ڇٽي به جلدي
ڦاٽي پيئي. يائرن ۽ ياجائي روپي ڇٽيءَ
هيٺان آسرو ڳولهي برسات اُس کان
پاڪي بچائڻ لڳو.

برسات اُس کان ڪٽي بچي به پر
طوفان واچورن کان ڪيئن بچي!

تڏهن هن جي وڏوا سوٽ پاروتي،
ديوي پاروتيءَ جي روپ ۾ جڻ ته طوفان
واچورن روپي راڪشن کان هنجو بچاءُ
ڪرڻ لاءِ پرڳيٽ اچي ٿي.

پاروتيءَ کي هڪ هي بار هو. ماڌوءَ

وراڻيائين، ” چيو چيو ماتون .... مالپورا
ڪري ڪاٽيندس، يعني لڪي ڪارائيندس
نہ پنهنجي ماڏو لال کي...“ مرتيو سيج
تي ليٽي هوندي بہ سسُ مشڪل لڳي
هئي . ٻلهار وڃان هن پيٽوري ننهن تي!

ڪاڏي پيٽي جي لَتَ هنکي ڏاڍي
آهي ۽ سسُ جي سرڳواس ٿيڻ بعد ڪوئي
روڪڻ وارو تہ رهندو نہ اِهو سوچي هوءَ
ڏاڍو گد گد ٿئي ٿي.

شام جو جنهن ڏينهن سسُ پرلوڪ
سڌاري تنهن ڏينهن هنکي هڪ ويلو برابر
اُپواس رکڻو پيوهو، پر مجبوري هئي ۽
ٻئي صبوح جو ئي زار زار اوڇنگارون
پريندي وڏي واڪي چيو هئائين.رات
سپني ۾ سسُ آئي، چيائين ڏني ماڏوءَ
کي گيهر ۽ مالپورا ڏاڍا وڻندا آهن، ضرور
ناهي ڏجانس! هٽ جوڙي چيو مانس، ها
سسُ اڄ ٿي!

اوڇنگارن جو ٻيو دؤر چالوُ ڪري
اُٿي هئي ۽ ساڳيءَ ريت اوڇنگارون
پريندي اُهي، طعام تيار ڪيا هئائين-
پنهنجي لاءِ نہ، پر ماڏوءَ لاءِ.

ننيڙي ماڏوءَ کي مرڻ جمڻ جون
ڳالهيون تہ ڇا سمجهہ ۾ اينديون. گهر
۾ گهٽني زالون مردن کي ڪنو تيل ڏسي ۽
اُنهن مان ڪيترن کي روئندو ڏسي پنهنجي
پيءُ کي ڏونڏاڙيندي چيو هئائين،
”دادا، نونان ڪاٿي آهي؟ مونکي وني
هلو ني نونان وٽ نہ تہ مان بہ روئندو
مانوءَ....

ڳمر سر ويندل هنجو پيءُ، ڪيس
چڪي ڳود ۾ ڪيو هو ۽ اندر ٿي اندر ۾
ڳوڙها پيئندي ڪجهہ نہ ڪڇيو هئائين.
ڳوڙ نہ وڻندي بہ وٺي ٿو. حق تي چيو
اٿائون تہ، اِنسان سماجڪ جانور آهي.

دي مئن اِز اَ سوشل انيمل.

ڳوڙ ۾، مجمي ۾ گڏيل ڪٽنب ۾،
ڪلب ڪمپنيءَ ۾ اِنسان پاڻکي سرڪشت
ڀانئي ٿو. اڪيلائپ هنکي ڪائڻ ٿي اچي ۽
ڪيترو بہ شانت پريہ اِنسان، هجي چاهي
يوڳي ڪجهہ نہ ڪجهہ سميہ ٻين اِنسانن
جو، ڳوڙ گهمسان جو سنگہ چاهي ٿو.
اڪيلائيءَ جا ڪيترا من گهڙت چاهي سچا
پئہ ٻين جي موجودگيءَ ۾ گم ٿي ٿا وڃن.

اڪيلائي ئي وڏي ۾ وڏو پئہ آهي.
اِنسان جي اِنسان کي حالتن جي وڏي ۾
وڏي سزا آهي قئدين کي جڏهن ڪڙي سزا
ڏيڻي هوندي اٿن تہ اُنهن کي ساليٽري
ڪنسائينمينٽ ۾ رکندا آهن. ديوان جو
اِئين ئي تہ گڏيل ڪٽنب آهي. وري گهر
ڏياڙيءَ جي مرتيو تي پريان اوريان
ڇڱائي مائٽ اچي ڪنا ٿيا آهن. تيرهن
ڏينهن تائين ڪافي روچ راڙو هلندو رهيو
۽ گهمسان متو رهيو. ننڍو ماڏو اُن شورغل
۾ پنهنجي ماتا کي لڳہ ڀڳہ وساري وينو.

رکي رکي ياد اچي ٿي تہ دلداري
ڏيڻ واريون، پيار دلار ڪرڻ واريون ڳيٽيون
ئي زالون گهر ۾ آهن. ڏني بہ تہ آهي. هي

# مذر ماڌو مونجهاري ۾

گرڌر لوڪرام ڏوڏيجا

”رات سپنو ڏٺو! ها ڌني ،سپني ۾ نونا چيو، هلي آ. تون مون وٽ هلي آءُ لال .... سچ تو چوان ڌني، سچ پچ نونان امي هئي.“

”هل ماريا! تو وٽ وري ڪيئن آئي؟ رات تہ سسُ مون وٽ آئي هئي. اڳليءَ رات بہ آئي هئي. سدائين سرڳہ ۾ سکي آهي. بلهار وڃان ،مونکي درشن ڏنائين ئي! تو وٽ وري ڪٿان ايندي!“ غصي پريل لحضي ۾ ڌنيءَ چيو ،” اڇي پاڙهين تہ پڏايانس تنهنجا حفال تہ ماڌو هيئں تو وينو اناپ شناپ وڦلي...“

پاڄائي ٿي ڌني ماڌوءَ جي. نونا،ماڌوءَ جي ماءُ تازو ئي گذاري ويئي آهي.

مرڻ وقت پنهنجي انن سالن جي هن ننڍي ۾ ننڍي پٽ جي بانهن وڏي ۾ وڏي ءَ ان وقت اڪلوتي ننهن کي سونپيندي چيو هئائين،” متان بہ ڏسندي مانءَ تہ منهنجي پٽڙي کي ڪيئن ٿي رکين.“ ڪنڌ هلائيندي ڌنيءَ چيو هو، ”پلي پلي ڏسجو. مان پنهنجي اکين جو تارو ڪري رکندس ماڌو لال کي.“

نهايت ئي جڙ موڊ آهي هيءَ استري. هن جي سسُ جاڻي ٿي. پر ڇا ڪري؟ جنهن پگوان وٽان سڏ ٿيو آهي، اُهو ئي منهنجي هن ابهم جي بہ رکيا ڪندو، سار سنڀال لهندو. ننهن کي تہ ايئين پنهنجي من کي تسلي ڏيڻ لاءِ چئي رهي آهيان. وڃي ڇا توا ڌني بہ ايئين سوچي ٿي. سسُ کي دلجاءِ ڏيڻ ۾ وڃي ڇا تو؟ مري تہ سهين، خوب مزا ڪنديس. سڄو رنڊٽو ئی جڏهن منهنجي ملڪ تي ويندو. رنڊٽي جي راٽي بٽجي وهندس. ڪوئي روڪ ٽوڪ ڪرڻ ڏسڻ وائسڻ وارو تہ رهندو نہ. خوب سيرا پوري ڪري ڪائيندس ۽ ايئين وات مان نڪري ويس،”مالپورا بہ...“

سسُ پڇيو، ” ڇا چيئہ؟“ گهبرائجي


نالو : گرڌر لوڪرام ڌوڌيجا.
جنم : شڪارپور، ۱۹۲۱.
ڇاپايل ڪتاب : ۲۰ سنڌيءَ ۾، ۲ هنديءَ ۾ ۽ ۲ انگريزيءَ ۾.
پتو : ۲۵، ڪرشنا ڪنج، ميموري لين، ونوري، پونا-۴۱۱۰۴۰.

تي چپ ئي رهيو. پر ور ور ڪري هوءَ مونکي
۽ ستارا کي ياڻپي رهيو هئو. صرف ستارا
ئي هئي جيڪا ڳالهائي رهي هئي ۽ مان
صرف هان ۽ هون ۾ ئي جواب ڏيئي
رهيو هئس.

بئي ڏينهن ئي مون ڏٺو تہ عبدل
چاچا، رضيا ۽ ستارا پنهنجي گهر جو سڄو
سامان هڪ ٽرڪ ۾ چاڙهي رهيا هئا ۽
پنهنجي گهر ۽ پاڙي کي سدائين لاءِ الوداع
ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويا هئا. اُن لاءِ مون پاڻ
کي ڏوهاري ٿي سمجهيو. ستارا اڄ تمام
گهڻو خوش هئي. هوءَ مون کي ڏسندي ئي
مون ڏانهن وڌي آئي ۽ منهنجو هٿ
پنهنجي هٿ ۾ پڪڙي گهڻي پيار مان
نهاري رهي هئي. ڄڻ هن جو سڄو پيار
ڪنو ٿي ويو هجي. هن مون کي چيو،
"توکي خبر آهي تہ اسان هتان لڏي ٿا
وڃون، چاڪاڻ تہ سيڻ ويڄها هوندا تہ
هر وقت ڪجهہ نہ ڪجهہ کٽ پٽ پيا
ڪندا رهندا. توکي خبر آهي تہ اسان هتان
ڇو وڃي رهيا آهيون ۽ پوءِ شرارت پري
وع ۾ چيائين تہ مان جلد ئي توسان
رٽجڻ واري آهيان. منهنجو ماءُ پيءُ
ن لاءِ هاڻي راضي ٿي ويا آهن." پوءِ
لندي چيائين تہ، "دل دکيءَ ۾ رکجانءِ،
تان مون سان دوکو ڪرين." اِئين چئي
وءِ پنهنجي ماءُ ۽ پيءُ سان گڏ ٽرڪ ۾
جي.ويني.

اڄ ڏينهن تائين مون کي خبر
آهي تہ ستارا ڪٿي آهي ۽ هن جو
ٿيو. نہ ئي وري مون هنجي ڪا ڪوج
ورتي آهي. وڻان بہ تہ ڪنهن ڪان.

خير جيڪا شادي نہ ٿيڻي هئي سا
ٿي سگهي هئي. شايد هُن اُتي ڪنهن سا
شادي ڪري ڇڏي هجي يا وري آپگهات
مان اڄ بہ هنکي ياد ڪندو آهيان. هنکي
ياد ڪري منهنجي اندر ۾ هڪ وڏي نيس
پهچندي آهي.

ڌرم جي ليڪ جا تمام وڏي ۽ سنهي
هئي پر اُها تمام مظبوط پڻ هئي. هنکي
لنگهڻ ڪا سَولي ڳالهہ ڪونہ هئي. پر
ور ور ڪري ستارا منهنجي خيالن ۾
ايندي ئي رهندي آهي ۽ مان بہ هنسان
خيالن ۾ ڳالهائيندو آهيان. شايد چپن ۾
ڳالهيون پڻ ڪندو آهيان. ڳالهائيندي
ڳالهائيندي منهنجي اکين ۾ پاڻي تري
ايندو آهي ۽ اندر ۾ جهاتي پائيندو
آهيان تہ هڪ وَٽُ پوندو آهي ۽ سوچيندو
آهيان تہ ستارا اڄ بہ شايد مونکي ڏسندي
هوندي ۽ چوندي هوندي، "تہ چندر مون
سان دوکو نہ ڪجانءِ."

مون تہ هنسان ڪڏهن بہ دوکو ڪونہ
ڪيو هئو ۽ نہ ئي دوکو ڪرڻ منهنجي
فطرت هئي.

هنکي بانهن کان جهلي بيٺي هئي. هن
نہ ٿي چاهيو تہ ڪا الٽيٽي ٿي پوي.
ستارا ڇري جهلي ۽ زوريءَ منهنجو
هٿ پنهنجي هٿ سان پڪڙي کيڪ
ڪٽيو. مون ۽ سيني آيل مهمانن ستارا کي
جنم ڏينهن جون خوب مبارڪون ڏنيون
۽ جيڪي سوکڙيون کڻي آيا هئا اُنهن
سوکڙيون پڻ ڏنيون. نوڪرن کيڪ جا
ٽڪرا ڪري پليٽن ۾ وجهي مهمانن کي
ڏنا. اُن کانپوءِ عبدل چاچا ۽ رضيا آيل
مهمانن کي روٽي کائڻ لاءِ چيو. سيئي
مهمان کاڌي جي ميزن ڏانهن وڌڻ لڳا
جتي کائڻ جا طعام سجا
پيا هئا. اُن وچ ۾ ستارا جو
پيءُ عبدل چاچا مون ڏانهن
وڌي آيو ۽ هن مون کي
ڪجهہ چيو جيڪو مان
سمجهي ڪونہ سگهيس پر
هنجي ڳالهائڻ ۽ نظرن مان
اِهو پانهي ويو هئس تہ
هنکي منهنجي ۽ سندس
ڌيءُ ستارا جو رَوَيو بلڪل بہ
پسند ڪونہ هئو. مان بہ هنکان الڳہ ٿي
ستارا جي ماءُ رضيا ڏانهن وڌي ويس ۽
هنکي وينتي ڪري پنهنجي مجبوري کان
واقف ڪرڻ لاءِ چيو تہ ” ڏس چاچي
هہ ۽ سڀ ٺيڪ ڪونہ ٿيو، پر مان چا
ڪريان، مان تہ صرف ستارا کي هڪ سٺي
پاڙيسرڻ طور پيار ڪندو آهيان. منهنجو
ڪو بہ بيو اِرادو ڪونہ آهي. اِن ڪري
هنکي روڪيو نہ تہ ڪٿي ڪوئي ڪيس نہ
ٿي پون يا هوءِ ڪو اُبهرو قدم نہ کڻي
جنهن مان ڪو غلط نتيجو نہ نڪري
پوي. ڏسو هن تہ ڪمال ڪري ڇڏي، هاڻي
ڪجهي چا. اسان سيني جو ڪنڌ تہ شرم کان
جهڪي ويو آهي جي مان نہ اچان ها تہ بہ
برو جي آيس تہ بہ برو. هاڻي جلدي هلبو
ويندس تہ اُهو سڀ کان برو ٿيندو. پر توهان
خيال نہ ڪريو مان اهڙو ڪو بہ قدم
ڪونہ کڻندس جو اسان
جي وچ ۾ ڪو فرق
اچي.''

ستارا جي ماءُ کي
سڄيءَ ڳالهہ جي ڄاڻ
هئي. هوءَ عقلمند ۽
ديريني هئي. هن مونکي
چپ رهڻ جو اِشارو ڪيو.
مان چپ ٿي ويس. جڏهن
سيئي مهمان ماني کائي
هليا ويا اُن کان پوءِ اسان چئني گڏجي ماني
کاڌي. اُن وچ ۾ رضيا عبدل کي سڀ ڪجهہ
سمجهائي ڇڏيو هئو. هاڻي عبدل چاچا جي
رَوَش ايتري شوخ ڪونہ هئي جيتري ڪجهہ
دير اڳہ هئي. عبدل چاچا مانيءَ جي ميز

هنجون نظرون ور ور ڪري در ڏانهن نهاري رهيون هيون. هن مون کي در کان اندر لنگهندو ڏٺو تہ هنجون واڇون ٽڙي پيون ۽ يڪدم مون ڏانهن تيزقدمن سان لڳہ ڀڳہ ڊڪندي آئي ۽ منهنجا ٻئي هٿ پڪڙي پنهنجن ٻنهي هٿن ۾ جهلي ڇڪيندي پنهنجي ساهيڙين ڏانهن وٺي هلي. هوءَ شڪايت واري نوع ۾ چوڻ لڳي، ”هيڏي دير- مان تہ در ڏي نهاري نهاري ٿڪجي پيئي هئس. سوچيان پئي تہ ڪٿي توهين نہ اچو.“ هن جو چهرو ٽڙي پيو هئو ۽ هوءَ لڳہ ڀڳہ ڪلندي ٿي هلي. مان بہ نہ چاٺان هن جي پنيان ڪهڙي طاقت جي سهاري بنا هيڏانهن هوڏانهن ڏسڻ جي نہ چاهيندي بہ ڇڪجندو ٿي ويس. تان جو مون ڏٺو تہ مان ۽ ستارا هن جي ساهيڙين جي وچ ۾ گهريو بينو هئس. مون کي ڏاڍو عجب لڳو. هنجون ساهيڙيون مونکي ائين گهيري بينيون هيون جيئن چنڊ تارن جي وچ ۾ گهيريو بينو هجي. مان اهڙو ٿي ويس چڻ مون ۾ سگهہ ئي نہ هجي جو مان هنهن کان پاڻ ڇڏائي سگهان. مونکي تڏهن ڏاڍو عجب لڳو جڏهن هن پنهنجين ساهيڙين کي واقفيت ڏيندي ٻڌايو تہ هنجو مڱہ هئس. هنجون ساهيڙيون مون کي ڏاڍي عجب سان ڏسڻ لڳيون ڇاڪاڻ تہ سيني کي ڄاڻ هئي تہ مان هڪ ڪتر هندو پريوار جو هئس ۽ هوءَ بہ هڪ ڪتر مسلمان ڪٽنب مان هئي. سيني جون آڱريون ڏندين قاسي ويون. ڪجهہ دير ۾ ئي جشن جو رنگہ ڦڪو پوڻ لڳو.
مهمان آهستي آهستي کسڪڻ لڳا. ستار اڄا ڪيڪُ ڪونہ ڪٽيو هئو. پر هن جو گهر هاڻي کان ئي خالي ٿيڻ لڳو هئو. ڪنهن کي بہ اِهو منظور ڪونہ هو تہ مان يا ستارا شادي ڪري اُن بند کي ٽوڙيون جنهنکي جوڙيندي اسان جا ابا ڏاڏا هن جهان مان هليا ويا هئا.

مان بہ ستارا جي هيءَ ٻالهہ ٻڌي حيران ۽ پريشان ٿي ويو هئس. مان ستارا کان آهستي آهستي پنهنجو هٿ ڇڏائي هن جي ماءُ ۽ پيءُ ڏانهن وڌي ويس ۽ هنن کي پنهنجن نماڻين اکين سان ڏسڻ لڳس. هوُ بہ مون ڏانهن قياس جوڳي نظر سان ڏسي رهيا هئا. سچ پچ ستارا جي هن رَوَش تي اسان ٽئي جڻا اِئين لڳي رهيا هئاسين جڻ تہ ڪنهن اسانکي قاسيءَ جي سزا ٻڌائي هجي. عبدل چاچا کان رهيو ڪونہ ويو ۽ هوُ ستارا ڏانهن وڌڻ لڳو. ايتري ۾ رضيا وڌي عبدل کي جهلي ورتو ۽ واپس موٽائي آئي. هن پوءِ ستارا کي ڪيڪُ ڪٽڻ لاءِ چيو. هن ستارا کي چيو تہ ڏيءُ هاڻي تمام گهڻي دير ٿي وئي آهي ۽ گهڻا مهمان هليا بہ ويا آهن. باقي بہ وڃڻ لاءِ آتا آهن. ڪيڪُ جلدي ڪٽ تہ مهمان بہ کائن.“ ستارا ڏاڍي ٻاپوه مان مونکي ٻانهن کان پڪڙي ميز ڏانهن هلڻ لڳي. مان نہ چاهيندي بہ هن جي پنيان اِئين هلڻ لڳس جيئن ڳانءِ ٻڇڙي جي پنيان هلندي آهي. هنجو پيءُ هيءُ سڀ ڏسي رهيو هئو ۽ اندر ئي اندر خار کائي رهيو هئو. پر هنجي ماءُ

ويندي. منهنجي جنم ڏينهن جي جشن ۾ ضرور شامل ٿيندين.'' مون هن کي خوش ڪرڻ خاطر چيو، ''ستارا تون چوين ٿ مان نه ميان. پر ائين به ٿي سگهندو آهي؟ مان ته تنهنجي جنم ڏينهن ۾ ضرور شامل ٿيندس. تون خيال نه ڪر.'' ٿورو ترسي وري چيومانس، ''اُٿ ته تنهنجي گهر هلون. جنم ڏينهن لاءِ تياريون به ته ڪرڻيون آهن.''

ستارا اُٿڻ جي ڪوشش ته ڪئي پر اُلي ڪونه سگهي ۽ اُتي ئي ويهي رهي. هن مون ڏانهن نهاريندي سوال ڪيو، ''چندرا مونکي ڇا ٿيو آهي. مان اُٿي ڪونه ٿي سگهان. مونکي پنهنجو هٿ ڏي.'' هن جي ماءُ هن کي ڪو جواب ڏئي يا پنهنجو هٿ ڊگهيڙي، مون پنهنجو هٿ وڌائيندي جواب ڏنو، ''نون مون وٽ آئي هئين، پوءِ تو منهنجي پلنگ تي وهندي چيو هئو ته توکي چڪر ٿا اچن ۽ اُن کانپوءِ تون منهنجي پلنگ تي سمهيس پئين.'' ستارا مون ڏانهن ڏٺو پوءِ پنهنجي ماءُ طرف نهاريو ۽ ڪجهه سوچڻ لڳي. اُن کانپوءِ ستارا هيڏانهن هوڏانهن نهاريندي پنهنجي ماءُ کان پڇيو، ''اَمين تون هٽ ڪٺڻ آئي آهين. مان ته چندر کي پنهنجي جنم ڏينهن جي جشن ۾ شامل ٿيڻ لاءِ نيند ڏيڻ آئي هئس.'' ستارا منهنجو هٿ پڪڙي اُٿڻ لڳي. رضيا کي اِهو سلو نه لڳو پر هنکي منهنجي ۽ ستارا جي باري ۾ سڀ ڄاڻ [illegible] تارا به مونکي جشن ۾ شامل ٿيڻ لاءِ ور ور ڪر چوندي، پنهنجي ماءُ سان گڏ اُن جي پاهڻ جو سهارو وٺي پنهنجي گهر هلي ويئي. مان به پنهنجي سائيڪل کڻي پنهنجي آفيس هليو ويس.

شام ٿي آفيس مان واندو ٿي، پنهنجا ڪم ڪار لاهي وقت کان اڳ ئي گهر موٽي آيس. منهنجي ماءُ مونکي ياد ڏياريو، ''چندر اڄ ستارا جو جنم ڏينهن آهي. توکي ته سڀ ڳالهه جي ڄاڻ آهي. اُن ڪري تون هنجي جشن ۾ ضرور وڃ پر خيال ڪري ۽ هنکان پري پري رهجانءِ. ڪٿي ائين نه ٿئي ته بدناميءَ جو ٿهانگهو تنهنجي ڳچيءَ ۾ پئجي وڃي. خيال رکجانءِ.'' مون پنهنجي ماءُ جي دل کي پرکيندي نه وڃڻ لاءِ چيو پر هُن مونکي چيو، ''تنهنجو وڃڻ تمام ضروري آهي. ڇاڪاڻ ته ستارا جي گهر وارن جا سنبنڌ سڀي پاڙي ۾ اسان جي گهر سان عالم آشڪار آهن ۽ وري صبوح واري ڳالهه به ته توکي ياد هوندي. ڪٿي ائين نه ٿئي ته پاڙي وارا ۽ هن جي گهر وارا يا ڇوڪري پاڻ غلط سوچي وهي ۽ غلط قدم کڻي وٺي. پر عقل کان ڪم وٺجانءِ.''

اِهي سڀ ڳالهيون ٻڌي منهنجي دل هن جشن ۾ نه شامل ٿيڻ لاءِ چئي رهي هئي. پوءِ به مان بيدلبو ئي سڄي ستارا جي جنم ڏينهن جي جشن ۾ شامل ٿيڻ لاءِ هنجي گهر پهچي ويس. مون ڏٺو ته ستارا پنهنجن ساهيڙن جي وچ ۾ ويٺي هئي ۽ هنن سان کلي ڳالهائي رهي هئي. پر

ڏڏڪو رسيو تہ ستارا مون سان سڱ جوڙڻ تي
چاهي ۽ اِهو بہ پنهنجي ماءُ پيءُ جي خيالن
خلاف.

منهنجي ماءُ منهنجي دليل سان
شامل راءِ هئي پر ستارا جي هيءَ حالت ڏسي
منهنجي ماءُ کي هن تي قياس آيو ۽
افسوس بہ ٿي رهيو هو تہ ستارا بنا ڪنهن
بہ سوچ ويچار جي هيءُ ڪهڙو وئيل وهائي
ڇڏيو هئو. منهنجي ماءُ بہ ڪٽر هندو هئي.
هوءَ گيارس، ستناراڻ، اُماس چنڊ ڪندي
هئي ۽ منگل، وسپت واريندي هئي. هن
يڪدم مون کي چيو تہ مان هنجي پيءُ
عبدل ميان کي سڏي اچان. عبدل ميان
منهنجي پاڙي ۾ ئي رهندو هئو. مان ڊوڙي
پاسي ۾ ئي عبدل ميان جي گهر ويس. عبدل
ميان پاڻ تہ گهر ۾ ڪونہ هئو پر هنجي زال
رضيا گهر ۾ هئي. هوءَ گهر کي ستارا جي
نم ڏينهن جي خوشيءَ ۾ سجائي ۽
ينگاري رهي هئي ۽ ان سان گڏ ڪجهہ
نگنائي بہ رهي هئي. هوءَ اڄ تمام گهڻو
وش ٿي نظر آئي. هن مونکي بنا منهن
رڻ جي ئي سجاڻي ورتو ۽ بنا ڏسڻ جي
نڪان پڇيو، ”چو پٽ چندر اڪيلو ئي
و آهين. ستارا ڪٿي آهي.“
مان هنکي بنا ڪنهن هيل حجت جي
نا ساه پٽڻ جي سموري ڳالهہ ڪري
ئي. هن جو ستارا جي بيهوش ٿي وڃڻ
ٻڌي هن جو گنگنائڻ بند ٿي ويو ۽ هٿ
ر ڪان رڪجي ويا. مون محسوس ڪيو
ڪٿي رضيا بہ ڪري نہ پوي. مان هن
ٻ وڌي ويس ۽ هنکي ٻانهن کان جهلي
هيٺ لاٿو. هُن هيٺ لهڻ ڪانپوءِ مونکي هـ
زوردار جهٽڪو ڏيئي پنهنجي ٻانهـ
مونکان الڳہ ڪري ورتي. مونکي حيراني
لڳي ڇاڪاڻ تہ هُن مون سان ڪڏهن بہ اهڙ
ورتاءُ ڪونہ ڪيو هئو. اڄ اهڙو ورتاءُ ڏسي
مان وائڙو ٿي ويس. مان محسوس ڪرڻ
لڳس تہ مڙيوئي اڄ ڪوزلزلو اچي ويو آهي
جو پهريائين ستارا پوءِ منهنجي ماءُ ۽
هاڻي رضيا، سڀئي ڪو نئون ڪري رهيون
آهن.

ڪِڻ ڪانپوءِ رضيا پاڻ سنڀالي ورتو.
هن مونکان پڇيو، ”ستارا ڪٿي آهي.“
مون هنکي ٻُڌايو، ”ستارا هن وقت
منهنجي گهر ۾ آهي“. رضيا مونسان گڏ
منهنجي گهر تيز تيز قدمن سان هلڻ لڳي.
گويا هُنجي پيرن ۾ پر لڳي ويا هُجن. مان
بہ هنجي پنيان تيز قدمن سان هلڻ لڳس.
رضيا منهنجي گهر پهچي سڌو ستارا جي
کٽ وٽ وڃي بيٺي. هن ستارا جي مٿي تي
هٿ رکيو. ستارا هينئر ڪجهہ ڪجهہ
سجاڳہ ٿي لڳي. هنجو هينئر ڪنجهڻ جو
آواز اچي رهيو هئو. رضيا هنکان وڏي
ٻاپوهہ مان پڇيو، ”ستارا ڇا ڳالهہ آهي.
پٽ هينئر ڪيئن ٿي محسوس ڪرين.“
ستارا ڪنجهندي ڪنجهندي اُلٽو سوال
ڪيو، ”مان ڪٿي آهيان. مونکي ڇا ٿيو
هئو. امين تون هت ڪيئن آئي آهين.“
پوءِ هُن مون ڏانهن نهاريو. شايد هنکي سڀ
ڪجهہ ياد اچي ويو هئو. هُن مون ڏانهن
نهاريندي مشڪيو ۽ پوءِ سوال ڪيائين،
”ڪيئن هاڻي تہ تون ڪيڏانهن ڪونہ

توهان سان نہ تہ سڄي عمر ڪنواري رهندس
يا آپگهات ڪندس.''

اِهو ٻڌي منهنجا ہہ بہ ويا تہ ٻارنهن
بہ ويا. منهنجو شرير ڪنبڻ لڳو. مان اهڙو
ڪُڇان جهڙي پٽ، وري بہ مون ستارا کي
آٿت ڏيندي چيو، ''ستارا اِهو بلڪل سچ
آهي تہ تون هڪ مسلمان ڪٽنب مان آهين
۽ مان هڪ هندو ڪٽنب مان آهيان.
جيڪڏهن اسان شادي ڪنداسين تہ اسان
جا ٻار ڪهڙي ڌرم جا ٿيندا. مان شادي۽
خاطر پنهنجو ڌرم بدلڻ ڪون چاهيندس ۽
مان اِهو بہ چاهيندس تہ تون بہ صرف شادي۽
خاطر پنهنجو ڌرم نہ بدل. ڇاڪاڻ تہ مان
ٻنهي ڌرمن جو برابر آدر ڪندو آهيان. سنو
الين ٿيندو تہ تون منهنجي باري ۾
پنهنجا ويچار بدلي ڇڏ نہ تہ اسان ٻئي
خوامخواه بدنام ٿي ويندا سين ۽ اسانجي
بدنامي۽ ڪري اسانجا ماءُ پيءُ پڻ بدنام
ٿي ويندا. اُن کانپوءِ اسانجو جيئڻ تمام
مشڪل ٿي پوندو. تون پنهنجو هٺ ڇڏ. مان
تہ توکي اڳہ ۾ ئي چئي چڪو آهيان تہ
مان توکي ڪڏهن بہ ان نظر سان ڪونہ ڏٺو
آهي. تون مون تي ايتري مهرباني ڪر.
مان تنهنجو اِهو احسان ڪڏهن بہ ڪونہ
ڀلندس. مونکي بلڪل وساري ڇڏ.''

منهنجا اِهي لفظ ٻڌي ستارا جي
اکين مان پاڻي ٽِبسارا ڪري وهڻ لڳو ۽
هنجو سرير منهنجي ٻانهن تي پاڻ وڌيڪ
زور سان ڪرڻ لڳو. مان محسوس ڪري رهيو
هئس تہ هوءَ اِجها ڪري ڪا ڪري. مان
... ملما، تہ ... ٻيلس. جيئن مان
هنکي ڪرڻ کان بچائي سگهان. مون
محسوس ڪيو تہ هوءَ پوري جي پوري
منهنجي مٿان اچي ڪري آهي ۽ منهنجو
هنکي هينئر سنڀالڻ تمام مشڪل ٿي پيو
آهي. مان هنکي سنڀالڻ لاءِ هم نہ ڪٿي تہ
هنکي پنهنجن ٻنهي ٻانهن تي جهلي پٽ
تي سمهاري ڇڏيو. مون ڏٺو تہ هنجون ٻئي
اکيون بند ٿي ويون آهن ۽ هنجي منهن
جو پنو بہ اڇو ٿيندو ٿي ويو جڻ هنجو سمورو
رت ڪنهن چوسي ڇڏيو هجي. مونکي اچي
ڏپ ورتو. مان هنکي پنهنجن ٻانهن تي
کڻي پنهنجي بستري تي سمهاري ڇڏيو ۽
يڪدم وڃي پاڻي کڻي آيس ۽ اُن پاڻيءَ
جا ڇنڊا هنجي منهن تي هڻڻ لڳس.
آهستي آهستي هن اکيون کولڻ شروع
ڪيون. هن اکين کولڻ ۾ ڇڱي دير لڳائي
ڇڏي. جيسيتائين هن اکيون کوليون
منهنجو ساهہ مٺ ۾ ئي رهيو. مون کي ساهہ
کڻڻ ۾ تڪليف ٿي رهي هئي.

ايتري ۾ منهنجي ماءُ جيڪا ٻاهر
رنڌڻي ۾ ڪم ڪري رهي هئي اُها اندر
آئي. مون کي اچي ڏپ ورايو تہ ڪٿي
منهنجي ماءُ هڪ جو ٻيو نہ سمجهي،
ڇاڪاڻ تہ ستارا منهنجي بستري تي
ضعيف حالت ۾ سمهي پئي هئي. ستارا جي
اهڙي حالت ڏسي منهنجي ماءُ وائڙي ٿي
وئي ۽ هنجون سوالي اکيون مون طرف
کڄي ويون. هن مون کان سربستي ڳالهہ
پڇي ۽ مون بہ هنکي سچو احوال بنا ڪنهن
لوڻ مرچ جي سچ سچ ٻڌايو. منهنجي ماءُ
ٻڌي سراپجي وئي، هنکي اِهو جاڻي گهڻو

# ستارا

## موهن واسواڻي

هر روز جيان اڄ بہ مان صبوح جو تيار ٿي آفيس وڃڻ لاءِ سائيڪل اڃا ڪڍئي مس تہ ستارا اچي منهنجي سائيڪل جي هئنڊل کي پڪڙيو ۽ چيائين، ”توهان اڄ بہ آفيس وڃي رهيا آهيو.“

مون حيرانيءَ مان هن ڏانهن نهارڻ لڳس. هن مشڪندي چيو، ”ڇا توهانکي خبر ڪونہ آهي تہ اڄ منهنجو جنم ڏينهن آهي ۽ اڄ تہ موڪل جو ڏينهن پڻ آهي. مون توهانکي تيار ٿي سائيڪل ڪڍندو ڏٺو تہ عجب لڳو.“

مان ستارا ڏانهن نهاريندي محسوس ڪيو، ستارا جي اکين ۾ شرارت هئي ۽ هوءَ پڻ مشڪرائيندي مون ڏانهن نهاري رهي هئي.

مون هنکي چيو، ”اڄ تنهنجي موڪل پل هجي ڇاڪاڻ تہ اڄ تنهنجو جنم ڏينهن آهي پر منهنجي تہ اڄ خاص ڊيوٽي آهي، اُن ڪري مونکي تہ آفيس وڃڻو ئي آهي.

ستارا منهنجو جواب ٻڌي وسامي وئي - ائين لڳو تہ هوءَ بلڪل نستي ٿي پئي هجي ۽ اِڇا ڪري ڪا ڪري - مان سائيڪل کي سٽئنڊ تي بهاري هڪدم هن ڏانهن وڌي ويس ۽ پنهنجي هڪ ٻانهن هنجي پنيءَ طرف وڌائي هنکي ڪرڻ کان روڪي ورتو.

هن ٻڏل آواز ۾ پڇيو، ”ڇا توهان سچ پچ اڄ آفيس ۾ وڃي رهيا آهيو. مان تہ اڄ توهانکي پنهنجي جنم ڏينهن لاءِ خاص مهمان طور چوڻ لاءِ آئي هئس. ڇاڪاڻ تہ مان جيترو توهان کي پيار ڪندي آهيان اوترو شايد ئي ڪنهن ٻئي ڪي. مون تہ پنهنجي ماءُ ۽ پيءُ کي بہ ٻڌائي ڇڏيو آهي تہ مان توهانکي تمام گهڻو چاهيان ٿي پر توهان آهيو جو هميشهہ مون کان پري پري ڀڄندا ٿا رهو. ڇا اُن ڪري تہ مان مسلمان آهيان ۽ توهان هندو آهيو يا ٻيو ڪو سبب آهي. مان تہ توهانکي سچ سچ اِهو ٻڌايان ٿي تہ اگر مان شادي ڪندس تہ صرف


نالو : موهن واسواڻي.
جنم : ١٩٣٨.١٠.٢.
ڇپايل ڪتاب : سنڌيءَ ۾ ٢.
اِنعام : هنديءَ ۾ ڇپايل مضمون تي ڪيندريہ هندي سچيواليہ پاران، ١٩٤٦ ۾ هڪ فقير جي ٻار جي رول ۾ انعام مليل.
پيشو : رٽايرڊ اسسٽينٽ ايڊيٽر، منسٽري آف اِنفارميشن ۽ براڊڪاسٽنگہ، اڄ ڪالهہ ڪيزوئل اسسٽينٽ نيوز ايڊيٽر، آل اِنڊيا ريڊيو.
پتو : جي ايف-٦٩، ڪڙي ايڪسٽينشن، مالويہ نگر، نئي دهلي-١١٠٠١٧.

نڪري ويو. ايتري ۾ ننڍي کي پيرين پيئي. ڊمپل چانهه پڪوڙا کڻي آهي. هنن جي وچ ۾ ويهي هن ڳالهايو ڪونه جو ايا ڪيس سٺي هندي ڪونه ٿي آئي. ٻه ڪلاڪ گذري ويا. پتو ئي ڪونه پيو. ڊمپل ڊالي سمجهڻ لڳي هئي ته ڏيري ڏيري پيار سان هن گهر ۾ سڀ ڪيس سويڪارڻ لڳا هئا. هوءِ ڊالي تمام خوش هئي.

انجنا ڪنوار جي سندرتا جي ڪافي ساراهه ڪئي. جيل ٽائين هن صرف پنهنجي ننڍن مان نقص ئي ڪڍيا هئا. انجنا اُنهدي محل ديوَ کي ڪنوار سوڌو گهر اچڻ لاءِ چيو ۽ برس مان هڪ سؤ هڪ رپيا ڪڍي ڪنوار جي ترِيءَ تي رکيا ۽ پيار مان هن جو نرڙ چميائين. ڪنوار ٻه پيرين پئي وري انجنا جو آشيرواد ورتو. ننڍي انجنا ۽ وڃڻ کي پنهنجي اکين تي وشواس ئي نٿو آيو. هندوستاني ڇوڪريون ٻه پيري پوڻ کان ڪيبائين ليون پر هيءَ وديشي ڇوڪري هوندي به سڀ ڀاڙ سان سڀ ڪجهه ڪري بيٺي. دل ئي دل ۾ پنهنجي ننڍن سان ڊمپل جي ڀيٽ ڪندي هنن جو سِرُ جهڪي ويو.

هن ديوَ کي ڪن ۾ چيو، ”ديوا سچ پچ تون ڀاڳن وارو آهين جو توکي سچي سٺي سنسڪارن واري زال ملي آهي. هن ... ڀاڪر پاتو. ديوَ ... سان سندس ڏانهن ممتا ڀري درشٽيءَ سان ڏسي رهيو هئو.

ڊمپل پنو پين کڻي سسُ کان ڏڻ وار، ريتيون رواج، اُنهيءَ جي پوري سيپتا، سنسڪرتيءَ جي سيني ڳالهين کي نوٽ ڪري ڇڏيندي هئي. پيار ۾ هن پاڻ کي پتيءَ جي پريوار ۾ ارپڻ ڪري ڇڏيو. سيني جو من موهي وچڻ جون تياريون ڪرڻ لڳا ته مايا جو من پرجي آيو. مٺني ۾ ننڍن پٽ مان من نه ڀاپيو. ڪين ايا ٻه رهڻ لاءِ زور پريائين. جڏهن ديوَ نه ڪئي ته ساڏواڻيءَ چيو، ”پٽ ! وري ڪهڙو جلدي پيا ايندا. ماءُ جي دل کي خوش ڪٺي ڪر. مٺنو پيو ٻه رهي پؤ.“

ديوَ ڪمار سڪه جو ساهه کنيو ۽ سوچيو ڊئڊيءَ مون کي معاف ڪري ڇڏيو. دل ئي دل ۾ خوش ٿي هن اِن لاءِ پنهنجي پياري پتنيءَ، وديشي پتنيءَ کي ڏنيواد ڏنو جنهن پيار، قرب، ممتا ۽ سمپورڻ ۽ ڀرپور قربانيءَ سان سيني جي من کي جيتي پنهنجي سچي پيار جو ثبوت ڏنو ۽ اِهو ثابت ڪيو ته وديشي به ديشي ٿي سگهن ٿا.

ٻن مٺنن کان پوءِ اِنڊيا جو قرب پيار ۽ ممتا کڻي ديوَ پنهنجي وديشي پتنيءَ سان امريڪا روانو ٿي ويو ۽ پنيان ماتا پتا لاءِ ممتا ڀريون يادگيريون ڇڏي ويا.

''اڇا! تہ ھيءَ ساڙھي تي پاڻ
چاھي. پر ھيءَ سنڀالي سگھندي.''
ديو ڪمار چيو، ''ھاڻي تون ڄاڻ
تنھنجي ننھن ڄاڻي. مان ڇا ڇا سمجھان
اِنھن ڳالھين مان.'' ۽ ھو ڪپڙا بدلائڻ ھليو
ويو.

مايا چندوءَ کي رنڌڻي جو ڪم
سمجھائي مٿي ويئي. ڊمپل کي وٺي ڪٻٽ
کولي ڪيس ساڙھيون ڏيکارڻ لڳي. آخر
ڪيس ھڪ آسماني رنگہ جي ساڙھي پسند
آھي. مئچ بلائوز بہ ڳولھي ڪيس ڏنائين.
مايا شادي ڪري آئي تہ جلد ئي
ڪيس ڪڪو ڄائو. سندس شاديءَ واريون
ساڙھيون اصلي سلڪ جا سٽا بلائوز اِئين
ئي نوان رکيا ھئا. پٽ ڪان پوءِ ڌيءَ آئي،
وڏا ٿيا. ھن ڏٺو تہ ڊمپل کي ھوءَ ساڙھي
بلائوز ڏاڍا ٺھڪندا. ڊمپل تمام خوش ٿي
سَسُ جي ڪٻٽ ۾ پيل ساڙھين جي خزاني
کي ڏسڻ لڳي. مايا ڏاڍي چاھہ مان ڊمپل
کي ساڙھي پارائي ۽ پوءِ ساڙھيءَ جو مئچ
ڪيس ھڪ تلڪ بہ لڳايائين. ڊمپل آرسيءَ ۾
جو پنھنجو پاڻ کي ڏسي ڏاڍي خوش ٿي
رھي ھئي. مايا ڪيس ڪجھہ زيور بہ پارايا،
ھينئر ھوءَ بلڪل سندر ھندوستاني گُڏي
لڳي رھي ھئي.
جڏنھن ھوءَ ڏاڪڻ ڪان ھيٺ
اچي رھي ھئي تہ ساڏواڻي ڪيس ڏسندو ئي
رھجي ويو. واہ! مايا تہ ڪمال ڪري ڇڏيو.

ھن کي تہ بلڪل اِنڊين گُڙيا ناھي ڇڏيو
اٿس. من ئي من سوچڻ لڳو.
ايتري ۾ انجنا ۽ وجئہ بہ اچي پھتا.
دوست کي ڏوراپو ڏيندي چيائين، ''ڇا يار!
تو گھر کان ٻاھر نڪرڻ ئي ڇڏي ڏنو آھي؟
اِن ڪري تہ اسان کي ئي اچڻو پيو. ڀاڀي
بہ ھاڻي ڏسڻ ڪونہ ٿي اچي.
ٿوري دير کان پوءِ نڪ مان زور سان
سنگھندي چوڻ لڳو، ''ھا ڀاڀي! پڪوڙن جي
خوشبوءِ پيئي اچي. توھان منھنجي من
پسند شيءِ تيار ڪئي آھي.'' ھو زور سان
کلڻ لڳا.

ساڏواڻيءَ کلي چيو،'' پوءِ يار تون روز
روز ايندو ڪر تہ تنھنجي ڀاڀي اسان کي
گرم گرم پڪوڙا کائڻ لاءِ ملندا. ''
'' او واہ ! ديوُ ڪڏھن آيو؟ اَڙي
مايا ! تون تہ عجيب آھين فون تي ٻڌايئہ
بہ ڪونہ تہ ديوُ آيو آھي.'' وري اچانڪ
ڊمپل تي نظر پوندي ئي واڻڙا ٿي ويا. ڪين
اھا خبر ھئي تہ ديو وديشي ڇوڪريءَ سان
شادي ڪئي آھي. ھندوستاني پھراوَ ۾
ڪنھن ٻيءَ کي ڏسي ھنن کي عجب لڳو ۽
وجئہ پڇي ويٺو، ''ڇا ھيءَ ديو جي ڪا
فرينڊ آھي؟''
مايا چيو، ''اَڙي نہ! ھيءَ تہ منھنجي
ننھن آھي.'' ۽ ھن پيار وچان ھن جي پٺيءَ
تي ھٿ رکيو.
''ننھن؟'' ٻنھي کان اچانڪ ڇرڪ

آهي. مايا جا هوش ئي گم ٿي ويا. آخر هن وديشي ڇوڪريءَ نيرڻ تي ڇا ناهيو هوندو. هوءَ ته ڪيس صرف سجيل ڳڏيءَ وانگر سمجهڻ لڳي هئي. ڪيس خبر نه هئي ته هوءَ اهڙي سليڪي واري گهرو ڇوڪري به آهي. چيائين، ”چندوا ڏسان ته ڪنوار ڇا ناهيو آهي؟“

چندوءَ کيس ڏيکيل ڊونگا ڏيکاريا. ڊمپل ڇهرا پينهون ۽ تريل پٽاٽا ناهيا هئا.

چپ چاپ ڊمپل ڪاڏو پاڻ محل بلڪل خاموش هئي. ساڏواڻيءَ سوال پڇيو درشنيءَ سان ديو ڪمار ڏانهن نهاريو ته ديوَ چيو، ”ڏيڏي! اصل ۾ ته ڊمپل چندوءَ کان سيني جي پسند ۽ ناپسند پڇي ڇڏي آهي. اُن ڪري ڇهرا پينهون ناهيا اٿس جو توهان کي وڻندا آهن. منجهند جو به ٽمالو ساس جي بدران ڏاڍن جي سائي چٽڻي ٺهي ڏينهن صبوح جو نيرڻ تي منو پٽ وغيره سڀ ساڏواڻيءَ جي دل وڻان شيون هيون. مايا ڏٺو ڏيري ڏيري سندس پٽيءَ جي سخت ڇهري جا ڀاوَ ڪجهه نرم پوڻ لڳا هئا.

گهر ۾ ننهن پٽ اچڻ سان ڪيس ڏاڍو آنند پئي آيو. سالن کان هن سنسان گهر ۾ رونق آئي هئي. چپ چاپ خاموشيءَ سان ڊمپل هن گهر جي نيمن ۽ مريادائن جو پالن ... پئي. ديوَ به پيار وچان سڀ ڪجهه ... ... ... ڏو هو.

هڪ ڏينهن چانڪ فون جي گهنٽي وڳي. ساڏواڻيءَ جي دوست جو فون هو. پڇي رهيو هو ته اسين اوهان جي گهر اچون. ساڏواڻي ڪجهه سوچ ۾ پئجي ويو ايتري ۾ مايا هن کان رسيور وٺي چيو، ”ڀائو! اوهان کي اچڻ لاءِ ڪڏهن کان پڇڻ جي ضرورت پيئي، اچو نه. انجنا سان مليئي به ڪيترا مهنا ٿي ويا آهن.“

” اڙي ڀاڀي! توهان جي شڪايت دور ڪرڻ لاءِ ته انجنا کي وٺي ٿو اچان.“

مايا فون تان اُٿي چندوءَ کي جمون ناهڻ لاءِ چيو ۽ پاڻ بصر وغيره وڍڻ لڳي. هن کي خبر هئي ته انجنا ۽ وجيه کي سندس پڪوڙا وڻندا هئا. اچانڪ ڊمپل رنڌڻي ۾ آئي ۽ مايا کي چيائين، ”ممي مان ٿي بصر ڪٽيان.“ مايا کيس چيو ته ”توهان بزار شاپنگ تي ٿي ويا ڀلي وڃو.“ ليڪن ڊمپل ديوَ کي ٻاهر وڃڻ کان منع ڪئي ۽ رنڌڻي جي ڪم ۾ لڳي ويئي. ديوَ کي غصو ته آيو پر ڊمپل کيس محسوس ڪرايو ته مهمان گهر ۾ اچن ٿا ۽ اسين ٻاهر هلون مونکي نيڪ نٿو لڳي.

هن مايا کي چيو، ”ممي! مان ته توهان جهڙي لنبي اِسڪرٽ ٿي پائڻ چاهيان.“ هن ساڙهيءَ کي ڏيکاريندي چيو. ديوَ ٻڌو ته سندس کلڻ جي حد ئي نه هئي. چيائين، ”ممي! هيءَ توهان جي ساڙهيءَ کي لنبو اِسڪرٽ ٿي چوي.“

ڀل سان ڀريل ڪنوار جي مٿي تي رکيو
ڀرين ٿالهيءَ ۾ ڏيئو ٻاري ٻنهي جي
آرتي ڪري ڪنوار کي لوڻي مان چنڊا
ٽڻندي گهر ۾ پرويش ڪرڻ لاءِ چيو.

ڊمپل تمام معصوميت سان اچرج مان
سڀ ڏسندي ۽ ڪندي رهي. اندر اچي سسُ
سهري جا چرڻ ڇهيائين. ديوُ ڪمار به
ماءُ پيءُ کي پيري پئي مليو. مايا کيس
آشيرواد ڏيندي ممتا وچان ڇاتيءَ سان لاتو
ٺندس اکين ۾ خوشيءَ جا آنسون هئا.

چندوءَ وچ ۾ پڇيو، ”مالڪڻ سامان
مٿي کڻي وڃان؟“ سامان سڀ مٿي پهچائي
و فرج مان جوُس کڻي آيو. ديوُ ڪمار چيو،
”نه ممي! مونکي جوُس نه پر تنهنجي هٿ
جي ٺهيل چانهه کپي. ڪيترو وقت ٿيو
تنهنجي هٿ جي چانهه ڪونه پيتي اٿم.
ا ڊمپل به پيئندي.“

مايا رنڌڻي ۾ وڃي خود چانهه ناهڻ
ٿي ته اينري ۾ ديوُ ڪمار ڊمپل کي ٻانهن
ان وٺي رنڌڻي ۾ آيو. کيس چيائين، ”اُت
س ۽ تون سياڻي مميءَ وانگر چانهه
اهج.“

اُن کان پوءِ ڊمپل ڏاڍي ڌيان سان هر
ڪم کي جاچيندي ۽ ڏسندي هئي. هوءَ
رڪو ڪم اهڙيءَ طرح ئي ڪندي رهي.

”ممي! ڊمپل توسان ۽ ڊئڊيءَ سان
لڻ لاءِ ڏاڍي بي چئن هئي. هوءَ هتي جي
نسڪرتيءَ جي باري ۾ ڄاڻڻ ٿي چاهي.

هاڻي تون هن کي سڀ ڪجهه
سيکارجانءِ.“

ساڏواڻي زبان سان ڪنهن کي ڪجهه
نه چيو. بس ڏسندو ئي رهندو هو. پنهنجي
ڊئڊيءَ کي چپ چاپ ويلل ڏسي ديوُ ڪمار
کي ڪجهه برو ته لڳندو هو، پر آخر هڪ
ڏينهن کيس چيائين، ”ڊئڊي! توهان به
ڪجهه ڳالهايو ته سهين.“ ساڏواڻي اُن
طرح ئي اخبار ڏسندو رهيو.

اڄ جڏهن رات جو هو مٿي سمهڻ لاءِ
وڃي رهيا هئا ته ڏاڪڻ مان اچانڪ ڊمپل
موٽي آئي ۽ سهري جي سامهون بيهي چوڻ
لڳي، ”گُڊ نائيٽ ڊئڊي.“ پر ساڏواڻيءَ ڪو
به جواب ڪونه ڏنو.

ٻئي ڏينهن صبوح جو مايا ٿورو دير
سان اُٿي. هيٺ آئي ته واڱڙي تي ويئي.
ڪاڏي واري ٽيبل صاف سٿري ڪريني سان
سجايل هئي. ميز تي چانهه جي ڪٽلي ۽
ڪوپ پليٽون پيا هئا ۽ ساڏواڻي آرام سان
اخبار پڙهندي چسڪين سان چانهه جو مزو
وٺي رهيو هو. ديوُ ۽ ڊمپل پاڻ ۾ ئي ڳالهائي
رهيا هئا جڻ ته هنن پنهنجي ڊئڊيءَ جي
مؤن ورت کي سويڪاري ڇڏيو هو. مايا کي
ايندو ڏسي ٻنهي گُڊمارننگ ڪئي ۽ کيس
چانهه پيئڻ لاءِ چيائون.

چانهه پي مايا رنڌڻي ۾ ناشتو تيار
ڪرڻ لاءِ گهڙي ته کيس چندوءَ خوش ٿي
ٻڌايو ته نيرڻ ته ڀاڀي ڊمپل ناهي ڇڏي

ان لاءِ هوءَ پاڻ کي ئي قصور وار سمجهڻ
لڳي ڇاڪاڻ تہ پتيءَ جي مرضيءَ جي خلاف
هن هميشهہ ديوُ ڪمار جي هر ڳالهہ هر ضد
کي پورو ڪيو ان جو نتيجو اِهو نڪتو جو
هن جو سڪيلڊو پٽ مائٽن جي اِڇا جي
خلاف پنهنجي مرضيءَ سان شادي ڪري
وِينو هو. هن پنهنجي پتا جي اڏڪار جي
ڪابہ پرواهہ نہ ڪئي. سندس پتا موهنداس
ساڌواڻيءَ غصي ۾ هن کي لکيو هو تہ جڏهن
بہ ماءُ پيءُ سان ملڻ جي اِڇا ٿئيئي تہ
اڪيلو اچجانءِ پنهنجي وديشي پتنيءَ کي
آڻڻ جي ضرورت ڪونهي.

ديوُ پنهنجي نيم انوسار پتا کي خط
لکندو ئي رهيو ۽ مايا هن جي خطن جو
جواب ڏيندي رهي ۽ آخر ۾ پتا جو آشيرواد
بہ لکندي رهي. پيءُ پٽ جي وچ ۾ هيءَ
ديوار ڪيس سٺي نہ لڳي.

ننڍپڻ کان ديوُ ڪمار تمام صاف دل
هو. جيڪو بہ دل ۾ هوندو هوس صاف گوئيءَ
سان چئي ڏيندو هو. اِرادي جو تمام پڪو.
جو دل ۾ سوچيندو هو ڪري گذرندو هو.
پڙهائي هجي، نوڪري يا شادي.

جنهن ڏينهن اُتي شادي ڪيائين ماءُ
کي فون تي چيائين، ”مان دمپل کي ڇڏي
نٿو سگهان پر مان توهان ٻنهي کي بہ ڇڏي
نٿو سگهان. مان اوهان کان سواءِ بہ جي نٿو
سگهان.“

ڪافي وقت کان پوءِ هو پنهنجي
پتنيءَ کي سيني سان ملائڻ لاءِ وڌي اچي
رهيو هو.

مايا گهٻرائجي ويئي. ڪيس
گهٻرائٽ محسوس ٿي. فرج مان ٿڌو
پاڻي ڪڍي پيتائين. سندس دماغ ۾ ڪئين
خيال اچي وڃي رهيا هئا. هوءَ پتيءَ جي
ڪروڌ کان بخوبيءَ واقف هئي. سوچڻ لڳي
ڪٿي اِئين نہ ٿئي جو هو اچانڪ زال سان گ
ڏ اچي ۽ سندس ڏيڏي ڪيس گهر ۾ اچڻ ئي
نہ ڏئي ۽ هو واپس هوٽل ۾ وڃي هلي. ڪيس
اِهو بلڪل ئي نہ آئڙيو. هن پنهنجي پوري
طاقت سان اِهو طئہ ڪيو تہ هوءَ پتيءَ کي
هن باري ۾ مڃائي ئي رهندي.

دروازي جي گهنٽي وڳي ۽ هن ٻوڙ
پائي خود وڃي دروازو کوليو ۽ چهري تي
مسڪراهٽ آڻي پتيءَ جي سواگت ڪيو.
ساڌواڻيءَ مايا ڏانهن نهاري پڇيو، ”اڄ
ڏاڍي خوش پيئي نظر اچين؟“

وري چيائين، ”ڇا ڪوئي فون ٻون
آيو آهي ڇا؟“ اِئين چوندي ساڌواڻيءَ
صوفن جي ٽيلهي مايا کي هٿ ۾ ڏني.مايا
چيو،”فون تہ ڪونہ آيو آهي، چٺي آئي
آهي.“

” چٺو پڙهان ٿو ، هٿ منهن ڌوئي
ٽورو فريش ٿي اچان.“ هٿ منهن ڌوئي
هو آرام سان اچي سوفا تي وينو. مايا چپ
چاپ هن جي چهري کي ڏسندي رهي. خط
هن کي هٿ ۾ ڏيندي پاڻ بہ سوفا تي ويهي

ملائڻ بنا ئي واپس وڃي ٿي ويو.''

روزا رسيپشنسٽ ڏانهن نهاريو، جنهن کيس انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪري ٻڌايو.

''او.... جئڪ ! تو ائين لکيو؟'' هن انگريزيءَ ۾ جئڪ کي چيو- ''منهنجي صفائي پسند گيءَ جو اِهو تو مطلب ڪڍيو؟ مون تہ توسان پريچيہ ٿيڻ تي هڪ سنسڪارت پريوار جي ڀارتيہ هئڻ ۽ سنسار جي سڀ کان جهوني سڀيتا، سنڌو گهاٽي سڀيتا جو وارث هئڻ جي ناتي توسان شادي ڪئي، اِهو سوچي تہ ڪڏهن اِنڊيا ويندس تہ پنهنجي سسُ سهري سان ملنديس ۽ اُنهن وٽ رهي ڪري ڀارتيہ سنسڪرتي، آڌياتمڪتا ۽ فلاسافيءَ کي بيحد نزديڪيءَ کان ڏسنديس، ڄاڻنديس ۽ وليم جو لالڻ پالڻ بہ ڀارتيہ سنسڪرتي موجب ڪنديس. اڄ جڏهن اسان اولهہ جا ماڻهو خود مطلبي ۽ پونجي واد کان تنگ اچي پنهنجي من جي شانتي ۽ سکي جيون لاءِ ڀارتيہ آڌياتمڪتا ۽ فلاسافيءَ طرف وڌي رهيا آهيون، ڀارتيہ سنسڪرتيءَ ۽ شريشٺتا طرف مائل ٿي رهيا آهيون، اُتي وري تون ٻين لکين ڀارتيہ نوُجوانن جيئان پنهنجو سڀ ڪجهہ اولهي چمڪ دمڪ ۾ شواه ڪري رهيو آهين! اسانجو گهر جئپور ۾ آهي، تو اِهو بہ نہ ٻڌايو؟''

جئڪشن منهن لٽڪائي سڀ ڪجهہ ٻڌي رهيو هو.

''هاڻي ٻڌ جئڪ !'' روزا مظبوطيءَ سان چوڻ لڳي- ''مان پنهنجي وليم سان گڏ پنهنجي سسُ سهري وٽ رهنديس ۽ وليم جو لالڻ پالڻ ڀارتيہ سنسڪرتيءَ، سنسار جي سڀ کان جهوني سڀيتا ۽ سنسڪرتيءَ موجب ڪنديس. مان لنڊن واپس ڪونہ هلنديس اگر تون چاهين تہ وڃي سگهين ٿو.''

ڪجهہ پل ويچارن ۾ ٻڏ تر ڪندي پوءِ جئہ چيو- ''مان اڪيلو واپس وڃي ڇا ڪندس. مان بہ هتي پنهنجي ماتا پتا وٽ رهي سندن شيوا ڪندس ۽ پنهنجي ڀُل سُڌاريندس.

''اسان ٻئي ملي ڪري سندن شيوا ڪنداسين.'' روزا چيو.

پنڊتاڻڻ پنهنجي پوٽي ۽ نونهن کي ڀاڪر ۾ ڀريو ۽ پنڊت جئڪشن کي ڳلي لڳايو.

اُتي بيٺل مسافر سڀ خوشيءَ وچان کلڻ لڳا ۽ تاڙيون وڄائي سندن مرحبا ڪئي.

پريوار ۾ جنم ورتو هو؟ سنڌي سنسڪارن
سان سنسڪارت هيءَ اُهوئي جڳه آهي؟

”اِئين ڇاتا ڏسو؟ اسان جئڪ آهيون
جئڪ، برلين جي هڪ وڏي ڪمپيوٽر فرم
جو چيف اِنجنيئر جئڪ سن.... ڪروڙپتي
جئڪ سن!

”اسان تہ پنهنجي پٽ جئڪشن سان
ملڻ آيا هئاسين پٽ! معاف
ڪجاءِ توکي وڏي تڪليف
ڏنيسين.“ ماءُ ٽپ ٽپ
ڳوڙها وهائيندي پريل ڳلي
سان چيو- ”تون اسانجو
جئڪشن ڪونهين.“ ۽
پنهنجي پٽي کي چوڻ
لڳي، ”هلو تہ هلون“.

”او....ڪمان‌مما....يوُآر
ڪوڪنگہ.... اسان هي
توهان جا جئڪ آهيون....
جئڪشن.... ها.... او
مما.... ڊئڊ آئي ايم
گيٽنگہ ليٽ.... روزا اينڊ وليم آر ويٽنگہ
فار مي ائٽ دَ ڪائونٽر.... وُئي آر ليونگہ
اِن فيوُ منٽس.“

”آن! پار ڪائونٽر وٽ بيٺا آهن؟“
چوندي پنڊتائڻ ڳوڙها وهائيندي هال کان
ٻاهر ڊوڙ پاتي. پٺيان پٺيان ئي پنڊت بہ
ٻاهر آيو. جڳہ جي ماءُ ڪائونٽر وٽ اچي

پنهنجي نونهن ۽ پوٽي کي ممتا پريل نظرن
سان ڏسڻ لڳي.

روزا هن کي ائين پاڻ ڏانهن ڏسندو
ڏسي تعجب وچان رسيپشنشٽ ڏانهن
سوالي نگاهن سان ڏسڻ لڳي.

”يوُ آر اِن لاز“ رسيپشنشٽ چيو.

”او.... ماءِ اِن
لاز!“ ۽ روزا هڪدم
اڳتي وڌي پحريان
پنڊت جي ۽ پوءِ
پنڊتائڻ جي پيرن
پرسان اوڪروُن
ويهي ڪري سندن
پيرن تي هٿ رکيا.
پنڊتائڻ کيس
ٻنهي هٿن سان
اُٿاري ڀاڪُر ۾
پريندي چيو، ”اڙي!
اسانجي نونهن
پارتيہ سنسڪار ڇاڻي!“

هوٽل ۾ اينڊڙ ويندڙ مسافر اُتي
بيهي ڪري اوپر ۽ اولہ جو هي ميلاپ ڏسڻ
لڳا. پنڊت وليم کي ڪٺي ڇاتيءَ سان لڳايو.

”روزا ڌيءُ، جڳہ لکيو هو تہ تون بيحد
صفائي پسند آهين، وليم جي صفائيءَ جو
بہ پورو ڌيان رکندي آهين. اِن ڪري هوُ
توهان کي گهر ڪونہ وٺي آيو ۽ اسان سان

هنداسين، هڪ ڏينهن جئپور گهمنداسين
ٻئي ڏينهن رات جي فلائيٽ سان واپس
لنڊن روانا ٿينداسين. روزا بيحد صفائي
پسند آهي اينڊ پنهنجي سن وليم جي
هيلٿ جو پورو ڌيان رکندي آهي. ان ڪري
پڌانهن گهر ڪونہ اينداسين. پوءِ وري
ڪڏهن اڪيلو ايندس. ساري ڊئڊ، ساري
مما.

توهانجو - جئڪ

” جئڪ؟!“ پنڊتائڻ تعجب مان
ڇيو.

” آڙيِ پنڊتائڻ! تنهنجو
جئڪشن.... جئڪشن، اولهہ ۾ جئڪ
بڻجي ويو آهي. جئڪ سمجھئہ؟“ وري
ڪجهہ غصي ۾ چوڻ لڳو- ”نالائق! نہ پوڄيہ
بابا، نہ پوڄيہ امان، نہ پرڻام- توهانجو
جئڪ، هُنہ! هنکي اسانجو گهر گندو ٿو
لڳيس.... روزا صفائي پسند آ.... اسانوٽ
اڇڻ سان سندس روزا ۽ پٽ وليم گندا ٿي
پوندا. اسان گندگيءَ ۾ ٿا رهون، هان جئہ
جي ماءُ ...... اسان گندگيءَ ۾ ٿا رهون ؟“
هوُ شانت ٿي ويو.

پنڊتائڻ صوفي تي ويني سڏڪي
رهي هئي ۽ پريل گلي سان چوڻ لڳي -
”جئہ، تون اهڙو تہ ڪونہ هئين پٽ! تون
ماءُ پيءُ سان ملي بنا ئي هليو ويندين؟
نونهن ۽ پوٽي کي ڏسڻ لاءِ اسانجون اکيون
تڙقي رهيون آهن، اُنهن سان ملائيندين بہ
ڪونہ؟“

”اڙي!“ اچانڪ پنڊت کي جيئن
ڪجهہ ياد هجي، هن چيو، ”اڙي سورهن
آڪٽوبر تہ اڄ آ! هوُ رات ئي وڃڻ وارا آهن!
اڙي پنڊتائڻ هل هل جلدي ڪر ڀاڳوان،
شهر ۾ ٻار آيا آهن، اُنهن کي فرصت
ڪانهي تہ اسان ئي ٿا ساڻن ملي اچون.“

”ان.... ها.... ها اسان ئي ملي
اچون.“ پنڊتائڻ اَڌ روندي.... اَڌ
مسڪرائيندي چيو.

ڪلارڪ هوٽل جي رسيپشنٽ کي هنن
پنهنجو پريچيہ ڏنو ۽ پنهنجي اچڻ جو
ڪارڻ ٻڌايو. رسيپشنٽ جئہ جي روم ۾ فون
ڪيو- ”ايڪسڪيوز مي سر، مسٽر اينڊ مسز
پنڊت موهن داس وانٽ ٽو سي يوُ سر!....
هوُن.... يس....يس اوڪي سر.“ هن فون
رکيو ۽ چيو- ”توهان سامهون واري هال ۾
وهو.... هوُ اچن ٿا.“

هال ۾ ويٺي ويٺي کين اَڌُ ڪلاڪ
گذري ويو. زال مڙس هڪ ٻئي ڏانهن نهارڻ
لڳا.

”ڇا، ماءُ پيءُ سان ملڻ لاءِ بہ هن کي
وقت ڪونهي؟ جئہ جي ماءُ پريل گلي سان
چيو.“ سندس اکين ۾ پاڻي ڀرجي آيو.

اينتري ۾ ئي انگريزي ويس وڳي ۾
ملبوُس هڪ ڇهہ فٽو سنڌي نوجوان هال ۾
داخل ٿيو. گورو چٽو رنگ هئڻ ڪري هوُ
بلڪل انگريز ئي پئي لڳو. هُن ايندي ئي
اُبهرائيءَ سان چيو- ”هيلو مما ..... هيلو
ڊئڊ، هائو آر يوُ؟“

پنڊت ۽ پنڊتائڻ اُتي بيٺا ۽ تعجب
وچان پنهنجي پٽ طرف نهارڻ لڳا. سوچڻ
لڳا- ڇا هيءُ اُنهنجو ئي پٽ جئڪشن
آهي، جنهن سنڌ جي هڪ مشهور براهمڻ

نيڪ آ جڻ جي ماءُ!'' پنڊت هڪ ٿڌو ساهه
کڻي چيو. ''جتي رهن اُتي سکي رهن.
اسانجي زندگي ڪيئن نہ ڪيئن گذري ئي
ويندي.''

''پر هڪ دفعو اچي ڪري اسانکي
اسانجي نونهن-پوٽِي سان تہ ملائي وڃي.''
جڻ جي ماءُ چيو.

پنڊت موهنداس هڪ ٿڌو ساهه کڻي
چيو-''جڻ جي ماءُ، هوُ تہ اسان کان ايترو
پري ٿي ويو آهي جو اسان جو اڳني
سنسڪار ڪرڻ لاءِ بہ شايد ئي پهچي
سگهندو.''

''توهان ائين ڇوٿا سوچيو؟''

''ڇونہ سوچيان جڻ جي ماءُ! اسان جو
هڪ ئي تہ پٽ آهي، اڪيلي سنتان، اُنکي
بہ اولهہ وارن کسي ورتو! ڪيترو ڪجهہ
کسيو آهي اولهہ وارن اسان کان.'' پنڊت
اُداس لهجي ۾ چيو.

''پوسٽ مئن.....'' ٻاهران آواز آيو
۽ در جي ڇيلان ڏار مان هڪ خط اندر طرف
کسڪي آيو.

''ڇبولي لعل، منهنجي جڻ جي ئي
چٺي ڇجي.'' جڻ جي ماءُ ڇوءِ اُٿي ڪري
تکڙي تکڙي وڃي خط کڻي آئي. اُهو
نيري رنگ جو ائرو گرام هو. ''ڏسو ڏسو اِج
سڄ مُچ منهنجي جڻ جي چٺي آئي آهي.
ولو ولو جلدي پڙهو.'' هن خط پنڊت کي
ڏنو.

پنڊت خط کوليو ۽ من ئي من ۾ پڙهڻ

اُتس؟ ڪڏهن تو اچي....

اسانجي ڪنوار ۽ پوٽي ڪي وني؟'' جڻ
جي ماءُ جلدي جلدي پڇڻ لڳي. پر مڙس
جي چهري تي لهندڙ چڙهندڙ ڀاون کي
ڏسي هن چنتا مان پڇيو- ''ڇو، سڀ سکہ
تہ آهي نہ؟ نہ تو اچي ڇا؟ ڪنوار ۽ پوٽو
ڪيئن آهن؟''

''سڀ نيڪ آهي.''

پر توهان خط پڙهندي پڙهندي ايترو
اُداس ڇو ٿي ويا آهيو، ڇا سوچي رهيا
آهيو؟ ڇا لکيو اٿس؟''

''نہ ئي ٻڌين تہ نيڪ.'' پنڊت بيحد
دکي ٿيندي چيو.

''نہ نہ، اهڙو هُن ڇا لکيو آهي جو
توهانکي ايترو دکہ ٿي رهيو آهي ؟ ٻڌايو،
ٻڌايو نہ!''

''تہ ٻڌ- هئلو ڊئڊي، هئلو ممان. فرصت
ئي ڪانہ ٿي ملي جو خط لکان. ساري! اسان
توهانجي ڊاٽر اِن لا ۽ گرانڊ سن کي وٺي
اِنڊيا اچي رهيا آهيون.''

''اِنڊيا اچي رهبو آهي، اِنڊيا اچي
رهبو آهي منهنجو لال!'' پنڊتائڻ خوش
ٿيندي چيو- ''پر هيءَ کهڙي ڀاشا لکي
اٿس؟''

''پهرين پورو خط نہ ٻڌ.'' پنڊت
ڪجهہ طنزيہ نوع ۾ چيو.

پنڊتائڻ ڪجهہ تعجب وچان مڙس
ڏانهن ڏسڻ لڳي.

''لکيو اٿس.'' پنڊت چوڻ لڳو. ''روزا
اِنڊيا ڏسڻ ٿي چاهي. اسان ڪلڪتو،
بمبئي، دهلي آئنڊ آگرا ڏسي ١۵ اڪتوبر
جو جئپور اِينداسين ۽ 'ڪلارڪ هوٽل' ۾

# سپ کان جھوني سپيتا جو وارث

راڌاڪشن چانڊواڻي

سنسڪرت جي وڏي ودوان، جنم پتري ۽ چني ناھڻ ۽ ڏسڻ ۾ ماهِر پنڊت موھنداس جو نالو پرانت ۾ پري پري تاءِ مشھور ھو. پري پري جا ماڻھو وٽس سدا ايندا رھندا ھئا. ھو جھڙو ھو ڪلمڪ تھڙو ھو مڏر پاشي.

پر اڄ ھو بيحد غمگين ڪيتري وقت کان صوفي تي ڪجھ سوچ ۾ ٻڏل وينو ھو. پرسان ئي سندس زال بہ ڪافي اُداس اُداس ويني ھئي. ھوءَ بہ ڪنھن سوچ ۾ غلطان ھئي.

پنڊت ڪافي ڌيمي آواز ۾ ڪجھ چٽڪڻ لڳو. جيئن ھو پاڻکي ئي ڪجھ چوندو ھجي- ”پورا ڇھ سال ٿي ويا اٿس ھنان وَئي. شروع شروع ۾ تہ جلدي جلدي چني پتري لکندو رھندو ھو. پر ھاڻي تہ پورا ٽي سال ٿي ويا آھن جو چني بہ بند آھي.“

”توھان نيک ٿا چئو. اِن لاءِ مان ئي ميوار آھيان. منھنجي ئي گھٽي چوڻ تي توھان کيس ولائت وڃڻ جي اِجازت ڏني ھئي.“ سندس زال اُداس من سان چوڻ لڳي- ”چوي پيو... بس امان ٽي سال ٽيندا ئي ڪيترا آھن، اکہ ڇھنپندي گذري ويندا ۽ پوءِ جڏھن مان ڪمپيوٽر اِنجنيئر ٿي واپس ايندس تہ ڪنھن وڏيءَ ڪمپنيءَ ۾ نوڪري ملي ويندي. سني پگھار ملندي ۽ شان مان رھندو سو الڳ. ڪيتريون وينتيون- نيزاريون پئي ڪيائين- امان، بابا کي چئُہ، بابا کي مناءِ. مونکي بہ ديا اچي ويئي. مونکي ڪھڙي خبر تہ ھي ھنان کان وڃڻ کان پوءِ اولھہ جو ئي ٿي ويندو.“

”پر مون تہ توکي چيو پئي نہ، ھو ھنان ويندو تہ ھميشھہ لاءِ اُتان جو ئي ٿي ويندو. شادي بہ اُتان جي ڪنھن گوري گوري ڇوڪريءَ سان ڪندو. سائي ڳالھہ ٿي نہ! اُتي ئي شادي بہ ڪيائين تہ ڪيس پٽ بہ جائو، جيڪو ھاڻي اچي چئن سالن جو بہ ٿي ويو ھوندو. اُتي ئي ڪنھن وڏيءَ ڪمپنيءَ ۾ نوڪري بہ ملي ويئي اٿس.


نالو : راڌاڪشن چانڊواڻي.
جنم : روھڙي، ١٩٢٢.٥.٢.
پتو : ٦-ب-٥٢، جئہ نارايڻ وياس ڪالوني، بيڪانير-٢٢٢٠٠٢. فون : ١٥١٠-١٩٠٢٠٢.

پا ڇوڪرا ڇو ڪوله پڙهيا؟
” ننڍي لي پيءُ گذاري وين. پيءُ
جي گذرڻ کان پوءِ يا هلڻ مان نڪرلدا. نڪو
پڙهيا نڪو ڪو هنر پرايائون، هاڻي مان ڪي
ڪم ڪبان ۽ گهر هلايان. هو اڃي لهي
لُڪيءَ رولي ۽ ني وڃن.“
آمڙ جي حالت تي منهنجي اکين ۾
ڳوڙها اچي ويا هوءَ عجب ۾ پئجي وئي،”
پا تون ڇو لي روئين؟“
” آمڙ مولکي تنهنجي بي بسيءَ تي
روئڻ اچي ويو. پيو تہ توکي ڏسي منهنجي
امڙ مونکي ياد اچي وئي، هوءَ تہ ڪٽ تي
پئي آهي بلڪل شڪل شبيهہ تو جهڙي. تو
۾ مان پنهنجي امڙ جو عڪس پئي ڏسان.“
ٻڌ منهنجا ڳوڙها اُگهندي پيار سان
چيو،” نہ روءُ مان بہ تنهنجي ماءُ جهڙي
آهيان.“
امڙ ايمان جو اهڙو وڏو مثال جو
شاديءَ کانپوءِ ڪيترين شيون بچي پيون
بر ٻڌ هڪ تي بہ حدٌ نہ ٽٽو جيڪي مون
هن تي حدٌ سان ڏنو سو ٻڌ قبول ڪيو.
موڪلائڻ مهل مون چيو مانس،”پٽ
امڙ منهنجي اٿل ڪا شيوا ڪجي تہ
پڌايو.“
ٻڌ منهنجي منهن ڏانهن آسائتين
...... ” منهنجي حڪ

مان عجب ۾ پئجي ويس ، من ۾ ڇيم
ڇويتي پٽ سِڌي پير تي ڪونهين اهڙي
پار ڪي گود ڪٽي ڇا مان امڙ وانگر عمر ڀر
روئيندي رهنديس ڇا؟
هنجو سوال ئي منهنجي لاءِ وڏو
مسئلو هو.مان هنجي اکين کان پنهنجون
اکيون ڇورائي ڏرتيءَ تي ڪٽي ڪُپايون.
ڪنکي سندس سوال جو جواب ملي ويو
هو.
ٻڌ شال لپيٽي ۽ نراس قدمن سان ٻاهر
هلي وئي. هميشه لاءِ .......
اڄ سال گذري ويا آهن پر مان هن سان
وري نہ گڏجي سگهي آهيان. من ڪندو
آهي امڙجي عڪس سان هڪ دفعو تہ وري
گڏجان. ذهن تان هنجي ياد وسري ئي نٿي.
ذهن ۾ اڄ بہ سوال اندر ۾ ولوڙا مچائي رهيا
آهن......
’امڙ ڇا اڄا تائين ڪم ڪري جوان
پٽن جو پيٽ پاليندي هوندي؟‘
’ڇا اڃا هن ۾ ڪم ڪرڻ جي شڪتي
رهي هوندي؟‘
امڙ کان پوءِ هنجا پٽ ڇا ڪندا؟
اهي سوال سوچي دل اُنهن جا جواب
ٻولڻ جي ناڪام ڪوشش ڪندي آهي.
اندر ۾ سوالن جو طوفان ايڏي تباهي
مچائيندو آهي جو ننڍ منهنجي اکين کان
ڪوهہ پري ڀڄي ويندي آهي.

آهي پوءِ هو ڪهڙو به هجي ننڍو چاهي وڏو
بس لڳن سان ڪجي اِها سکيا ڪير هن ڪان
سِکي.

مونکي منهنجي اَمڙ جيڪا هِن
شاديءَ جي موقعي تي به نه اَچي سگهي
هُئي، تهي دل سان ياد اچڻ لڳي.

مون ڀيڙي اَمڙ کي سڏي ڪري چيو،
اَمان توهان هِن عمر ۾ هيڏو ڪم پيا ڪيو
ڇا توهان کي ٻار ڪونهن؟

هُن يڪدم چيو،'' نه اَمان ايئين نه
نه ڇڻُ جيئندڙ منهنجا به جوان پٽڙا آهن
۽ هڪ سڪيلڊي ڊيئڙي آهي. ڇوڪري ته
شادي ڪري ساهرن ۾ سکي آهي پر ڇوڪرا
سڏي پير تي ڪونهن.''

اِئين چوندي هن جي اکين ۾ پاڻي
تري آيو. ڳلو گهگهجي ويس ۽ اَڳيان هوءَ
ڪجھ ڳالهائي نه سگهي.

رات جو روٽي کارائي باسڻ صاف
ڪري اَمڙ ٻين ڪم ڪندڙ زالن سان
پنهنجي گهر هلي وئي.

سڄي رات مونکي ننڊ نه
آئي،سوچيان پئي ڏس قدرت جا ڪَرِشما
منهنجي اَمڙ جا ٻئي پٽ سِڌي پير تي آهن
ايشور جي ديا سان گهر ۾ ڪا ڪمي ڪون
اَٿن، گهر خوشحاليءَ سان ڀرپور آهي صرف
اَمڙ جي طبيعت ئي ناساز ٿي رهي.هوءَ ته
هاٺي بستري سان چنبڙي پئي آهي. هڏِيُنِ
جو ڀڃرو رهجي وئي آهي. گهٽي اُٿ ويهه
به نٿي ڪري سگهي . سرير ڪمزور، بيزار،
بيمار ۽ [illegible] لڳو پيو اٿس. ڪنهن ڳالهه ۾
من ئي [illegible] س. سچ آهي تندرستي هزار
نعمت آهي.

مون کي لڳو ته هِن اَمڙ وا...
منهنجي اَمڙ اُٿي اچي سگهي هان ته...
شاديءَ ۾ چار چنڊ لڳي وڃن هان. وڏ...
بزرگن کي ننڍڙن جي ول وڌندي ڏ...
ڪيڏي نه خوشي ٿي ٿئي، اِن جو بيان لف...
۾ ڪرڻ ناممڪن آهي.

ٻئي ڏينهن صبوح ساڻ ٻيڙڙي...
هنجون سنگي ساٿٽيون اچي پهتيون...
پنهنجي پنهنجي ڪم کي جُنبي ويون...

مان ته سڀ ڪم پلجي بس امڙ ج...
عڪس کي ئي هِن امڙ جي صورت ۾ پ...
ڏسان. جيترو پئي ڏسان اوترو منهنجي ا...
جي صورت هنجي عڪس ۾ هُئڻ وڌيڪ پئي...
نظر اچي.

اُهائي سنهڙي ڊگهي قد ڪاٺي...
هڏين جو ڀڃرو هيءَ به هئي پر هِن ۾ اچ...
ڪم ڪرڻ جو جزو ۽ سرير ۾ ڦُرتي هُئي.

ٻئي ڏينهن وري هن سان ڳالهائڻ ڪار...
پاڻ کي مان نه روڪي سگهيس. سڏ ڪري...
ڳالهائڻ لڳس من ماءُ جي سڪ پوري ڪري...
سگهان.

پوءِ امڙ توهانجي ڇوڪري ڪيئن؟

اَمان منهنجي ڇوڪري لکن ۾ هڪ،
جهڙي نِجو سونُ. هوءَ ته پڙهيل آهي ۽...
نوڪري به ڪندي آهي. چوي به ٿي...
ته''اَمان توهان مون وٽ هلي رهو.'' پر مان...
نياٽيءَ وٽ ڪيئن وڃان؟ جيستائين هڏين...
۾ طاقت آهي هلندس، اڳيان به رکڻ وارو...
لڄ رکندو.''

پوري رنگ جي فريم ۾ ٿلها شيشا جنجي
جهڪي نور کي روشني ڏئي رهيا هئا. اکين
۾ نااُميديءَ جو عڪس ۽ نراسائيءَ جو راڄ،
جنهن زندگيءَ جو بوجهه نه ڍوئي سگهڻ جي
شڪايت ڪري رهيا هئا.

پر هوءَ ڪمري ۾ قرب هئي. چانهه کان
پهرين هوءَ پاڇيون وڏي رهي هئي ۽ هيٺئر
هوءَ چانهه جا باسڻ ملي ٿڌي پاڻيءَ ۾ ڌوئي
رهي هئي. باسڻن جا ڍير، ڏسندي ئي مون
نه منهن ڪٽي ٻئي پاسي ورايو.

وري نظر نظارا ملنيا. پاڻلبو اڄ هيرو
نهي پئي ڳميو. ٻن ڏينهن کان پوءِ شادي
اٿس. خوشيءَ ۾ نه پيو ماپي. خود ڊاڪٽر
آهي ۽ زال به ڊاڪٽر ئي مليس، ته پوءِ ڇونه
خوش ٿئي؟

هوڏهان ڪبر لاڏو ويلو ڳائي.
ننيڙي مليس ڪنوار لاڏو ڇونه مرڪي
سٺي مليس ڪنوار لاڏو ڇونه مرڪي
ڇتان کان هٿي ۽ هٿان کان ڇتي ڦبرا
پائي سيني سان ڪيهه ڪيهه ڳالهائي رهيو
آهي. اڄ ته مرڪوهن سان ڳالهائڻ لاءِ آنو
آهي، وهه پيو ڳولهي پر ڳوت راجا جلد
جند جدائي پنهنجي متر منڊليءَ ۾ وڃي
لو ساٿ پئي.

ڪافي وقت اُنهن نظارن ۾ نکري
ويو ته وري اچي نظر پيڙيءَ امڙ تي پئي.
هوءَ اڄان باسڻن ۾ ئي ڙڏي پئي هئي. جهنو
هو ڊسمبر شو پر جنکي جڻ سيءُ ئي نه پئي
پيو. شال به آهي ڪناري رکي ڇڏي هئائين
ته متان مرمري تي وڃي.
۾ آنڌ مانڌ ته پوءِ ڪن پيڙيءَ سان

مَنهن جو ڪهڙو ناتو؟ هيڏو لڳاءُ ڇو پيو
ٿئي؟ هيڏا نظارا ڇڏي نظر اِتي اٽڪي ڇو
ٿي؟

ڪجهه سمجهه ۾ ئي نه پيو اچي.
سوچيان پئي هن جي صورت ڪنهنجي
صورت سان ميل ٿي کائي؟ پر ڪنهنجي؟
اِهو ياد ئي نه پيو اچي.

اکيون بوٽي مٿو ڪنجير ڪجهه ڌيان
ڪرڻ سان هڪ صورت سامهون آئي. ياد
چٽي ٿي آئي-- اَڙي اِها صورت نه
منهنجي امڙ، منهنجي جيجل، منهنجي
جنيءَ جو عڪس ٿي لڳي.

اکين ۾ ممتا پري، نيڻن پري
مايڙيءَ جي صورت تري آئي. مايڙي ڪيڏو
نه ملو لفظ آهي. دنيا جي سڀني نعمتن کان
وڏي نيامت اَمڙ اَبو، اَڻ ليو. هاڻي مونکي
منهنجي جنني، جنم داتري مايڙيءَ جي
ياد ايتري قدر اچي گهايل ڪيو جو مان پاڻ
روڪي نه سگهيس، منهنجي اکين مان لڙڪ
ٽم ٽم ڪري وهڻ لڳا. مان من جي پياس
لاهڻ لاءِ يڪ ٽڪ پيڙيءَ کي ڏسڻ لڳس پر
ڳوڙهن جي ڪري اکين تي ڌند هئڻ سبب
هن جي صورت به ڌندلي نظر اچڻ لڳي.

سوچيان پئي هيءَ امڙ هن عمر ۾، جن
بڊاپي ۾ جڏهن زندگيءَ جي شام ۾ هنکي
آرام ڪرڻ گهرجي، سڄي عمر وهي وهي
ساهي پٽڻ جي ويلا ۾ هوءَ هٿڙي ٿڌي پاڻيءَ
۾ ويٺي باسڻ ڌئي. مونکي ڏسندي ئي سيءُ
پيو پوي پر هوءَ پنهنجي ڪم ۾ اهڙي ته
محو هئي جو هن کي ته پنهنجي ڪا
کان سواءِ ڪا سمڪ ئي نه هئي. ڪم پو

جهي باندر وانگر نچائڻ جو پارٽ عدا
ڪيو.

اسين ٻه خوش ته وشواس رکي پاپيءَ
انکي ذميداري ته ڏني. هوءَ ٻه خوش ته
جو بار ٻه هلڪو ٿيو ۽ ڪم ٻه سهٽو ٿي
و.

حلوائي ته مٺائي ناهڻ ۾ مشغول
ي. ڪجھ زنانيون روٽي ناهڻ ۾ مشغول
ن. اڄ ڪالهه زالون شادين ۽ پارٽين ۾
ٿين ناهڻ ۾ اهڙيون ته اُستاد ٿي ويون
ن جو حلواين جي ته هنن چٽي ڪري
ي آهي. ڀلا حلواين کان سستيون ۽ ڪم
ه فرتي ته پوءِ اُهي ٿي چونه ڪم ڪن.
ان کي ٿيو انبن کائڻ سان مطلب، وڻن
ڻ سان ڪهڙو ڪم؟

ها ته هنن زنانين ۾ ٿي چار زالون ڪم
ڻ ۾ مشغول هيون. اُنهن مان هڪ زنانيءَ
ئي هر هر منهنجي نظر جو فوڪس پيو
ٿئي ۽ ڪتي ٻه ٻئي هنڌ نظر ڪُپي ٿي
ٻئي.

ايتري ۾ پائتي ڊوڙندي آئي، ”ٻئي
يءَ کي هوءَ ٻئي چوندي آهي) ممي
ي ٿي ته چانهه ۽ ناشتو تيار آهي يا نه؟
ل ٿي لڳارايو. سڀ چانهه جو اِنتظار
ي رهيا آهن.

مان هڪدم چوڪس ٿي ويس. هونئن
سڀ تيار هو، بس تهڪيل پاٽي لاهي
ه پتي وجهٽي هئي. ڦرتيءَ سان چانهه
و ٽيبل تي لڳارايو ته سڀ اچي ٽيبل
جهڳٽ ٿيا.

ڪرسين تي ڪجھ بزرگ مرد ۽ زنانيون
ويٺا هئا ۽ ننڍي ٿهيءَ وارا ته وهڻ شان جي
خلاف پيا سمجهن جو فئشن اڄ ڪالهه ٻفي
سسٽم جو آهي. وهڻ سان ڪپڙن جي ڪريز
ٻه خراب ٿيڻ جو ڊپ آهي.

مونکي اڄ اهو ڏسي عجب لڳو ته
چاچي اڄ وارن ۾ ڪجاب هٽائي ڪارا
ڪرائي آئي هئي. شايد شاديءَ لاءِ چشمو ٻه
نئون نهرايو هئائين. فريم چم چم
چمڪيس پئي. اڄ ته ڪير ڪونه چوندو ته
هوءَ ڪو پنجهٺ سالن جي آهي. هونئن ته
چاچي ستر سالن کان گهٽ نه لڳندي آهي.
ٻيون سڀ متياٽيون پاڻ کي جوان ڏيکارڻ
لاءِ نقلي ساڌنن جو استمال ڪري آيون هيون
جيئن ٻڍاپي کي نڪاري سگهن. پر هيءَ
ڇا؟ چاچيءَ جو پوٽو پليٽ ڪٽي ڪائيندو
اچي چاچيءَ جي هنج ۾ ويٺو، ٻيلي هن ته
ڏاڏي چئي چاچيءَ کي لڄائي وڌو. اڙي
هي وري ڇا ڪيئه؟ صنبوصو ۽ چٽڻي
ڪائيندي هٿ ڪٽي چاچيءَ جي ساڙهيءَ سا
اُگهيئه. چاچيءَ جو منهن ڏسڻ وٽان هو ۽
وينلن مٿن مائٽن ۾ ٺهڪڙو مچي ويو.
چاچي ٻه پنهنجو غصو ڍڪڻ لاءِ هن کل کل
۾ شامل ٿي وئي.

چانهه جو جهميلو لٿو ته روٽيءَ جي
تياريءَ لاءِ هدايت ڪرڻي پئي.

ها ته چانهه پيئندي وري وڃي
منهنجون اکيون ڦن ڪم ڪندڙ زنانيءَ تي
ڪُتيون. هينئر مون هن کي چٽائي ڏٺو. هوءَ
ڪافي عمرڪائي چڙهي هئي. هن جا وار
ڪچٽي ۽ منهن جي چمڙيءَ تي گُهنج هن
جي ٻڍاپي جو راز سلي رهيا هئا. ٽُلهي

. . . ن ، ي سيو ويو.

صبح اُٺي هن چانهه ٺاهي موهت کي ڏنائين. پاڻ به پيتي. پيکي وڃڻ کان اڳ موهت کي چيائين، ”جنهن ڏينهن منهنجي مٿان وشواس پئدا ٿيئي ته فون ڪجانءِ. مان هلي ايندس.“

ڪمري کان ٻاهر ايندي هن ڏٺو هو ته موهت جو چهرو ڏيڍ ڇڪيل هو. زال مڙس جو معمولي من مٽاءُ سمجهي ما ٿا پيءُ وقت جو انتظار ڪرڻ لڳا.

نردوش جي جنم تي موهت کي فون ڪيائون ته جواب ڪونه مليو. پتا لڳو موهت جي گهر ويو. ٿالو لڳل ڏسي آفيس مان ڄاڻ ڪيائين. موهت نوڪري ڇڏي ٻئي شهر هليو ويو هو. پلي ٻڌايو ته موهت ٻي شادي ڪري بمبئي هليو ويو آهي.

ڳالهه ايترو وڌي ويندي هن ڪونه سوچيو هو. ڏيري ڏيري هن من کي سمجهائي ڇڏيو. سرڪاري نوڪري ملي ويس. ٻار پڙهائيندي رمجي ولي. نردوش وڏو ٿيندو ويو. موهت پلجڻ لڳو.

ويهن سالن جو وقت ڪلجي ويو.

الائي ڪيئن اهو فوٽو ڪتاب اندر رهجي ويو هو. ياد آيس، گهر ڇڏيندي هن ٽيبل تان فريم سميت فوٽو پنهنجي اٽيچي ۾ رکيو هو.

جڏهن ٻڌائين ته موهت شادي ڪري بمبئي ويو آهي ته فريم مان فوٽو ڪڍي ڪهڙي اهميت؟

اڄ فوٽو ڇا لڪر هنجي هٿول ۾ آيا. ڇو؟

هنجي مڪر تي مشڪ آئي. جوا پلنگ تي اُٿي ويٺي. سڏ ڪيائين،”نرمتا....“

نرمتا ڊوڙندي آئي.

” ممائي ڪي وٺي؟“

”هڪ ڪمرو صاف ڪري ڇڏيو آهي.“

”چڱو چانهه ٺاهه ڪجهه وقت ڳالهيون ڪيون.“

چانهه ٺهي وئي. ٻئي پيتي. ڪوپ رکندي هن نرمتا کان پڇيو، ” تمهنجي ٿيوڻ کي هتان ويٺي ڪيترو وقت ٿيو آهي؟“

” الڪل پندرهن ورهيه.“

” ياد ته ايندي هوندءِ؟نرمتا “

” گهڻي ياد ايندي آهي، ديدي. توهان کي به ٻالو ياد ايندو هوندو؟“

”نه . بلڪل نه. شروع ۾ ڪجهه سال ياد ايندو هو هاڻي بلڪل نه.“

” ديدي! هيتنر ٻالو توهان وٽ جي اچي ته ڳڏ رهو؟“

” تو اهو سوال ڇو پڇيو؟“

” مرد ته مرد آهي. پريت جا پل ڪيئن وسرندا؟ مونکي ته سمجهه ۾ نٿو اچي.“

هنجي اندر ڪجهه ٿيو. هنجن ڀُرش کي وسارڻ جي ڪوشش ۾ هن ماضيءَ کي

جو ظلم بنا ڪارڻ سهندي اچي؟ مَنُشُ
چندرمان تي پير رکي منگل جي اُڏام جي
تياري ۾ آهي.''
''پرش سدائين پاڪي پويتر
سمجهيو آهي'' هن چيو هو. ''پُرش
استريءَ جي ضرورت آهي، پر استري به ته
پُرش جي ضرورت آهي. ته به ايترو
ڪنياءُ؟''
''استريءَ جو من پُرش جي من کان
بلوان آهي، ريکا. ڪوملتا ۽ ممتا به پُرش
کان سَرِسُ اٿس.''
''ناسمجهه ۽ جاهل استري، پُرش جا
ظلم برداشت ڪري اهو ته سمجهه ۾ اچي
ٿو، پڙهيل، سمجهدار، نراپراڌ هوندي به
مانسڪ ۽ شاريرڪ پيڙا ڇو سهون؟'' ريکا چيو
هو.
''ريکا! مان ايترو ڳُهتجي وئي
آهيان، جو ساهُ کڻڻ ۾ به ڪشت ٿو ٿئي.
اچڻ واري مهمان تي ڪهڙو اثر پوندو-
موهت سمجهي ئي نٿو.''
''موهني! اهو نه پلجانءِ ته ظالم
جيترو گنهگار آهي اوترو ظلم سهندڙ به
آهي.''
ريکا جي وڃڻ ڪانپوءِ هن اندر ۾
مانسڪ بل محسوس ڪيو.
رات جي پوڇن ڪائڻ وقت هن موهت
کي چيو هو، ''اهڙيءَ طرح ڪيستائين
نيائبو؟ من مان گمان ڪڍي گهر اندر شانتي
پئدا ڪر، موهت! منوهر منهنجي پاءُ سمان
آهي. چئه ته رکڙي پڌانس.''
''رکڙيءَ وارا پاءُ گهٽيئي ڏنا آهر
پاءُ پيڻ جي رشتي کي داغ لڳائڻ ڪانسوا
ڪجهه به ڪونهي.''
''شڪ جو علاج فقط وشواس آهي
وڌيڪ مان توکي ڪجهه به نه ٿي چوان
ايندڙ مهمان جو ڪجهه خيال ڪر.''
جيترو تون پويترتا جي صفائي ٿي
ڏين، اوترو ئي سمجهان ٿو ته توهانج
تعلق غلط آهي. ڪهڙي خبر مهمار
ڪنهنجو آهي.''
هنکي باهه وٺي وئي هئي. سهي ن
سگهي. غصي ۾ ڪرسيءَ تان اُٿي بيني
پرسان رکيل شيشي جو پاڻيءَ پريل جڳ هٿ
۾ کڻي زور سان فرش تي ڦٽو ڪيائين ۽
چيائين، ''نرلڄ! توکي اهو چوڻ جي همٿ
ڪيئن ٿي؟ هاڻي هتي رهڻ منهنجي "
مشڪل آهي.''
چئي جيئن ئي ڪمري طرف وڃڻ
لڳي ته ڏٺائين ته موهت جو چهرو خون
سان ڳاڙهو ٿي ويو آهي. هوءَ هوش وڃائي
ويني. هوءَ هنجي پرسان آئي ته موهت
جهٽڪي سان هنکي ڌڪو ڏنو. هوءَ ٿابڙندي
ڪري پئي. جڳ پڇي پيو هو. هڪ وڏو ٽڪر
اُڇل کائي موهت جي ڳل اندر چپي ويو هو.
رت ريلا ڪري وهڻ لڳو هو.
هوءَ اُٿي ڪپڙن مان ڊٽول پريل ڪپهه
جو ڦوڦو ناهي موهت جي ڳل تي لڳايو.
گهرو ڊاڪٽر کي فون ڪري گهرايو. ڊاڪٽر

گذاري.''

موهن فقط ٻڌو - گهر اچي ٻنهي چانهه پيتي. موهن بيڊ روم ۾ هليو ويو. ٿڪل هوندي به هوءَ گهر وڪم ڪي لڳي وئي.

موهن سچو ڏينهن چپ رهيو. ڊائينگ ٽيبل تي به موهن جو وهنوار وٺندڙ ڪونه هو.

'' اڄ ائين چپ چو آهين؟ ڪا خاص ڳالهه آهي؟'' هن پڇيو هو.

موهن جواب نه ڏئي سوال پڇيو '' منوهر ڪيترو وقت توسان گڏ هو؟''

اوهه! هوءَ سمجهي وئي هئي ته ڪمزوري ڪهڙي آهي. ڏاڍو ڏک ٿيس. موهن حالات کي نه سمجهي شڪ جو ٻج پوکي ڇڏيو آهي. اهڙي خراب ٻج کي زمين کان ٻاهر ڪيئن ڪڍي ڦٽي ڪرڻ لاءِ چيائين،''منوهر مون سان اڪيلو ڪونه هو. مريضن جي وارڊ ۾ ريڪا ءِ ماسي به هيون.''

شايد موهن کي اها ڳالهه دل سان ڪونه لڳي. چيائين، ''وراندي نائين تون پهچائڻ به وئي هوندينءَ؟''

حد ٿي وئي. هنکي تپس اچي وئي هئي. تيز آواز ۾ چيائين، ''نه''.

موهن طرف ڏسي، پوڃن اڏ ۾ ئي ڇڏي هوءَ اُٿي هلي وئي هئي. موهن به پوڃن ڪونه کاڌو هو.

گهر ۾ راڪاس گهمي ويو هو.
...مندڙ گهر ۾ اُداسي اچي وئي.
...ن اچي موهن چپو هو.

''ايتري چڙ چو لڳئه؟''

''پريم ءَ وشواس سان گهر گرهستي هلندي آهي، موهن. مان جاڻي ٻجهي ته ڪونه ترسي هيس. تو مونکي اڪيلو چو ڇڏيو. ڪجهه وقت ترسين ها. گڏ پئي ءَ وٽ هلون ها.''

موهن وٽ ڪو جواب ڪونه هو. چپ ٿي ويو. پر من جي پوٽ ٻنهي کي پيچي ڇڏيو. منهن لٿل هئن. وهنوار بدلجي وين. مناس هليو وين. هڪ ٻئي سان ڪڏيءَ سان ڳالهائبندا هئا.

هن موهن کي سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي. پر اُنجو اُلٽو اثر ٿيو. هو ويتر شڪ ڪرڻ لڳو. موهن جي نظر ۾ سمجهائڻ، غلطيءَ کي لڪائڻ هو.

هن جو شڪ پختو ٿي چڪو هو.

هڪ ڏينهن ريڪا کي سڀ ڪجهه ٻڌايائين. ريڪا کي ڏک ٿيو. چيائينس، ''موهن خود گهٽيئي دفعا هنسان اڪيلي ۾ مليو آهي. ڳالهيون پوليون به ٿيون آهن، اهو ته نيڪ آهي. هاڻي توتي شڪ ٿو ڪري. هو شڪي ته آهيئي ءَ مورکه به آهي.''

''مونکي نه گُهٽڻ ٿي ٿئي. خبر به اٿس ته مان ماءُ ٿيڻ واري آهيان. نه به دل کي دکه ٿو ڏئي.''

ريڪا کي غصو اچي ويو. چيائين، ''ايامن ڪان استري ابلا ٿي اتياچار ءِ اناچار ٿي سهي. چا ويهين صديءَ ۾ به هوءَ پُرش

مريضن کان سواءِ ڪو مکيہ ڦاٽڪ طرف وڃڻ لڳو. سُپتال ۾ ڀاڄ ڀاڄ مچي ويو.

هن ڪجهہ نہ سمجهيو ۽ ڏڪي ويو.
منوهر تيز قدمن سان وارڊ اندر آيو. ٻڌايائين تہ شهر ۾ فساد ٿيو آهي. ڪي مئا بہ آهن. سوَ کان وڌيڪ زخمي آهن سيئي سُپتال ۾ آندا ويا آهن. اِمرجنسيءَ وارڊ ۾ علاج ٿو ڪيو وڃين. سڄي شهر ۾ ڪرفيو لڳي ويو آهي.

هوءَ منجهي پئي هئي. موهت جي چنتا ٿيڻ لڳس. موهت جي باري ۾ منوهر کي بہ ٻڌايائين. منوهر ٻڌايس تہ موهت هنکي رستي ۾ مليو هو، پڦيءَ وٽ وڃڻ لاءِ پئي چيو.

”موهت کي هتي اچڻو آهي.“ هن ٻڌايو هو.

”مشڪل ٿو لڳي. توکي پڦيءَ جي گهر جو فون نمبر آهي؟“

هن منوهر کي فون نمبر ڏنو. منوهر هڪدم ٻاهر ڀڄو پر جلد ئي موٽي آيو ٻڌايائين تہ شهر ۾ ٽيليفون تارون ڪٽيون ويون آهن.

شهر ۾ ڪرفيو هو. ٽيمپو، بسون، ٽئڪسيون سڀ بند ڪيا ويا هئا. سُڪوٽر ۽ سائيڪلين تي بہ اچڻ وڃڻ روڪيو ويو هو. شهر ۾ پوليس ۽ ملٽريءَ جي گشت لڳي پيو.

هن لاءِ بس هڪ ئي رستو هو تہ موهت جو اِنتظار ڪري. منوهر ۽ ريکا هن سان گڏ هئا. هو دلداري پيا ڏيئنس. موهت جي چنتا ڪري من ۾ چئن ڪونہ هئس. جيئن تيئن رات نڪري وئي.

ٻئي ڏينهن، ڏهين کان ٻارهين تائين ڪرفيوءَ کي ڍلو ڪيو ويو هو. پندرهن منٽن ۾ ئي موهت اچي ويو. موهت کي صحيح سلامت ڏسي هنکي ڏاڍي خوشي ٿي هئي. پر موهت جو چهرو ڏسي گهٻرائجي بہ وئي هئي.

منوهر، ريکا ۽ سندن ماتا کان موڪلائي هو ٻئي سُڪوٽر تي گهر لاءِ روانا ٿيا. رستي ۾ هن موهت کان پڇيو، ”رات ڪٿي هئين؟“

”پڦيءَ وٽ. منوهر توکي ڪونہ ٻڌايو هو؟“

”ٻڌايو هئائين. مون سوچيو هو تہ متان تون سُپتال لاءِ نڪتو هجين. ڏاڍي چنتا هئي.“

”ڪرفيوءَ ۾ ڪيئن اچي سگهندس.“

ڳالهائڻ جي نوع هنجي دل کي ايذاءُ پهچايو هو. پر تہ بہ نظر انداز ڪندي چيائين، ”فڪر ڪري ننڊ ئي ڪونہ ڪئي آهي.“

”ريکا ۽ منوهر تہ گڏ هئينءَ. ڳالهيون ڪندي رات گذري هوندي-فڪر ڇاجو؟“

منوهر چوندي موهت جي آواز ۾ تبديلي آئي هئي.” ها. دلاسا تہ ڏيند رهيا. پر من ۾ مايوسي ئي رهي.منوهر ۽ وڃي ٻاهر سُپتال جي ورانڊي ۾ ليٽيو. ريکا ۽ مون ماسيءَ جي پلنگ ڀرسان ويهي رات

رت چوسڻ لڳو هوس. ائين لڳڻ لڳس تہ هوءَ
چيخون ڪرڻ لڳندي.

پاڪي سنڀالي ورتائين. ڪرسيءَ تان
اُٿي ڪمري کان ٻاهر ٽان تي اچي ويٺي.
ساهہ نيزيءَ سان کڄڻ لڳس.

نرملا بہ اچي وئي. داديءَ جي چهري
کي ڏسي سمجهي وئي تہ طبيعت ٺيڪ ڪونہ
اٿس. نرملا کي ڏسي هن پاڻي گهريو. پاڻي
پي ٿورو سامت ۾ آئي. ”ڊاڪٽر کي فون
ڪيان، دادي؟“ نرملا پڇيو.

”نہ، چڪر اچي ويو هو. ٿورو آرام
ڪندس.“ چئي ۽ نرملا کي صفائيءَ ڪرڻ
لاءِ ٻڌائي، هوءَ ٻئي ڪمري ۾ هلي وئي.

پلنگ تي ليٽي سوچيائين تہ ننڊ جي
گولي کائي سمهي پوي. اهو علاج تہ عارضي
هو. ماضيءَ کي ياد ڪري تہ من هلڪو ٿي
پوندس.

هوءَ گذريل کي ياد ڪرڻ لڳي.

جنهنکي ڇڏي ويهہ سال ٿيا آهن،
سو ڪيترو وقت ساٿ ڏيندو. ڪيترو وقت
ياد رهندو. ڏکن ڀريل وقت ياد ڪندي
ڪوڙائپ ضرور محسوس ٿيندي. پر حال
جي سنتوش ڀريل زندگيءَ اڳيان اهڙي
ڪوڙائپ گهٽ ڪونہ ڇيندي. من جي
ڪنهن ڪنڊ ۾ ڪا ڇپيل اِڇا هوندي بہ نہ
اها بہ صاف ٿي ويندي.

شاديءَ جي ڏينهن ٺي اُهو فوٽو
ڪڍايو هيائون. تنهن وقت سونهري فريم
۾ بيد رو [illegible] سونهن [illegible] يءَ کان پوءِ

جا ٻہ سال موج مستيءَ ۾ گذري ويا. اهي پل
ڪڏهن ختم ٿي ويا پتو ئي ڪونہ پيو.
ڏولاون ڀريل زندگي بوجهہ تي ڪمر کي چٻو
ڪري ڇڏيو. تن تہ پڇي ٿو پوي پر من بہ
مري ٿو وڃي.

تڏهن سکن کي ياد ڪري ڳوڙها ٿا
ڳرن.

اهڙن ڳوڙهن لاءِ ڪنهنجو قصور؟
هنجو؟ موهت جو؟ يا حالات جو؟

شايد حالات جو. اهڙي حالات کي
سمجهي سگهيو هو. اُنکي سڌارڻ ناممڪن
هو ۽ نہ ضرورت ئي هئي. پر فقط وشواس
کي پل ڏيٺو هو.

خوشنما سمو ٻٽجي وڃي ها.

خود موهت ئي ٻڌايو هو تہ ريکا جي
ماءُ سِپتال ۾ ڀرتي آهي. ملي اچڻ لاءِ بہ
چيائين.

ريکا، سندس پاڻ منوهر، موهت ۽ هوءَ
هڪ ئي ڪاليج جا ساٿي هئا. پاڻ ۾ گهري
دوستي هئي. دوستي جذبات ۾ تبديل ٿي
وئي. هوءَ موهت طرف وڌيڪ جهڪي وئي.

پڙهائي پوري ڪرڻ کان پوءِ بہ چئني
جي دوستي بدستور هلندي رهي.

موهت هنکي سپتال جي ڦاٽڪ وٽ
ڇڏي پاڻ هڪ ڪلاڪ کان پوءِ واپس اچڻ
لاءِ چئي هليو ويو هو.

انڪل اڌ ڪلاڪ کان پوءِ سپتال اندر
هائيدوس مچي ويو. ڊاڪٽر ۽ ڪمپائونڊر
بدحواس ٿي اِمرجنسي وارڊ طرف ڊوڙڻ لڳا.

# فيصلو

## نندلال پرسراماڻي

هوءَ اڪيلي ئي ريڪ صاف ڪرڻ لڳي. هڪ هڪ ڪتاب ڇنڊي ڦوڪي پرسان ٽيبل تي رکي، ڪپڙي سان ريڪ کي صاف ڪيائين. اخبار کي ٻيڙو ڪري ريڪ جي ڪنڊن تي ڄمايائين. هڪ هڪ ڪتاب سني طرح رکڻ لڳي. اوچتو هڪ ڪتاب فرش تي ڪري پيو. جهڪي کڻيائين ته ڪتاب اندران هڪ فوٽو ٻاهر ڏسڻ ۾ آيس. ڇڪي ٻاهر ڪڍيائين.

تصوير ڏسنديئي منهن لهي ويس. من ۾ هلڪي ڪوڙائپ محسوس ٿيس. ڪم وسري ويس. ڪرسيءَ تي ويهي رهي. اُداس من سان تصوير جو اڌ هصو ڦاڙي ٽڪر ٽڪر ڪري فرش تي ڦٽي ڪيائين. اُن مهل ائين لڳس ڄڻ شرير مان سڄي سگهه ختم ٿي وئي آهي. ڪرسي اندر ئي ڍرڪي وئي.

اکيون بند ڪري ڪجهه ڀلائڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳي. ڀلائڻ جو پيو نالو ياد ڪرڻ ته آهي. ڀلائڻ جي ڪوشش سان تصوي وارو پرش ياد اچڻ لڳس.

کليل در مان سوسات ڪندو هوا ج جهونڪو اندر آيو. ڦاٽل فوٽو جي ذرن مان هڪ اڌ اُڏامي هن جي جهول ۾ اچي ڪريو هن اکيون کوليون. فوٽوءَ ۾ پرش جو چهرو مشڪي رهيو هو.

هنکي مشڪندڙ منهن ڪونه وڻيو. ذرري کي آڱرين جي وچ ۾ پڪڙي ڦاڙڻ لڳي. پر رڪجي وئي. جنهن شخص کي ڀلائڻ پئي چاهيائين، اُهو ته هن جي اڳيان آهي. چهري ۾ جان اچي وئي هئي. هو مشڪي رهيو هو.

هوءَ ڪنبي وئي. سڄي شرير جي شڪتي ڪٺي ڪري ذري کي ٻه ڦاڙي ڦٽو ڪري ڇڏيائين.

ياد کي ٽڪر ٽڪر ڪري نه سگهي. چهرو ته کلي رهيو هو. ديهه سان چنبڙي

| | | |
|---|---|---|
| نالو | : | نندلال پرسراماڻي . |
| جنم | : | ١٩٣٣.٦.١٠. |
| ڇپايل ڪتاب | : | سنڌيءَ ۾ ٦، هنديءَ ۾ ٢. |
| انعام | : | ٻه ڪهاڻيون راجستان ۽ هڪ ڪهاڻي راشٽريه سطح تي. |
| پيشو | : | رٽاير هيڊ ماسٽر. |
| پتو | : | گوپال ۽ ڪمليش ڇترشالا، سلوُمبر-٣١٣٠٢٧، (اُديپور) . |

آهي.

پر جانڪي هينءَ همت هارائي، هٿ ٻڌي وهڻ، اونداهي بن ۾ زندگي گهارڻ، اجايو حياتي ۾ اُنجو اِنتظار ڪرڻ قطعي نيڪ نہ آهي. ياد رکہ ظلم ڪرڻ وارو بلاشڪ گنهگار آهي، پر اُن کان وڌيڪ گنهگار آهي اُن کي سهڻ وارو! چري متان آپگهات جهڙو بزدليءَ ڀريو قدم کڻي. قسم اٿئي منهنجو جي ائين ڪيو اٿئي!

ياد رکہ، هاڻي پنهنجي مڙس جي واپس اچڻ وارو ويچار ئي دل تان لاهي ڇڏ. جو اِنتظار ڪبون اهڙن پاپين ۽ قاتلن جو زندگيءَ ۾. مڙس هوندو تہ ڇا ڪندو. جي هن سپت پديءَ جا وچن نہ نڀايا، وواهہ جهڙي پوتر بنڌن جي مريادا نہ سمجهي تہ تون بہ ڇا لاءِ ان مريادا جا ليڪا پٽين!

ميان تي قانون لاچار آهي، پر ايشور تي ۽ پنهنجو پاڻ تي وشواس رکہ. موهن دنيا جي عدالت کان بچي بہ وڃي پر ايشور جي عدالت ۾ هنکي پنهنجي گناهن جو حساب ڏيڻو ئي پوندو ۽ سزا ڀوڳڻي ئي پوندي.

ياد رکہ تنهنجي هبڏي وڏي زندگي پئي آهي، اُها ڪائنر بڻجي، ماءُ پيءُ کي بوجهہ بڻجي، ذلت جا ڍڪ ڀري نہ جيئڻي آهي. نهار پنهنجو پاڻ ۾. تون ڇا ۾ هيڻي آهين؟ تووٽ ڏات آهي. سالم دماغ آهي. پڙ[illegible] هين، جي تون ئي اِئين [illegible] کي [illegible] جي [illegible]ن

اِسترين اڳيان ڪهڙو مثال قائم ڪندينءَ. ان لاءِ همٿ نہ هار. مان توسان سدائين گڏ آهيان. پنهنجي روشن آئينده لاءِ پنهنجي ڏات کي نکري نروار ٿيڻ ڏي. پنهنجي قد کي ڪنهن بہ صورت ۾ ننڍو نہ ٿيڻ ڏي. ڪرم ڪيتر ڏاڍو وشال آهي. هونءَ بہ تون بي اى، بي ايڊ آهين. اِها ڊگري ڪڏهن ڪم ايندي؟ ڪنهن سرڪاري يا پرائيويٽ تعليمي سنستا کي جوائن ڪر. اونداهي راهن تي هلندڙ نرڪشر بارڙن جون ئي راهون روشن ڪر. توکي ڏاڍو سڪون ۽ سکہ نصيب ٿيندءِ! ۽ ائين ڪرى تون پنهنجو پاڻکي بہ سارٿڪ ڪري سگهندينءَ. ان راهہ تي هلندي ممڪن آهي هڪ ڏينهن توکي ڪو سپنن جو راجڪمار ئي ملي وڃي. تون بنا حجاب هن سان هڪ وار وري نئين سر پنهنجي زندگيءَ جي شروعات ڪرى سگهين ٿي.

اُميد ئي نہ پر پڪ آهي، منهنجي فيصلي تي تون سنجيدگيءَ سان غوُر ڪندينءَ.

تنهنجي ساڳي نماڻي سکي
شيل

خط پڙهي جانڪيءَ جي دل دماغ ۾ هڪدم زبردست ڦيرو اچي ويو ۽ اُن هٻٽائي ۽ ڪائرتا ڀريل ويچارن کي تزي ڪدي کڻي ٻاهر اُڇلايو. هن جي اندرين بوجهہ نکري نروار ٿي ويئي ۽ پنهنجي سکي شيل جي فيصلي تي مُهر لڳائي ڇڏي.

جو مقابلو مان ڪيئن ڪري سگهندس.
اِنڪان نہ مان ڪنواري پلي هئس پر هاڻي
ڇا ٿيندو؟

شيل مان هينئر هڪ اهڙيءَ جاءِ تي
اچي بيٺي آهيان
جتان مون کي ڪا واٽ
نظر نٿي اچي.
چوطرف جڻ اونده ئي
اونده آهي. منهنجي
ڀاڳ ۾ رڳي انتهيڻ
اِنتظار ئي انتظار
لکيل آهي.

مون اِهو بہ
ناري‌سنستائن ذريعي
پتو لڳايو آهي تہ اِن
ڏس ۾ اَسان جي ملڪ
جو قانون بہ لاچار
آهي. پوليس جو چوڻ
آهي تہ جيسيتائين
چوڪرو هندستان ۾
نتو اچي تيستائين اُنجي خلاف ڪا بہ
ڪاروائي نٿي ڪري سگهجي.

هاڻي تہ ڪنهن ڪنهن مهل دل
چوندي آهي روز روز جي هن ذلت پري
زندگيءَ کان جيئڻ بدران آپگهات ڪري
سيني ڪان مڪت ٿي وڃان.

مونکي تون ئي ٻڌاءِ ڀيڻ ان ڪان
سواءِ ٻيو ڪهڙو رستو آهي؟

تنهنجي نماڻيءَ دکي ڀيڻ
جانڪي

خط پڙهي شيل جو من ڀرجي آيو. رات
جو جڏهن گهر جا سڀ ڀاتي ڪائي پي سمهي
پيا. سندس گهوٽ بہ ننڊ جي آگوش ۾
کوهجي ويو تڏهن هوءَ پنو پين کڻي ويٺي
آچي جانڪيءَ کي خط لکڻ.هن لکيو......

منهنجي ٻالپڻ
جي سکي ، نماڻي
جانڪي،

تنهنجي درياڳ
ڀري ڪهاڻي پڙهي
ڏاڍو دکہ ٿيو. ننڍي
هوندي ٻنهي گڏجي
ڪهڙا ڪهڙا سپنا ڏٺا
هئاسين. سهڻو گهر،
،سهڻو راجڪمار هوندو
ڪڏهن پنهنجو بہ.
مونتي تہ سائينءَ جي
مهر ٿي جو اڄ ورگهر
سوڌي سکي آهيان، پر
تون هينئن وڃ سير ۾
هيڏي پيڙا ۽ عذاب
ڀوڳيندينءَ. انجو سپني ۾ بہ گمان نہ هو.
ويساهہ ئي نتو اچي تہ موهن جهڙا ايڏا
ڪريل ۽ دغاباز ماڻهو بہ ٿي سگهن ٿا جيڪي
وواهہ جهڙي پوتر بندن سان هئڙو کلوار
ڪري سگهن ٿا! پنهنجي سوارٿ خاطر
پتنيءَ کي رڳي هڪ جنس سمجهي ليمي
وانگر نپوڙي ٻاهر اُڇلائي سگهن ٿا. لالعت
آهي موهن جهڙي نوجوانن تي! ڪلنڪ
آهن سماج جي نالي تي. موهن اتياچاري
ئي نہ آهي، هڪ قاتل بہ آهي، جنهن هڪ
معسوم زندگيءَ جو بيحد نرمٌ قتل ڪيو

پاڻيءَ گلاس ۾ پيٽ لاريندي هئس!

سڳهو ئي سانوڻ لڳو. منهنجو پيءُ مونکي وٺڻ آيو. منهنجي ڏيري حالت ڏسي دهلجي ويو. رات اڪيلائيءَ ۾ جڏهن هن مون کان پڇيو- ''جانوءَ پٽ تون خوش ته آهين نه!

۽ جڏهن جواب ۾ منهنجي اکڙين مان ججهر جهر ڳوڙها وهندي ڏٺا تڏهن هو سڀ ڪجهه سمجهي ويو. ٻئي ڏينهن مان پيءُ سان پيڪي هلي آيس. پيڪي گهر پهچي مون جڏهن ئي پنهنجي بئگ کولي ته اُن ۾ وڏل قيمتي زيور ۽ وواهه ۾ مليل ٻه هزار کن خرچيون ٻئي ندارد ڏسي حيران رهجي ويس! اُن وقت منهنجي پيءُ همت ڏياري ته سڀ ٺيڪ ٿي ويندو. پر مان خنسي حيران هئس ته پيٽي مون پنهنجي سسُ جي سامهون ناهي. اهي گهه ۽ پئسا به اُنهن جي سامهون وڌا. وات تي مون بئگ کولي به ڪونه پوءِ اهي سڀ ويا ڪيڏانهن؟ مان ته ٻني ڊپ ۾ وڪوڙجي ويس. بنا ڳجهن واپس ساهري ويندس ته ڪهڙو جواب ڏيندس. جي سسُ سهري تي تي شڪ ڪريان ته به منهنجي ڳالهه ۽ ڳڻ هئي.

هڪ ڏينهن پنهنجي ڪمرا ٿئي منهنجو پيءُ منهنجي ساهري ڳوٺ ۾ ويو. ششڻاڇار نيائڻ خاطر هو سيڻ وٽ ڳڻجڻ ويو پر اُتي گهر ٻاهر تالو لڳل ڏسي دنگ رهجي ويو. پوءِ پاڙي وارن مان خبر پيس ته نکي اُتي ٻئي موهن جا سڀا ماءُ پيءُ هئا، ... ته ڪيڏانهن ويا ... ڳجه

۽ پئسا اُنهن پنهنجي غائب ڪيا هئا.

شيل، مون کي ڳجهن وڃڻ جو ايڏو ڏک نه هو جيڏو اِن ڳالهه جو ته آسان سان وڏو ڌوڪو ڪيو ويو آهي.

هيڏانهن جڏهن آسان موهن بابت پتو ڪرايو ته خبر پئي ته هو اُتي منيلا ۾ اُتان جي هڪ ڇوڪريءَ سان اڳي ئي پرڻيل آهي ۽ اُنکي اُن مان ٻه ٻار به آهن. ٻڌي منهنجو ته ڄڻ سمورو سنسار ئي لٽجي ويو.

سڳهوئي ڪنهن واقف ذريعي جڏهن اِها خبر پيم ته هاڻي هو اُتي منيلا ۾ به ڪونهي ۽ اُتان واري زال ۽ ٻارن کي ڀڳوان ڀروسي ڇڏي الائي ڪهڙي ملڪ ۾ وڃي لڪيو ويٺو آهي. اِهو ڄاڻڻ کان پوءِ منهنجي آخري اُميد به ڄڻ خاڪ ۾ ملي وئي. منهنجي ماءُ پيءُ ته روئي روئي ڪٽي رات ڪيا ۽ ڀاڳه کي پٽڻ لڳا. هو بيحد پڇتائڻ لڳا ته بنا پوري ڇاڃ جي مونکي هڪ اجنبيءَ جي حوالي ڪري ڇڏيائون.

منهنجو حال اهڙو هو ڄڻ ته نه مان گهر جي هئس نه گهاٽ جي. سوچڻ لڳس ڇا شاديءَ کانسواءِ ڇوڪريءَ جي زندگيءَ جي ڪا اهميت ناهي؟ في الحال ته مان اپراڌ بوڌ سبب سماج کان ۽ پنهنجو پاڻ کان ڀڄڻ لڳس. منهنجي حالت اڄ به ڳبت قياس جوڳي ناهي. نه مان وڌوا آهيان نه طلاق شُده، نه شادي شُده، نه ڪنواري، نه منهنجي ڪا ساهري گهر ۾ جاءِ آهي نه مائٽن جي گهر ۾ زندگي ڀر رهڻ جي اِستثي. ڀلي امڙ- ابو ٻئي مونکي پاڻ وٽ رهائين به ڪٽي پر پاڙي وارن جي نگاهن

اناولو آهي. ڪنهن ڪنهن وقت لڳندو هو
مان هن جي لاءِ هڪ اِستري يا جيون سنگڻي
نه پر رڳي هڪ ”جنس“ مثل آهيان
جنهنکي رڳو هر طرح سان ڀوڳڻ ئي اُنجو
مقصد هو. جنهن وقت مان اِن بابت هن سان
ڪا شڪايت ڪندي هئس ته جهٽ چئي
ڏيندو هو- ”ڄانؤ! مون وٽ في الحال توسان
گڏ ڳالهائڻ لاءِ ڪي پندرهان-ويهه ڏينهن ئي
ته آهن، پوءِ ته مان هونءَ ئي منيلا هليو
ويندس. اُتان توکي گهرائڻ لاءِ ويزا وغيره
جو بندوبست ڪرڻ ۾ الائي ڪيترو وقت
لڳي. اُن لاءِ مونکي هن وقت نه روڪ ۽
سمپورڻ ريت ڀوڳڻ ڏي!

مان اُنجي هن ترڪ اڳيان چپ ٿي
ويندي هئس ۽ سمپورڻ ريت هن اڳيان
سمرپت ٿي ويندي هئس.

موُج مستي ۽ آنند ماڻڻ کان پوءِ آخر
اُها گهڙي به سگهو ئي اچي پهتي جڏهن
اسان ٻئي في الحال هڪ ٻئي کان جدا ٿي
رهيا هئاسين. بيحد اُداس ۽ آلين اکڙين
سان مون هنکي منيلا وڃڻ لاءِ وداع ڪيو.
هن مونکي منهنجو قسم کڻي، وچن ڏنو ته
هو تمام جلد مونکي پاڻ وٽ گهرائيندو.

هو هليو ته ڇا ويو، ڄڻ منهنجي آباد
دنيا ويران ٿي وئي. مون کي سڄو گهر ڄڻ
کائڻ تي آيو. مان نپٽ اڪيلي ڇڏي پئين
۾ ڄڻ هميشه هميشه لاءِ پورجي ويس.
اڪيلائپ، اُٻاڻڪائي ۽ اُداسي مون کي
ورائي ويون. اُميد جي هڪ ڪرڻ جي اوٽ
۾، ڌيرج ڌري گهر جي ڪم ڪارين ۾ لڳس
پاڻ کي رُڌائڻ.

جنهن ڀاڱه تي مان ڪُڏيس ٿي
انکي رُسندو ڏسي اندر ئي اندر ۾ ڏک
لڳس. موهن جي منيلا وڃڻ کان پوءِ سڄ
مهنو گذري ويو. پر نه ڪي پهچ ئي آئي
کو ڪا چِٺي يا فون ئي. موهن جي ماءُ پي
جو اصلي روپ ڏسي ته مان دنگ رهجي
ويس. هو ٻئي مون کان ٻورن وانگر پورهيو
وٺڻ لڳا. هڪ ڏينهن مان سويل ڀرو اُٿي،
پاڻ لاءِ چانهه جو ڪوپ ٺاهي، کڻي اچي
ڊائننگ ٽيبل تي ويٺس ۽ اُتي پيل اخبار
پڙهڻ لڳس. اِهو ڏسي پريان ئي رڙ ڪندي
منهنجي سسُ چيو- ”ماڻهين جي ٿي
اخبار پڙهين. گهر جو هيڏو سارو ڪم
تنهنجو بابو اچي ڪندو.“

اِهو ٻڌندي ئي مان جنسي ٽپي باه
ٿي ويس. منهنجي ماءُ پيءُ ڪهڙو ڏوهه
ڪيو هو جو اُن لاءِ هئڙا ذلت ڀريا اکر هن
ڳالهايا. شيل، مان زهر جو ڍُڪ ڀري رهجي
ويس. اُن وقت مان محسوس ڪرڻ لڳ
مڙس کان سواءِ عورت ڪيڏي نه اسهايه،
لاچار، بيبس ۽ مجبور هوندي آهي! اُن
ڏينهن کان پوءِ مون ڪڏهن هٿ ۾ اخبار نه
کنئي نه ئي اُنهن جي سامهون چانهه ئي
پيتي. تون ڪندينءَ وشواس. ٻورن وانگر
اُڏڪو پورهيو ڪرڻ کان پوءِ به منهنجي
سسُ منهنجي لاءِ به پنن جهڙا ڦلڪا ۽
ڌرڙي ڀاڄيءَ جي هڪ ٿالهيءَ ۾ رکندي
هئي ڄڻ مان ڪا ڪتي هئس. منهنجو
جيءُ ٿو چاڻي پيٽ ڪتي کي رڳي ٽڪر
ڏيڻ خاطر مان الائي ڪيئن ڳيت ڏئي اُهي
پن جهڙا به ڦلڪا کائيندي هئس ۽ مٿان

ملبو اٿئي. ڇوري تون تہ هاڻي سچي عمر
ڊالرن ۾ پئي کيليندينءَ... خوب موجون
ماڻيندينءَ....!''

تون تہ ڇا، پر شيل پاڙي وارن جي
وات مان بہ ڇڻ رڙ نڪري ويئي... هرڪو
چوڻ لڳو. ''پاڻي شامنداس واهہ جو مير
ماريو آ. ڌيءُ لاءِ ڏڪا بہ خوب کاڌائين، پر
آخر ڀاڳہ وري آيس. هاڻي تہ پئي بڊا ڀڏي
سچي عمر ولائتي نائيءَ کان ولائتي مالن
جا شُدح ماڻيندا.''

بلاشڪ، اُن وقت منهنجو من بہ مور
وانگر نچڻ لڳو هو. خبر ٿئي جنهن ڏينهن
پهريون دفعو موهن ۽ سندس ماءُ پيءُ مونکي
ڏسڻ آيا. مان تہ هڪ نظر ۾ ئي اُنکي
پنهنجي دل ڏيئي ويٺس. من ئي من ۾
هنکي پسند ڪري ويٺس. شايد اهڙو ئي
ڪو منهنجي سپنن جو راجڪمار منهنجي
من ۾ هل نائين لڪو ويٺو هو!

هنن جي بابت ۾ منهنجي ماءُ پيءُ
وٽ منهنجي قابليت ۽ سونهن ڪانسواءِ بيو
ڪجهہ بہ نہ هو. هنهن وقت هنن مونکي
پسند ڪيو ۽ پڪ ڏني، اُن وقت مان فخر ۽
خوشيءَ وچان ٽڙي پيس. لڳو دنيا اجا
قدردانن سان ڀريل آهي. هنن جڏهن چيو-
''اسانکي رڳي توهانجي ڌيءُ گهرجي بس.
بي ڪا شرط ڪانهي. پنهنجيءَ ڌيءُ کي
خبڪو پڇو سو ڏجو.''

اِهي اکر ٻڌي منهنجا ماءُ پيءُ تہ
هنسي گدگد ٿي ويا هئا. اکين تي ڇڻ
وشواس ئي نٿي، آ... آئڻ ڏيتيءَ ليتيءَ
... اهڙا بہ

ڪي اِنسان آهن جيڪي ڌن-دؤلت کان بہ
مٿي سيرت کي مهتوَ ڏا ڏيِنِ!

شيل، اُن وقت احساس ٿيم تہ سائينءَ
جي در واقعي دير آهي پر انڌير ناهي!
منهنجي پيءُ منهنجي لاءِ جيترا ڏڪا
کاڌا، هڪ سائينءَ کي خبر پيو مونکي. مون
تہ شروع کان ئي پاڻکي ڀاڳہ جي هٿن ۾
سونپي ڇڏيو هو.

شاديءَ کان پوءِ سڳهو ئي نبڪ ٿئين
ڏينهن اسين پئي هني مؤنَ لاءِ مسوريءَ
نڪري وياسين. پاهرين دنيا ۾ مون پهريون
دفعو ئي پير رکيو هو. مسوريءَ جا ڇا نہ
دلڪش نظارا هئا. ٽائيگر هِل، مال روڊ، روپ
وي... مطلب تہ مسوريءَ جو ڇپو ڇپو مان
هن سان گڏ گهميس. اُتي راجستاني ڊريس
۾ مون موهن سان گڏ خوب رنگين ڦوٽا
ڪڍايا. اُها ڊريس پائي نندڙي سٽي جبيل
۾ بوٽنگہ ڪيم. مطلب تہ مان اُن وقت دين-
جهان جي تمام خهنجبتن کان پري، موهن
سان گڏ بيحد خوش هئس. اسان بنهي جو
ڏينهن گهمڻ ڦرڻ ۾ گذرندو هو ۽ رات مان
موهن جي ٻلي هئس. بلاشڪ پتي هئڻ جي
ناتي، موهن جو منهنجي جسم جي ذري
ذري تي حق هو، جنهنجي ڪري مون
پنهنجو پاڻکي هنجي حوالي ڪري ڇڏيو.
اُن وقت اُتساهہ، اُمنگ ۽ شرنگار رس سان
ڀرپور سنجوڳ، مونکي پورڻ سکہ ۽ آنند
جو احساس ڪرايو. پر الائي ڇو، ڪنهن
ڪنهن محل،موهن مونسان اَتي ڪري
وهندو هو. ان وقت مونکي ائين لڳندو هو
ڄڻ هو مونکي سمپورڻ ريت ڀوڳڻ لاءِ ڏاڍو

# مُهرِ هڪ صحيح فيصلي تي

## ارجن ڪرپالاڻي

شيل ياچي وني جيئن ئي گهر اندر گهڙي تہ پورچ ۾ پٽ تي پيل ڍڳهو ۽ ٿلهو لفافو ڏسي، اُن ڏانهن وڌي. هيڏو ڳرو لفافو ڪنهنجو ٿي سگهي ٿو. جيئن ئي لفافي تي لکيل ائڊريس ڏٺائين تہ جهٽ سڃاڻي ورتائين - اڙي هي تہ جانڪيءَ جو خط آهي!

هوءَ پنهنجي جڳياسا کي روڪي نہ سگهي ۽ ياچيءَ جو ٿيلهو پاسيرو رکي اُتي پورچ ۾ ئي ويهي لفافو کولي لڳي پڙهڻ :

منهنجي منڙي منهنجي پياري ڀيڻ شيل،

منهنجو خط ڏسي تون ضرور حيرت ۾ پئجي ويئي هوندينءَ تہ اڄ مان پنهنجي شاديءَ جي ارڙهن مهنن کان پوءِ الائي ڪهڙو سوارٿ ڪٽي توکي خط لکي رهي آهيان.

ڀيڻ، شاديءَ کان پوءِ تو بہ تہ هڪ دفعو بہ منهنجي سار نہ لڌءِ...مان دکي آهيان...سکي آهيان، اکهي آهيان، سگهي آهيان تنهن ۾ تنهنجو ڇا! تو تہ سوچيو هونديءَ مان پنهنجي ولائتي گهوٽ سان شاديءَ کان پوءِ ترت ئي منيلا هلي ويئي هونديس ۽ اُتي سهاڳڻ جا سک ماڻيندي هونديس.

بلاشڪ، منهنجي ماءُ پيءُ تہ مونکي شينهن ڪلهي چاڙهي پنهنجي علامت لاٿي. لٿو بوجهہ ڌيءُ ڌڻ جو! اُنهن سوچيو هو تہ موهن دوارا اَخبار ۾ ڇپايل وِواهڪ وِگياپن اُنهن جي تقدير ئي کولي ڇڏي. هڙو قابل وِلائتي ناٺي، سو بہ بناڪنهن ڏيتي ليتيءَ جي ٻول جي گهر ويٺي ملي ويو هون.

شيل، اِهو بہ سچ آهي تہ ڪا ٻول نہ هوندي بہ منهنجي ماءُ پيءُ پنهنجي نڪ کي مَرُ نہ لاهڻ ڏنو ۽ شاديءَ ۾ وِت کان بہ وڌيڪ خرچ ڪيائون. ڌاڍي ڌوم ڌام سان شادي ڪيائون، جنهنجي ساکي تون پڻ آهين. اُن وقت تو خود ڪيڏي نہ رشق وچان چيو هوءِ - ”جانڪي، تنهنجو تہ ڀاڳہ کليو ٿئي جو هڙو سٺو، ٺاهوڪو ۽ ولائتي گهوٽ

---

| | | |
|---|---|---|
| نالو | : | ارجن ڪرپالاڻي. |
| جنم | : | بياور، ۱۳.۱۰.۱۹۵۱. |
| ڇپايل ڪتاب | : | هڪ. |

،الا تو نکرائي چڏي کلونو سمجهي

اِئين چوندي سندس آواز ڏڪي پيو ۽ هوءَ سڏڪڻ لڳي...... سندس دل جي ڪيفيت محسوس ڪندي ڪيس ٻني منٽ روئڻ ڏنم، پوءِ رومال سان سندس ڳوڙها اُگهندي چيم، ''اڙي اهڙن لاءِ روئبو ٿوروئي آهي. مون سان به اِئين ٿيو هو.'' يڪدم هنجو روئڻ بند ٿي ويو. مونڏانهن نهاري چيائين ته آئني پوءِ توهين...... اڙي! دنيا ۾ بيا به غم گهڻا محبت جي غم کان سواءِ! تون نيڪ ٿي ته مان توکي پنهنجي ڪهاڻي ٻڌائيندس. هاڻ ٻڌاءِ ته تو ڪهڙن شاعرن جي ڪوينا پڙهي آهي؟

اجا به پنل آواز ۾ چيائين تمام ٿورن جي جن جا ڪتاب لئبرري يا ساهيڙيءَ کان ملي سگهندا آهن. پريو وفا، موتي پرڪاش، بيوس وغيره......'' چڱو ٻڌ مون وٽ گهٽيئي ڪتاب آهن. مان سڀاڻي تو لاءِ ڪلا پرڪاش بيوس ''رشي''. دلگير ۽ نارائڻ شيام جا پستڪ کٺي ايندس، تون پل اُهي پاڻ وٽ رکج. پر توکي ٿيو ڇا آهي؟

''مونکي تپ آهي. شايد وائرس. اح ڏهه ڏينهن ٿيا آهن.''

''ته ٻڌ، هاڻ تون جلدي نيڪ ٿيءُ، ضرورت پئي ته مان توکي اِسپيشلسٽ کي ڏيکاريندس. هاڻي روئيج نه؟''

هن شڪرگذاريءَ وچان مون ڏانهن نهاريندي چيو، ''منهنجي ممي ۽ بابا هن دنيا ۾ ڪين آهن.''

''اڙي! مان هو آهيان!'' مون سندس دل وٺندي ڪيس ڀراهتڙي پاتي ته هوءَ جنسي ٻار وانگر مونکي چنبڙي پئي.

چيومانس، ''منهنجي موٽر ۾ ٻاهر ''رهاڻ'' رسالو پيو آهي. هن سال ڪويتا جو و ياڳه ڏاڍو سٺو ڏنو اٿن. اح مان توکي اِهو سوکڙي ڪري ڏيئي ٿي وڃان. هاڻي ٻڌاءِ ته انب وڻندا اٿئي يا سنگترا؟''

نهه پهه ورايائين، ٻئي وڻندا آهن، ۽ پوءِ کلڻ لڳي! سندس کلڻ مونکي موهي وڌو. مون ڇوڪريءَ کان ميوي جو ٽوڪرو وٺي ٻچيل سيب انب ۽ سنگترا کٽي سندس بستري تي رکيا ۽ جيئن موٽيس ته دل هلڪي هلڪي محسوس ڪيم، پڻ مُڪتا جي مُرڪ جي مهڪ سان من پرجي ويم.

١٥ - ٢٠ ننڍيون وڏيون استريون /ڇوڪريون
بيمار ليٽيل نظر آيون. پر ڪو وايو منڊل
هو! جهيڻيون روشنيون ڇڻ ٻتيون بہ بيمار
هيون! اڌ ميريون چادرون ۽ ماحول ۾
دوائن،سپرٽ جي تيز بانس ڦهليل هئي.
منهنجي متي ۾ چڪر اچڻ لڳو. مون رومال
۾ ٿورو 'ليوڊيڪولن' وجهي ڪٽي نڪ تي
رکيو! ۽ ڪجهہ منٽن بعد سامت جو ساهہ
کنيم. سرڪاري سپتالن جو ڪهڙو نہ ارمان
ڀريو وايو منڊل آهي. روشني بہ گهٽ تہ
صفائي بہ گهٽ. ڪن بيمارن وٽ سندن ڪي
مٽ مائٽ ۽ عزيز ويٺا هئا، جن ڪين آٿت
پئي ڏنو،باقي تہ ڏاڍو مايوس ۽ موڳو ماحول
هو. مون وري هڪوار چپن تي مشڪ آڻي
ڦل ڪٽي انهن بيمارن جي بسترن اڳيان
آيس ۽ ڪين هٿ ۾ ڪو نہ ڪو ڦل ۽ بسڪوٽ
ڏئي ڪجهہ نہ ڪجهہ حال احوال پڇندي
اڳتي هلندي هليس. هڪ محلا مرنال جي
حالت قياس جوڳي هئي ڪيس سڙ ۽ مڙس
ٻڌي مار ڏني هئي، ڇو تہ هوءَ غريب گهر
جي ڇوڪري هئي! اهڙيون حالتون منهجي
من کي ڏاڍو ڏانوادول ڪرڻ لڳيون. ۽ مون
اُتان ٿي واپس ورڻ لاءِ پنهنجو رخ بدلايو.
هڪ پلنگہ تي هڪ ننڍي نيتي ١٧-١٨ سالن
جي ڇوڪريءَ کي ٽيڪ ڏيئي ويٺل ڏٺم.

منهن تي مرڪ هئس! ڇڪيندڙ م
جنهنکي مان جيڪر " اِنوائيٽن
سمائيل " ( Inviting Smile ) چوان. م
واپس موٽي سڌو وٽس ويس. ڏسان تہ ساد
پر صاف ستري ساڙهي پيل هئس ۽ هٿن
ڪاپي (نوٽبڪ) هئس، جنهنجا پنا پئ
اُٿلايائين ۽ وري مرڪي هيڏانهن هوڏانه
پئي نهاريائين.

مون کي ڏسي چيائين، "نمستي"
سندس آواز ڪيترو نہ وڻندڙ هو. ڇيومانس
" تہ وديارٿي آهين ڇا؟ ڪنڌ سان ها
ڪندي چيائين يارهون درجو پاس ڪيو
اٿم. مون ڪاپيءَ ڏانهن اِشارو ڪندي چيو،
"هن ۾ ڇا لکيل آهي؟"

هن ۾ ڪجهہ شعر لکيل آهن. اِهو
منهنجو شونق (هابي) آهي. مان لکندي بہ
آهيان پر اهڙو سنو نہ" ۽ هوءَ هٽڪي چپ
ٿي وئي، "مونکي پنهنجو ڪو شعر پڙهي
ٻڌائيندينءَ؟ مون پيارمان ڏانهنس
نهارئيندي چيو "چونہ" ۽ يڪدم پنا
ورائيندي هڪ ورق تي لکيل ڪوبتا پڙهڻ
لڳي:-

تنهنجي وڇوڙي ڪيو آ بيمار مون کي
بنا چتائڻ جي گم ٿئين ڇڏي مون کي
مون تہ دل توکي ڏني دلدار سمجهي

# مُڪنا

ڪماري ايشوري جوتواڻي

سامهون اسپتال ۾ پهچي مان ٻارن جي وارڊ ۾ گهڙي ويس. اُتي اڪثر مان ويندي آهيان. اُتي جون نرسون سڃاڻي ويون اٿم. پاڻ سان هڪ ڇوڪريءَ کان ميوي جو ٽوڪرو کڻائي آئي هيس. ميوي ورهائڻ کان اڳ وارڊ جي وڏي 'ميٽرن' کان اجازت ورتم. وارڊ ۾ اندر اڳتي اڳتي هلڻ لڳس. بيمارن جي حالت قياس جوڳي هئي.

ڪنهن ٻار جي ٽنگ ٽٽل هئي ته ڪنهن ٻار جي ٻانهن پڳل هئي. ڪنهن ٻار جون ته ٻئي ٽنگون "پليءَ" ۾ مٿي ٻڌل هيون، ته ڪنهن جي ٻانهن پلسٽر ۾ ٻڌل هئي. اهڙو مايوس ماحول ڏسي دل ۾ ڇڻ اُداسائي پرجندي ٿي ويئي. مان پنهنجي اُن احساس تي قابو پائي يڪدم هڪ ٻار کي انب ۽ بسڪوٽ جو پڙو ڏيندي پڇيو مانس، "توکي انب ڏاڍو وڻندو آهي نه؟" ٻار جو منهن ٽي ٽري پيو، ۽ منهن تي مُرڪ ڇانئجي ويس! هڪ معصوم مُشڪ ڪجهه ڪنن لاءِ منهنجي دل هلڪي ڪري ڇڏي.

اڳتي وڌي ڪن ٻارن جي دل وڻندي ميوو ڏيندي پرس مان ٻن ريين جو سڪو ڪڍي ٻئي ڏنم، هڪ آڪاش نالي ٻار کان پڇيم ته ڇن مان ڇا وٺندين؟ وراڻيائين "پينسلون" مونکي لکڻ لاءِ کپن . مون مشڪي چيو، "ڏاڍو سٺو" ۽ پرس مان هڪ سهڻي پينسل ڪڍي کيس ڏيندي چيم "تيستائين هن سان لکج" پينسل ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو. ڇو جو پينسل سهڻي هئي ۽ مون ڏانهن نهاري ڇيائين ٿينڪ يوُ آنٽي.

مان اڳتي وڌيس، هلندي هلندي اچي مهلا وارڊ ۾ پهتس، چوڌرد نهاريم!



| | | |
|---|---|---|
| نالو | : | ڪماري ايشوري جوتواڻي . |
| جنم | : | سنوڻ، ضلع-دادو، ٢٠ نومبر. |
| ڇپايل ڪتاب | : | ٢. |
| انعام | : | ڪيندريه هندي سنستان، دهلي، ۽ ساڌو واسواڻي پرائيز. |
| پيشو | : | آنرري سپرنٽينڊنٽ، ميران گرلس ڪاليج، پُٺي |
| پتو | : | ايم ڪي ايم هاسٽل، ١٠، ساڌو واسواڻي مشن مارگ، پونو- ٤١١٠٠١. |

چت مٿان، بادل پنهنجا گهڙا خالي ڪرڻ
جي شرط پچائي رهيا هئا. اِئين لڳي رهيو
هو تہ بادل انسان سان هولي کيلي رهيا هئا.
سرشٽيءَ کي سائو ۽ سرسبز بڻائي رهيا هئا ۽
بڻائي رهيا هئا ڀارت کي ڀاڳيشالي. اَهڙي
سندر سمي ۽ وڻندڙ وايومنڊل ۾ پوڄاري
پنهنجي پريوءَ جا گڻ گان ڪري رهيو هو.
پنهنجي سريلي ساز سان اهڙي تانَ ڇيڙي
هئائين جو ناستڪ بہ جهومي رهيا هئا.
اَهڙي وقت جڏهن گيتن جي گنگا وهي
رهي هئي تہ پر واري باغ جي مالهيءَ جي
نماڻي نوري، پنهنجي ابهم کي کڻي اچي
مندر ۾ پهتي. ٻالڪ کي پيٽ ۾ سور هو.
ٻالڪ جي ماتا جو وشواس هو تہ جيڪڏهن
پوڄاري ٻالڪ کي پاڻي پڙهي پيئاريندو تہ
ٻالڪ نيڪ ٿي ويندو.

پوڄاري تہ پاڻ کي هڪ رواجي اِنسان
سمجهندو هو ۽ اُنجو اِنهن ڳالهين ۾
وشواس نہ هو. اُن جو وشواس هو تہ صرف
سچي سائينءَ ۾. آخر مائيءَ جي گهڻي چوڻ
تي پوڄاريءَ سائينءَ جو نالو جپي پاڻي
موٽائي ڏنو. مائيءَ جي چوڻ موجب ٻار کي
فائدو ٿيو. جڏهن کان ڏاڏيءَ اِها ڳالهہ ٻڌي
تہ اُنجو پوڄاريءَ ۾ وشواس وڌي ويو.

پوڄاري پاڻ نہ چاهيندي بہ ماڻهن
جي زور ڪرڻ تي سائينءَ جو نالو چئي پاڻي
۽ ڌاڳا پڙهي ڏيندو هو. هو ڇا ڄاڻي سائينءَ
جي گت مت؟ سائينءَ جي گت مت سائين
ڄاڻي!

مئي جو مهنو هو، گرم هوا لڳي رهي
هئي. منجهند جو وقت هو، پکي پرندا پڻ
پرواري باغ ۾ وڻن جي ڇترڇايا هيٺ
براجمان هئا. اَهڙيءَ تتيءَ تپت ۾ ۽
مانديءَ موسم ۾ ڏاڏيءَ کي اڌ مٿي جو
سور اچي پيو، ڏاڏي پنهنجيءَ ڪوٺيءَ ۾
ڪڙڪي ۽ ڪڙهي رهي هئي ۽ مان سوچي
رهيو هوس تہ ڪنهن ڊاڪٽر کي وٺي اچان.
ڏاڏيءَ چيو، ”پٽ! مهراج کان ڪارو ڌاڳو
پڙهائي اچ.“

اَهڙي ٽاڪ منجهند جو منهنجو خيال
نہ هو تہ ڪو پوڄاريءَ کي وڃي تڪليف
ڏيان. آخر ڏاڏيءَ جي زوربار هيٺ، گهر
کان ٻاهر نڪتس. مون بہ ڇا ڪيو جو
پوڄاريءَ کي تڪليف ڏيڻ جي بدران، هري
مڇهاريءَ کان ڪارو ڌاڳو خريد ڪري
ڳنڍيون ٻڌي، آڻي ڏاڏيءَ کي ڏنم. ڏاڏيءَ
بہ واهگروءَ جو نالو چئي اُهو ڌاڳو ٻڌي
ڇڏيو. ڪجهہ ڪلاڪن کان پوءِ ڏاڏي سرهي
نظر اچي رهي هئي. مان پيو عجب کانوان
تہ هي ڇا ٿيو؟

اندر مان آواز آيو...... وشواس وڏا
وڙ ڪري ٿو.

# ڪارو ڏاڳو

## هولارام هنس

وشواس بہ وڏي وٿ آهي. جن جنهن ۾ وشواس رکيو، اُهي اُن مان تري پار پيا. سپ ڪکر لاءِ ماندي، ڪونج جبل لاءِ ماندي، مڇلي پاڻي لاءِ ماندي، چڪوري چڪور لاءِ ماندي، ڀونئر واس لاءِ ماندو ۽ پپيهہ ڪويل لاءِ ماندو ۽ چاترڪ برسات جي بوند لاءِ ماندا. پر اسانجي ڏاڏي جڏهن بہ ڪجهہ ٿئيس تہ مهراج جي پڙهيل ڪاري ڏاڳي لاءِ ماندي هوندي آهي. اسان گهڻو ئي سمجهايونس، ”امان! ڊاڪٽر ڪيماڻيءَ جي دوا چونہ ٿي ڪرين؟“ تہ آکي، ”ماريا! ڏاڪدر ڇا ڪندو؟ اوهان کي آهن پئسا گهڻا.“

اسانجي ڪالونيءَ جو مندر اوهان شايد ڏٺو هوندو. ڪي اُنکي دربار چون تہ ڪي ”گردوارو“ پر اسان جي ڏاڏي اُنکي ڪوني ”ٽڪاڻو“. غمي هجي يا شادي، جٺيا هجن يا مُنڍ، پڳڙيون هجن ي
پئنچايت جي ميٽنگ، مطلب تہ هر ڪ
لاءِ هيءُ مندر هڪيو حاضر هوندو آهي. هن
مندر جي هڪ هڪ سر ۽ ڀڳوان جون مورتون
۽ بت شاهد آهن تہ پليل بندا مطلب سان
ئي هن مندر ۾ پير پائيندا آهن. گهڻي
ياڳي بنا مطلب جي هٿ ڪير ڪونہ ايندو
آهي. هن مندر جو پوڄاري ئي آهي جو
شايد هتي بنا ڪنهن مطلب جي رهيل
آهي.

انسان بہ عجيب آهي! جڏهن جڏهن ڪو مطلب پويس يا جڏهن ڪنهن منزل مقصد تي پهچڻو هجيس، دکہ ۽ درد جو پهاڙ ياري ٿي وڃيس، چوطرف اونده انڌوڪار نظر اچيس تڏهن وڃي پريوءَ جي پٽ وني، نہ تہ پريوءَ کي پڇي بہ ڪونہ. ڪبيرصاحب فرمايو آهي...... ”دکہ ۾

| | | |
|---|---|---|
| نالو | : | هولارام هنس. |
| جنم | : | قنمبر، ضلع-لاڙڪاڻو ١٥-٦-١٩٢٢. |
| ڇپايل ڪتاب | : | اڻ. |
| پيشو | : | رٽاير آفيسر. |
| پتو | : | ٢/٣، سرسوتي نگر، ٿاڻا ايسٽ، -٣٠٦٠٠٢٠ |

۾ ڪا وڏيڪ پڇا ڪيئہ. ڇا منھنجيءَ ھن
ترقيءَ تي توھان خوش ناھيو ؟''

'' منھنجي ان ڇوڻ تي تنھنجي
اکين ۾ صرف آنسون ڏٺم جن تنھنجي من
جي پيڙا کي ظاھر ٿي ڪيو.

وڏيڪ وقت اُتي ترسڻ ٺيڪ نہ
سمجھي مان تنھنجي گھر جي ساطي کان
ٻاھر نڪتس.

اسانجي اُن پوئينءَ ملاقات کي بہ اڄ
پورا پنجويھہ سال ٿي چڪا آھن. وقت
پنھنجو دارو ھلائيندو ھليو آھي. مون بہ
نوڪريءَ مان ٻارھان سال اڳہ رٽاير ڪيو
آھي. ٻئہ پنھنجي اٿم. منھنجو ھڪو
ھاڻ ڪنھن ٻاھرين ڪمپنيءَ ۾ انجنيئر
آھي. ٻہ سال اڳہ گھر ۾ پوني آئي آھي.
ھاڻ اسين گھر ۾ ڪل پنج جيو آھيون. مان
پنھنجي شغل سان نڀائيندو رھندو آھيان.
ھن سالن جو ننڍڙو ٻار سڄي گھر جي رونق
آھي.

مون جيڪي بہ ويچار ھن خط ذريعان
ظاھر ڪيا آھن، اُن جو اھو مطلب ڪين
آھي تہ مان ڪو ھاڻ وڏو ماڻھو ٿي ويو
آھيان. توھان بہ اگر پنھنجيءَ دل تي تہ
ٿوري ڪو بہ سنبند قائم رکين ھان تہ ٻئي
اڄ تہ پنھنجي اُن طرح ٿي اُداس جيون
ڪي ڏکيا ڏينھن ڏسڻ ڪين ھان، پر اھو تہ
ممڪن آھي ڪين تہ انسان جو ڪجھہ
سوچيو ڪي ...

سان وقت جي ماضيءَ وارو عرصو اڳيان اچي
ٿو، تنھن ھوندي بہ حال کي پنھنجي
اھميت آھي، پنھنجو وجود آھي، ڇو تہ
ڪيس نہ ماضيءَ جي پرواھہ آھي ۽ مستقبل
لاءِ ڪا چاھنا. حال تہ حال ئي آھي، حال ئي
رھندو ۽ حال جي مٿان اگر ڪو تہہ چڙھيو
تہ اُھو بہ ماضي بڻجي پوندو.

منھنجو ھن طرح جو ڪيل اظھار
ڪنھن بہ روپ ۾ ڪٿي بہ ڪنھن بہ طرح
ڇپجي سگھي ٿو ۽ توھان اُن اخبار جي
سمپادڪ کان منھنجو سرنامو گھرائي بہ
اڪر لکي سگھيو ٿي، ڇو تہ ڪنھن ڪارڻ
مان ھن وقت پنھنجو سرنامو ظاھر ڪرڻ
ڪين ٿو چاھيان. تنھنجي طرفان آيل اُتر
کان پوءِ ھڪ دفعو وري بہ اسان جي ملاقات
ٿي سگھي ٿي، ٻيءَ طرح ...... ممڪن آھي
تنھنجي جيون ۾ ڪو ڦيرو اچي وڃي......

.................................

ڪافي وقت پاڻکي ڪوٺيءَ اندر بند
ڪري جو ڪجھہ لکڻ ويٺو ھوس ۽ اُنکي
پورو ڪندي ھڪن اُنکي آخرين روپ ڏيڻ
تہ سوچي رھيو ھوس جو انيتا چانھہ جو
ڪوپ کڻي ڪوٺيءَ ۾ ھن اندر اچڻ تہ در
تي ٺڪ ٺڪ ڪيو ۽ منھنجي ساڏنا ٽٽي پئي.

انيتا مشڪي منھنجي من ۾ ٺاري
ڇيو، ''ڏاڏا ڪافي ٺڪجي پيا ھوندا. جلد
تيار ٿيو تہ باغ ۾ گھمڪوريءَ تہ ھلون.'' ۽
ھن بہ ٺپ ڏئي اُٿيس.

بڌندي رهي هئين، پر اُن باري ۾ بہ تو ڪو
سوال نہ پڇيو ۽ نہ اُن طرف ڪو خاص ڌيان
ڏيکاريو، پر مون جڏهن پاڻ توکان تنهنجي
باري ۾ ڪجهہ پڇيو تہ ڪجهہ وقت خاموش
رهڻ کان پوءِ آهستي پڇڪي ڇڏيئہ، ’ڇيئن
هئس تيئن ئي
آهيان.‘ مونکان
تڏهن رهيو نہ ٿيو ۽
پڇيئي وينس ،’ ان
طرح پنهنجو پاڻ مان
ئي ڳالهہ وڏي ڪنن
فيصلي جو آخر
مطلب؟‘
تو نرمائيءَ سان
جواب ڏنو: ” تنها
جيون کي ڪنهن گهوڙ
ٿنيوڙ واري ماحول ۾
جيئندو ڪرڻ سان ڪا
ڪيلائي هنجي ڪانہ ٿي وڃي. پر جنهن
دنيا ۾ اڪيلو ئي گهارڻو آهي تہ مشڪي
ٿو گهاري ٿو سگهجي تہ سسڪي بہ گهاري
ٿو سگهجي. وقت سان ساٿ نڀائڻو آهي،
ساٿيان پيئي. پنهنجن پيرن تي بيٺل
آهيان. ممي ۽ جي صحت ٺيڪ نہ ٿي
رهي، تڏهن بہ هر طرح جي هوءَ منهنجي
سار سنڀال لهي ٿي. منهنجو پاءُ بہ پنهنجن
ئي ويچارن جو آهي. منهنجي شادي ڪيل
ڀاڄي ڀيڻ بہ هن شهر ۾ ئي آهي. هوءَ
منهنجي پريوار سان خوش آهي.“

” لڳي ٿو تنهنجو دائرو هاڻ بلڪل
سوڙهو ٿي ويو آهي.“ مون پنهنجي راءِ
ظاهر ڪئي.
” اِهو سڀ حالتن ڪارڻ. مون جو
ڪجهہ چاهيو ٿي ملي نہ سگهيم. اُنجو
ڪارڻ شخصي صرف
مان ئي تہ ڪين
آهيان. سمنڊ جي
اوُچي ڇول آخر بہ
ليڪو ڪري ننڍيءَ
ڇول جي مٿان ئي
ڪرندي آهي، تہ ڇا
اُن ۾ سمنڊ جو ڏوهہ
آهي. اسانجي سماج ۾
بہ مرد جي اهميت اُن
طرح جي آهي، جڏهن
منهنجي چاهت ئي
منهنجي نہ بڻي تہ اُن
۾ بئي ڪنهنجو ڏوهہ تہ آهي ڪونہ ۽ هاڻ
جيئن آهيان ،پاڻ سان نڀائي ڇڪي
آهيان.“ ڏنم تہ هن طرح جو اظهار ڪندي
تنهنجو من پرجي آيو هو ۽ مان بہ ڪجهہ
وقت خاموش رهڻ کانپوءِ اُٿي هلڻ جي
تياري ڪرڻ لڳس. تنهنجي ماءُ اُن وقت
اندر روم ۾ ليٽي پئي هئي، پر تون مونکي
در تائين ڇڏڻ آئينءَ. اُن وقت نہ معلوم
ڇومون تنهنجي ڪلهي تي هٿ رکي
ڇيو، ”تو هيل تائين نہ منهنجيءَ زال
بابت ڪجهہ پڇيو ۽ نہ وري پٽ جي باري

كي نكرائي چڏيو هو، جيسين كنهن
ويجهي سنبنڌيءَ دئاران اِها خبر پيم ته تو
منهنجي شاديءَ جو كارڊ ڏسي تو ڏاڍو رنو
هو. مونكي هاڻ لڳي ٿو ته تنهنجي اندر ۾
جيكا مون لاءِ سنيهه جي چٽڻگ دكي هئي،
تنهن جي سيڪ اچڻ كان تو پنهنجي
اجائي ايمان كان پنهنجو پاڻكي پيڙيندي،
تنهنجو هردو رجي پيو هو. بهتر اِئين هو
ته تون سمجهين هان ته پريم ڏاڍو اٽانگو
آهي، دكن ۽ ڏولاون سان پريل آهي. پوءِ چو
كين اڳليءَ جنس ۾ كبڏي به سونهن چو
كين هجي، پر گهڻي خوبصورتي ته به آخر
۾ هٽ ۽ اهم كي جيءَ ۾ جاءِ ڏيندي آهي،
جنهن كارڻ حد كان ٻاهر كا به ڳالهه سني
ٿبندي هجي، اِئين ناهي. گهڻي چترائي
به كڏهن كڏهن سراپ بڻجي پوندي
آهي.

تو وٽان خطن جو سلسلو برابر بند ٿي
ويو، جيتوڻيڪ مون پنهنجي پنيءَ كي هر
ڳالهه كان چڱيءَ طرح واقف كري چڏيو
هو، پر هيڏي عرصي ۾ تو كڏهن به اِها
اِڇا ظاهر نه كئي ته تون كو پاڻ وٽ ،
اسانكي نبنڊ ڏئي گهرائين يا اسانجي گڏ
نكتل تصوير لاءِ چك محسوس كرين. اُن
كان پوءِ گشت دئران جڏهن تو واري شهر ۾
وڃڻ ٿيو هوم ته خبر پيم ته تون اُتان مكان
خالي كري اُهو وڪڻي اصل لاءِ اُتان هلي
ويئي آهين، چو ته وڏي شهر ۾ بدلي
كرائي هاڻ تون اُتي رهڻ لڳي آهين. مون
اُتان تنهنجي نئين ائڊريس به هٿ
كئي، پر تون نئين شهر ۾ ايندي به، جتي
مان اڳه ٿي رهندو هوس تو مون بابت كا
ڄاڻ حاصل كرڻ جي كوشش كانه كئي،
تان جو مان ٿي آخر مليل ائڊريس جي آڌار
تي تو وٽ پهچي ويس.

مونكي آيل ڏسي توكي پهرين ته
عجب لڳو، پر پوءِ سحسائي ويئين-
پنهنجي ماءُ كي منهنجي اچڻ جي خبر
ڏنئه. مونكي ڊرائنگه روم ۾ وهاري، تون
رنڌڻي ۾ مون لاءِ چانهه ناهڻ ويئينءَ ؛
البت تنهنجي ڳالهائڻ ۾ اُهو ميناس ۽
سنيهه كين رهيو هو ۽ مون به كجهه وقت
۾ محسوس كيو ته مونكي اچڻ ئي نه
كپندو هو، پر جڏهن اچي چكو هوس ته
كجهه وقت ته وهٽوئي پوندو. تو پنهنجي
ماءُ جي ناچاكائيءَ جو احوال ڏنو،
پنهنجي پاءُ جي مڱڻ بابت ٻڌايئه، پر
تو مونكان منهنجي باري ۾ كجهه به پڇڻ
جو ساحس كين ڌاريو، تان جو مونكي ٿي
توكي ٻڌائڻو پيو ته مان هاڻ پهرين طبقي
جي عملداري جڳهه تي اظافو ولي چكو
آهيان، سركاري سهوليت ۽ سركاري خرچ
تي مون هاڻ پوسٽ گريجيوئيٽ جي ڊگري
حاصل كئي آهي. ساهتيڪ سطع تي كيترا
ئي اِنعام ۽ سنمان ملي چكا آٿم. اسان جو
تمام ننڍڙو كٽنب آهي. هوءَ، امان ۽
هكڙو ننڍڙو ككو، جيكو به هاڻ اسكول
وڃڻ جي لائق ٿيو آهي. تون اِهو سڀ

ممي ۽ جي وچ ۾ ڪا نہ ڪا صلاح مصلت
ڏينديي رهندي هئي.

پناهہ پائڻ واري کي پناهہ ڏيندڙ
واري سان مروت سان هلڻو پوندو آهي. اِهو
هڪ دنيا جو دستور رهيو آهي. پنهنجي
گهر ۾ تہ مان پنهنجين چلولاين کان مشهور
آهيان، پر الائي ڇو جو اُتي - بلڪل
شانتيڪو هوس؛ ممڪن آهي پنهنجين
ولين ڀالين نظرن ۽ ادائن ڪارڻ مان
پنهنجي شخصي ويچار موجب تو طرف
ڪجي ڇڪو هوندس؛ پر مون پنهنجيءَ
ل ۾ ڪڏهن بہ ڪنهن بہ طرح جي آتر ويلا
محسوس ڪانہ ٿي ڪئي ۽ نہ وري اِهو ئي
سمجهي ٿي سگهيس تہ منهنجي رهڻ سان،
پنهنجي گهر جي ڀاتين ۽ تنهنجي سهيلن،
ن سان تون مونکي واقف ڪرائيندي
ئين، اُنهن مون بابت پنهنجي دل ۽ دماغ
ي مون لاءِ ڪهڙو خاڪو تيار ڪيو هوندو.

تو وٽان موٽي اچڻ کان پوءِ، توسان
ر وهنوار جو سلسلو تہ شروع ٿيو،پر اهو بہ
و ۽ رسمي. خطن ۾ تنهنجي پر گهٽ
يل ويچارن ۽ ٻوليءَ ڪڏهن بہ مونکي
اثر نہ ڪيو. سرڪاري نوڪري هٿ ڪرڻ
ي خيال کان مان ڪيترن هنڌ ڦريس ۽ آخر
مان اُن ڪوشش ۾ ڪامياب ويس.
ڪنيڪل درجي جي نوڪري هٿ ڪرڻ
ن پوءِ، مون لاءِ گشت ڪرڻ بہ لازمي هئو ۽
ت درميان آفيس جي ڪم سان تنهنجي
ر ۾ بہ اچڻ پيو ٿيندو هو ۽ جڏهن بہ ايندو

هوس تہ سرڪاري آرام گهر ۾ وشرام ڪندي
بہ تو وٽ گڏجڻ ايندو ضرور هوس. تنهنجي
گهر جي ڀاتين ۽ توسان ڪيترو ڪيترو وقت
ڳالهيون ڪندو رهندو هوس، پر تو ڪڏهن
بہ زباني طور، خطن ذريعي يا ڪنهن غئبي
اِشاري سان پنهنجي دل جو اِظهار ڪين
ڪيو ۽ مون بہ پنهنجي طرفان ڪو رس نہ
ورتو ڇو تہ مون کي پنهنجا ؛ سپنا هئا. اُن
حالت ۾ ڳالهہ اُتي جو اُتي رهجي ويئي.

اُن وقت سرڪاري نوڪري ۾ ڪو وڏو
درجو ماڻڻ کي غنيمت سمجهيو ويندو هئو،
خود مون کي بہ اِئين لڳندو هو تہ مون ڪا
سوڀ حاصل ڪئي آهي.مون کي بہ پنهنجيءَ
عزت ۽ مرتبي تي پورو پورو فخر هو.
سرڪاري ڪم جي جوابداري ڪارڻ هاڻ هر
روز ملندڙ نون آزمودن ڪارڻ سياءُ ۾ گنڀيرتا
اچي ويئي هئي، جنهن ڪري منهنجي
شخصيت بہ نکڙي پئي هئي؛ نتيجي طور
هاڻ شاديءَ لاءِ مونکي اوچ خاندان گهرن
مان آڇون اچڻ لڳيون ۽ اُن طرح منهنجي
مائٽن هڪ هنڌ منهنجي مائٽي پڪي
ڪري ڇڏي. شاديءَ لاءِ گهڻو وقت ترسڻو
ڪين پيو هئو؛ ڇو تہ منڱڻي کان پوءِ ترت
شاديءَ جو مهورت ڪڍايو ويو هو. مونکي
پوري طرح ياد آهي تہ مون توکي پنهنجي
شاديءَ جو ڪارڊ بہ موڪليو هو، جنهن ۾
خانگي سطح تي توکي شاديءَ جي موقعي
تي حاظر رهڻ لاءِ زور بہ ڀريو هوم، پر
تيسين خبر ڪان پيم تہ تو ڇو اُنهيءَ نيند ·

تحن کي کولي رهيا آهن. کي نظارا اکين
اڳيان اچن ٿا، ائين لڳيم ڄڻ ته ريشم جي
ڏوريءَ سان اندوهه جا گهنڊ گهڙڪڻ پيا.
زمين تي سپنا لڏڻ لڳن ٿا. تنهنجن ارد
گرد جيڪي اڳ صرف سڪا هئا اُهي وڏي
درخت ٿيل ڏسڻ ۾ اچن ٿا. تون اُنهن
درختن جي ڇانوَن جي هيٺان آهين. اکين
تي هٿ رکي تون ننڍا ننڍا پڙدا هٽائڻ ٿي
چاهين، تنهنجا اُڌما، تنهنجا اُمنگ،
تنهنجي چاهت ڇولين ٿا مارين، تون پيدا
ٿيل سپنن جي وهڪري ۾ وهندي ٿي رهين،
تنهن هوندي به خبر نه آهي ته تون
پنهنجي جذبن کي ولوڙڻ جي ڪوشش ڇو
ڪين ٿي ڪرين. حالتن کي سمجهڻ جي
ڪوشش ڇو ڪين ٿي ڪرين. ڇا اهو سچ نه
آهي ته تون پنهنجيءَ چاهت جي اڳ به
غلام هئينءَ ۽ هاڻ به غلام آهين؟

مونکي اڃا به ياد آهي ته اٽڪل ٢٥
سال اڳ جڏهن منهنجي توسان پهرين
ملاقات ٿي هئي. مان اُن وقت سائنس جي
ڊگري حاصل ڪندي ئي نوڪريءَ جي تلاش
۾ تنهنجي شهر ۾ آيو هوس، ۽ تون اُن وقت
اِنٽر آرٽس ۾ پڙهندي هئينءَ. اسانجي
گهر جي وڏن جي تنهنجي گهر جي وڏن
سان واقفيت هئي ۽ مان آيو به هوس ته
تنهنجي چاچيءَ سان ئي. حالتن جي مد
نظر جيستائين منهنجي انٽرويو جو ڪاريه
پورو نه ٿئي، مونکي تنهنجي گهر ۾ رهڻو
پيو هو. تون پنهنجي مشڪ مرڪ ۽ ادائن
سان مونکي پاڻ ڏانهن گهايل ڪرڻ جي
ڪوشش ڪندي هئينءَ پر مان اُن ڏاڪي
تي هوس، جنهنکي گهر کان ٻاهر اچي
گهارڻ جو انيوءُ ڪونه هو. برابر تو منهنجي
مٿان پنهنجيءَ محبت جو پرڀاءُ وجهڻ
چاهيو ٿي، پر مان جڏهن اِهو سڀ سويڪار
ڪري نه ٿي سگهيس ته تو هڪ دفعي
منهنجي پير جي مٿان پنهنجو اُڱوٺو پير
رکي منهنجي پير کي دٻايو به هو ۽ ڇرڪ
ڀري جڏهن مون پير هٽايو هو ته تنهنجي
اکين ۾ شرارت ڏٺي هئم. اُن وقت تون
مونکان سنڌي شاعريءَ بابت ڪجهه ڄاڻ
حاصل ڪري رهي هئين. اسين ٻئي ڪرسين
تي ويٺل هئاسين، جيڪي ٽيبل جي آمهون
سامهون رکيل هيون. ٽيبل ۽ ڪرسيون
تنهنجي گهر ۾ اُن طرح رکيل هيون، جو
ڪنهنکي ان طرح پيرن دٻائڻ ڇهڻ جي
ڄاڻ پوي ممڪن نه هو! جيئن ته مان شام
جو اُونده کان اڳ تنهنجي گهر پهچي
ويندو هوس، تون اڪثر اُن وقت گهر ۾
هوندي هئين. منهنجي خوش آمديد
ڪندي هئين، ۽ مان گهر ۾ اچي واش وٺي،
پوشاڪ بدلائي اچي آرام سان وهندو هوس
نه توسان گڏ تنهنجي ڪا نه ڪا سهيلي
هوندي هئي. تنهنجي ممي به ٻئي مونکي
هر وقت جاچيندي هئي. اُن وقت تنهنجي
ڪنواري ياءُ لاءِ منهنجي اچڻ ۽ تنهنجي
گهر ۾ رهڻ هڪ رواجي ڳالهه هئي، پر
تنهنجي هڪ شادي شده ڀيڻ ۽ تنهنجيءَ

مونکي ڏسڻ سان يڪدم سڃاڻي سگهندينءَ. تون جڏهن پنهنجو اَصلي رهائش وارو هنڌ ڇڏي، مون واري شهر ۾ رهڻ آئي هئينءَ ۽ مان تنهنجي گهر توسان گڏجڻ آيو هوس تہ اُنکي بہ اڄ ٢٥ سالن کان مٿي وقت ٿي ويو آهي تہپوءِ ڪيئن هوندا چهري تي اُهي جوانيءَ وارا آثار ،ڪيئن هوندي ڳالهائڻ ۾ محڪمتا ۽ آواز ۾ اُتساهہ ۽ ٻلندي، ڪيئن هوندو اکين ۾ اُهو غضب جو تِجلو، جنهنجي تون ساک پريندي هئينءَ. هيءُ سڀ وقت جي رفتار انوسار ٿيو آهي. وقت ڪنهن لاءِ بہ رڪجي نہ بهندو آهي، هو پنهنجيءَ مقرر ڪيل ڍار سان هلندو ئي رهندو آهي.

هيءُ سڀ تہ مون پاڻ لاءِ ئي لکيو آهي، توهہ بہ تہ ڪافي ڦيرو اچي چڪو هوندو. البت عمر ۾ تون مونکان ڪجهہ سال ننڍي هونديءَ، ائين محسوس ڪري سگهجي ٿو تہ جنهن حالت ۾ سريرڪ طور مان اڄ آهيان، تون ڪجهہ سالن کان پوءِ اُن حالت کي رسندينءَ، ٿي سگهي ٿو تہ حالتن جي مد نظر وقت سارو عمر جو اثر توتي اڳ ئي ٿيو هجي. مان اِئين بہ محسوس ڪري سگهان ٿو تہ تون وارن کي خصاب هڻندي، وارن جي اڇاڻ لڪائيندي هوندينءَ، چهري تي ڪريم پائوڊر ۽ طرح طرح جاسينگار جا ساڌن ڪم آڻيندي، پئدا ٿيل گهنجن کي لڪائيندي بہ هجين، اکين تي عينڪ جي بدران ڪانٽئڪٽ

لينس لڳائيندي هجين. پل مون جيا
تنهنجي هٿ ۾ لڪڙي نہ بہ هجي تہ
ڪنهنجي هٿ جي سهاري جي ضرورت
ڪنهن نہ ڪنهن وقت وٺندي هوندينءَ. پ
مون جيان تنهنجي خوراڪ ۽ پوشاڪ ۾
سادگي نہ بہ هجي ، تہ بہ گهاٽن رنگن وار
لباس ۽ چٽ پٽي ڪاڏن کان پاڻ کي ڏو
رکندي هوندينءَ. عمر وڌڻ سان هر ڪنهن
لاءِ اهو عالم آشڪار ٿي پوندو آهي. گهمڻ
گهمڻ،وندر وروهہ ۽ پڙهڻ لاءِ پستڪن جي
چونڊ بہ تون پنهنجي ارد گرد جي ماحول
سان پاڻ کي ٺهڪائي ڪندي هوندينءَ.
انسان جو سڀاءُ ئي ائين آهي. هو پاڻکي
بدل سدل تي هيري سگهندو آهي.

منهنجي جيون جو خاڪو جيئن آهي، مون تيئن ئي انکي بيان ڪيو آهي، پر تنهنجي جيون جي ڪنهن بہ جهلڪ کان واقف نہ هوندي. اُنجي گهرائيءَ جي تهہ ۾ وڃڻ مون لاءِ ممڪن ڪين آهي. ائين بہ ٿي سگهي ٿو تہ تنهنجيءَ آتما جي گهرائيءَ، تنهنجي دل جي گهرائيءَ کان بہ عميق جي گهرائي منهنجي جيون ۾ بہ آهي، جيون يگن جي گهرائيءَ جي رفتار تي نٿو هلي، پر يگہ خود ماضيءَ حال ۽ مسطقبل جون راهون آهن. وقت جون اُهي وچوٿيون اِنسان آنديون آهن، باقي عام طور تہ زندگي صرف زمان حال جي ڌارا تي وهندي ٿي رهي.

وقت جا ڪي گذريل پل يادگيرين جي

# ٿَڪَنِ اَندر ٿَڪَ

## ڪيولراماڻي ڪمل ”پياسي“

منهنجي دماغ تي ويچارن جا ڪوٽ اڏجي چڪا آهن. هر هڪ ڪوٽ جي اندر ڪوٽ آهي. اهين جيئن ڪنهن چيز جي ملان ملي؛ جا ٿهه چڙهيل هجن. مونکي ٿاهو به سمجهه ۾ ڪين ٿو اچي ته توسان پنهنجي؛ دل جو اظهار ڪندي پنهنجي هن وستار جي شروعات ڪهڙي؛ طرح ڪريان. ورهيه گذري چڪا آهن، پر ڪي اهڙا خيال به هوندا آهن، جنکي وقت جي ولي مؤر وساري ئي ڪين سگهندي آهي ؛ اُهو ئي ڪارڻ آهي جو اڄ هيڪ پيو محسوس ڪيان ته ٿوڪي پنهنجي من جي ويدنا کان آگاهه ڪندي ، انجي شروعات ڪيئن ڪيان ؛ آخر ۾ ڪجهه به سمجهه ۾ ڪين ايندي، هن اُپٽار جي شروعات ۾ هڪ خال پيڏي ٿو ڏيان، ته جيئن ڪيئن به، ڪهڙي؛ به طرح ؛ ڪنهن به روايت سان، جيئن ٿون ٺيڪ سمجهين اُنکي اُن طرح محسوس ڪري،منهنجي من ۾ ويچار آڻين.

تمام ڊگهو وقت گذري چڪو آهي. هاڻي ته منهنجي متي جا وار به اڇا ٿي چڪا آهن. سرير جي چمڙي؛ ۾ گهنج ڏسڻ اچن ٿا. جسم نبل آهي. ڪنن تي توري ٻوراڻ آهي. ڏندن ۾ اُهو زور نه رهيو آهي. اکين ۾ ڪئٽرڪ جو آپريشن ڪرايل آهي ڊاڪٽر جي صلاح ملڻ تي هٿ ۾ لڪڙي کڻڻ جي ضرورت محسوس ڪئي اٿم. گهر مان اڪثرباهر گهٽ نڪرندو آهيان. سرير ۾ نه رهي آهي اُها چستي ؛ ڦڙتي ؛ ٻانهن ۾ اُهو ٻل. وقت هو جو بوجهه کڻي ميلن جا ميل پنڌ ڪندو هوس. اکين تي چشمو آهي هڪ ڏسڻ لاءِ ؛ ٻيو پڙهڻ لاءِ. کاڌو خوراڪ ؛ رهڻي ڪهڻي؛ ۾نه رڳو نيمت رهمو آهيان.پر اُن ۾گهڻي سادائي پڻ اچي ويئي آهي.مان نٿو سمجهان ته تون ڪو

نالو : ڪيولراماڻي، ڪمل پياسي.
ڄمڻ : حيدرآباد، سنڌ ۲۹-۱-۱۹۲۹ع.
ڇپيل ڪتاب : ۲ ڪهاڻين ۽ آکاڻين سنگرهه ۲، ڪوتا سنگرهه ۵، ڊرامڪ ۱۲، مضمون ... ۲، ... ۲.
... سنڌي اڪيڊمي ... ؛ اعزاز ؛ ...
...
...
پتو : ... پلاٽ ۲۸۲، سيڪٽر ۲۹، گانڌي نگر، گجرات-۳۸۲۰۲۹. فون : ۲۱۷۲۰-۲۱۱۳۲.

آهي. راجيشوريءَ سان به اِئين ئي ٿيو هو.'
' راجيشوري ڪير؟' پاٽيا عجب
ائيندي پڇيو.
جيرام يڪدم ڇرڪي ويو. سندس
ذهن ۾ راجيشوريءَ جي ياد تري آئي هئي.
اُن اَچيت ياوَ ظاهري اظهار پاتو هو. جيرام
چيو: ' راجيشوريءَ کي به پڙهڻ جو ڳهڻو
شونق هو. مائٽن جي سمجهائڻ جي باوجود،
گريجيوئيٽ ٿيڻ تائين ته هن گهر ۾ متي
مائٽيءَ جي ڳالهه کي ڪو وزن ئي نه ڏنو.
پر گريجيوئيٽ ٿيڻ بعد مائٽن جو زوربار
وڌي وِيو. ايم اي بعد وڌيڪ پڙهائيءَ جي
چاهنا رکڻ جي باوجود، گهر ڳولهيندي
ٿڪجي پيل مائٽن سندس شادي ڪرائي
ڇڏي. هڪ واپاري هو مئٽرڪ پاس! مائٽن
جو چوڻ هو، شاديءَ جو پڙهائيءَ سان ڪهڙو
واسطو آهي! گهر ور سنو هجي، نياڻي سکي
هجي. پئسو هجي. آخر ڇوڪريءَ کي
سنيالڻو ته رنڌڻو آهي نه؟'
اِها حقيقت اِنڪاري نٿي سگهجي.
پر اِها ته ٿي زندگي ڪاٽڻي. عام طور اِئين
ئي ٿيندو رهي ٿو. سوال آهي زندگي جيئڻ
جو. زندگي جيئڻ لاءِ ته، ذهني سطح تي
سمانتا ضروري ٿي رهي.' پاٽيا چيو ۽ اُن
سبب ئي پنهنجي ڌيءُ لاءِ مونکي جوڳي
ڳولها لاءِ عرصي کان هيئري جفاڪشي
ڪرڻي پيئي آهي.'
'توهان صحيح آهيو. منهنجو چوڻ
جو مطلب به اِهو ئي آهي. توهان ته تعليم
يافت آهيو. تعليم کي وڌيڪ توَجه ڏنو آٿوَ.
پر اوهان اِهو اِنڪاري نه سگهندا ته اسانجي
سماج ۾ ذهني سطح جي اِها سمانتا حاصل
ڪرڻ مشڪل آهي يا تقدير تي مدار ٿو
رهي.'' اسانجي سماج ۾ ئي اهڙا قصا به
موجود آهن، جنهن ۾ ڇوڪريءَ کي غير
سنڌي پارٽنر حاصل ڪرڻو پيو هجي يا زندگ
ي پر ڪنواري رهڻو پيو هجي؛ تڏهن وڃي
هنن کي پنهنجي ڪنهن آدرش جا مقصد
حاصل ٿيا آهن؛ يا پنهنجي نموني زندگي
جي سگهيون آهن. پي ايچ ڊي ڪيل ۽
سماجڪ ڪيتر ۾ آدرش ڪٽي زندگيءَ سان
رُوبرُو ٿيڻ وارو، موجوده دور ۾. پنهنجي
سماج ۾ ڪو ڇوڪرو ڳولهڻ... چوندي،
جيرام پل پر رڪجي ويو. هن پاٽڪي سنڀالي
ورتو. ڪٿي اِئين نه ٿئي جو پاٽيا نراش ٿي
وڃي. سندس دل کي تسلي ڏيڻ ضروري
آهي. اهو سوچيندي هُن وڌيڪ چيو هِن
وقت ته مونکي ڪو خيال ۾ نٿو اچي، پر
مان ضرور ڌيان رکندس.
پاٽيا مسڪرايو. هوُ اُٿي کڙو ٿيو.
چيائين: ''ناسمجهيءَ جو نتيجو ڀوڳڻو
پاٽڪي ئي آهي. نصيب ۾ ڪنواري رهڻ
لکيل هوندس ته ڪوئي ڇاتو ڪري سگهي!''
جيرام ڪيتري دير تائين پاٽيا جي
پٺيءَ طرف نهاريندو رهيو.

۽ پنهنجي سامهون اپنائي هئي. توهانکي
عجب لڳندو، تہ پئي هڪ ٻئي کي ڪهڙي
نالي سان سڏيندا هئا.'

'ڪهڙي نالي سان' پاڻيا پڇيو.

'ڪامريڊ' جيرام چيو. ان پليان جي
سندن پاونا هوندي هئي ساٿيءَ طور سڏڻ
جي، پتي يا پتني ۽ طور نہ.

'واه،' پاڻيا چيو.

جيرام چيو: ' اهڙو ٻيو مثال ڏيانو.
منهنجو هڪ بزرگ دوست آهي مڪرند دوي
اوچ ڪوٽيءَ جو ذهين ڪوي آهي. پنهنجي
ذهني سطح تي هن ڪنوارو رهڻ بهتر
سمجهيو. 'نونيت' ڊائجيسٽ جي سمپادڪا
۽ مشهور ليڪا آهي- ڪنونيڪا ڪا پڙيا.
پنهنجي رچنائن ۾ هميشہ سماج جون
ڪهنيون رسمون ٽوڙي، نئين سماج جو
نرماڻ ڪرڻ لاءِ، سوچ جا ائنم چوڙي،
پاڻکن ۾ هلچل مچائي ڇڏيندي هئي. اهو
سڀ اديبا جي حيثيت ۾ صرف لکڻ خاطر
لکڻ نہ هوندو هو. ذهن جي اندرين تهن مان
صداقت جو آواز هوندو هو. پنجاه سالن جي
عمر ۾، هن سٺ سالن جي مڪرند دوي سان
وواه رچايو. پنهنجي گڏجي، مهانگر ڇڏي هڪ
ڳوٺ وڃي وسايو. وشال زمين تي هڪ آدرش
بستي ڪڙي ڪرائي- نندي گرام مقصد ۽
آدرش جي حاصلات لاءِ زندگي ڀر ڪنوارا
رهيا. آخر ۾ اگر سلنتـــ... تہ گڏجي
ڪري.

وري جيرام ٿي چيو: 'منهنجي چوڻ
جو مطلب اهو ڪونهي تہ ڪو اهڙي
زندگي اپنائڻ ٿي سوشل ورڪ آهي. مطلب
آهي مثال جو. اهڙا مثال ڪيترن ڪيترن ۾،
غير سنڌين ۾ ڏسڻ ۾ اچن ٿا. پوءِ اُهي چاهي
غريبن جي سيوا جا ڪم هجن چاهي شہر
جي واڌاري لاءِ. مريضن جي سيوا هجي
چاهي مهلا منڊل، يا ڪٿا منڊپ. اسان وٽ
مهلا منڊل جي نالي ڪهڙا سيوا جا يا
جوڙجڪي ڪم ٿيندا آهن! لوڪل مهلا
منڊلن جي وسيع دائرن کان، اوهان ضرور
واقف هوندا.'

'اوهانجي ڳالهہ صحيح آهي. انهن
غير- موضوع حالتن ٿي تہ مسجبايو آهي.
ڇوڪري آدرش ڪٿي اهڙي ڪنهن فيلڊ ۾
زندگي بشر ڪرڻ چاهي ٿي، ان سبب اهڙي
فيلڊ جو سائي ڳوليندي مان....'

' توهان لکڻي پيا آهيو...!' وچ ۾
ڪٽيندي جيرام چيو، ۽ بعد هلڪو ٽلندي
چيو: ' سائين، اڄائي تہ مشڪل آهي.
سنڌين ٻن ڳالهين ۾ واڪاس ڪيو آهي پئسو
۽ تعليم. تعليم يعني، اکري گيان.
سرٽيفڪيٽ. مني مالڪي لاءِ سرٽيفڪيٽ.
اُن ضرورت سبب تعليم جو قيمت قيمو آهي،
چاهنا سبب نہ. مئٽرڪ ڪندي ئي،
ڇوڪريءَ لاءِ گهر ڳولڻ شروع ٿي ويندو
آهي. گهر ملي، اُن لاچاريءَ جي پورت
تائين، ڪاليجي تعليم ڏياري ويندي

نا ۽ گھڻا ڇوڪرا. تعليم جو دائرو وڌي ويو
هي. گھڻا تعليم يافت آهن. پر سندن
ائرو ٿوُڙ، ڏيکاءُ ۽ پئسي جي آسپاس رهيو
هي. ڪيترا عملدار ۽ پروفيشنل پنهنجي
يلڊ ۾ چاهي ڪامياب رهيا آهن.

پر ذهني طور صحيح ڳالهه آهي،
يرام چيو، ”پنهنجي فيلڊ ۾ ڪاميابين
ي ڪانءِ ۾ ذهني طور جيترا مڙا بڻجي رهيا
هن.

سماج جي وچ ۾ رهندي توهان ڪيَ
يتري پڙهائيءَ کان اڳ، سوچڻ گهربو هو
وندي جيرام اوچتو چپ ٿي ويو. هنجي
ندر ۾ ڪو دبيل درد اُڀري آيو هيس. ڪيس
اد اچي ويو، سندس ڪٽنب جي ٽي هڪ
يڻ، راجيشوري ايم اي ۾ فرسٽ ڪلاس
يندي هن اڃا پڙهڻ جي چاهنا اظهاري
ئي. ڪا نوڪري ڪري انسان گڏ، وڌيڪ
وڌيڪ گيان حاصل ڪرڻ جي سندس
واهش هئي. پر مائٽن جو چوڻ هو، هاڻ
ڌيڪ پڙهائي ڪهڙي ڪم جي! عمر به
ڙهي ويندي ته اهڙو ڪو ڇوڪرو به ملڻ
شڪل بڻجي ويندو.

جيرام پنهنجي راءِ ظاهر ڪندي
ندس وڏن کي سمجهائڻ جي ڪوشش
ڪئي هئي ته پڙهڻ جو شونق اٿس ته پڙهڻ
يوس نه. نوڪري ڪندي ته پاڻ هوشيار به
يندي. اڄ ڪالهه نوڪري ڪرڻ ۾ ڪو عار
ڪونهي.

”برابر آهي.“ مائٽن چيو هيس،
”تون سمجهين ٿو ته اهي ڇوڪريون
هوشيار ٿيڻ لاءِ نوڪري ٿيون ڪن؟
جيسيتائين ڪو ور گهر ملي، نوڪري ڪن
ٿيون. ڪنکي مجبوري نوڪري ڪرائي
ٿي. ڪي اگر شونق کان نوڪري ڪن ٿيون
ته صرف ان لاءِ جيئن ٺاٺ باٺ سان رهي
سگهجي. شادي ٿيندي نوڪري ڇڏي ٿيون
ڏين يا ڇڏايون ٿيون وڃن. اگر شادي بعد
به ڪي زالون نوڪري ڪن ٿيون ته اِن
پنيان بهِ ڪا مجبوري هوندي آهي يا شونق
پورائيءَ جي خواهش، ڪو مقصد نه!“

جيرام، ياٽيا طرف نهاريندي چيو:
’ڪنهن آدرش يا مقصد لاءِ جيون ساٿي
ڳولهڻ، آهي ته مڪڻ جي شيخ پچائڻ. مسٽر
ياٽيا، مان توهانجي ڏيءُ جي ويچارن جو
قدر ٿو ڪريان. اهڙا قصا مون غير سنڌين ۾
ڏٺا آهن. منهنجو هڪ دوست هو، برهمڻ.
ڪاليجي ڏينهن کان ٺي ڪي آدرش ڪٽي
ڳهمندو هو. پوڊان جي هلچل هلي ته گهري
پيو سوشل فيلڊ ۾. پد ياترائون ڪيائين ۽
بعد سروودیه جو ڪم ڳوٺن ۾ وڃي اَڻ
پڙهيلن کي پڙهائڻ شروع ڪيائين. صرف
سندس ويچار ۽ عمر ڏسي، هڪ گريجيوئيٽ
ڇوڪري سندس جيون ساٿي بڻجي وئي.
تن ڏينهن ۾ هن ڪم جو، اڄ جيان سرڪار
جي ايتري پٺ پرائي نه هوندي هئي. نه
سهولتيون، نه پرچار، نه ايترو خرچ. غريبي

جيرام، سندس نظرن جو پيڇو ڪندي ڏٺو،
ڏيکاو جي حن مادرن ۽ شاحوڪار گهر ۾ ڪٽي
ب، ڪنهن به ڪتاب جو وجود ڪونہ حوا
ايتري ۾ سشس چيو، ”اڄ ڪالحہ تہ
مٽ مائٽ بہ پنهنجن کي ياد نٽا ڪن.
هرڪو پنهنجي ۾ پيو آهي.“ ۽ بعد، ليلا
طرف منحن ڪري چيو هئائين؛ ”ڪنوار،
رنڌلي ۾...“
پرتسنائين ليلا رنڌلي طرف رواني
ٿي چڪي هئي.
جيرام اُٿي کڙو ٿيو. چيائين؛
”مهرباني، مان هاڻي هلان، امان!“
جيرام جي من ۾ اُداسي ڇانئجي
ويئي. هن پالبا طرف نحاريندي پڇيو؛
”پالبا صاحب، اوهان مون وٽ آيا اُن لاءِ
مهرباني. پر نہ اسانجي پاڻيمِ واقفيت آهي
۽ نہ منهنجو هن قسم جي ڪم حو دائرو.“
جاڻان ٿو. پالبا چيو، ”مان سڀ وسيلا
آزمائي چڪو آهيان مئريج بيورو، اخبارن
۾ اشتهار. توهانجي سچائپ جو دائرو وسيع
هئڻ سبب، لڳو، اگر اوهان ڪا مدد ڪري
سگهو.
رسپانس نہ ملڻ جو سبب ڪهڙو آهي!
جيرام پڇيو.
”منهنجي نياڻي پي ايڇ ڊي ڪيل
[illegible]بالاجيءَ [illegible] وشيہ جي فيلڊ
[illegible].“ پالبا چيو.
ڄ اجا

هن پي ايڇ ڊي جي خواهش رکندڙ هڪ
نياڻيءَ جي تصور مان ٻاهر نڪتو هو. هن
تہ سمجهيو هو، وڏيڪ تعليم يافت هوندي
بس ايترو ئي. ان حالت ۾ بہ پريشانيون
رهن ٿيون. هن وري ان کان بہ گهري ڳالهہ
ڪئي.“
پالبا ٿي وڏيڪ ڄاڻ ڏني، ”منهنجي
ڌيءَ کي آدرش پالي رکيا آهن. ان سبب
ئي هن سوشيالاجيءَ جو سبجيڪٽ پسند
ڪيو هو. صرف ڊگري وٺڻ لاءِ نہ، فيلڊ ورڪ
ڪرڻ لاءِ بہ. شهر جي ڪيترن طبقن حو هن
ابياس ڪيو هو، تہ گهوٽن جو معيار بہ. هوءَ
سوشل ورڪ ۾ گهرڻ ٿي چاهي. ۽ ان لاءِ، ان
قسم جو ٿي جيون ساٿي.
هاڻ جيرام کان رهيو نہ ٿيو. هن چيو؛
”پوءِ تہ سائين، عمر چڙهي وڃڻ کي ڏوهہ
نہ ڏيو، چڙهندي ئي. آدرش ڪٿي سوشل فيلڊ
۾ ڪم ڪرڻ حو هڪ زمانو هو. ان ۾ عورتون
بہ شامل هيون. سنڌين ۾ بہ اهڙا مثال هئا.
پر هاڻ، هاڻ تہ ٻڙو گنجو سوشل ورڪر آهي.
نالي جي آسا ۾. عهدي جي ٽڪ ۾،
ڪرسيءَ جي موهہ ۾. سياست جي اوٽ ۽
حالات جون شرتون رهيون آهن. آدرش
ڪٿي توهانجي ڇوڪري مان نٿو سمجهان،
تہ ڪو ڪامياب وڃي سگهندي، يا ڪو ٻوٽو
ساٿي شامل ڪري سگهندي.“
ان مشڪلات جي حل لاءِ ئي تہ توهان
کان صلاح ۽ مدد وٺڻ آيو آهيان. گهڻا گهر

ڪلندي چيو هيس: پر توکي شايد ماءُ آسيس
ڏني هوندي- ودوان ٿيڻ جي! جيتوڻيڪ
اهڙي آسيس ڏيندي مون اچا ته ڪنهن
واتان ٻڌو ڪونهي!'

ليلا ٽهڪ ڏيندي چيو هو، 'مونکي
ادا شايد ڪن ۾ اِها آسيس ڏني هوندي.'

اُن بعد گهر ۾ ليلا جي مٽي مائٽيءَ
ون ڳالهيون شروع ٿي ويون هيون. ليلا جي
ندس اِڇا هئي ته هوءَ پي ايڇ ڊي ڪري.
ندس پيءُ به رزامندي ڏيکاري هئي. پر
لن جو چوڻ هو، عمر چڙهي ويندس ته وري
و گهر به ته نه ملندو.

ءَ جڏهن سندس مٽڻو طئه ٿيو هو، ته
برام ،ليلا جي پياءُ کان تفصيلون پڇيون
ون. هُن ٻڌايو هيس، 'بنگلو اٿن، وڏو
پار اٿن، اُٿڻي وِهڻي سٺي اٿن، ليلا خوش
ندي.'

جيرام پڇيو هيس : ' جنهن نندي
ر ۾ ليلا ويندي، اُتان جي هلت ۾ فرق
هوندو؟'

'هو پڙهيل آهن' پاڻس چيو هو.

' ڇوڪرو ڪيترو پڙهيل آهي؟'

' مئٽرڪ آهي!'

' پر ليلا ته ڊبل گريجيوئيٽ آهي!'

پاڻس ڪلي چيو هو 'ليلا کي ڪو
ڪري ته ڪرڻي ڪونهي، آخر ته گهر
الڻو اٿس.'

' پڙهائيءَ جو شونق اٿس، اُنجو
ڇا ؟'

' ڪو فائدو؟' پاڻس سامهون کان سوال
پڇيو هئو.

ذهن تي تري آيل اِن ياد مان ٻاهر
نڪرندي جيرام ليلا جي سسُ جي سامهون
نهاريو هو. جنهن هنکان سوال پڇيو هو: ڌيءَ
ڌڻ کي وري اهڙو شونق ڪهڙي ڪم جو!'

جيرام سَسُٽس سامهون نهاري، پل پر
خاموش ٿي ويو هو. بعد ٻڏل دل سان، پر
سهمتيءَ جي لهجي ۾ چيوهئائين، 'صحيح
ڳالهه آهي، امان!'

' نه ته وري ڇا، ڏسو نه.' سَسُٽس،
جيرام کي چيو: ' سڀڪي سون سان سٺي پئي
آهي. ڀڳوان جي ديا آهي. ڪا ڪمي ته
آهي ڪونه گهر ۾. نوڪر چاڪر آهن. زال
زائفان کي ڪو قصا ڪتاب سُونهن به ڇا؟'

ليلا اچي ويئي. هُن ٽيبل تي ناشتي
جي پليٽ ۽ چانهه جو ڪوپ رکندي سڌو
جيرام جي اکين ۾ نهاريو هو. جيرام کي
لڳو هو- ليلا جي ظاهري اکين جي پٺيان،
پردي پٺيان، ڪا پوڙ سمايل هئي. جيرام،
ليلا کي ڏيڻ لاءِ سندس پسندگيءَ جو خاص
ڪتاب کڻي آيل هو. هُن اُهو ٽيبل تي رکي
ڇڏيو هو. هاڻ هُن، چانهه جو ڪوپ
پنهنجي اڳيان وڌائڻ سان گڏ، اُهو ڪتاب
به پاڻ طرف سيري ڇڏيو. چانهه جو ڪوپ
رکڻ لاءِ جهڪيل ليلا، هاڻي مٿي نهاريو ۽
بعد، ديوارن طرف نگاهون گهمايون.

ماڊرن فرنيچر، پردن تصويرن سان سينگاريل. هن پنهنجي واقفيت ڏني هئي، جيتوڻيڪ ڪيس ڪوئي سڃاڻندو ڪونه هو. سياويڪ هو. گهر جا ڀاتي ڀهرين ۾ سندس منهن تڪڻ لڳا هئا. سو ششناچار خاطر ڪيس وهڻ لاءِ چئي ليلا کي سڏ ڪيو هو.

ليلا رنڌڻي مان نڪري ڪري جيئن ئي ڊرائنگ روم ۾ آئي ته بيهجي ويئي! هُن رئو ڀاتيءَ تي ليڪ لاڪ ڪيو. مٿي تي رکيو، ۽ خاموش ويٺي رهي.

ظاهر هو ته هوءَ اُن پشيمانيءَ ۾ هئي ته ڪهڙن اکرن ۾ ۽ ڪيئن سندس آجيان ڪري. جيرام خود اُٿي بيٺو ۽ پڇيو هئائينس "ڪيئن آهين ليلا؟"

"خوش آهيان، وڏو. هتي ڪيئن اچڻ ٿيو اٿوَ؟" هن پڇيو هو.

جيرام چيو هو "ڪم سانڍي هن شهر ۾ اچڻ ٿيو ته توسان ملڻ تي دل ٿي."

"وڏو، مان چانهه ناهي اچان" چئي، ليلا رنڌڻي طرف هلي ويئي.

هيءَ ساڳي ليلا هئي، هڪ چُست گڏي، چلولي. هر ڳالهه تي سوال ۽ هر سوال تي جواب. ڀوڳنيت جو رواج اڄ پلي نڪري ويو آهي، پر لڳو، اڃا هوءَ هڪ آدرشه گهوٽ ۾ هئي.

ليلا جي سهيلي وٺي آئي." توهان ے ... ن هوءَ

اُنجي سلسلي ۾ ئي پڇيو هئائينس: "مائٽياڻي ٿئيوَ؟"

جيرام چيو هو، "نه امان، سندس پيڪن سان رستو هو، ته ليلا کي به سڃاڻان.

'پاڙهيندا هئيس ڇا؟'

"نه، ڪيس ڪتابن جو شونق هوندو هو."

مُليس ڏيءَ ڏڻ ڪي وري اهڙو شونق ڪهڙي ڪم جو؟'

جيرام ڪکو بکو ٿي ويو هو. ڪيس ياد آيو ته ليلا کي هميشه پسندگيءَ جي ڪتابن جي چاهڪ هوندي هئي. ايم اي ڪرڻ بعد هن هنڌن پي ايڇ ڊي ڪرڻ جي خواهش ظاهر ڪئي هئي ته، هوُ ڏاڍو خوش ٿيو هو. هن چيو هيس: شاباس ليلا، مان ڪنهن سنڌي ڇوڪريءَ جي واتان اهڙي خواهش نه ٻڌي آهي؛ ۽ بعد مزاق ڪندي چيو هئائينس، ڇوڪري ته ڇا، ڇوڪريءَ به هئي ته زالون صرف هڪ قسم جون ئي آسيون ڪنديون آهن."

ته، ليلا پڇيو هئس.

'ڏتوان ٿيڃ' چوندي هُن چيو هو، آسيس ڪنديون هي لکه لبندو، چندورن ۾ لڏندو، ڪروڙ ڪمائيندو، ڪليڪٽر ٿيندو.... اُنجي پنيان جي ڀاونا صرف ڏتوان ٿيڻ جي هوندي آهي.

ليلا کلي ويٺي هئي. جيرام به کلندي

# غير وهنوارڪ شخص

## جَيَنت ريلواڻي

ڳالهه بلڪل عام هئي . معمولي ٻه.
جينوٽيڪ جنهن قسم جو ڪم جيرام
سامهون رکيو ويو هو، هو اُن ڏانوَ جا ڪم
ڪندڙن مان ڪونه هو. ياتيا نه جاڻ چا
سوچي ڪري ۽ ڪهڙي اُميد رکي ڪري
جيرام وٽ آيو هو، سو نه چئي نٿو سگهجي.
پر جيرام ايترو ضرور محسوس ڪيو ته ياتيا
ضرور ڪا شئي تقاضا رکي هن وٽِ آيو هو.
هڪ وار ته دل ۾ آيس ته چئي ڏيس ته
منهنجو سوشل ورڪ جو دائرو ڪو ماڻيون
ڪرائڻ ڪونهي، ۽ نه ڪو مان پَتُ آهيان ؛
پر جنهن انداز ۾ ياتيا، هن وٽ اچي
پنهنجي تقاضا اظهاري هئي ؛ هو ڪهڙي
پل چپ ٿي ويو هو. پهرين رد عمل بعد ڪيس
لڳو ته هي شايد ايترو مجبور ٿي ويو آهي
، جو سُچاٽپ نه هوندي به، هنسان ملڻ آيو
آهي. پهرين دفعي اِن حالت ۾ ڪو رُکو
جواب ، ڪنهن مجبور دل کي شايد نوڪر
پهچائي. هو اِئين نٿو ڪري سگهي . پ
چئبو ته غير وهنوارڪ شخص ڪيس اينري
به بيٺ نٿي پوي ته اسانجي سماج ۾ وڏيڪ
پڙهيل عورتن جو نه صرف ڪو آدر يا قدر
ڪونهي، پر اُلٽو چڻ بوجو آهن. ياتيا پاڻ
تعليم يافت لڳي ٿو. ٿي سگهي ٿو ، هن
تعليم کي وڏيڪ اهميت ڏني هجي ۽ اولاد
کي به وڏيڪ تعليم ڏياري هجي. ٿي سگهي
ٿو، سندس ڌيءُ جو تعليم ۾ ايترو چاهه
هجي.

جيرام کي من ۾ ٿيو ته هو ياتيا جي
قدرشناسي ڪري. ڪيس شاباسي ڏئي ته هن
ڌيءُ کي به ايترو پڙهايو آهي. پر پوءِ
سندس ڌيءُ کي ٻه چا، ليلا وانگر زندگي
ڪاٽڻي پوندي!

ڪيترا سال ٿي ويا ؟ شايد ڏهاڪو ڏيڍ!
اُن شهر ۾ وچڻ سانگي ڪيس ليلا سان ملڻ
جي دل ٿي آئي هيس. وڏو شاهي بنگلو هو.


| | | |
|---|---|---|
| نالو | : | جَيَنت ريلواڻي. |
| جنم | : | لاڙڪاڻو، ٢-٩-١٩٢٦. |
| ڇپايل ڪتاب | : | سنڌيءَ ۾ ١٣ ، گجراتي ٻوليءَ ۾ ٢٩، هنديءَ ۾ ٢. |
| انعام | : | مرڪزي ڪاتي دهليءَ ، گجرات سنڌي ساهتيه اڪادميءَ ، ۽ سنڌي اڪادمي دهلي طرفان ١٥ هزارن جو، ۽ ڪيترن سنستائن طرفان سنمان. |
| پيشو | : | سمپادڪ، گرجر سنڌو هفتيوار، اربٽر انگريزي، گجراتي ماهوار اخبار نويس، ڪالمنسٽ. |
| پتو | : | ٩/٤، شاستري نگر، گردواري جي پٺيان، راجڪوٽ-٢٦٠٠٠١ . |

# فهرست

## ڪهاڻي

## سوچ ويچار......

ڪنهن بہ ڇوڪريءَ يا عورت جو ست سيل ڏسي هڪدم وات مان نڪريو وڃي تہ هيءَ تہ ڪا سيتا آهي. سيتا راجا جنڪ جي ڌيءَ هئي. شري رام سان وواهہ ڪري راجا دسرٿ جي ننهن ٿي آئي. رام سان گڏ بنواس ۾ ويئي ٿي ۽ لنڪا جي راجا راوڻ جي بند ۾ رهي ٿي. راج گهراڻي ۾ پلجڻ ڪري حن سڀ سک ڏٺا. اُن ڪري لنڪا پتي راوڻ جي بند ۾ ڪا اهڙي ڳالهہ، طعام، ڪپڙو، پهراو، ڳهہ ڳٺو، مٿبو وغيره ڪيس نہ ملبو هوندو جنهنجو هن پنهنجي پتاراجا جنڪ وٽ يا ساهري گهر راجا دسرٿ وٽ انچو آنند نہ ورتو هجي.

ٻئي طرف مارئي، غريب مارن جي ڌيءَ، ٿر جي برپٽن جي جهوپڙين ۾ رهندڙ، سرديءَ ۾ لڏ جي جهوڪن ۽ گرميءَ ۾ لُڪُن جي لهسن جي لوساٽيل ڪٽي جي پحراءَ ۾ رهندڙ، پڪا پيرون، ڀُسون ۽ ڏونرا ڪائيندڙ، هڪ حاڪم وٽ اچي ٿي بند ٿئي ۽ ڪيس اُهي طعام، ڪپڙو، ڳهہ ڳٺو، مٿبو ۽ سينگار ڏنا وڃن ٿا جيڪي هن سپني ۾ بہ ڪڏهن تصور نہ ڪيا هوندا، اُتي هوءَ هرڪہ هاري نہ ڪا وڏي ڳالهہ ڪانهي پر تنهن هوندي بہ هوءَ الهي ۾ اڳيان نٿي جُهڪي، هرڪہ نٿي هاري ۽ اُنهن کي لڪرائي ٿي ڇڏي.

هاڻ سوال آهي تہ سيتا جو تياڳہ وڏ يا مارئيءَ جو تياڳہ مهان؟ مونکي هتي سيتا ماتا جي مهانتا کي گهٽائڻ جي ڪا ڀاونا ڪونهي.

هيءَ سوال پالڪن جي زير ويچار لاءِ ڇڏجي ٿو. اساڪي پالڪن جي راين جو اِنتظار رهندو.

سلامتراءِ گرباڻي

سمپادڪ

... بعد سوال.......

معيار ڇا آهي؟ مُلهن، فاصلن ۽ سوچنائن جي تيز وهڪر
جي دشا طئہ ڪرڻ جنهن دور ۾ لڳاتار ڏکيو ٿيندو ويندو هجي
اُن دور ۾ معيار جي ڳالهہ تعجب جهڙي لڳي سگهي ٿي پر جيئن
سچ هميشه سچ ئي رهندو تيئن ملهن ۽ معيار جا ماڻ بہ قيامت
تائين دائمي رهندا. پلي ضرورتن جو دٻاءُ کهڙا بہ اِشارا ڏي پر
سچ، ايمانداري، نئتڪتا وغيره هر دور ۾ جيئن هئا تيئن رهندا
وقت جا دٻاو ڀرم پئدا ڪري سگهن ٿا پر سچ ڪڏهن تري ۽
پنيان لڪيو آهي ڇا؟

١٩٩٧-٩٨، ١٩٩٨-٩٩ ۽ هاڻي ١٩٩٩-٢٠٠٠ واري رهاڻ سان وابسط سمپادڪ منڊل جا
سڀ ميمبر لکڻ ۽ پڙهڻ جي دنيا ۾ ڀلي ڀانت ڄاتل-سڃاتل آهن. سنڌيءَ جون گهڻي ڀاڱي
سڀ اخبارون/مخزنون پنهنجي سمپادڪ جي رچنائن کي ڇاپينديون رهيون آهن پر رهاڻ ۾
سمپادڪ منڊل جي ڪنهن بہ ميمبر ليکڪ جي ڪا رچنا نظر نہ ٿي اچي. سنڌيءَ جا پاٺڪ ۽
ليکڪ تہ اِن بنسبت سوال ڪڙا ڪندا ئي رهيا آهن، اڪادميءَ جا پنهنجا ڪجهہ ميمبر پڻ اِن
مدعي تي مختلف ويچار ظاهر ڪندا رهندا آهن. سمپادڪ منڊل جا ميمبر پاڻ بہ ڪڏهن
ڪڏهن ڪجهہ محسوس ڪندا رهيا آهن تہ پنهنجي نظر ۾ مقبول سندن ڪا معياري رچنا
رهاڻ ۾ شامل ٿيڻ گُهرجي. معيار ۽ ملهہ ڪنهن بہ ڌرتراشٽر جي هٿن ۾ دريوڌن ڪان سواءِ ٻيو
ڪجهہ نہ ٿا ٿي سگهن. ليکڪ پنهنجي رچنا سان اينترو جڙيل ٿو وڃي جو پنهنجي رچنا جي
پاڻ ڪٽ ڪرڻ جي حالت ۾ هو نہ ٿو رهي. هونئن بہ رچنا سمپادڪ جي نِش پکش فيصلي
مان لنگهي جڏهن عام پاٺڪ جي دربار ۾ ٿي پهچي، اُن جي صحي ڪٽ ۽ سمالوچنا تڏهن ئي
ٿي ٿئي. تہ پوءِ موهہ ۾ ڦاٿل ليکڪ کي سمپادڪ جي روپ ۾ پنهنجي رچنا کي پنهنجيءَ ئي
مخزن ۾ شامل ڪرڻ جي ڳالهہ صحي ڪيئن ڇئبي؟ سوال سنڌيءَ جي سڃاڻ پاٺڪن ۽ ليکڪن
جي ويچار جي گُهر ٿو ڪري.

راجستان سنڌي اڪادميءَ کي سيني جي اڪادمي، سيني لاءِ اڪادمي مڃي هلائڻ جي
ڪوشش اسان ڪئي آهي. پروگرام هجن، ڇتا ڀيٽيون هجن، انعام هجن ڇاهي ''رهاڻ'' ۽
''سنڌو دوت'' ۾ شامل رچنائون هجن، اسان جي ڀرپور ڪوشش نِش پکش رهي ڪري ڪم کي
ڳتي وڌائڻ جي رهي آهي. شايد اِن ڪري سنڌي سماج توڙي سنڌي ساهت ڪارن ۽ سنڌي
ريس جو اڪادميءَ کي ڀرپور سهيوگہ ۽ آشيرواد مليو آهي. سنتوش جي ڳالهہ آهي تہ اِهو
نظريو اڪادميءَ کي سرڪاري اِدارو مڃي پاڻ کان الڳہ سمجهڻ جي ڀاونا کي گهٽائي سگهيو
آهي. موجوده دور ۾ سنڌي سماج لاءِ اڪادميءَ جو اِهو نظريو ۽ اڪادميءَ لاءِ سنڌي سماج جي
ڀاونا ضروري بہ آهي. لائق تي ليکڪ نہ ۽ اڻ لائق جي ڀٽ ڀرائي نہ، اِهو سڌانت هر پل
اسان جي سامهون رهيو آهي. رهاڻ لاءِ رچنائن جي چونڊ ڪرڻ وقت بہ اسان اِن سڌانت تي
عمل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. رهاڻ ۾ شامل ٿيل رچنائن تي توهان جي رد عمل جو سان
انتظار رهندو.

ڀڳوان اٽلاڻي
مکيہ سمپادڪ

# فهرست

# راجستان سنڌي اڪادمي
## ٢٠٠٠-١٩٩٧

### اڪادميءَ جا عهديدار

ڀڳوان اٽلاڻي (صدر)
رميش گرسهاڻي (نائب صدر)
سلامتراءِ گرباڻي (خزانچي)
هاسانند جيٺاڻي (سيڪريٽري)

**ڪاروباري ڪاميٽيءَ جا ميمبر :**
ڊاڪٽر جي. ٽي. ڀٽ (جئپور)، ٻريوداس ڀوجا، (اُديپور)، راڌاڪشن چانڊواڻي، (بيڪانير)، ستيش گوپلاڻي، (ڪوٽا)، سريش ٻبلاڻي، (اجمير)

**جنرل باڊيءَ جا ميمبر :**
ڪنهيا لعل اگناڻي، (جئپور)، ڪشنچند سڪناڻي، (ڪشنگڙه)، گجيندر ريجهواڻي، (جئپور)، گوبند رامناڻي، (جئپور)، گيانچند سڪناڻي، (بالوترا)، ڪشن رتناڻي، (ڪوٽا)، ڊاڪٽر ڏرمون لونگاڻي، (اجمير)، ڊاڪٽر ڀڳونداس ڀاٽيا، (اُديپور)، موهن ''اُداسي''، (جئپور)، ريواچند الڊووڪيٽ، (جوڌپور)، ڊاڪٽر سشيلا موٽواڻي، (اجمير)، هربش ديوناڻي، (جوڌپور)، هربش ڪرمچنداڻي، (جئپور)، هري ٻالچنداڻي، (الور).

هاسانند جيٺاڻي، سيڪريٽري راجستان سنڌي اڪادمي، جي-٧، سياش مارگ، سي اِسڪيم، جئپور- 302001 طرفان شايع
ڪمپيوٽر ٽائيپنگ ۽ سيٽنگ : ڪشور روپچند جيٺانندواڻي، 61، خواص جي ڪا باغ، درگاپورا، جئپور- 302018 ، فون : 652481
پرنٽنگ : مهش پرنٽرس اينڊ پبلشرس 201، دادو مارگ، برڪت ڪالوني، ٽونڪ ڦاٽڪ، جئپور- 302015 ، فون : 591326(R)، 571647(S)

# ٢٠٠٠-١٩٩٩

راجستان سنڌي اڪادميءَ
طرفان سڪ ڀري سوکڙي

مکيہ سمپادڪ

## ڀڳوان اٽلاڻي

سمپادڪ

سلامتراءِ اوچيرام گربائي
ڪنعيا لعل آگناڻي


## راجستان سنڌي اڪادمي، جئپور

جي-٧، سپاش مارگ، سي اِسڪيم،
جئپور- ٣٠٢٠٠١ فون ۽ فئڪس 0141 - 381399

साल 98-99, राजयोगिनी दादी प्रकाश मणी खे 'सिंधु रत्न' डि्नो वियो, सम्मान वठंदे दादी हृदयमोहिनी

साल 97-98, भारतीय प्रशासनिक सेवा जे अधिकारी एम डी कोरानी खे 'सिंधु रत्न' सां सम्मानित कंदे सांसद सुरेश केसवानी

24 मई, 98, अजमेर में समितियुन जे सम्मेलन जे मौके ते राजस्व मंत्री किशन मोटवानी जो स्वागत कंदे सलामत राय गुरवानी

14 अगस्त 99 सिंध स्मृति दिवस ते राज्य महिला आयोग जी अध्यक्ष श्रीमती कांता कथूरिया गुब्बारा उड़ाये

27 जून 99, उदयपुर में राज्य स्तरीय सिंधी पंचायत सम्मेलन में खनिज मंत्री हीरालाल इन्दौरा जो सम्मान कंदे अध्यक्ष भगवान अटलानी

20 जुलाई 97, जयपुर में समितियुन जे सम्मेलन जे मौके ते अतिथि शांति लाल धपलोत जो स्वागत कंदे अध्यक्ष भगवान अ